ڪتاب جو نالو : ويا جي هنگلورِ
سهيڙيندڙ : ستار
ڪتاب نمبر : 12
ڳاڻيٽو : هڪ هزار
ڪمپوزرس : پيس ڪمپوزرس ڪراچي
ڪمپوزنگ : ممتاز خاصخيلي
ڇاپيندڙ : ذڪي پرنٽرس، ڪراچي
ڇپائيندڙ : سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي
542-سي، بلاڪ-2،
سينٽرل ڪمرشل ايريا
پي.اِي.سي.ايچ.ايس
ڪراچي-75400
فون: 4554188
قيمت : 120 رپيا

# انتساب

جيسين هٿي جيٺري، ورچي نہ ويٺي،
وچي پوڻہ پيٺي، سارينديءَ کي سڄڻين.

مان اها ڳالهہ تہ وڏيءَ پڪ سان چئي ٿو سگهان تہ ادب جي تاريخ پنهنجي سهيڙيندڙن ۽ سنواريندڙن کي ڪڏهن بہ نہ وساريندي آهي. هوءَ انهن کي پاڻ وٽ، سندن مانَ ۽ شانَ مطابق جوڳي جاءِ ڏيندي آهي،

هي ڪتاب مان مرحوم طارق اشرف، ايڊيٽر ماهوار سهڻي حيدرآباد، جي نالي ڪريان ٿو. جو جو سندس جاکوڙ جو ڦل هن ڪتاب ' ويا جي هنگلور جي صورت ۾، اسان جي هٿن ۾ آهي، مون کي اها بہ پڪ آهي تہ سياڻي جو ادبي پارکو ۽ تاريخدان، طارق اشرف کي ماهوار سهڻيءَ جي سهيڙڻ تي جسَ بہ ڏيندو ۽ خاصي جاءِ پڻ.

١ "محبت پاڻي مَن ۾، رَنڌا رَوڙيا جَنِ،
تن جو صرافن، اڻ توريو اگهائيو."

ستار

جانسين اتي اوطاق ۾، تانسين ساٿنِ اورِ،
ڏهہ ڏهہ ڀيرا ڏينهن ۾، پاڻ مٿائنِ گهورِ،
ويا جي هنگلورِ، تہ ڪَرم ملندئي ڪاپڙي.

-شاهہ

# ترتيب


| | | |
|---|---|---|
| ١. آچيندي لڄ مران | ستار | ٩ |
| ٢. جيسين ٻاک ڦٽي | ڊاڪٽر فهميده حسين | ١٢ |
| ٣. باڪمال شعور جو شاعر | غلام محمد گرامي | ٢٠ |
| ۴. سنڌ ۾ سنڌييت جو عيوضي شاعر | گوبند مالهي | ٢۴ |
| ۵. سنڌ جي سوني ڌرتيءَ جو شاعر | ڪيرت ٻاٻاڻي | ٣٠ |
| ٦. اياز تي ٿيل تنقيد جو جائزو | اي. جي. اتم | ٣٦ |
| ٧. نہ ختم ٿيندڙ ڏوڙ | مهتاب محبوب | ۴١ |
| ٨. ذات - ڏٺي شيخ اياز | پوپٽي. ر. هيرانندائي | ٦٩ |
| ٩. جي تون سرجڻهار جيءُ انوکو | امداد حسيني | ٧۴ |
| جڳ ۾ | | |
| ١٠. شيخ اياز نثر نويس | ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي | ٨٦ |
| ١١. اياز جي فڪر جو سفر | نند جويري | ٨٩ |
| ١٢. اڏري ويندوسانءِ | امر جليل | ٩٩ |
| ١٣. شيخ اياز آفاقي شاعر | احمد سليم | ١٠٢ |
| ١۴. اياز ۾ منظر نگاري | تاجل بيوس | ١٠٦ |
| ١۵. شيخ اياز عظيم شاعر | پريو وفا | ١١٦ |
| عظيم شخص | | |
| ١٦. ڪو ڏوهي ڪهاڻ تہ ڳولي آ | غلام حسين رنگريز | ١٢۴ |
| ١٧. شيخ اياز جي آجياڻي ۾ | موتي پرڪاش | ١٣٢ |
| ١٨. پوپٽ جو پيرو | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ١٣٧ |

| | | |
|---|---|---|
| ١٩. شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ جماليات | ممتاز مهر | ١٤٢ |
| ٢٠. سنڌي ادب جو بنيادي ڪهاڻيڪار | ڊڪٽر قاضي خادم | ١٤٩ |
| ٢١. شيخ اياز- سنڌي شاعريءَ جو نئون جنم | پروفيسر ارجن شاد | ١٥٤ |
| ٢٢. پنهنجا ساريم سومرا | مدد علي سنڌي | ١٥٩ |
| ٢٣. اياز پيار جو شاعر | اياز لطيف پليجو | ١٦٦ |
| ٢٤. تو جا سمجهي سٽ سا اڄ تائين اتهاس | ثميره زرين | ١٧١ |
| ٢٥. ڪاتب جو قلم | ريٽا شاهاڻي | ١٧٣ |
| ٢٦. ڪراچي شهر شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ | ملڪ نديم | ١٧٧ |
| ٢٧. نيارو پنڌ | انور فگار هڪڙو | ١٨٢ |
| ٢٨. اياز جي شاعري هڪ مطالعو | امير علي چانڊيو | ١٨٩ |

# آچيندي لج مران

ڏرتي، قوم ۽ ٻوليءَ کي جيارڻ ۽ زنده رکڻ ۾ جيترو هٿ ڪنهن سياستدان جو هوندوآهي، ان کان ڪيئي ڀيرا وڌيڪ شاعر، اديب ۽ دانشور جو هوندو آهي. سياستدان جي من ۾ جيڪو مقصد هوندو آهي، اهو هو اقتدار ۾ اچي ۽ پوءِ ئي ان جي حاصلات پنهنجي قوم، ٻولي ۽ ڌرتيءَ کي آڇي سگهي ٿو. ٻيءَ صورت ۾ هن جي خوابن جي ساڀيا، اقتدار ۾ پنهان آهي. ٻئي طرف شاعر، اديب ۽ دانشور پنهنجي هٿن جي حاصلات، پنهنجي شعور، مطالعي، مشاهدي ۽ سوچ، سمجهه مان، جو ڪجهه سرجيندو آهي، اهو بنا ڪنهن لوڀ لالچ جي پنهنجي عوام ۽ ٻوليءَ کي آڇي هڪ سڪون ماڻي وٺندو آهي. هن لاءِ سڀ کان وڏي ڳالهه هن جي حاصلات جي ميڄتا آهي. شايد ميڄتا به نه فقط حاصلات آهي. شاعر، اديب يا دانشور ڪڏهن ڪڏهن قوم جي قسمت به بدلائي ڇڏيندو آهي.

ادب جي تاريخ ۽ دنيا جي تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي مثال ملندا، جن ۾ اديبن ۽ شاعرن دنيا جي عوام جون قسمتون بدلائي ڇڏيون آهن. اسان جي ملڪ ۾ به عوام کي شعور ۽ ساڃاهه ڏيڻ ۾ جتي ڪجهه سياستدانن جي محنت ۽ قربانيءَ رنگ لاتو آهي، اتي شاعرن، اديبن ۽ دانشورن جي سگهارين سوچن ۽ ڀيرائتن ڀيچرن جي ڏس پاڻ ملهايو آهي. حقيقت ۾ جيڪا سوچ جي

سگھہ دانشور، اديب ۽ شاعر پنھنجي لکڻين ذريعي عوام کي بخشين ٿا. انھيءَ جو صلو سنڌيءَ طرح سياستدان کي ئي ملي ٿو. اديب، شاعر ۽ دانشور، "جھڙا ھڙئر ڪالھہ، اڄ بہ اھڙا سپرينءَ، واري حالت ۾ گذارين ٿا.

اديب، دانشور ۽ شاعر کي عوام پيو تہ ڪجھہ بہ ڏئي نہ ٿو سگھي، نہ ئي سياستدان، ھن جي سوچ ۽ لوچ جو ڦل ڪائڻ کان پوءِ ڪيس ياد ٿو ڪري. اسان جو ملڪ فرانس بہ ناھي ۽ اسان جي ملڪ جا سياستدان يا حڪمران جنرل ڊيگال بہ نہ ٿا ٿي سگھن. اسان جا سياستدان، پنھنجي ڌرتيءَ جي ٻوليءَ جي جھوليءَ آباد رکڻ وارن اديبن سان جيڪو ماتيلي ماءُ وارو رويو رکن ٿا انھيءَ کان سادي سنڌي قوم ڀليءَ ڀت واقف آھي.

اسان کي فخر آھي تہ اسان وٽ ھن صديءَ ۾ بہ اھڙو ھڪڙو شاعر، اديب يا دانشور پيدا ٿيو آھي، جنھن ٻوليءَ کي پنھنجي لکڻين وسيلي اھڙو لوڙھو ڏئي ڇڏيو آھي، جو ھوءَ سوين ستمر، لکين يلغارون، باھيون، نسل ڪشي، شھرن جا شھر تباھہ ۽ ويران ٿيڻ کان پوءِ بہ، سڄي جون سڄيون لئبريريون ۽ ڪتابي زخيرہ ساڙڻ جي باوجود بہ زندہ رھي آھي ۽ زندہ رھندي اچي. اھو آھي شيخ اياز.

ھن صديءَ جتي اسان سنڌين سان ڪيترائي ڪلور ڪيا آھن، اتي ھن صديءَ ۾ شيخ اياز جھڙو سريلو ۽ سچيتو شاعر اسان جي ڌرتيءَ جڻي ڏنو، جنھن شاھہ لطيف کان پوءِ، اسان جي ٻوليءَ جي جھوليءَ کي خالي ٿيڻ نہ ڏنو آھي. دنيا جون قومون، پنھنجي اديبن جو قدر ڪنديون، سندن لکڻين کي ھنئين سان ھنڊائينديون آھن ۽ موت ۾ انھن تي پنھنجي شرڌا جا گل نڇاور ڪنديون آھن. اھڙائي گل نڇاور ڪرڻ لاءِ محترم طارق اشرف، ماھوار "سھڻي" جا شيخ اياز کي ادبي ميڄتا ڏيڻ لاءِ بہ سارا نمبر ڪڍي، ھن جي فن، فڪر ۽ ٻوليءَ تي مختلف، سھيوڳي اديبن، شاعرن ۽ دانشورن جا رايا ۽ ليک سھيڙي، سنڌي عوام کي سندن درد رکندڙ شاعر، اديب ۽ دانشور کي جوڳو مان ۽ ميڄتا ڏيارڻ جي ھڪ ڪوشش ڪئي. جيڪي نمبر ان وقت يعني مارچ ١٩٩٠ع ۽ مارچ ١٩٩١ع ۾ ڇاپي پڌرا ڪيا. ان سان گڏوگڏ نہ صرف سنڌ ۾، پر ھند ۾ بہ شيخ اياز تي تماھي سپون، اپريل، مئي، جون ١٩٩١ع،

ناکر چاولا جي ادارت ۾ ۽ هفتيوار جهولي لال، شري اي . جي . اتم جي ادارت ۾ شيخ اياز ۽ نارائڻ شيام نمبر ۱۵ اپريل ۱۹۹۱ع ۾ پڌرا ڪري، شيخ اياز کي سندس لکڻين تي ميجتا ڏني. انهن کان پهرين شيخ اياز تي هفتيوار برسات يوسف شاهين جي ادارت ۾ پڻ شاندار نمبر ڪڍي، شيخ اياز کي خاصي عزت بخشي. انهن ٻئي ڏينهن ۾، پاڪستان ٽيليويزن، ڪراچيءَ پاران، شيخ اياز کي سڄي ملڪ ۾ روشناس ڪرائڻ لاءِ،اڙدوءَ ۾ هڪ پروگرام "شهرِ وفا" جي عنوان سان، بيدل مسرور جي نظرداريءَ هيٺ هلايو هو.

عوام، ڪنهن به اديب، شاعر يا دانشور کي انڪان وڏيڪ ڀيو ڏئي به ڇا ٿو سگهي. اسان جي اپوجهه، اڻ هوند ۽ اڄاڻ عوام وٽ ڪنهن کي به لفظن جا گل آڇڻ کان سواءِ ٻيو آهي به ڇا؟ سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ، انهن سيني جي ڪيل محنت کي، جيئن جو تيئن، سهيڙي، اڄان به ائين ڇڻجي ته انهن مان چونڊ ڪري، سنڌي نوجوان نسل جي مطالعي لاءِ، ٻيهر "ويا جي هنگلورِ "جي سري هيٺ ڇاپي پڌرا ڪيا آهن.

شيخ اياز، هن موجوده دور ۾، ادب جي افق تي ڪهڙي ستاري جي جاءِ ماڻي ٿو، ۽ شيخ اياز عالمي ادب ۾ ڪيتري جاءِ والاري ٿو، اها پروڙ اوهان کي، هن تي لکيل هند- سنڌ جي ميجيل اديبن، دانشورن ۽ شاعرن جي لکڻين مان پئجي سگهي ٿي.

اسان آخر ۾ ماهوار "سهڻي" ، هفتيوار "برسات" ٽماهي "سپون" ۽ هفتيوار "جهولي لال"کان معذرت خواهه آهيون. اخلاقي طور تي اسان کي هنن کان اجازت وٺڻ گهربي هئي پر اسان اها جرئت، عوام جي حق ۾ ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته اهي مٿيان سڀ جا سڀ نمبر، هن وقت ملڻ محال آهن، پر نئين نسل کي، خاص ڪري جيڪو ۱۹۹۱ع کان پوءِ ادب ڏانهن لڙيو آهي، ان کي ملڻ محال آهن. اسان کي قوي اميد آهي ته مٿين رسالن جا ايڊيٽر/ سپارڪ اسان جي ڪوتاهيءَ کي نظر انداز ڪري، عوام جي حق کي نظر ۾ رکي، معاف ڪندا ۽ پڙهندڙ دل و جان سان سامي سچ وڙاءِ کي قبول ڪندا.

ستار

ڪراچي
18 سيپٽمبر 1999ع

# جيسين باک ڦٽي

شيخ اياز هن ڌرتيءَ جو، هن صديءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر هئڻ ناتي اسان جي ادب ۾ سڀ کان وڌيڪ بحث هيٺ آيل، سڀ کان وڌيڪ اختلافي Contro-versial ڪردار رهيو آهي. هن تي سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي ۽ اڃا به پيو لکبو پر ڏٺو وڃي ته سندس شخصيت توڙي شاعريءَ سان انصاف نه ڪيو ويو آهي. سندس فن ۽ فڪر کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي خاطر خواه ڪوشش ڪانه ڪئي وئي آهي. اهو ان ڪري ٿيو آهي جو مٿس لکڻ وارا ٻن واضح گروهن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا سائس محبت ڪرڻ وارا سندس ويجها سائي ۽ دوست رهيا آهن ۽ ٻيا سائس ڪو وير رکندڙ سندس مخالف رهيا آهن (جن جو تعداد بهرحال پهرين قسم وارن کان گهٽ آهي) اها ڳالهه هڪ طرح سٺي به آهي ته خراب به. سٺي ان ڪري جو ڪنٽرو ورسي ماڻهن جو توجهه ڇڪائيندي آهي ۽ اهم ماڻهو ئي ڪنٽرو ورشيل ٿيندا آهن، خراب وري ان ڪري جو ادبي تنقيد جي معيارن موجب اياز تي اڻ ڌريي غيرجانبدار ۽ باقاعدي ادبي تنقيد ٿي ئي ڪانهي. مولانا

غلام محمد گراميءَ کان وٺي ستار پيرزادي تائين اياز سان محبت ڪندڙن جي هڪ تمام ڊگهي فهرست آهي. جن جي مقالن، مهاڳن مضمونن ۽ تاثرن ۾ ادبي تنقيد کان ٻه وڌيڪ محبت ۽ عقيدت جو عنصر ئي ڏسڻ ۾ اچي، وري ٻئي طرف سردار علي شاهه ذاڪر، آدرش يا تاج محمد سمون آهن جن جي مضمونن ۾ فني يا فڪري پهلوئن تي نڪته چينيءَ سان گڏوگڏ اياز جي ذات کي به تنقيد جو نشانو بنايو ويو آهي جڏهن ته اصولاً اياز تي تنقيد ڪرڻ وارن کي سندس فن جي پرک ڪرڻ گهرجي ها. سندس فڪر جي حوالي سان منجهس ايندڙ تبديلين کي سندس دؤر جي ملڪي ۽ بين الاقوامي سياسي سماجي حالتن جي تناظر ۾ ڏسڻ گهرجي ها ۽ هن جي شخصيت يا نظرين ۾ محسوس ٿيندڙ ڪنهن به تضاد تي لکڻ کان اڳ ۾ سندس نفسياتي ۽ ذهني ڪيفيتن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ها. هڪڙي ڌر ڪيس غلطين کان مبرا ۽ مٿاهون ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي رهي ۽ ٻي سندس ادبي قد گهٽائڻ لاءِ مٿس الزام تراشي ڪندي رهي. ايئن ٿيڻ نه گهربو هو. پهرئين لڏي ۾ وڏا وڏا نالا اچن ٿا جن جو ادب ۽ ادبي تنقيد جي حوالي سان مطالعو ۽ ڇاڻ ڪنهن به ريت گهٽ ڪونه هئا/ آهن. مولانا غلام محمد گرامي، محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجو، سراج، ڊاڪٽر جبار جوڻيجو، امداد حسيني، سحر امداد، ملڪ نديم، قاضي خادم، ولي رام ولڀ، سنڌي ادبي دنيا جا وڏا نالا آهن، جن شيخ اياز جي ڪتابن جي مهاڳن ۾ توڙي رسالن اخبارن ۾ مقالن ۽ مضمونن جي صورت ۾ گهڻو ڪجهه لکيو آهي ۽ هن وقت انهن سڀني کي گڏ پڙهي ڏسبو ته ڪن جو انداز ڪيس ڍال مهيا ڪندڙ دفاعي Defensive لڳندو ته ڪن جو صفائي پيش ڪرڻ وارو يا Appologetic جو ته ڪنهن وقت خاص حالتن ۾ هڪ وڏو گروهه رجعت پسند ليکڪن جو مٿس تمام اگرائيءَ واري يا جارحاڻي Offensive نموني ۾ لکي رهيو هو ۽ سنڌ ۽ سنڌي اديبن کي عمومي طرح ۽ ترقي پسند يا قوم پرست اديبن کي خصوصي طرح وقت جي حاڪمن ۽ اسٽيبلشمينٽ اڳيان ڏوهاري ثابت ڪري رهيو هو ۽ "ادب کي آڙ ۾." ۽ "شيخ اياز ڇا ٿو چاهي"، جهڙا ڪتابڙا لکجي رهيا هئا. انهن جو جواب ڏيڻ وقت جي ضرورت هئي. اهڙي ماحول ۾ مولانا غلام محمد گراميءَ پنهنجو مشهور مقالو "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر" مهراڻ ۾ لکي سموري مشرق جي چونڊ عربي فارسي ۽ اردوءَ جي شاعرن جي خيالن سان اياز جي شاعريءَ ۾ موجود ڪيترين ئي ڳالهين جي ڀيٽ ڪري جڻ ته ڪيس جواز ئي مهيا ڪيو ۽ سندس بچاءُ ئي ڪيو. اهو مقالو ڪن حلقن تمام گهڻو پسند ڪيو پر ڪن حلقن ان جي موٽ ۾ به گهٽائي ليک لکيا پر ان جي تاثر کي ختم نه ڪري سگهيا، ان کان پوءِ ٻيو اهم ڪتاب رسول بخش پليجي جو "انڌا اونڌا ويڄ" هو جنهن ۾ پڻ سنڌ جي ڪلاسيڪي توڙي جديد شاعريءَ کي تحفظ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. خاص

طور اياز کي هن نہ فقط پاڪستان جو پر دنيا جو وڏو شاعر ڪري مڃائڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ انٽرويو ۾ هن ايئن بہ چيو تہ "سمورن زمانن جي سمورين زبانن جا جيڪي عظيم شاعر ٿي گذريا آهن، مان سمجهان ٿو تہ ڪوبہ انصاف پسند شخص، سموري دنيا جي عالمي تاريخي سطح جي اڳين صف ۾ شيخ اياز کي بيهارڻ تي مجبور ٿي پوندو."

ٻئي طرف ڏٺو وڃي تہ اياز تي هن وقت تائين جيڪا بہ تنقيد ٿي آهي اها ذاتي يا نظرياتي حوالي سان ٿي آهي. فني حوالو ان سان اتفاقي اچي ويو هجي تہ اها ٻي ڳالهہ آهي. ادبي تنقيد جي لاءِ خالص ادبي معيارن موجب غير جانبداري پهريون شرط هوندو آهي. هڪ نقاد سڀ کان اول هڪ پڙهندڙ جي حيثيت ۾ متاثر ٿيندو آهي جيستائين ڪوبہ نقاد ڪنهن ليکڪ کان متاثر ڪونہ ٿيندو تيستائين تنقيد وجود ۾ ئي ڪانہ ايندي. اهو تاثر پوءِ منفي بہ ٿي سگهي ٿو تہ مثبت بہ. پر تاثر ضروري آهي. اهو پسنديده بہ ٿي سگهي ٿو تہ ناپسنديده بہ. ذاتي پسند بہ سياويڪ آهي. پر جڏهن پڙهندڙ جي اندر جو نقاد لکڻ لاءِ آماده ٿيندو تہ ضروري آهي تہ هو انهيءَ پسند يا ناپسند جا سبب ڄاڻائي جيڪو هڪ مروج طريقو آهي پر اتي اچي اسان جا نقاد توازن يا جذباتي ٺهراءُ وڃائي ويهندا آهن.

نقادن جو هڪڙو گروهہ فن کي ان جي تاريخي ۽ سماجي تناظر کان بنهہ ڌار رکي، اخلاقي يا افادي پهلوءَ کي غير اهم سمجهي صرف فني لحاظ کان مڪمل جمالياتي تجزيو ڪرڻ کي ئي صحيح پرک جو طريقو ٿو سمجهي. ان جو خيال آهي تہ تاريخي، سياسي، سماجي، اخلاقي يا نظرياتي پيمانن موجب پرک ڪرڻ سان نہ رڳو خود فن جو پنهنجو حسن متاثر ٿيندو پر پاڻ ان جو احساسات ۽ جمالياتي تجربو بہ ضايع ٿي ويندو، جيڪو ان کي پڙهڻ سان ماڻي سگهبو آهي. ان ريت اهو طبقو فن کي هر قسم جي سماجي ذميداريءَ کان آجو ڪريو ڇڏي. اهو مقصديت، ڪمٽمينٽ ۽ جوابداريءَ وغيره جهڙن لفظن جو مخالف آهي.

پر جڏهن وقت ثابت ڪيو تہ ادب جو سماج سان گهرو تعلق آهي تہ پوءِ ان، جي ماضي، حال ۽ مستقبل کان ڪيئن ٿو ڌار ٿي سگهي؟ فني لحاظ کان بہ هر دؤر جون پنهنجون تقاضائون هونديون آهن، انهن جي بہ تہ پوئواري ضروري هوندي آهي. اهڙيءَ طرح انهي نقطہ نظر جنم ورتو تہ ادب تاريخ سماج، جماليات، معاشيات، سياست، نفسيات، مطلب تہ زندگيءَ جي هر شعبي سان تعلق رکي ٿو ان ڪري ان جي پرک ڪرڻ مهل پڻ اهي سڀ عنصر سامهون رکڻ گهرجن...... پر ڏٺو ايئن ويو آهي تہ هي طبقو پڻ ڪجهہ وقت کانپوءِ انتها پسنديءَ جو شڪار ٿي ويو. مقصديت، ڪمٽمينٽ ۽ جوابداريءَ جي حد کان وڌيڪ اظهار سان پرچار ۽ پروپيگنڊا جي ڏپ اچڻ لڳي. هن قسم جا نقاد ڪنهن اديب يا شعر جي ڪنهن هڪ پهلوءَ کي اچي وٺندا هئا پوءِ هن کي ترقي پسند، رجعت پسند، فاشسٽ بورجوا ۽ الائجي ڇا ڇا ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويندا هئا. ايئن ڪندي هو

ان اديب يا شاعر جي فني خوبين کي بنهہ نظر انداز ڪري ڇڏيندا هئا... انتها پسندي اها هئي جو ڪنهن نقاد جي نظريي مطابق شاعر يا اديب جي سموري تخليقي زندگيءَ مان ڪو هڪ لفظ يا جملو ڳولي ان مطابق ان تي ڪو ٺپو هڻڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي.

اردوءَ جي ادبي تاريخ ۾ بہ اهڙا ڪيئي مثال موجود آهن. نياز فتح پوريءَ جي ترقي پسند نظرين سبب ڀهرين کيس ملحد، ڪافر ۽ دهريو چيو ويو ۽ حالي ويتا سندس ورسيون ملهائين. هن کي اردو ادب ۾ تمام اوچو مقام مليل آهي. اقبال کي هندستان ۾ ڪميونسٽ ۽ فري ٿنڪر ڪري پيش ڪرڻ لاءِ ڪيترائي سندس شعر جواز طور پيش ڪيا ويا ۽ پاڪستان ۾ کيس اسلامي شاعر ڪري پيش ڪرڻ لاءِ ٺنهن چوٽيءَ جو زور لڳايو ويو هو. ۱۹۳۲ ۾ اردوءَ جي مشهور ترقي پسند اديب ۽ نقاد مرحوم اختر حسين رائپوريءَ پنهنجي هڪ مقالي "ادب اور زندگي" ۾ اقبال کي "فسطائيت پسند" لکيو هو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سيد سبطِ حسن پنهنجي مقالي "فلسفہ شاهين" ۾ پڻ هن کي ساڳيو لقب ڏنو هو. بنگال جي نوبل پرائيز حاصل ڪندڙ شاعر رابندرناٿ ٽئگور کي بہ پنهنجي هڪ لکڻيءَ ۾ مسوليني جي ساراهہ ڪرڻ سبب "فاشسٽ" سڏيو ويو هو.

اها ڳالهہ اسان وٽ اياز سان ڪئي وئي آهي. اياز هڪ هنڌ "پيٽ ڏيئي خدا آهي" لکي ڪافر، ملحد ۽ دهريو مشهور ٿي ويو، وري "سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو" لکڻ سان مٿس نظريہ پاڪستان جي خلاف هئڻ جو الزام لڳو ۽ حالي "برسات" ۾ دعائن لکڻ سبب يڪدم "اسلامي" يا "اسلام پسند" ٿي پيو آهي.

اسان کي ڀهرين ڳالهہ تہ اها ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن نظريي کي قبول ڪرڻ يا رد ڪرڻ وارو مامرو اديب يا شاعر جي پنهنجي ذاتي راءِ مطابق هوندو آهي جيڪا هو پنهنجي مشاهدي ۽ مطالعي مطابق قائم ڪندو آهي ۽ اهو سلسلو سندس زندگيءَ ۾ هميشہ جاري رهندو آهي خاص ڪري هڪ سوچيندڙ ذهن جمود کان وڌيڪ تبديليءَ ڏانهن مائل هوندو آهي. فرانس جو اديب سارتر پنهنجي وجوديت جي فلسفي سبب هميشہ ڪميونزم ۽ مارڪسزم جي خلاف رهيو پر زندگيءَ جي هڪ اسٽيج تي هو ان کان متاثر بہ ٿيو. اها تبديلي آخري ڪانہ هئي، ڪجهہ وقت کانپوءِ هو وري بہ ان کان ڦري ويو. پاڪستان ۾ فيض احمد فيض جي زندگيءَ ۾ بہ اهڙا لاها چاڙها ڏسي سگهجن ٿا. شروع شروع ۾ هو پنهنجي شاعريءَ ۾ هلڪي ڦلڪي انداز ۾ رومانيت سبب مشهور ٿيو جنهن وقت "نقش فريادي" کيس ميڇتا ڏياري، اهو ترقي پسندن جو انتها پسنديءَ وارو دؤر هو، انهن کيس گهڻي لفٽ ڪانہ ڪرائي. سندس شاعريءَ ۾ تيزي ۽ نظريي ۾ پختگي هن جي جيل ياترا کان پوءِ آئي جڏهن هو ڀهريون ڀيرو راولپنڊي سازش ڪيس ۾ اندر ڪيو ويو هو ۽ کيس موت جي سزا ٻڌائي وئي هئي. ان کانپوءِ لکيل سندس "دستِ صبا" نالي مجموعي اصل ۾ کيس شهرت ۽ عظمت جي بلندين تي پهچايو هو.

سو اياز جي زندگيءَ ۾ بہ اسين اهڙا لاها چاڙها ڏسي ٿا سگھون جن سندس خيالن ۽ نظرين کي پڻ متاثر ڪيو آهي ۽ اهو سڀ ڪجھہ بلڪل سياويڪ. بلڪل نيچرل آهي. اديب ۽ شاعر زندگيءَ، موت، ڪائنات يا خود ادب جي باري ۾ جيڪو بہ نظريو رکي ٿو اهو پنهنجي مشاهدي، مطالعي ۽ پنهنجي دؤر جي حالتن کان متاثر ٿي اختيار ڪري ٿو. جنهن کي پوءِ هو مختلف فڪري قالبن ۾ ظاهر ڪري ٿو. نظريو، مقصد، فن ۽ جمالياتي قدر سڀ ڪجھہ اصل فن جا معيار هوندا آهن پر اسين شخصيت پرستيءَ ۾ يقين رکندڙ قوم آهيون ۽ اها پٺتي پيل قومن جي خصوصيت آهي، ان کي بت پرستيءَ جي ارتقائي صورت چئي سگھجي ٿو. ڏٺو وڃي تہ ادب يا سياست ۾ اسان جا هيرو يا تہ فرشتا يا شيطان هوندا آهن، وچ واري ڪا واٽ اسان کي معلوم نٿي ڪانهي. شخصيت پرستيءَ جي انتها اها آهي تہ اسين پنهنجي پسنديده شخصيت ۾ ڪو عيب يا اوڻائي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ پسند ڪونہ ڪندا آهيون ۽ جيڪڏهن ڪو ايئن ڪري تہ ان جي نيت تي هرو ڀرو شڪ ڪرڻ لڳندا آهيون شايد ان ڪري جو اسان کي ڌڪ هوندو آهي تہ ڪٿي خود اسان جو گهڙيل بت ڀڄي نہ پوي، ٻئي طرف جڏهن ڪنهن کي ناپسند ڪندا آهيون تہ ان ۾ ڪا خوبي يا چڱائي ڏسڻ بدران رڳو عيب ڦلهوريندا آهيون، تہ جيئن "بت شڪنيءَ" جو مقدس فرض نڀائڻ وارا سڏجون ۽ پنهنجو قدبت وڏائي سگھون.

سوال اهو آهي تہ ڪنهن فنڪار کي سندس فن ۽ فڪر جي حوالي سان پرکڻ گھرجي يا نقاد جي نقطہ نظر جي روشنيءَ ۾؟ سنڌ ۾ عام طرح سان نقاد پرک ڪرڻ مهل نہ صرف فنڪار جي تخليق کي پنهنجي نظريي واري فريم ۾ فٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن پر خود ان جي ذات کي بہ هڪ مخصوص رنگ جي عينڪ سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ پنهنجي طرفان انهن کي سمجهائيندا آهن نتيجي ۾ فن ۽ فڪر، خيال ۽ تصور گم ٿي ويندا آهن ۽ تخليقڪار نقاد جي نظريي ۾ فٽ ٿي پنهنجي سڃاڻپ ۽ اوريجنلٽي (اصليت ۽ انفراديت) وڃائي ڇڏيندو آهي جيڪي سندس بنيادي خوبيون هونديون آهن.

اهوئي سڀ ڪجھہ شيخ اياز سان بہ ٿيو آهي، سندس تخليقن کي خالص ادبي بنيادن تي پرکڻ جي بدران هميشہ مختلف ماڻهن جي نظرين ۽ مفروضن جي روشنيءَ ۾ پرکيو ويو آهي، ان ڪري سندس شاعريءَ جي گهرائيءَ ۾ وڃڻ ۽ سندس ذهني ڪيفيت کي سمجهڻ جي گهٽ ڪوشش ٿي آهي. هڪڙي ڌر عقيدتمنديءَ جي تہ ٻي ڌر اجائي دشمنيءَ جي شڪار رهي آهي.

شيخ اياز جي شاعريءَ جي بنيادي خوبي سندس اصليت آهي. هو پنهنجي روايت سان سلهاڙيل هئڻ جي باوجود مڪمل انفرادي جوهر، نواڻ ۽ خوبصورتيءَ جو عنصر رکي ٿو، سندس شاعري هڪ اهڙي لئين چاول معصوم ٻار جيان محسوس ٿئي ٿي، جيڪو پنهنجي ابن ڏاڏن جي سيني خصوصيتن جو تسلسل هوندي بہ پنهنجو منهن مهانڊو ۽ روش رکندو آهي.

هن روايت پرستيءَ بدران روايت پسنديءَ جو مظاهرو ڪندي مردار ۽ مدي خارج روايتن کان منهن موڙي ڇڏيو ۽ بغاوت ڪئي پر ساڳئي وقت پنهنجي صحتمند روايت سان پنهجو ناتو مضبوط ڪيو. سنڌي شاعريءَ ۾ نوان نوان تجربا ڪيا، نوان لاڙا نوان رجحان نوان رخ متعين ڪيا پر پنهنجي ورثي کي به سنڀاليو، ان ۾ ٻهر جان وڌي، نئون روح ڦوڪيو، هن جي ذات اعليٰ هئي مشاهدو گهرو ۽ مطالعو وسيع هو جنهن منجهس انفراديت ۽ اصليت واري خصوصيت پيدا ڪئي. جيڪڏهن وقت ۽ حالتن منجهس ڪا نظرياتي تبديلي آندي آهي ته ان کي قبول ڪرڻ سان اياز جو قد گهٽجي نٿو. هن سنڌ ۾ هڪ پوري نسل کي متاثر ڪيو ۽ اڄ ڏينهن تائين اهو تاثر جهڪو يا هلڪو ڪونه ٿيو آهي. اياز تي هڪ ٻيو الزام اهو لڳايو ويو ته هن ڪجهه ترڪي ۽ آرمينا جي نظمن جا ترجما پنهنجي نظمن سان گڏ ڇپرائي ڇڏيا پر اهڙو اشارو ڪونه ڏنائين. اياز جي بچاءَ ۾ اهو به چئي سگهجي ٿو ته هن جي وسيع مطالعي هن جي ذهن تي ڪئين اڻ مٽ اثر ڇڏيا هوندا. ممڪن آهي ته اهو سڀ ڪجهه غير شعوري طرح سان ٿيو هجي پر جڏهن انهن نظمن تي نظر ٿي وڃجي ته اياز پاڻ مرادو ان الزام کان بري ٿو ٿي وڃي. انسان ذات جي صدين جي تجربن ۾ ڪئين تجربا فاصلن جي باوجود هڪ جهڙا به ٿي سگهن ٿا. انهن اعتراض هيٺ آيل نظمن مان ڪن تي غور ڪرڻ سان ڳالهه واضح ٿي وڃي ٿي؛

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "ڪنير جي گهر ۾ سڄو مٽ ڪونه ملندو". "واڍي جي گهر ۾ سڄي ڪٽ ڪانه لڀندي". اياز تي الزا آهي ته هن هيءَ سٽ ترجمو ڪري پنهنجي نالي ڏني آهي. سا آهي؛ "لوهر جي گهوڙي کي نعل نه هوندا" (The black sinth's horse is shoe-less) ڇا اهو شاعر جو پنهنجو مشاهدو نٿو ٿي سگهي. سنڌيءَ ۾ هڪ اصطلاح آهي ته؛ "چرچي ۾ چهنڊڙي هڻڻ". يا سنڌ جا وطائي جهڙا سگهڙ ۽ سياڻا يوڳن ۾ سچ چوڻ جو جرم ڪندا رهيا آهن. اهڙي هڪ سٽ اياز لاءِ مهٽو بنجي وئي آهي ته "يوڳ يوڳ ۾ سچ ٻڌائي رهيو آهين".

(Always tell the truth in the form of a joke)

ڇا ان سٽ ۾ اهڙي ڪا ڳالهه آهي جيڪا اياز لاءِ نئين هجي يا سنڌ وارن لاءِ اوپري هجي؟

"اٽي ۾ لوڻ جي چپٽي". واري چوڻي جيڪڏهن ٻي ڪنهن قوم وٽ (Pinch of salt) جي صورت ۾ مروج آهي ته ان جي استعمال سان اياز ڪيئن ڏوهاري ٿي پيو؟

پر جيڪڏهن ميجي به ڪٿي ته اياز انهن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ ٻاهران آندو آهي ته به اهي خيال ڪي اهڙا اعليٰ ۽ انوکا ڪونه آهن جن جي ڪري اياز جي قدبت تي ڪو فرق پوي! ادبي تنقيد جا ماڻ ۽ ماپا ڪي ٻيا هوندا آهن. ڪنهن شاعر جي ڪا هڪ اڌ سٽ ڪٿي ڪا مجموعي راءِ نٿي جوڙي سگهجي. وقت وڏو منصف آهي.

اهو شاعر جي سموري پورهيي کي سامهون رکي فيصلو ڪندو ۽ ڪري ۽ ڪوڙي کي پالهڻي ڏار ڪندو. ڪهڙي تخليق دائمي اهميت رکندڙ آهي ۽ ڪهڙي عارضي آهي يا ڪهڙو اديب شاعر تاريخ ۾ زنده رهندو ڪهڙو نه. اها ڳالهه به وقت ۽ زمانو ثابت ڪندو! ڪنهن نقاد جي ميڻ ۽ نه ميڻ سان يا گهٽي تعريف يا نڪته چيني ڪرڻ سان ڪنهن جي ادبي حيثيت يا عظمت تي ڪوبه اثر ڪونه ٿيندو. جيڪڏهن تخليق ۾ جان آهي، فنڪارانه حسن ۽ فڪري گهرائي آهي ته اها پنهنجي جاء تاريخ ۾ پالهڻي ٺاهيندي. ها پر وقت جي نقادن کي پنهنجو ڪردار غير جانبداريءَ ۽ انصاف سان نڀائڻ جي ڪوشش ضرور ڪرڻ گهرجي. هڪ ادبي نقاد لاءِ اهو ضروري آهي ته مجهس شاعريءَ جي سايجاهه ميجتا Appreciation جو ذهني تجربو ماڻڻ جي صلاحيت هجي، ان کي اندر ۾ محسوس ڪري سگهڻ واري قوت هجي. ان تجربي کانسواءِ تنقيد ڪرڻ ممڪن نه ٿي ڪانهي. ڪنهن به اعليٰ تخليق جو قدر ۽ قيمت ڪٿڻ کان پهرين، ان جي مجموعي حسن کي هڪ مڪمل وحدت طور اندر ۾ اوتڻ جو عمل ضروري آهي ۽ اهو حسن نه محض خيال جو حسن آهي، نه جذبي جو ۽ نه ئي وري رڳو وزن ،بحر يا ٻوليءَ جو. پر اهو اهڙن سڀني عنصرن جي پوري پني استعمال منجهان پيدا ٿيندڙ مڪمل وحدت، مڪمل تاثر جو حسن هوندو آهي. عام طور تي نقاد ڪنهن هڪ پهلوءَ تي وڌيڪ زور ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ ٻين ڪندي ٻين پهلوئن کي نظرانداز ڪري ويهندا آهن. اهوئي اياز جي شاعريءَ تي تنقيد ڪرڻ وارن ڪيو آهي، ادبي تنقيد جو اصول موجب اعليٰ خيال، پرپور جذبو، سهڻا عڪس، وڻندڙ اسلوب، جاندار ٻولي ۽ ان جي لفظن جو ترنم ۽ آهنگ، ۽ مناسب فني جوڙجڪ يا ڍانچو ئي دراصل شعري تخليق جو مجموعي حسن اجاگر ڪندا آهن جن کي هڪ گڏيل وحدت طور قبول ڪندڙ ئي صحيح تنقيد ڪري سگهندا آهن. جيستائين ڪو نقاد شعر جي انهن سڀني ترڪيبي جزن جي چند چاڻ نٿو ڪري تيستائين هو شاعر ۽ سندس شاعريءَ سان انصاف ڪري ئي نٿو سگهي، تخليق جي اصل جوهر جو ادراڪ ئي نٿو سگهي. شاهه لطيف کان شيخ اياز تائين ڪنهن به سنڌي شاعر تي اهڙي ڪا تنقيد ڪانه ٿي آهي. اسان جي سموري ادبي تاريخ ۾ عملي تنقيد جي دائري ۾ صرف نظرياتي يا ذاتي نوعيت جي تنقيد ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

اياز جا هن وقت تائين هيترا سارا ڪتاب (نثر توڙي نظم جا) ڇپجي چڪا آهن، سندس اهڙو ڪهڙو ڪتاب آهي جنهن تي ڪنهن مڪمل ادبي تنقيد ڪئي هجي؟ "ڪلهي پاتم ڪينرو" ۽ "ڀنونر ڀري آڪاس" سان شهرت ماڻيندڙ شاعر تي اڄ سندس آخري ڇپيل ڪتاب "ڪٿي نه ڀڄبو ٿڪ مسافر" تائين ڪهڙي ادبي تنقيد ٿي آهي؟ سندس لکيل وائي، گيت، بيت، غزل، نظمن، نيڙن، منظوم ناٽڪن ۽ نثر جي مختلف صنفن مان ڪهڙي صنف تي ٽيڪنيڪي تنقيد ڪئي وئي آهي؟

سواء امير علي چانڊئي جي تنقيدي مضمون "شيخ اياز هڪ مطالعو" جي ٻيا سڀ عمومي جائزا ۽ تبصرا ڇپيا آهن. سندس فڪر ۽ فلسفي جي حوالي سان ڪهڙي اڻ ڏري چند چاڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿي؟ هن جي عڪسيت يا محاڪاتي منظر نگاريءَ کي ڪهڙن معيارن تي پرکيو ويو آهي؟ هن جي علامتن ۽ استعارن کي ڪنهن سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟

ادبي تنقيد تجزياتي Analytical علم هوندو آهي. جنهن جي ذريعي ڪنهن به تخليق جي مختلف پهلوئن جو ڇيد ڪري پرک ڪبي آهي. ڇا شيخ اياز جي تخليقن جو اهڙي نموني ڇيد ڪري پرک ڪئي وئي آهي؟ هاڻي وقت اچي ويو آهي ته سنڌي ادب ۾ به تنقيد کي خالص علمي ادبي ۽ فني بنيادن تي متعارف ڪرائجي. پل ته اها شروعات اياز کان ٿئي جيڪو بهرحال هن صديءَ جو هن سموري خطي جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي.

ڊاڪٽر فهميده حسين

ڪراچي
۴ جنوري ۱۹۹۷

غلام محمد گرامي

# باڪمال شعور جو شاعر

شيخ اياز پنهنجيءَ فني ۽ ذاتي حيثيت سان، هڪ رنگين طبع رند ۽ آزاد مشرب شخص آهي. سندس شاعرانه حيثيت، صوري ۽ معنوي طور، هم آهنگ ۽ همرنگ آهن. زندگيءَ جون تلخ ۽ تيز تند ۽ ڪيف آور وارداتون، حسن ۽ جمال جون نيرنگيون، هجر ۽ فراق جون ڪيفيتون، هن شاعر جي تخليق ۽ تشڪيل ۾ عملي طور حصو رکن ٿيون.

"اياز" بتڪلف شاعرنه بڻيو آهي، پر شاعري سندس فڪر و فن ۽ دل و دماغ مان ائين وهڪرا ڪري نڪري ٿي، جيئن چشمي مان ڌارا. سندس شاعريءَ جي "لي ۽ طرح" اڪتسابي نه، پر وجداني آهي. قلب تي جي وارداتون ۽ ڪيفيتون ڪيس گذرن ٿيون، تن کي "اياز" شاعريءَ جي ساغر ۾ اوتي ٿو. بعض اوقات سندس انفرادي، فن، فن جي روايتي قدرن ۽ فني حدبندين جا بند ٻه ٽوڙي ٿو وجهي. اهي تڪلف ۽ تصنع جا جهوڙا ڇجاما، ٽول ۽ مٿڪا، ڇني، هڪ آزاد رند وانگر، نغاري جي چوٽ ٿو للڪاري. مصلحتءِ ابن الوقتي، جا اڄڪلهه جي سماجي قدرن اهل فڪر ماڻهن جي قلم ۽ زبان تي مسلط ڪري ڇڏي آهي، تنهن سان "اياز" بغاوت ڪري، منصور وارو، "اناالحق" جو بلند آهنگ نعرو هنيو آهي.

ايازجي شاعري حسين ۽ جميل لفظن، خيالن ۽ محاورن جي جامع آهي. سندس زبان رنگين، اسلوب شيرين آهي. سندس ڪلام ۾ سوز ۽ گداز جو رنگين ۽ مرصع رنگ سمايل آهي. اهو رنگ اگرچ خارجي آهي، پر سندس داخلي ڪيفيات سان اهڙو ته رلي ملي ويو آهي، جو ائين چوڻ ڪان رهي نٿو سگهجي ته فن پنهنجي باڪمال شعور تي پهچي ڪري داخلي ۽ خارجي اثر و تاثير ڪان بالا تي وڃي ٿو. فن جڏهن همه گير درياهه بڻجي وڃي ٿو، تڏهن دڙيون ۽ دڪا، پٽ ۽ واهڙ، خشڪيون ۽ تريون، سڀ هڪ ٿي وڃن ٿا. هڪ موج افزا مهراڻ، پنهنجي ڪيف

آور ڇولين ۾، ”غيريت ۽ هيئيت“ جا سڀ خس و خاشاڪ وهائي، ٻوڙي ٿو ڇڏي!
”اياز“ پنهنجي شاعرانہ شعر جي حيثيت سان، جديد ۽ قديم فن ۽ اسلوب جو سنگم آهي. سندس انهيءَ انفرادي جامعيت سندس فني حيثيت کي نہ فقط جدت پذير قدرن جو حامل بڻايو آهي، پر ان سان گڏ فن جي روايت کي بہ زندهہ رکيو آهي. ”اياز“ جي اها جامعيت ٻڌائي ٿي تہ فن زمان ۽ مڪان جي حيثيت سان بہ روان ۽ دوان آهي. فن جي تخليق ۽ ارتقا جي سلسلي ۾ نہ ماضي ٿو حائل رهي، نہ ماضيءَ جون روايتون ۽ ان جا قدر.
”اياز“ جي شاعريءَ اهو بہ واضح ڪيو آهي تہ فن ۽ اسلوب، هئيت ۽ مواد، سڀ ”ثانوي درجو“ رکن ٿا. اگر شاعر جو ”روح“ سلامت آهي، شاعر ۾ قدرت بياني آهي، شاعر جي حسن آفرين ۽ ندرت آميز طبع ۾ صحتمند حرارت ۽ حدت آهي نہ پوءِ ڪيس ماضيءَ جون پراڻيون روايتون يا پراڻيون هئيتون روڪي نٿيون سگهن. اهڙو شاعر، ماضيءَ جي ضعيف ۽ بيرنگ ککن ۽ ڪانن کي ميڙي چونڊي، هڪ آشيانو بڻائي سگهي ٿو ۽ ان ۾ پنهنجي ”روح عصر“ جي جانعالم کي منڍ پڙهي، طوطو بڻائي ويهاري سگهي ٿو.
”اياز“ سنڌ جي جديد شاعريءَ جو پهريون شاعر آهي، جو فني حيثيت سان هئيت جي زوليده ۽ پيچيده اندازن ۽ معيارن کان آزاد ٿي شاعري ڪري چڪو آهي. سندس تلقيد ۽ تتبع ۾ هزارين شاعر پيدا ٿيا، جن ۾ نو آموز بہ آهن ۽ استاد بہ، پر ڪين نڪو ”اياز“ جو فن حاصل ٿيو نہ زبان، نہ اندازِ بيان، نہ ندرت خيال، نہ رنگيني، نہ خوش ادائيگي، نہ جوش ۽ نہ مسرت.
”اياز“ جي اها حيثيت اگر اڪتسابي هجي ها تہ پوءِ اسان جا ڪيئي شاعر، ذهن ۽ زبان جي تراش خراش ڪري لفظن کي ميڙي چونڊي، ٽنب ٽاڻ ڪري، ڪو رنگ ڄمائين ها. اهو ان ڪري نہ ٿي سگهيو آهي جو هنن ”اياز“ جي فن جي ارتقا ۽ مسلسل واردات کي نہ سمجهيو آهي. ”اياز“ جي فني ارتقا ڪهڙن ڪهڙن مرحلن مان گذري آهي، اياز جي طبعي ۽ ذهني، فڪري ۽ ادبي ارتقا ڪهڙا ڪهڙا تلخ ۽ تند زمانا ڏٺا آهن، انهن کي مطالع ڪرڻ گهرجي ها. ان کان سواءِ، ڪي اهڙا قدر ۽ نعمتون بہ ٿين ٿيون جي قسامِ ازل جي طرفان ئي وديعت ڪيون وڃن ٿيون. ”اياز“ وانگر گيت چوڻ تہ سولو ٿيو، اياز وانگر دوهو چوڻ بہ چڱو، پر ”اياز“ جي دل جو سوزو گداز ڪٿان اچي؟ ”اياز“ جي دل ۾ جا آگ جلي رهي آهي، ”اياز“ جي اندر ۾ جو پنيٽ پيو ٻري اهو ڪٿان آڻجي؟ ”اياز“ جي ذهني تقليد تہ آسان آهي، پر ”شعوري ڪيفيات“، ”ذهني هيجانات“، ”قلبي جذبات“ ۽ ”وحي واردات“ کي ڪير ٿو نقل ڪري سگهي؟ اهو ئي سبب آهي جو ”اياز“ پنهنجي معاصر احباب ۾ ڪر ڪنيو بيٺو آهي. سندس ”فني عظمت“ جا جهنڊا سنڌي ادب ۽ شاعريءَ ۾ اوچي ڳاٽ ڦڙڪي رهيا آهن. اياز جي تلقيد ۽ تتبع ۾ هند ۽ سنڌ جي ڪهڻن شاعرن، محض ”جدت ۽ ترقي“ جي پويان لڳي، ”فني حقيقت“ کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي

آهي. انهن کي سستي شهرت بہ ملي آهي، پر ان سان گڏ مور جي اهل ڪندي، پنهنجي اسلوڪي لوڏ بہ ڪاري وڏي اڻن. انهن جو نڪو فن سان رشتو قائم رهيو آهي، نڪو زندگيءَ جي زندهہ ۽ پائنده روان ۽ دوان حقيقتن سان رابطو ۽ واسطو ئي قائم رکي سگهيا آهن. اهي ويچارا، ترڙ ڪانءَ وانگر، هوا ۾معلق تہ آهن، پر جامد ۽ ساڪت. تان- تان تہ موجود، پر اهو سوز ۽ ساز، درد ۽ گداز ڪٿي؟ اها صداي رستہ خيز ڪٿي؟ اها خلش ۽ تپش ڪٿي؟ اهو اضطراب ۽ التهاب ڪٿي؟ اها روشني ۽ گرمي ڪٿي؟ اها سرخوشي ۽ مستي ڪٿي؟ اها آس ۽ پياس ڪٿي؟ اها ريت ۽ پريت ڪٿي؟ اهو رنگ ۽ آهنگ ڪٿي؟ اسلوب جي نمائش، خيالات جي ندرت، لفظن جي مصنوعي آرائش، موادجي اشتهار بازي ۽ زبان جي لوچ پوچ بہ چڱي، پر "پلاسٽڪ جون پتليون" ڪٿي ۽ "اياز"جو زنده ۽ حسين پيڪر خيال ڪٿي! رقصان تہ پلاسٽڪ جون پلتيون بہ آهن، پر "اياز" جي "ذي روح پيڪر خيال" جو "رقص ۽ وجد" ڪٿان اچي؟ ڪنهن نقال "اياز" جي چال جي چوري بہ ڪئي آهي تہ پوءِ بہ اهو سر ۽ تال ڪٿان اچي؟ اها "پائل جي جهنڪار" ڪٿان ليي؟ اها لي ڪٿان اچي، جا "اياز" جي مترنم متبسم، نغمہ سنج ۽ مسرت انگيز پيڪر شعر و شاعري ۾ رقصان ۽ پيچان، غلطان ۽ حيران آهي!

"اياز"جي نقادن ۽ تابعين کي رڳو اهو عرض ڪندس تہ پيلي، محض جدت جي ديوتا تي تاريخي تسلسل کي ذبح ڪرڻ نہ گهرجي. انسان جي فڪري ۽ شعوري حيات ۾ "وقت" ۽ ان جي تقاضا کي وڏي اهميت حاصل آهي. وقت ۽ ماحول جي عظيم ۽ صحتمند قدرن مان ئي شاعر جو فن زندگي ۽ روشني ٿو حاصل ڪري ۽ فڪر جي نزاڪت ۽ فن جي جزالت ٿو پيدا ڪري، ان ڪان سواءِ نڪو "جديد" جو ڪو مفهوم آهي، نڪو "قديم" جي ڪا تعريف ٿي ڪري سگهجي. "وقت" کي نڪو انساني فڪر جو خانہ زاد غلام سمجهڻ گهرجي، ۽ نہ ڪو ان کي نظرانداز ڪري، فڪر کي پنهنجي ماحول کان غير متعلق ڪري، متشڪل ڪري ٿو سگهجي، پر وقت جو صحيح تصور "زمان" ۽ "مڪان" جي "مجموعي وحدت" سان بڻجي ٿو. اهو ئي جديد سائنسي تجربو آهي. ان "تسلسل حيات" کي پلي "ماضي" ۽ "حال" ۽ "مستقبل" بہ سڏجي، پر "فن"جي تسلسل۾ فرق نٿو اچي. هڪ حقيقت زمان ۽ مڪان جي متغير قدرن تي محيط ٿي رهي، تخليقي عمل جو ڦهلاءُ ذهن ۽ فڪر جي نون تجربن سان هرحال ۾ وابستہ ٿو رهي ۽ انساني شعور ۽ ان جي فني ارتقا جا مدارج، هڪ جهان تازه وانگر، هر آن بدلبا ٿا رهن، اهو ئي ڪارڻ آهي جو فن زمان ۽ مڪان جي وسعتن ۽ گردشن کان بي نياز تہ رهي ٿو، پر ماورا نہ.ان ۾ حقيقي عظمت ۽ ارتقائي جدت ان وقت ئي پيدا ٿئي ٿي، جڏهن "ماحول" ۽ انساني سماجي تقاضائن جو شعور فنڪار جي ذهن ۾ رچي ٿا وڃن. ائين ئي، فن، ماضيءَ جي صالح ۽ صحتمند روايت ۽ ذهنيت سان هم آغوش ٿي، "انقلابي تجدد" ۽ "تخليقي توانائيءَ" ڪان اڪتساب ڪندي، وڌي بہ ٿو ۽ ڦهلجي بہ ٿو؛ اهو فن ئي زندگيءَ جو فن ٿو بڻجي.

اسان جا "نقاد بزرگ" چئي چڪا آهن تہ "اياز" وٽ فقط "تعلي" ۽ "خود ستائي" آهي: اها "احساسِ ڪمتريءَ" جي پيداوار آهي. ان جو "فلسفہ جمال" "جنسيت" کان آزاد نہ آهي. ان جو "شعور" تصوف کان بہ متاثر ۽ مجروح آهي. منجهس "فرائيڊيت" بہ آهي، ترقي پسندانہ رنگ سان جذباتي وابستگي بہ آهي ۽ "اضداد" جا عناصر بہ آهن، منجهس "قديم روايات" بہ آهن، تہ انهن سان "بغاوت" بہ آهي، سندس "نظريہ حيات" بہ مبهم آهي ۽سندس شاعري مذهبي نقطہ نظر سان گمراهانہ بہ آهي، پر ائين سيڪجهہ چوڻ کان پوءِ بہ ائين ئي چونداسين تہ "پر شاعر عظيم آهي!" "اياز" بيشڪ رند آهي، "جام بڪف" سندس جام آهي رقصان، سندس ڪلام آهي حسن آفرين ۽ ڪيف افزا ۽ شاعر آهي عظيم!

"اياز" بيت ۽ دوهي کي بہ روايتي هئيت کان آزاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سندس بيت ۾ قديم هئيت آهي، پر مواد ۾ ندرت ۽ جدت آهي. ترنم ۽ هم آهنگيءَ لاءِ هم قافيہ لفظن جو انتخاب "اياز" جي روشن طبع جو عظيم ڪارنامو آهي. اڄ تائين "بيت" صوفيانہ خيالات لاءِ تختہ مشق رهندو آيو آهي. اياز ان ۾ موجوده انسان جي ذهني ۽ ذوقي ڪيفيات محسوسات جي رنگ آڻڻ جا تجربا ڪيا آهن. "اياز" "وائي" سان قطعن بغاوت ڪئي آهي. پنهنجي نيٽ سنڌي هئيت ۽ فن کي فارسيءَ جي اوزارن ۽ ارڪانن ۾ چئي، ڪٿي ڪٿي غزل ۽ مستزاد جو اثر پيدا ڪيو اٿس. سندس اهو تجربو، ڏسجي تہ فني حيثيت سان ڪهڙي ٿو حيثيت اختيار ڪري.

"اياز"جا دوها پنهنجي فني حيثيت سان بيمثال آهن.سنڌي تہ ڇا، هنديءَ جا دوها بہ سندس دوهن اڳيان مقابلي ۾ اچي نٿا سگهجن. ماٺڪ اڳيان ڪچ جي ڪابہ حيثيت ڪانہ آهي!

نظم ۽ آزاد نظم ۾ اگرچ نغمگي ۽ ترنم ريزي موجود آهي. تاهم دوهن ۽ بيتن جي مقابلي ۾ انهن ۾ نہ فني حيثيت آهي، نہ زوربياني، تنهن هوندي بہ "اياز" پنهنجي رنگينيءَ سان ان صنف کي بہ خوب چمڪايو آهي.

آزاد نظم هڪ اختلافي مسئلو آهي، پر ٿورن لفظن ۾ ائين چئجي تہ آزاد نظم رڳو نثر وانگر بيرنگ ۽ بيڍنگ بندشن جو جوڙ نہ آهي. البتہ شاعر کي "طبعي رواني" گهرجي، جا سندس فڪري ڪيفيات کي حسين ۽ جميل طرز ۾ پلٽائي وجهي. "اياز" جو آزاد نظم بہ حسين آهي. نہ ان ۾ فني بي راهہ روي آهي، نہ گمراهي، نہ ڪوتاهي، نہ ڪج ادائي.

"اياز" جو فڪري مواد بہ جامعيت رکي ٿو. اهو پنهنجي "شعوري وحدت" جي ترجماني ڪندي، بيت ۽ دوهي، غزل ۽ وائي، ڪافيءَ ۽ غزل جا قالب اختيار ڪري ٿو، پر اهي جڏهن شعوري طور اختيار ڪيل نٿا ٿين، تڏهن سندس نظم ڪڏهن غزل نما آهن، تہ ڪڏهن سندس غزل آهن گيت نما، تہ ڪڏهن سندس گيت آهن نظم نما. اهل نظر جي نظر تہ ڪلام جي معنويت رهي ٿي، تنهنڪري ظواهر جا پيالا ڪهڙا بہ ڪٿي هجن، "مئي" تہ موجود آهي: نشہ ميءِ کو تعلق نهين پيماني سي!" (بشڪريہ مهران ٢-١٩٦٢ع)

گوبندمالهي

# شيخ اياز
# سنڌ ۽ سنڌيت جو عيوضي شاعر

۱۹۴۴-۴۵ جي ڳالهہ آهي نوجوان سنڌي ڪهاڻي ليکڪن جي ڪهاڻي جو مجموعو" ريگستاني ڦول" شايع ٿيو هو ۽ ادبي حلقن ۾ چڱي مقبوليت حاصل ڪري چڪو هو.

سوڀو گيانچنداڻي سياسي ۽ ٽريڊ يونين سرگرمين مان وقت ڪڍي نئين دنيا ڪتاب گهر جي اشاعتن ۾ دلچسپي وٺندو هو. "ريگستاني ڦول" لاءِ پنهنجي ڪهاڻي بہ ڏني هئائين ۽ مسلم ليکڪ اياز لاءِ هڪ ڪهاڻي "رحيما" جو خاڪو بہ لکيو هائين، جنهن کي مون وڏائي شيخ عبدالستار جي نالي ۾ شايع ڪيو هو. اُن ئي دور ان ۾ شيخ اياز سنڌي اَدبي اُفق تي اُڀري آيو هو ۽ انقلابي شعر لکي ورتا هئائين. هو محمد ابراهيم جوئي جي صحبت ۾ بہ آيو هو. سوڀي مون کي چيو، " هاڻ اصلوڪين رچنائن، ڪهاڻين، مضمونن ۽ شعرن جو مجموعو ڇپاءِ. انقلابي شعر مان تو آئي ڏيانءِ، سي بہ مسلمان شاعر جا. مون سوالي نگاهن سان هن طرف نهاريو. چيائين، "شيخ اياز جا. اهڙا عاليشان شعر لکيا آٿائين جو اُن ۾ انقلابي ويچار بہ آهن تہ لئہ تال بہ آهي. پڙهندين تہ تنهنجي دل بہ ٽپا ڏيڻ لڳندي..." اِتفاق اِهو ٿيو جو ان ڏينهن ئي اياز مون کي ڪَچهري روڊ تي گڏجي ويو. در حقيقت مون هن کي نہ ڏٺو هو. هن جو آواز منهنجي ڪن پيو هو. چيو هئائين، "ميان، هم ڀي ڪڙي هئين راهون مين..." ۽ مان هن جي ويجهو ٿيس تہ حجائتي شڪايت ڪيائين، "شاعرن تنهنجي ڪا ڀلي ماري آهي؟" مون چيو، "ترقي پسند شاعر آهن ڪٿي؟" چيائين، "هڪ تہ هيڏو سارو تنهنجي اڳيان بيٺو آهيان....." ۽ فولڊر مان اٺ ڏهہ شعر هڪ هڪ الڳ الڳ نوٽ بوڪ واري پني تي لکيل، مون طرف وڌايا....

۽ سڀ جو سڀ واقعي سڻا هئا. انقلابي خيالن وارا ۽ سنگيتميه. مون مسيلني ٽائيپ مجموعي "پرهه ڦٽي" جي منڍ ۾ سڀ جو سڀ ڇپيا. ڪو ڏماڪو مچي ويو ساهتيڪ ڪيتر ۾! هڪ مسلمان نوجوان شاعر. ايڪ هي رانجهو لکان دا مٽ ٿي ادبي افق تي اڀريو ۽ ڇانئجي ويو!

شيخ آياز "نظيران" ۽ "سفيد وحشي" جهڙين ڪامياب ڪهاڻيون به لکيون ۽ "اڳتي قدم" مخزن به شروع ڪئي. جو ڀارت جي آزادي ورهاڱي جي لعنت ڪٺي آئي ۽ شروع ٿي ويئي سنڌ مان هندن جي لڏ پلاڻ. ادب ۽ آياز جي مقام جوڙي وڻڻ جي باوجود هندو اديبن جي هڪ هٽي رهي هئي، سنڌ ۾. هندو اديبن جي هڪ ٻئي پنيان لڏي وڃڻ تي آياز دانهن ڪئي، "اسان کي ڇورڙو ڪري ڇڏي نه ويو."

ورهاڱي جي يونڪپ ادب کي سرحد جي ٻنهي پاسين نهوڙيو هو، مگر ٻنهي پاسين ادب جي چشمي کي نئين سر جاري ڪرڻ جي مهر ڀهرين هند ۾ شروع ٿي ۽ پوءِ سنڌ ۾ به سڌ جو پڙاڏو ٿيو. سنڌ ۾ ادبي انقلاب جو علمبردار شيخ آياز ئي رهيو. هن جهونن ڳاڻ ڳڻين اديبن کي قلم کڻڻ لاءِ للڪاريو ۽ نون اڀرندڙ اديبن کي لکڻ لاءِ اتساهه ڪيو، آمادهه ڪيو ۽ همتايو. ادب جو چشمو سر شار بڻيو. وهندو رهيو ۽ اڳتي وڌندو رهيو. سوڀي گيانچندالي‌ءَ ۽ محمد ابراهيم جوئي شيخ آياز کي تخليقي ۽ تحريڪي سرگرمين ۾ مڪمل ۽ هر ممڪن ساٿ ڏنو.

آياز سنڌ جي شاعر اعظم شاهه لطيف جي آڌ پڪڙي ۽ هن کي سنڌ جي سجاڳيءَ جو سڪاني ۽ پنهنجو ساٿي بڻايو. هن شاهه جيان بيت چيا. وايون چيون، شاهه جا ويچار دهرايا. ٻي نه، وقت جي تقاضا جا ترجمان بڻايا.

جسوڌن لاڙ جو هڪ جوڌو جنگ جوان ٿي گذريو آهي، جنهنجو ذڪر شاه جي رسالي ۾ به آهي. نقاد الياس عشقي خود شاهه کي پوريءَ سنڌ جو جسوڌن سڏيو آهي. آياز جي شاهه جي آڌ پڪڙڻ تي هُو چوي ٿو: "مون کي اِئين لڳوڄن ته جسوڌن موتي ماڳ تي آيو آهي، نئين روپ ۾ نئين روح ۾ ۽ نئون نياپو ڪئي. اِهو نئون جسوڌن شيخ آياز هو. نئين دؤر ۽ نئينءَ سنڌ جو نئون آواز. آواز جنهن ۾ جوش هو، سوز هو ۽ جسوڌن جووساريل پيغام هو. ٻڌندڙن جي ڪن ۾ اڳوڻي جسوڌن جو پراڏو پرڻ لڳو. آياز پاڻ به اعتراف ڪيو آهي:

پرسان تنهنجي پٽ ڏٺي، جهلي بينس جهول،
ڏنئہ به ٿي ٻول، سخي منهنجي ساهه کي.

آياز شاهه جي عظت لاءِ عقيدتمندي به لاثاني انداز ۾ پيش ڪئي آهي.

مون وٽ موڙيو ئي بيت، تون وٽ آهن آيتون.

سنڌ هندن جي لڏپلاڻ بعد مسلمان پناهگيرن هنن جا گهر ۽ ڏنڌا ئي نه والاريا. سنڌ جي اقتصادي حالت تي قبضو ئي نه ڪيو، پر سنڌين جو ساهه مٽ ۾ ڪيو. ان وقت جي صورت حال جي صحيح عڪاسي آياز هن ريت ڪئي، شاه به اِن ريت، ان انداز ۾ ڪري ها:

ڏيهي پرڏيهي ٿيا، پرڏيهي ڏيهي،
اگهه آيا اوپرا، نڪري ويا نيهي،
پراوا پيهي، والاري ويا سنڌڙي.

۽ جڏهن حڪمرانن ۽ مهاجرن ملي عام سنڌين کي ستائڻ شروع ڪيو تڏهن اياز پٽ ڏئيءَ کي سڏ ڏنو:

جاڳ پٽائي گهوٽ، سنڌڙي تي توکي سڏي،
مرن پيئيون مارئيون، قابو آهن ڪوٽ،
آج تہ تنهنجي اوٽ، ڏاڍن کي ڏاري وڃون.

ڊاڪٽر الهداد بوهئي جو رايو آهي تہ "شاهہ لطيف تواريخ جوڙي ۽ شيخ اياز ان تواريخ جو عظيم ڪردار رهيو. هن ائين بہ چيو، "آياز ۾ vital جگر وارو آهي." ۽ آياز جي جگر جي پرک تڏهن ٿي، جڏهن سموري اولهہ پاڪستان کي ون يونٽ، يڪو پرڳڻو ڪيو ويو. ان سنڌين جي زندگي تهائين وبال ڪري ڇڏي. صوبي جي خودمختياري مڪمل ريت اسلام جي نالي ۾ ختم ڪئي ويئي. سنڌ کي پنجاب جي ملٽري ڪالوني بڻايو ويو. آفي باقي جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچيءَ مان بدلائي لاهور ڪيو ويو. جنهن سنڌ جي رهي کهي اهميت بہ ختم ٿي وڃي. اسلام آباد آڄا جوڙيو نہ ويو هو. سنڌي ٻوليءَ کي اردوءَ جي ويديءَ تي سواهر ڪيو ويو. ڌرتيءَ جا ڇاوا ڌرتي ڦبائيندڙن جي رحم ڪرم تي رهڻ لڳا. ١٩٥٨ع ۾ مارشل لا لڳايو ويو ۽ ظلم جي گهوڙي کي ڇيڪ ڇڏيو ويو. اياز جي لفظن ۾ سنڌ جو نالو ڳنهڻ بہ ڪاريهر تي پير رکڻ برابر هو، آياز سنڌين کي للڪاريو:

"سهندو ڪير ميار اويار، سنڌڙيءَ کي سر ڪير نہ ڏيندو؟" ۽ ان للڪار جو جواب بہ پاڻ ڏنائين:

"جهول جهلي جنهن وقت پٽائيءَ، ڪرندا ڪنڌ هزار اويار." ۽ سنڌ جي ديش هجڻ جو اشارو بہ آياز ڏنو، سنڌ ديس جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نوايان." ۽ ان مٽيءَ منجهہ مرڻ تي امرتا پائڻ جو وشواس بہ آياز ئي ڏنو.

آياز هڪ نئي ازم اپنايو- سنڌيزم، سنڌيپڻو. سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو هن جي ادب جو مکيہ وشيہ بڻجي پيا. ۽ سنڌ جا آهي هندو ۽ دنيا ڀر ۾ ڦهليل ماڻهو جي پاڻ يا جن جا وڏا اصل سنڌ جا ويٺل هئا اياز جا پنهنجا رهيا. هن جو ادب گهر مان شروع ٿيو پر اتي پورو نہ ٿيو. هن جو ادب عالمگيريت سان جڙيو رهيو- پر پهرين سنڌ، پوءِ دنيا ۽ انسانيت جو جت ڪٿ بول بالا. هن جي ادب جو مقصد اِهو رهيو. ان ۾ بہ هن شاهہ لطيف جي اِڊ پڪڙي، جتي شاهہ هڪ ئي مصرع ۾ سنڌ لاءِ سڪار ۽ عالم لاءِ آباديءَ جي دعا پني هئي، تتي اياز چيو: "ڌرتي منهنجو ديس مگر، مان سنڌڙي جندڙي لايان." ظاهر نہ ڪئي، انهن لفظن معرفت، جئي ڪئي هن جنگ خلاف آواز اُٿاريو، پر مارشل لائي حاڪمن کي بهانو ملي ويو اياز کي پڪڙڻ جو. هو جيل اماڻيو ويو. ۽ اِن طرح اياز جو جيل وڃڻ جو سلسلو جڙي ويو. ون

يونٽ جي دؤران ۾ ۽ ون يونٽ جي ٽٽڻ کان پوءِ بہ، هن جي لکڻ ۽ ڇپجڻ جو سلسلو بہ جاري رهندو آيو.... هن کي وشواس رهيو تہ سنڌيت بچائڻ لاءِ سلسلو جڙندو رهندو:

مرنداسين تہ مٽيءَ مان پنهنجي، جڙندا ڪيئي جام،
نوان نوان متولا ايندا هٿندا تن جي هام!

جتي هُو شاهہ لطيف جو پيروڪار هو، تتي هن جي چاڙهيل ڪَنيءَ جي ڏکڻ لاهيندڙ سچل سرمست کان بہ متاثر هو. سچل لاءِ هن کي اَٿاهہ ۽ اَنوٽ عقيدتمندي هئي:

آءَ درازا هل.
تنهنجا سارا مولوي،
منهنجو هڪ سچل.

هڪ مرد جيان سچل سچ چيو تہ آياز سچ جي ويا ڪيا هن ريت ڪئي:

ذات وڏي شيءِ ناهي
پر سچ وڏي شيءِ آهي
۽ جو سچ مچائي مچ
سو سچ وڏي شيءِ آهي.

هن لکيو بہ آهي تہ "مان ڀٽائيءَ ۽ درازيءَ جي روايت جو وارث آهيان." ۽ سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سنڌين سان بہ هن جو سنٻنڌ جڙيو رهيو:

تون مان دور نہ آهيون پيارا!
توکي مون کي روز ملائي سنڌوءَ جو سپنو.

هن اِهو سنڌوءَ جوسپنو نؤنهال سنڌ جي آئينده جو، ابن تائين بہ پهچايو- لولين معرفت:

لولي لال، جئين شال! جيئي سنڌ، تنهنجي سنڌ،
جيئي جند، تنهنجي جند، لولي لال!

سنڌ تان سر قربان ڪرڻ جي ڀاونا بہ ٻاروتن ۾ ڀرڻ چاهي:

شل دولهہ ٿئين! شل دودو ٿئين!
شل سورهيہ ٿئين! سنڌ تي سر ڏئين!
لوليون، او اَبا، لوليون لوليون.

محمد ابراهيم جوئي. "ڪي جو ٻيجل ٻوليو" جي مهاڳ ۾ آياز جي شاعريءَ بابت لکيو آهي:

"اياز جو شعر وطن جي تسليميءَ، وطن جي بچاءَ ۽ وطن جي آبرو ۽ عظمت جو شعر آهي ۽ ان لاءِ محب وطن نوجوانن، ٻارن ۽ ٻڍن کان اهو هر قسم جي جهد ۽ قربانيءَ جي طلب ٿو ڪري ۽ اُن ۾ وطن دشمن لاءِ اجهل نفرت ۽ بي پناهہ غصو موجود آهي."

جيلن جي چڪر ڪان آياز آجو ٿيو تہ يڪا يڪ ٻہ سال خاموش ٿي ويو. پاڻ ٿي چوڻ لڳو: "شاعريءَ مون کي هڪ سريت جيان تلانجلي ڏني آهي." اِن قسم جي نراسائيءَ ۽ نراستاهہ ٿيڻ لاءِ ڪو ڪارڻ ڪو نہ هو. "جيئي سنڌ" هلچل زور پڪڙي رهي هئي. هر ميڙ ۾ تقريرن ڪرڻ کان اڳ ۽ پوءِ شيخ آياز جا نغما ڳايا پئي ويا. پر نغمہ نگار پاڻ خاموش ۽ گوشہ نشين هو!

اِن وچ ۾ پاڪستان جي سياست ۾ وڏو ڦيرو آيو. اوڀر بنگال پاڪستان کان الڳ ٿي بنگلاديش بڻيو. باقي بچيل پاڪستان ۾ ذوالفقار علي ڀٽو طاقت ۾ آيو. ۽ هن شيخ آياز کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر شپ آڇي. ڪنهن وقت جيل جي ساٿي هجڻ جي ناتي ۾ ملڪ جي حڪمران هجڻ جو لحاظ رکي آياز ڀٽي جي آڇ قبولي. منهنجي سمجهہ ۾ اِها آياز جي زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي غلطي هئي ۽ اها غلطي ثابت بہ ٿي. هُو عام ماڻهن کان ٿي نہ مفڪرن ۽ همعصرن اديبن کان ٿي ڪٽجي ويو. "جيئي سنڌ" تحريڪ بہ آياز کي ڪافي حيران پريشان ڪيو. ۽ جڏهن ضياءَ لوڪشاهي حڪومت جو پاٿيو ڪڍي ملٽري راڄ قائم ڪيو، تڏهن آياز تهائين دماغي ڪشمڪش جو شڪار بڻيو. هن کي ضياءَ روبرو ڪهرائي هنجي دماغ جو جائزو وٺڻ چاهيو، تڏهن آياز ملٽري حڪمران اڳيان جهڪيو ڪو نہ. لنوائي ويو. ڪافي وڏي عرصي تائين هڪ اديب طور آياز خاموش رهيو، مونجهاري ۾ رهيو. ان خاموشيءَ لاءِ آياز اهو ڪارڻ ڏسيو آهي، تہ آڏَ سچ چوڻ کان نہ چوَڻ بهتر سمجهيم. ۽ ١٩٨٩ع ۾ مون سنڌ ياترا جي دؤران جڏهن هن سان اِن لنبيءَ خاموشيءَ جو ذڪر ڪيو تہ چيائين، "اِن دبڙدؤنس جي زماني ۾، جڏهن ڀٽو ڪَال ڪوٺڙيءَ ۾ هو، ملڪ ۾ غير صحتمند فضا هئي، مان بهتر فضا جي انتظار ۾ هوس، ۽ جڏهن ئي فضا بدلجڻ لڳي، تيئن منهنجي قلم ۾ شدت موٽي آئي."

١٩٨٢ع کان آياز جي ڪتابن جي اشاعت نئين سر شروع ٿي ۽ انهن جو اٽوٽ سلسلو بڻيو رهيو آهي. اَڄ توڙي ١٩٨٢ع ۾ شايع ٿيل "پٽڻ ٿو پور ڪري" ۾ چوي ٿو، "منهنجي زندگي ڇا ڪونگي جيان گذري ويندي؟ مون آڪاڻيءَ چوڻ تہ آڇا هاڻ شروع ڪئي آهي."

۽ سنڌ سنڌين جي عيوضي شاعر شيخ آياز جڻ نئون جنم ورتو. "پٽڻ ٿو پور ڪري" جي پبلشر محمد سليم دائود پوٽا بہ مهاڳ ۾ لکيو...... "هي ڪتاب نئين نيهن جو نئون نياپو آهي، پرهہ ڦٽيءَ جو پيغام آهي."

سال ١٩٨٤ع آياز جي ڪتابن جو جهجهو فصل لٿو. اُن سان آياز جا پنج ڪتاب شايع ٿيا. "پن ڇڻ پڇاڻا" جو پبلشر وري بہ محمد سليم دائود پوٽا هو. هن مهاڳ ۾ لکيو: "هي شخص بنا ڪجهہ وٺڻ جي، سنڌ کي، سنڌي ادب کي گهڻو ڪي ڏيئي رهيو آهي- نئين سوچ، نئون انداز، نئين واٽ، نئين لاٽ...." هن وڌيڪ لکيو: "هن شخص پنهنجي پورهئي مان ٧٩- ١٩٧٦ع جي دؤران ڪجهہ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي (اشارو سندس وائيس چانسلر طرف آهي) تہ سندس هٿ ڦٽجي پيا،

دل ڏار هٿي ويس ۽ هاڻ هجي اٿيس- جڻ تہ هاٿيءَ جي پيرن هيٺان آيو هجي، دل جو دؤرو پيس، اسپتال داخل ٿيو. بهرحال اهي زخم هو اُجا نہ ڇٽائي سگهيو آهي."
آجا بہ اڪتي هلي هن لکيو، " آسان وٽ، سنڌ ۾، ماڻهوءَ جي ذات ڦاهيءَ جي ڦندي سان ماپي ويندي آهي (شاهہ عنايت جيان) يا اُن کي کهاٽي مان گذرڻو پوندو آهي ( مخدوم بلاول جيان)..... آياز لاءِ آجا ڪٺين آزمائشون رکيون آهن. پر ايترو يقين آهي تہ هن شاعر جي لاٽ سچائي ٿيندي."
۽ مان پاڻ بہ ساک ڀري سگهان ٿو تہ آياز وڃايل لوڪ پريتا وري حاصل ڪري ورتي آهي. ١٩٨٩ع جي آخر ۾ ڪراچيءَ ۾ سچل ڪانگريس جي دؤران مون روبرو ڏٺو تہ اُن ڪانگريس ۾ مڙيني جهونن خواهہ نون اديبن اياز کي عقيدتمنديءَ جي نگاهہ سان ٿي ڏٺو. هن جي اڪيان خواهہ هن جي پريٺ، جتي هو پهتو ٿي، مجلس جو مور آياز هو.
محمد ابراهيم جويو تہ هن جو رهبر هوندي بہ پرستار پئي لڳو. هو آياز جو نالو وٺندي خوشيءَ ۽ فخر جو احساس لڪائي نٿي سگهيو. تاجل بيوس هن جو نالو بيحد عزت سان پئي ورتو ۽ آدل سومري جهڙو نئون اديب تہ هن جي خدمت ۾ هڪيو حاضر پئي رهيو. ماهتاب محبوب ۽ حميد سنڌي، سحر ۽ امداد حسيني، تنوير ۽ قمر بہ اياز جي ادبي ڪاوشن کي ساراهيو پئي، سراج الحق پنهنجي گهر آسان پارت سان ويل اديبن کي ماني‌ءَ جي دعوت تي گهرايو. اُن ۾ سويو گيانچندائي، ابراهيم جويو ۽ شيخ اياز ۽ ٿورا ٻيا دوست هئا. آياز جي پر پٺ سراج مون کي چيو، "آياز انهن بلندين تي موٽي آيو آهي، جن کي آسان وٽ، آسان جي وقت ۾ ٻيو ڪو شاعر آجا ڇهي نہ سگهيو آهي." سوڀي چيو، "آياز جي عظمت کان انڪاري ٿي نٿو سگهجي." پوءِ تہ "سهڻي" مخزن جو خاص "اياز نمبر" بہ نڪتو، جن ۾ الاهي اديبن آياز جي خدمتن ۽ ويچارن بابت عقيدتمنديءَ جو اظهار ڪيو آهي.
٢٦، ٢٧، ٢٨ آڪتوبر ١٩٩٠ع پارت ۾ "شاهہ،سچل ۽ سامي" سيمينار ۾، عوامي ميڙن، خانگي ڪچهرين ۾ آياز ور ور ڪري چيو تہ؛ هڪ ئي ازم ۾ وشواس ٿو ڪري، سنڌ ازم، سنڌ، سنڌي ۽ سنڌيت هن جي ادب جا مرڪزي موضع آهن. ۽ البت هو انسانيت جو علمبردار بہ آهي تہ دنيا ڀرجي سنڌين جي خير جو دعاگو بہ آهي تہ سنڌن آرتڪ خواهہ آتمڪ اُنتيءَ جو خواهشمند بہ آهي.
پڇاڙيءَ جو مان ابراهيم جويو جيان اِها آرزو ٿو رکان تہ"آياز کان سنڌي ادب کي آجا جو ڪجهہ ملڻو آهي، ان جو آستان اجا ئي ڪجهہ مٿي هوندو ۽ اُن جو ملهہ اجائي ڪجهہ مٿي هوندو." ۽ بس.

کيرت پاپاڻي

# سنڌ جي سُوني ڌرتيءَ جو شاعر

منهنجو اِهو وشواس آهي تہ اسانجي پيڙهي تاريخ جي هڪ شاندر ۽ ولولي خيز دؤر مان گذري. شيخ اياز بہ انهيءَ دور جي پيداش آهي. اهو چڻ هڪ يگ جو بدلاءُ هو. قومي توڙي بين الاقوامي سطح تي انساني تاريخ ۾ اهي ڌماڪا ٿيا، جن تاريخ جا وهڪرا ئي ڦيري ڇڏيا، قومن جون قسمتون ئي بدلي ڇڏيون. پراڻا عقيدا، قدر ۽ ميڄاڻون اُچي ٻَتِ پيا.

صديءَ جي پهرين چوٿائي ۾ روس اندر عوامي انقلاب، زار شاهيءَ جو سوَن سالن جو ظالمانو تخت الٽ پلٽ ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ وهم کي زمين ۾ پوري ڇڏيو تہ سادي سودي مظلوم ۽ پيڙيل جنتا جي قسمت ۾ صرف پورهيو ڪرڻ ۽ ڳهڻ لکيل آهي ۽ ٻئي طرف هنن جو خون پسيني مان پيدا ڪيل پدارٿن تي پلجندڙ چند شخص، ننگي طاقت جي زور تي سموري عيش وعشرت ۽ ڪڌن ڪارنامن جو خدائي پٽو لڳائي ڪٺي آيا آهن. روسي انقلاب، انسان ذات جي بنيادي برابري ۽ آزادي جي جهنڊي جي پيڙهہ کي اَڃا بہ مضبوط ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترن وهمن، ڪوڙن ۽ ڏند ڪٿائن Myths کي دفنائي ڇڏيو.

ٻئي طرف قومي سطح تي پڻ هندستان جي تاريخ ۾ صديءَ جي شروعات ۾ وڏو ولولو شروع ٿي ويو هو. هندستان جي جنتا، دنيا جي وڏي ۾ وڏي جابر ۽ بير رحم سلطنت شاهي سان ٽڪر وٺي رهي هئي. سوين پروانا آزاديءَ جي شمع تي پنهنجي عظيم جان جي قرباني ڏيئي رهيا هئا. پوري ديش ۾ عوامي تحريڪ جون اُڀرندڙ لهرون لڳي رهيون هيون، اسان جو پورو نسل، پوري پيڙهي هن سيلاب ۾ وهي رهي هئي. سيني جي سر تي ڪفني ٻڌل هئي، مک تي "انقلاب زنده باد" جو نعرو هو.

شيخ اياز هنن پنهي تاريخي واقعن کان تمام گهڻو متاثر ٿيو ۽ سندس تخليق تي اُنهن جو نمايان اثر پيو ڏسجي. مون کي ياد آهي، اسين انهيءَ دؤر ۾ خاص طور چالهين واري زماني ۾ قومي تحريڪ ۾ گڏ هوندا هئاسون. رام باغ ۾ ڪا به قومي اڳواڻ جي ميٽنگ ٿيندي هئي تہ شيخ اياز جي انقلابي شعر سان شروع ٿيندي هئي. ڪڏهين ڳائيندو هو:

او باغي! اوديس دروهي!
ڀارت ۾ بلوي جا باني
تہ ڪڏهين ڳائيندو هو:
انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب ڳاءِ!!
جيئن زمين آسمان جي ڪلي پئي زبان،
ڪنڊ ڪنڊ، چؤنڪ چؤنڪ، . .
شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ،
جيئن اُتي ڏئي جواب، انقلاب!
انقلاب! انقلاب ڳاءِ انقلاب ڳاءِ!

آزاديءَ جي هلچل ۾ اَياز جيتوڻيڪ سرگرم ڀاڱ ڪو نہ ورتو، پر ان وقت جون ڪيترون سندس لکيون سلطنت شاهيءَ جي خلاف هيون. نہ صرف سندس گيت، بلڪ ڪهاڻيون بہ ڌارين جي راڄ جي خلاف هيون. اُن دؤر ۾ شيخ اياز، تمام سٺن ڪهاڻيڪارن جي صف ۾ هو. ۽ اگر مان ڀلجان نٿو تہ سندس ڪهاڻين جي پهرين مجموعي جو سرو هو "سفيد وحشي" انهيءَ سري واري ڪهاڻي ۾ حڪمران طبقي خلاف سخت نفرت جو اظهار هو ۽ آزاديءَ جو جذبو هو.

شيخ اَياز سنڌ جي سوني ڌرتيءَ جو هڪ اهڙو اسرار Phenomenon آهي، جيڪو صدين ۾ڪڏهين ڪڏهين ٿيندو آهي. هو ماڊرن زماني جو سنڌيءَ جو عظيم شاعر آهي. سنڌ جي اعليٰ ۽ شاندار روايت پرستيءَ جي علامت آهي. سنڌ جي اعليٰ صوفي مت جو لاجواب سنگم آهي. جنهن ۾ هندو ڌرم ۽ اسلام جا مڙئي انسان پرستيءَ جا قدر اَچي وڃن ٿا. شيخ اَياز سنڌ جي مهان تمورتي شاهہ، سچل ۽ سامي جي شاندار ورثي کي اجوڪي دؤر ۾ اڳتي وٺي ويندڙ آهي. نَوَن سجن کي اُجاريندڙ آهي. اَياز جي شاعريءَ ۾ لطيف سائين جي وسعت ۽ همہ گيري آهي تہ سچل سرمست واري بغاوت ۽ مستي بہ آهي تہ ساميءَ واري سِڪَ ۽ حليمائي بہ آهي. چوي ٿو:

ڪافر مومن ناهيان وو. ڪافر مومن ناهيان.
آلا پتائي، آلا درازي، ساڳيو نيهن نباهيان وو.
ڪافر مومن ناهيان وو.
ساڳيو معنيٰ جو مذ پيئان، سامي نانءُ سڏايان وو.
ڪافر مومن ناهيان وو.

شيخ آياز جي تخليقي قوّت بہ هڪ حيرت ڀريو ڪارنامو آهي. هيلتائين ڇويهہ ڪتاب ڇپائي چڪو آهي. ايڏي مقدار ۽ معيار جي شاعري جي خير ڀيٽ ڪرڻ تہ اڳرو ڪم آهي، دنيا جي ادب ۾ ڪي ڳاڻ ڳڻيا اهڙا مثال ملندا. سندس شاعريءَ جو ڪتاب "جهڙنيشان نہ لهي" جو ذري ڪهٽ ٻن سؤ صفحن جو ٿيندو، بيماريءَ جي بستري تان، لڳاتار بہ مهينا آسر جي ٢ بجي ڪان ٦ بجي تائين جاڳي لکيو اٿائين (سال ١٩٨٩ع) سو هڪ حيرت ڀريو اِسرار آهي. مان نٿو سمجهان تہ دنيا جي اتهاس مان ڪو اهڙو مثال ڳولي سگهبو!

شيخ آياز هڪ اعليٰ وطن پرست شاعر آهي، پنهنجي ڌرتيءَ جو شاعر آهي. ورهاڱي ڪانپوءِ سندس شاعري اُڀرڪو ڏيئي آڪاس اڏائي. اِهو ڪو اتفاق نہ آهي جو سندسُ ٻهرين وڏي شاعريءَ جي مجموعيٌ جو نالو ئي هو "ڀؤنري ڀري آڪاس." سندس اندر ٻوليو پئي تہ هاڻي سندس شاعري اُڏام جي منزل تي پهچي رهي آهي. اِهو هڪ ڪتاب ئي آياز کي زنده رکڻ لاءِ ڪافي هو، پر نہ اِها تہ آجا ٻهريَن پرواز هئي. "ڀؤنر ڀري آڪاسؔ" ۾ آياز سنڌ ڌرتيءَ لاءِ پنهنجي دل جي ڳهري اُڪير اوتي هئي، پنهنجن سنڌي ڀائرن جي وڇوڙي تي سندس دل جو درد ڇلڪي پيو هو. هو شاهہ، سچل، سامي، ڪاليداس، ٽئگور، ميران ٻائي، سورداس، ڪبير، ودياپتي- مطلب تہ هندستان جي ٻوري گڏيل ورثي کان دست بردار ٿيڻ لاءِ تيار نہ هو.... ۽ تڏهين ئي "ڀؤنر ڀري آڪاس" تي فرقي پرست شڪتين جي دٻاءَ هيٺ، بندش جو حڪم جاري ٿي ويو ۽ آياز کي ڪافي وقت ڪندائين ڀيڇري تان هلڻو پيو.

شيخ آياز ان ڳالهہ کان ڪڏهين بہ انڪاري نہ ٿيو تہ هو هڪ ڪمٽيڊ تخليقڪار آهي. پر سندس ڪمٽمينٽ ڪنهن مَتواد جو پرچار ڪرڻ نہ آهي. هو ڪمٽيڊ آهي پنهنجي ڌرتيءَ سان، پنهنجي ماڻهن سان، پنهنجي زماني سان، انساني زندگيءَ ۽ پنهنجي فن سان. ڪو بہ اعليٰ ليکڪ يا شاعر خالِ vacum۾ نہ رهندو آهي ۽ نہ خال ۾ لکندو آهي. هو پنهنجي دؤر جي ڌڙڪڻ محسوس ڪندو آهي. وقت جي نبض تي سندس ڇهاءُ هوندو آهي. دنيا جي عظيم تخليقڪارن جي اِهائي شاندار روايت آهي. شاهہ، سچل ۽ سامي مشعلون ٻڌجي آياز جي راهہ روشن ڪري رهيا آهن.

اسان جي وقت ۾ آياز جي شاعريءَ جي ڪٿ ڪرڻ اؤکي آهي. اِها ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي. هر زماني ۾ هر عظيم فنڪار سان ائين ٿي گذريو آهي. جيتوڻيڪ پنهنجي وقت ۾ ئي شيخ آياز جي مهانتا تسليم ٿي چڪي آهي، پر ايندڙ زماني ۾ بہ سندس فن ۽ فڪر جو نئون نئون چمڪاٽ پَسيو ويندو. هڙئي ذات لاءِ هو وري وري پنهنجي ڌرتيءَ کي ٿو سلام ڀري؛

جهولِيءَ جهليان ڪيئن مان، ڌرتي ايڏا دان!
ڪيئي وايون ميهن جئن، ڪيئي گيت مهان!
مان ڀانيانءِ ٿو مان نہ، هيءَ سڀ ڪجهہ ٻئي ڪنهن لکيو!

ورهاڱي ڪانپوءِ شيخ آياز پنهنجي وطن ۽ وطن واسين سان جيڪو ويل وهندو ڏٺو، تنهن سندس دل کي ڦٽي ڇڏيو. ان خون مان قلم ڀري هن سنڌ ڌرتيءَ جي امرتا ۽ اَن کي بچائڻ لاءِ ايترو ڪجهه لکيو آهي ۽ اهڙو ڪجهه لکيو آهي جنهن جو مٽ ڳولڻ ڏکيو آهي. سندس ڪي اهڙا گيت ماڻهن جي مک تي هر دم گونجاريا وڃن ٿا ۽ سنڌ جي گلين گلين ۾ ڳايا وڃن ٿا:

تنهنجي ڌرتي، مون کي پرتي، تو ۾ منهنجو ساهه،
تنهنجي ريتي، تنهنجي کيتي، تنهن سان منهنجو ساءُ.
تو ٻان واريان جند، منهنجي منڙي سنڌ!

O

نيٺ وڍيندڙ، وڍجي ويندا،
ڪنبندي نيٺ ڪنار، او يار!
سنڌڙيءَ تي سِرَ ڪير نه ڏيندو!
سهندو ڪير ميار، اويار!

O

سنڌ ديش جي ڌرتي، توتي پنهنجو سيس نوايان، مٽي ماٿي لايان!

O

سنڌڙي مون کي سڏ نه ڏي، تون چپ چو آهين؟ چاهي، ڪوئي آهي؟
ڪوئي آهي، ڪوئي آهي، جيڪو سچ چوي؟

پيو اهڙو ئي عظيم جذبو آهي، جيڪو آياز جي شاعريءَ جو روح آهي. اِهو جذبو آهي انسان سان بي انتها محبت. هَر اعليٰ شاعر محبت جو شاعر آهي، انسان جي عظمت جو شاعر آهي. محبت ئي سندس تخليق جو سرچشمو آهي، شاعر نفرت جي ٻولي نه ڄاڻي. تازو بمبئيءَ ۾ سنڌي سرموڙ ئمورتي، شاهه، سچل ۽ سامي تي سيمينار جي مهورتي تقرير ڪندي، پنهنجي تقرير جو گهڻو حصو آياز ان محبت جي فلاسافيءَ کي پيش ڪيو. ٿورا ٽڪرا پيش آهن:

..... مون کي اَحساس آهي ته مون شاهه، سچل ۽ سامي تي گهڻ ڳالهايو، پر سنڌ تي وڌيڪ ڳالهايو آهي، ڇو ته اِهي سنڌ جا روح هيا. پيار، محبت ۽ اَمن جو شاعريءَ ۾ اهو پيغام هيا جو سنڌ جي تاريخ اسان کي ڏنو آهي، اِهو پيغام اسان جي رڳ رڳ ۾ رچيل آهي... اِهو ئي پيغام هو، جنهن مون کان ۱۹۶۵ع واري جنگ جي مخالفت ڪرائي هئي ۽ مون اِهو نظم لکيو هو، ”هي سنگهرام، سامهون آ نارائڻ شيام!“.... عالم سڀ آباد ڪرين!؟ اِها آهي سنڌ جي آسيس، اِها آهي اسان جي پراچين سڀيتا جي پڪار، جا اَڄ تائين گونجي ٿي ۽ ڇڻ ڇٽي ٿي ته نفرت، نفرت کي جنم ڏيندي آهي، اسين نفرت مان نٿا ڄاڻون، اسين نهن کان چوٽيءَ تائين محبت آهيون. اسان سيما جي هِنَ پار آهيون يا سيما جي هُنَ پار، هر اُهو ساهه وارو اسان جو پاءُ آهي، جنهن کي اسين انسان چئون ٿا... هيئيون آزاد نظم، ڇڻ انسان جي حق ۾ هڪ خوبصورت نغمو آهي:

او انسان!
ڪنهن کي ٿو مارين!
هيءُ ماڻهوءَ جو ٻچڙو آهي،
هيءُ جو پٽر ڪان ڏاڍو آهي،
ڪؤنپل ڪان ٻي ڪچڙو آهي.
او حيوان!
او حيوان!
ڪنهن کي ٿو مارين!
هن جو توسان وير ٻي ڪهڙو،
هن جو ديش به ساڳي ڌرتي آهي،
هيءُ به ته ماڻهو آ تو جهڙو!
او نادان!
او نادان!
ڪنهن کي مارين!

شيخ آياز جي شاعريءَ جي باڪمال جمالياتي حسن جي ڪٿ ڪرڻ مشڪل آهي. اُن لاءِ وقت جي ويڇوٽي گهرجي ۽ قابل سگهڙن جي به ضرورت آهي. مون هڪ ڳالهه محسوس ڪئي آهي ته شيخ آياز شاعريءَ سان لائون لڏيون آهن... ۽ اهو رشتو لافاني آهي، روحاني آهي ۽ بي جوڙ آهي. سندس هيءُ سٽون ته ڏسو:

اي شاعري!
مان توکان ڇرڪان ٿو
توکي ڇڏي به نٿو سگهان!
تون جا وِش ڪنيا آهين!
ياڳ،
منهنجو موت،
تنهنجي ياڪر ۾ لکيو آهي!

مان هن ننڍڙي مضمون ۾ آياز جي فن جي خوبصورتي کي ڇُهي به مس سگهيو آهيان. ان ۾ منهنجي پنهنجي محدودگي آهي. باقي صرف هڪ اهم پهلوءَ ڏانهن ڌيان ڇڪائيندس. شيخ آياز جي پنهنجي ٻولي ڏانهن محبت به مثال آهي ۽ هند ۽ سنڌ جي سنڌين جو پنهنجي منڙي ماتر ڀاشا ڏانهن پريم ۾ بي رخي ڏيکاري آهي، تن کي هيٺيان به بيت دل تي اُتاري رکڻ گهرجن:

جيڪي سنڌيءَ ۾، سو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪٿي!
اُردوءَ هنديءَ ۾، تون آهين ڇڻ اوپرو.

OO

جيڪا ٻولي تَج سان، تنهنجي پيٽ پئي،
سا تو ڪيئن ڪئي، اڄڪلهہ آهي اوپري!

آياز اُميد ۽ روشني جو پيغمبر آهي. هو اونداهہ جي چادر پٺيان روشنيءَ جون ٻاڪون ڏسي رهيو آهي. شاعر جي نيڻن اڳ سان هو پسي پيو تہ وڇڙيل وري ملندا، ماروئڙا ملير موٽندا:

وڃو نہ ويراڳيو، هت بہ ٿيندو سوجهرو،
منهنجو جيءُ جڏو آلا، تنهن سان سات ڏيو،
اڄهو ڏينهن ٿيو، ڪيسين رهندي راتڙي.

اي.جي.اُتم

# آياز تي ٿيل تنقيد جو جائزو

اسان جي جديد سنڌي شاعريءَ جي سرتاج شيخ آياز تي اڄ تائين تيڪا تپٽي ٿيندي پيئي اچي. اُها ٻن قسمن جي آهي. هڪ شخصي جا هن جي ڪمزورين بابت آهي ۽ ٻي اَدبي جا هن جي شاعرائين خامين تي زور ڏئي ٿي. مان هن ليک ۾ اُنهن تي مختصر تبصرو ڪندس.

ڀارت ۾ اها تنقيد گهڻي ۾ گهڻي نارائڻ ڀارتيءَ سنڌي ٽائمس ۾ پاڻ صديءَ کان پٺي ڇپي آهي. اُن جا مکيہ لکندڙ آهن- موهن ڪلپنا، ايم. ڪمل، آجهل ۽ نند جويري.

شخصي تنقيد ۾ آياز جي وائيس چانسلري قبولڻ ۽ اُن وقت ۾ ڪيل سنڌس غلطين وغيره تي گهڻو زور ڏنو آهي. جيئن ڪلپنا سنڌي ٽائيمس ۾ ٣- ٥- ١٩٨٢ع تي لکيو تہ: "وائيس چانسلري وقت مارشل لا لڳو، ڀني کي ڦاسي آئي، ڪيترا سنڌي جيلن ۾ بند ٿيا، تہ بہ آياز چپ رهيو." ڪلپنا تہ ائين بہ لکيو تہ "پاڪستان ۾ هندستاني ساڙهين خلاف تحريڪ هلي تہ بہ آياز چپ رهيو." اُن تي جهولي لال هفتيوار ۾ ٢٢- ٥- ١٩٨٢ع تي اَديب ڪالمسٽ زوردار جواب ڏيندي لکيو تہ "شيخ آياز هڪ اوچ درجي وارو شاعر آهي، پر وائيس چانسلري ۾ سرڪاري هدايتن موجب جيڪي ڪم ڪرڻا پيس، تن ڪيس اديبن جي نظرن ۾ ڪيرائي وڌو. اُنهن اديبن اهو وساري ڇڏيو تہ آياز گهڻو عرصو ڏاڍ ۽ ڏاين خلاف مقابلو ڪيو ۽ جيلن ۾ بہ ويو پر ڀارت ۾ ڪو بہ سنڌي اديب اَچا تہ اهڙي طرح وروڌ (مخالفت) ڪرڻ ڪري جيل جي ويجهوئي نہ ويو آهي، جيتوڻيڪ ڏاڍ ۽ ڏاڍائي ۽ اَنياءَ ۽ رشوتخوري جوراڄ هت بہ آهي....."

ڪلپنا جي آياز طرفان ساڙهي جي بندش تي اعتراض نہ ونڻ تي "اديب" وڏيڪ لکي ٿو تہ "ساڙهي جا هندستاني پوشاڪ آهي، اُن تي پاڪستاني بندش

خلاف ڪنهن بہ سنڌي ليکڪ اعتراض چو نہ ورتوئي"
وري بہ شڪر آهي جو موهن ڪلپنا هن پيري شيخ آياز جي شاهہ، سچل ۽ سامي سيمينار تي (سيتا سنڌو پون طرفان ٺاڪر چاولا جي ڪوشش سان سڏايل) وقت ڪليو ڪلايو اعلان ڪيو تہ شيخ آياز نوبيل انعام جو حقدار آهي. اِهو رايو خود ڪلپنا "سپون" مخزن ۾ موڪليندي لکيو آهي تہ "شيخ آياز دنيا جو هڪ اهو وڏو فنڪار آهي، جو "نوبيل پرائيز فار لٽريچر" جو مستحق آهي. ڪاش ڪيس اهو ملي."
ان ڪري مان هن شخصي تنقيد تي وڌيڪ نہ لکي، رڳو سنڌ جي سياست ۽ سنڌين جي هلچل جي هڪ چوٽيءَ جي بزرگ رهبر ساٿي سوڀو گيانچنداڻي جو "سهڻي" مخزن جي آياز پرچي ۾ ڇپيل رايو مختصر ۾ ڏيندس.
ساٿي سوڀو لکي ٿو تہ " ... نيڊڙي دماغ وارا آياز کي گهٽ ڪري پيش ڪندا آهن... آياز، جيترو ڪم ڪيو آهي، اوترو ڪي ڏهہ اديب بہ ملي نہ ٿا ڪري سگهن..... هيءَ هڪ پوري تحريڪ آهي .... اسان جا نوجوان جيڪي ڪيس وائيس چانسلري جي دؤر ڪان ٿا سڃاڻن، سي هن جي ڪردار ڪشي بہ سندس وائيس چانسلر هئڻ جي ڪري ڪن ٿا. مان سمجهان ٿو تہ آياز ان دؤر مان نڪري آيو آهي ۽ اسان جي قومي يا اَدبي تحريڪ بہ تنگ نظريءَ مان نڪري آئي آهي ۽ اَڄ اَسين اَهڙي دؤر ۾ داخل ٿيا آهيون، جتي آياز جي عظمت کي درگذر نہ ٿا ڪري سگهون. آياز جڏهن مارشل لا جي شڪنجي مان نڪتو آهي تہ هن ٻيهر اسان کي ڏهہ ٻارنهن ڪتاب ڏنا آهن. اهي ايترائي بلند آهن، جيترا سندس پهريان ڪتاب آهن... مون کي اِهو چوڻو آهي، جيڪو مان سنڌي اَديبن ۽ سَنڌي ادبي سنگت کي ٻن ٽن سالن کان چوندو ٿو اَچان، تہ آياز جي خلاف جيڪي بہ پريجوڊسز ( بغض) بلند ٿيا آهن، جن کي ٽوڙڻ ۾ منهنجو بہ هٿ آهي، اُنهن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن..... هڪ شاعر کي هن جي شاعري، خيال ۽ جو فلسفو آهي اُن جي نقط نظر سان ڏسڻ کپي."
سوڀي تہ اَجا بہ آياز لاءِ وڌيڪ لکيو آهي تہ بہ طارق "اياز پرچي" ۾ غلام نبي مغل جو آياز خلاف ليک ۽ پنهنجو آياز تي تنقيدي ليک ڏنو آهي، جو نہ ڏيڻ ڪپندو هو. طارق اُن جي سبب لاءِ چيو آهي تہ " مان نہ چاهيندس تہ تاريخ جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ منهنجي لاءِ اهو لکيل هجي تہ هيءَ بہ مصلحت پسند هو."
(۱) مان ٿو پڇان تہ طارق ائين دعويٰ ڪندو تہ هو ڪڏهن مصلحت پسند نہ هو؟
(۲) وري بہ "سهڻي" ۾ سوڀي، امداد حُسيني، عبدالله ملاح، بيدل مسرور، پليجي، اڪبر سومرو وغيره جا نوان ليک، ياءَ جويي ۽ سراج جا ڇپيل مهاڳ ڏنل آهن ۽ سڀ کان وڌيڪ امير علي چانڊيو جو ۴۰ صفحن جو آياز جو اَدبي پرک وارو تفصيلي مقالو ڏنل آهي، جيڪو هڪ اعليٰ ۽ يادگار مقالو آهي. مان ان مقالي ۽ سهڻي جي آياز پرچي لاءِ ٻئي ڪنهن دفعي لکندس.

شيخ اَياز تي ٻي جيڪا اَدبي تنقيد ٿئي ٿي آهي، سان اها آهي تہ هو خاص ڪوشش وٺي تجنيس خطيءَ سان شاعريءَ ۾ موسيقي پيري ٿو. جنهن ڪري اُن ۾ خيال جي گهرائي نہ ڏيئي سگهيو آهي ۽ ٻيو تہ هن شاھہ لطيف جي جهوني پراڻي ٻولي جو نقل ڪري ڪيترائي متروڪ لفظ ڏنا آهن، جيڪي اڄ جي پاڻڪن لاءِ سمجهڻ ۾ ڏکيا ۽ منجهائيندڙ آهن.

اهڙا تنقيدي ليک هتي خاص سنڌي ٽائيمس ۾ اير ڪمل ۽ اَجهل جا آهن. اير ڪمل هڪ اهڙو ليک "ڪونج" ۾ بہ لکيو آهي.

هر چند اَجهل سنڌي ٽائيمس جي ڏياري، ١٩٦٨ع پرچي ۾ اَياز تي تنقيد ڪندي لکيو آهي تہ: "اَياز مطلب ڪان وڌيڪ موسيقي ۽ سحرقي (چوڻ ڪپيس تجنس خطي) تي ڌيان ڏنو ڏئي... اِن موھہ ۾ هن ٻوليءَ سان راڳا ڪيا آهن"..... اَجهل وڌيڪ لکي ٿو تہ "چاشنيدار مٺي لچڪدار نيٺ سنڌي ٻولي جديد موضوع جون تلخيون ۽ شوخيون ڪڏهن بہ اجاگر ڪري نہ سگهندي."

مون کي اَجهل جو رايو صحيح نٿو لڳي، ڇو تہ جديد ادب جو هڪ رهبر جيمس جائس پنهنجي ناول "يولسز" ۾ پنهنجي جنم پومي ڊبلن جي جهوني ٻولي وري جيئاري ڪم آندي آهي، جا بہ جديد موضوعن جي اظهار جو ذريعو آهي. اُن لاءِ بہ پاڻڪ شڪايت ڪَندا آهن. اها حقيقت هتي مون اَياز کي ٻڌائي تہ هو بہ شامِل راءِ ٿيو ۽ هن انهيءَ جو بہ مثال ڏنو، جنهنجو ذڪر هن ٽي وي تي ڏنل ملاقات ۾ ڪيو. اِها ملاقات مون ڪائنس هتي جنوري ۾ ورتي هئي.

اَياز خلاف موسيقي ۽ شاھہ جي ٻولي بابت تنقيد اير. ڪمل ڪري سنڌي ٽائيمس جي ١٥- ١٢- ١٩٨٦ع واري ليک ۾ ڪئي آهي. ڪمل لکي ٿو: "ڪي شاعريءَ جو مکيہ عناصر موسيقي/ سنگيت کي ميڃيندا آهن... ڪيترن شاعرن جي غزلن مان گيت ليئا پائيندو آهي ۽ ڪيترن مان شاھہ صاحب جا بيت ... ڪيترن شاعرن، سنگيتميہ شعر جي شوق ۾، لفظن ڪان جهنجهٽن جو ڪم ورتو آهي." اير. ڪمل هن ۾ اَياز جو نالو نہ ڏنوآهي پر هن ڏانهن اِشارو ظاهر آهي.

اير. ڪمل "ڪونج" جي مئي- جون ١٩٨٣ع پرچي ۾ سنڌ جي شاعر ذوالفقار راشديءَ جي ڪتاب جي سمالو چنا جي اوٽ ۾ شاھہ جي ٻوليءَ بابت ڪيل اَياز تي تنقيد دهرائي لکيو آهي، پر "شاھہ" ۾ نبي هئڻ جڻ هڪ سند ٿي ويئي. جڻ هڪ فئشن ٿي پيو ۽ شاھہ جي لهجي، اُن جي زبان جي ڏمڪ، گهٽن کي رهڙي ڇڏيو.... مطلب تہ هر هئيت ۾ شاھہ ليئا پائي رهيو آهي.

هاڻي سوال آهي تہ هر ساهتڪار ۽ ڪلاڪار کي پنهنجو ادبي ورثو ٿيندو آهي، شاھہ لطيف جي شاعري اَسان لاءِ هڪ اَهڙو ورثو آهي. نہ رڳو اَهو سنڀالڻو آهي، پر شاھہ جي روايت کي اڳتي وٺي هلڻو آهي ۽ شيخ اياز هن جي ٻولي، ڪردار، ماحول وغيره کي اڄ جي زماني مطابق ڪم آڻي شاھہ جي روايت ۾ اضافو ڪيو آهي. شاھہ جو اَثر رڳو اياز تي ڪونهي، پر ٻئي وڏي شاعر نارائڻ شيام تي بہ آهي.

هن بہ ڪيترا لفظ، ڪردار، خيال ڪم آندا آهن. خود ٻين شاعرن بہ شاه جو اثر جهٽيو آهي، اير ڪمل سميت. آياز تہ شاه جي متروڪ لفظن کي وري جيئاري سنڌي ٻوليءَ جو ڀنڊار ڀريو آهي. ساڳيءَ طرح شيام، ڪمل وغيره بہ تجنيس خطي ڪم آندي آهي.

ان ڪري اَجهل، ڪمل وغيره جهڙا، جيڪي بہ سچڻ شيخ آياز تي شاهہ لطيف جي ٻولي ڪم آڻڻ تي تنقيد ڪن ٿا، سي منهنجي ويچار ۾ شيخ آياز سان انصاف نہ ٿا ڪن.

هاڻي اَچون آياز جي شاعريءَ ۾ موسيقي ڀرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ خيال جي گهرائي قربان ڪرڻ واري تنقيد تي. مون خود بہ ان تنقيد بابت شيخ آياز کان ٿي. وي ملاقات ۾ اهو سوال پڇيو تہ اها موسيقي ۽ لئہ ڪيس شاعراڻي خيال جي گهرائي پيدا ڪرڻ ۾ رنڊڪ تہ نہ بڻجدي آهي. جيائين تہ ذري بہ نہ ۽ هو اَن موسيقي لاءِ خاص ڪوشش نہ وئندو آهي، جئن مٿس نيڪا (تنقيد) ڪئي ٿي وڃي. هن وٽ شاعراڻا ۽ ميناج وارا لفظ اصل لهرن وانگر ڏوڪيندا ايندا آهن. (جيڪو شيخ آياز جهڙي اعليٰ جذبات ۽ حساس دل واري شاعر لاءِ ممڪن بہ آهي.) مون کي آياز جي شاعريءَ جي موسيقي ۽ لئہ واري ٻولي هتراڌو نہ لڳندي آهي. اها سياويڪ آهي ۽ ڪيترن ڪوتائن ۾ خيال جي گهرائي فڪر ۽ فن تمتار آهي. مثلاً آياز ۱۹۶۵ع جي جنگ ۾ شيام ڏانهن مخاطب ٿيل ڪوتا" هي سنگرام...... سامهون آهي نرائڻ شيام" ۾ بہ موسيقي سان گڏ خيال جي گهرائي ڏني آهي. جيئن چوي ٿو:

هوڪوتا جو ڪاڪ- ڏٺي، ۾
منهنجا رنگ رتول بہ ساڳيا
ڊٺ بہ ساڳيو
ڊول بہ ساڳيو
هانءُ بہ ساڳيو
هول بہ ساڳيو.

هاڻي هنن سٽن کي ڇا رڳو جهنجهٽو ڇئي رد ڪري ڇڏبو؟ ڏسو ڀهرين سٽ ۾ ئي ڪيڏي معنيٰ ڀريل آهي ۽ ٻي سٽ ڪيڏي نہ شاعراڻي تصور واري آهي. اهڙي طرح ڪيترين ئي آياز جون لئہ واريون يادگار ڪوتائون آهن، جئن هي ٽوريون ڏسو:

۱- سنڌڙي تنهنجي سينڌ ڏسي رات ڀتائي گهوٽ رنو.

۲- ڀنهنجي رت ۾ ريتو جهنڊو اَپ تائين جهوليندو، اهڙو ڏينهن بہ ايندو.

رڳو ٽورن مثالن تي قناعت ڪرڻي آئم جو آياز جي آهڙي موسيقيءَ سان معنيٰ ڀري شاعري آٿاهہ آهي.

هونءَ بہ جيڪو خيال ڪن کي وڻل آهي تہ گيت ۾ معنيٰ يا خيال جي گهرائي نہ ڏيئي سگهبي آهي سا هرو ڀرو صحيح ڳالهہ ناهي. اسان کي خود سئنيما جي گيتن

۾ به (خاص ڪري وڏي شاعرن ساحر لڌيانوي، مجروح وغيره جي لکيل) معنيٰ ۾ خيال نظر ايندو آهي.

تازو بمبئيءَ ۾ ساهت اڪيڊميءَ پاران مشهور مرهٽي ليکڪ منگيش پڊگانوڪر سان شام ملهائي ويئي. اُن لاءِ جيڪو بروشر ڪڍيو ويو، تنهن ۾ هن ٻڌايو آهي ته گيت ڪوسسٽي ۾ مشهوري واري وندر ڪانهي. اُنهن ۾ به سچيون شاعرائيون خوبيون آهن. هن خود ميرا جا پڇن مرهٽي ۾ ڪوتا ۾ ترجمو ڪيا آهن. هو انگلنڊ ۾ آمريڪا ۾ شاعري ۾ پنهنجا گيت ٻڌائي داد حاصل ڪري آيو آهي.

ٿوري ۾ آياز خلاف جيڪا شخصي ۽ آدبي تنقيد ڪئي ويئي آهي، تنهن جي ٻن مکيه ڏيان ڏيڻ جوڳين شڪايتن تي ٿي سرسري نظر وڌي آٿر. ڪاش! اسين سوڀي جي ڳالهه ميجي آياز خلاف. بغض کي ختم ڪري، هن جي ڪوتائن ۽ ڪتابن ۾ ڏنل فن، فڪر ۽ نظريي تي راه زني ڪريون ته بهتر.

مهتاب محبوب

# نہ ختم ٿيندڙ دؤر...

اياز تي ڪيترائي مضمون لکيا ويا آهن، جن مان ڪي واقعي سندس شخصيت ۽ فن جو آئينو لڳندا، تہ ڪي وري "فردوسي" جي "شاهنامي" ڪي بہ پيا شهہ ڏيندا! مون تہ اياز جهڙي باصلاحيت ۽ ڀرپور شخصيت تي لکڻ لاءِ ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو، توڙي جو "ڀونءِ نہ آئي ڀانءِ" واري وائيءَ جي هڪ سٽ پڙهڻ ڪانپوءِ، مان هن جا سڀ ڪتاب پڙهي چڪي هئس. اُن وائيءَ بہ الائي ڪهڙو ڏوراپو هو، ڪا ميار هئي، ڪو پنهنجائپ ڀريو سهاپو هو، جنهن جيءَ ڪي جهونجهاڙي ڇڏيو، ۽ اِها ڳالهہ شدت سان محسوس ٿي، تہ جذبي ڪي اثرائتي صورت ڏيڻ بہ ڪيس ڪمال حاصل آهي.

مون هن جي دلين تي دائمي اثر ڇڏيندڙ، روح جي آرپار ڏسڻ وارين Laser Beam (ليزر بيم) جهڙين نگاهن ڪي بہ محسوس ڪيو هو. مون ڪڏهن بہ هنجي شاعريءَ جي صنفن، گهاڙيٽن يا هيئتن وغيره تي سوچڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي... مون تہ رڳو سندس شاعري، جنهن بہ سچائي ۽ سونهن جي مسلسل جستجو سان گڏ، ازلي حسن جون جهلڪيون جهنيل آهن، تنهن جي معنيٰ تي غور ٿي ڪيو، خيالن جي آڌامر ڪي سمجهڻ ٿي گهريو ۽ موتين جهڙن لفظن تي ويچارڻ ٿي چاهيو... جن مان ڪي من ۽ ذهن بہ پيهي ٿي ويا، تہ ڪي رڳو هير جي خوشگوار جهوٽي جيان، ڀر مان لنگهي ٿي ويا... پوءِ بہ مونکي الائي ايئن چو ٿي محسوس ٿيو، تہ اياز جي شاعريءَ بابت منهنجو مطالعو اڻپورو آهي.منهنجي دل بہ هن جي فن، فڪر ۽ شخصيت لاءِ جيڪي محسوسات هيون، مان انهن جو اظهار

لفظن جي بازيگريءَ جي شديد ڪوٽ سببان پوريءَ طرح نہ ڪري سگهندس، پر اهڙو اعتماد ۽ حوصلو بہ هن ئي مونکي ڏنو، اهو چئي تہ ”ڪن ماڻهن کي مطالعي جي ضرورت ئي نہ هوندي آهي. جيڪي مطالعو ڪري لکندا آهن، انهن ۾ ٻين جو اثر اچي ٿو، پر گهٽ آهن اهي جيڪي پنهنجي سوچ جي حوالي سان لکن ۽ اهي سٺوٽا لکن... توکي جا قدرتي ڏات آهي، ان ۾ مطالعي جي ضرورت ئي ناهي.“ ۽ تڏهن ئي مان هن جي ٻن ڪتابن تي لفظن جي جادوگريءَ سان نہ سهي، جذبن جي سچائيءَ سان سڌي سادي انداز ۾ مهاڳ لکي سگهي هيس، جا ڳالهہ لاشڪ تہ مون لاءِ ڪنهن اعزاز کان گهٽ ناهي. هن نہ رڳو مونکي پاڻ تي لکڻ وارو اعتماد ڏنو، پر ڪن ڳالهين ۾ مون تي اعتماد ڪيو بہ آهي.

اياز بابت مون شروع کان ئي گهڻو ڪجهہ پڙهو هو، جنهن ۾ دهريو، ناستڪ، غدار ۽ ڏات ويڪو وغيره جا لقب القاب پيش پيش هئا. اها بہ ڄاڻ پئي تہ ”پيچ پيتائي گهوٽ ثاني آيا سنڌ ۾“ جهڙا طنزائتا بيت بہ سندس ئي شان ۾ جوڙيا ويا. انهن مڙني ڳالهين جي نتيجي ۾ جيڪو تاثر ذهن ۾ ويٺو، سو اهو تہ اياز ڪوئي هل يا هنگامو آهي.... پر ڪيس ويجهو ڏسڻ ۽ سڃاڻڻ ڪانپوءِ، مان اهو چوڻ ۾ ڪو عار محسوس نٿي ڪريان تہ ها، هو دهريو آهي، ملحد ۽ ڪافر آهي.... ان لاءِ، جو هن جي عبادتن، سجدن ۽ ساراهڻ جا طريقا عام کان انوکا ۽ جڳ کان نيارا آهن، جي سچ تہ ڏاڍا پيارا آهن... هن جي هڪ پرپور نهار ۾ قدرت جي هر رنگ روپ لاءِ جيڪو پيار ۽ محبتا آهي، جيڪا سوچ ۽ فڪر آهي، اها انفراديت پري نگاهہ ئي اياز جي بندگي آهي... هن جو ايمان آهي، جنهن ۾ هر انسان کي پنهنجي طريقي سان جيئڻ ۽ ڪائنات جي اسرارن کي سمجهڻ جو انفرادي حق حاصل آهي. ڪاش! ان حوالي سان جي سڄي دنيا ”ملحد“ ٿي وڃي، تہ خون خرابين ۽ مذهبي جنونيت جو آڪيڙو بنجڻ بدران رنگ، نسل، مذهب ذات پات جي ويڇن کان ڪجهہ مٿيرو، مانائتي ۽ جيئڻ لائق بنجي پئي.

ادب جي آسمان تي اياز جي امر ڏات جا ڪڪر چڻ صدين کان ڇانيل آهن. هڪڙا وسي خالي ٿين تہ ٻيا اگ ئي وسڻ جا ويس ڪيو بيٺا آهن... اهي پيار وسائيندڙ اُمنگ ڀريا جذبا ۽ سوچون. دل ڌرتيءَ جي لوٽ پڌر تي تشدد ۽ خوف هراس واري وايو منڊل ۾ تازگي، حوصلي ۽ اميد جا سرسبز ۽ شاداب سلا ڦٽجي اُيرن ٿا. هن کي سنڌ ۽ سڄي انسان ذات سان جيڪا محبت آهي، آهي جذبا ۽ احساس ڪيس راتين جون راتيون پيا جاڳائيندا آهن ۽ اڪثر پوئين پهر، ڪنهن الهام جيان اُهي اُڌما ۽ احساس، دل جي ننهان خانن مان رت ڦڙن جيان ٽيپو ٽيپو ٿي ٽمندي، لفظن جو روپ ڌاري هن جي هانءَ کي هلڪو ڪندا آهن.... ان يقين سان تہ اهي ڏات جا ڏيا، سون جهڙا سچا احساس، سنڌ ڌرتيءَ تي هر خوددار فرد جي دل ۾ منتقل ٿي ويٺا آهن، جيڪي وِڪ وِڪ تي سندن رهنمائي پيا ڪندا.

جيئن پاڻيءَ کي رنگت، هوا کي گرفت ۽ خوشبوءِ کي شڪل ناهي، تيئن اياز جي شاعريءَ کي بہ ڪي محدودگيون ناهن..... اها حقيقت آهي تہ سندس شاعري رڳو سنڌ ۽ سنڌ واسين تائين محدود ناهي، پر هو ساري ڪائنات مان پنهنجا موضوع چونڊي ڪين شاعريءَ جي لڙين ۾ پوئي ٿو... ايئن پيو لڳندو ڄڻ هن جي من ۾ پوري ڪائنات آباد آهي... پوءِ بہ هو پهرياڻين هن ڌرتيءَ جو شاعر آهي، تنهن بعد ٻي ڪجهہ پيو. اها شاعري هن جي امرتا آهي. شاعريءَ وسيلي، اياز جي سُلجهيل سهڻين سوچن، هن جي ساري وجود کي هڪ غير فاني تصور ڏيئي، دلين تي طاري ڪري ڇڏيو آهي. هن ڪي خواب بہ ڏنا آهن، جيڪي هنجي اکين ۾ ڪنهن اڻ ڪٿ آس، نہ اُجهامندڙ اُڃ جيان اٽڪيل آهن. پنهنجي وطن ۽ وطن واسين جي مستقبل جا خواب، جن جي تعبير ايجا تاريخ جي پراسرار بطن ۾ نهان آهي.

ورهاڱي کان اڳ هندو ليکڪ، سنڌي ٻوليءَ ۾ هندي ۽ مسلمان، فارسي ملائڻ جا عادي هئا. اياز جي شروعاتي شاعريءَ تي بہ فارسيءَ جو ڪجهہ اثر رهيو، پر سنڌي ٻوليءَ جي ثقافتي لاڙن ۽ قوت جي خبر پوندي ئي هن پاڻ کي ڳولهي لڌو ۽ شاعريءَ وسيلي ڄڻ هڪ نئين ۽ صحيح ٻولي سان سنڌي قوم کي آشنا ڪيو.

بيت، ڪافي ۽ وائي جيڪي نج سنڌي فارم آهن، آهي اياز کان اڳ نہ لکيا ويا. جي ڪٿي لکيا بہ ويا تہ پراڻي طرز تي، جنهن ۾ جديد دور جا تقاضا پورا نٿي ٿي سگهيا. هُن بِريڪَ ٿرو ڪيو ۽ انکي اظهار جو ماڊرن روپ ڏنو، نتيجي ۾ هن جا بيت ۽ وايون پنهنجي دور جي ابڊاءِ جو ڀرپور اظهار ٿا ڪن. اياز پنهنجي پوري دور کي متاثر ڪيو، ان کي نئين ٻولي ڏني، شاعريءَ جا نوان فارم ڏنا ... غزل جيتوڻيڪ سنڌيءَ ۾ تمام گهڻو لکيو ويو، پر غزل جي شاعريءَ جو ڌرتيءَ سان رشتو نہ هئڻ جي برابر هو. اياز غزل جي فارم کي، جيڪو بنيادي طرح هڪ ڌاريو فارم آهي، انجو رشتو سنڌ جي ڌرتيءَ سان جوڙيو ۽ غزل ۾ جيڪي فارسي ترڪيبون استعمال ٿينديون هيون، ان کي ڪڍي هن نج سنڌي غزل لکيا.

اياز جي شاعريءَ جو نمايان پهلو ۽ خاص خوبي موسيقيت آهي. هن جا بحر ايڏا تہ نچندڙ ڪڏندڙ آهن جو ٻڌندڙ تي يڪدم پنهنجو اثر ڇڏين ٿا. هن پنهنجي شاعريءَ جي معرفت سنڌ جي نوجوان طبقي کي سياسي شعور ڏنو. سنڌ ۾ هينئر جيڪا بہ سياسي سجاڳي نظر اچي ٿي انهيءَ ۾ شيخ اياز جي شاعريءَ جو تمام گهڻو حصو آهي.

پنهنجي شروعاتي دور ۾ هن جيڪي ڪهاڻيون لکيون سي فني لحاظ کان مڪمل ۽ تاثر جي لحاظ کان ڀرپور ڪهاڻيون آهن. ڪهاڻيڪار جي خيال کان بہ ڏسجي تہ اياز وڏو ڪهاڻيڪار آهي تہ وڏو نثر نويس پڻ. آهن نثر ۽ شاعريءَ جون حدون پاڻ ۾ ڪجهہ ان ريت ملائي ڇڏيون آهن جو سندس نثر پڙهندي بہ ايئن پيو لڳندو ڄڻ اهڙي شاعري پڙهندا هجون جا وزن جي محتاج ئي ناهي.

اهڙا ٿالي ماتر وڏا شاعر، جيڪي اياز جي پيٽ ۾ يا هن جي آڏو جيتامڙا آهن، تن سندس شاعرانه شخصيت جي ڪردار ڪشي ڪري، پاڻ کي قدآور ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته ڪن وري هن جي پيٽ ۾ جيڪي ڪمزور شاعر آهن، انهن کي اڀاري اياز کان وڏو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ وسان ڪين گهٽايو، پر اِها مڃيل ڳالهه آهي ته اياز هن لنڊي ڪنڌ جو وڏي ۾ وڏو ۽ واحد شاعر آهي، جنهن تي شاهه جيان هر ايندڙ دور پاڻ ڳالهائيندو، ڇو ته اياز هڪ نه ختم ٿيندڙ دور آهي ۽ اسان هن جي پيٽ ۾ محدود دور جا پانڌيڙا......

مون اڪثر ايئن پئي محسوس ڪيو آهي ته حال جا ذهين شاعر، ماضيءَ جي عظيم شاعرن جا جانشين هجن. شايد ته انڪري ئي لاشعوري طور ڪيس به شاهه سائين جي جانشين ٿي سمجهيم. اِها بي ڳالهه آهي ۽ انڪري هن جي ڪيترن ئي ڪتابن جا نالا به شاهه جي بيتن مان ورتل آهن، جن لاءِ سندس چوڻ آهي ته:

"آهي مون لاءِ ايئن آهن، جڻ مٿي تي پيتائي جي دعا جو هٿ رکيل هجي."

شاهه سان هر سنڌي کي محبت ۽ عقيدت آهي، پر ڪيس اها ان حد تائين آهي، جو هن پاڻ کي روحاني طور ساڻس ڳنڍي، پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو آهي. شاهه جي اها حقيقي تصوير، جيڪا شاهه جي بيت جي هر سٽ پڙهندي پاڻمرادو ذهن ۾ اڀري اچي، تنهن کي اياز بنا ڪنهن نمائش جي پنهنجي دل ۾ سڀ کان اتاهين هنڌ تي رکيو آهي، جا هر گهڙي، هر ويل هن سان گڏ آهن... جيڪا لاشڪ ته محبتن ۽ عقيدتن جي اها منزل چئبي، جنهن جي ڪابه ابتدا ناهي، ڪابه انتها ناهي.

اياز جون مختلف لکڻيون دل تي ايڏو اثر ڪنديون آهن، جو پڙهندڙ جي حالت ان لالچي شخص جهڙي ٿيو پئي، جيڪو پائين ته سمورا مال خزانا هڪ ئي جست ۾ سندس حصي ۾ اچي وڃن...

اياز جون من موهيندڙ سوچون، هيٺين سان هنڌائڻ جهڙا پول، جيءَ کي جهونجهاڙي، غافل ذهن کي بيدار ڪندڙ وزنائتا دليل، دلڪش تشبيهون، ڏکن، محبتن، نفرتن جا انوکا اظهار انهن کي پڙهڻ مهل، پڙهندڙ عجيب قسم جي مختلف ڪيفيتن مان گذري ٿو. اياز جون تحريرون ڪيس پنهنجي ايڏو ته ويجهو ٿيون لڳن جو ائين پيو محسوس ڪندو ته هن جيڪي چيو ٿي سو اڳ ئي سندس دل ۾ هو پر اهو سڀ من جي الائي ڪهڙي ڪوشي ۾ لڪل هو، جنهن کي جاڻڻ ۽ محسوس ڪرڻ هن لاءِ ممڪن ئي نه هو.

روح تي چاندوڪي وسائيندڙ، جڏهن اِهي سوچون شاعريءَ جي روپ ۾ هن تي ظاهر ٿيو وڃن ته هو ڪنهن به حالت ۾ ان ذهني خزاني کان پاڻ پري نٿو رهڻ چاهي، پر اياز جي سوچن کي ليپو هٿي، پنهنجي وس ۾ ڪرڻ لاءِ هو بنهه بي وس آهي..... اياز جي تحريرن جو سمورو سمنڊ پيئندي به اُڃو آهي، ڇو ته اياز جي سوچن جو ساگر لا محدود آهي، آڪاش جيان بي انت... بس اهوئي فرق آهي عام

پڙهندڙ ۾ جيڪو ڪيس اياز بنجڻ نٿو ڏي توڙي جو هو آن مان گهڻو ڪجهه پرائي ۽ حاصل ڪري ٿو.

وقت ۽ دؤر ڪتابن ۾ قيد رهجي ويندا آهن، پر اياز جا لکيل ڪتاب، وقت جي هر لمحي سان گڏ وِڪ وڌائيندا هر دور ۾ نواڻ ۽ تازگيءَ جي احساس سان ذهن کي مالا مال ڪندا رهن ٿا. ايئن لڳندو آهي تہ ماضي حال، مستقبل جون سيئي ڪڙيون سندس ٺي مٺ ۾ هجن، جنهن جي گرفت ڪڏهن بہ ڍري ناهي پوئي. شيخ اياز کي ادب ۾ اهو مقام حاصل ٿي چڪو آهي جنهن ۾ نہ ڪيس لهر نہ ڪو لوڏو. مستقبل ڪهڙي بہ صورت اختيار ڪري، هن جي شاعري مرڻي ناهي.

سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر بنجي اياز جڏهن حيدرآباد آيو تہ هر طرف کان سندس مرحبا ٿيڻ لڳي. هڪ تہ ناميارو پيو وري موجوده شاعرن مان سڀ کان مٿاهون مقام رکندڙ، تنهنکري خاص طور تي ادبي حلقن ۾ سندس خوب آجيان ڪئي وئي. آئي ڏينهن سندس مان ۾ گڏجاڻيون پيون ٿينديون هيون، اهڙي ئي هڪ گڏجاڻيءَ دوران سائنس پهريون ڀيرو ملڻ ٿيو..... اياز جي بارعب ۽ بردبار شخصيت جو اثر نہ رکو مون تي، پر گڏجاڻيءَ ۾ آيل مڙني اديبن تي ڇانيل هو. سندس اکين جي روشن مشعلن ۾ ڪاريهر جي مڻ جهڙا تجلا هئا..... جن جڻ تہ ڪنهن اونهي اسرار جا عڪس ٿي پسايا..... ايڏو هجوم هئڻ جي باوجود بہ لڳو ٿي تہ ڪنهن ڪنهن مهل خيالن جي اڏام ڪيس ڪوهين دور وٺي تي وئي جو ڄڻ اتي هوئي ڪين..... انهن ڏينهن اسان بہ پنهنجي گهر تي سندس مان ۾ هڪ گڏجاڻي رکي، جنهن ۾ ڪيترن ناميارن اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي، تہ بيدل مسرور ۽ عاشق عارباڻي جهڙن فنڪارن دلڪش آواز ۾ اياز جا لکيل خوبصورت گيت ڳائي پاڻ ملهايو. بيدل انهن ڏينهن ۾ بہ ڪنهن تعارف جو محتاج نہ هو، جو هن نرالي واٽ وٺي چند ترقي پسند شاعرن جو ڪلام ڳائي سنڌن نالا وٽن تي اُڪري ڇڏيا هئا. ان محفل جي هڪ ڳالهہ اڪثر ياد ايندي آهي. جڏهن بيدل مسرور، اياز جو مشهور ڪلام "انسان هزارين مان نہ رکو" جو شروع ڪيو تہ غلام رباني جيڪو ڪوچ تي ڍرڪيو پيو هو سو ڪڙو ٿي ويو ۽ ڪنڌ ڏوڻيندي واهہ واهہ بہ ڪرڻ لڳو. هڪ بہ مصراعون ٿيون تہ هن کي رهندو مزو اچي ويو ۽ هن بي اختيار دانهن ڪئي:

"واهہ مير علي نواز واهہ!"

نسيم کرل جي سرلن ڪنن تي رباني جي واهہ واهہ پئي تہ هن ربانيءَ کان پڇيو، "ڪنهن کي ٿو داد ڏين؟" جنهن تي هن ڪيس ٻڌايو، "ان ڪلام جي شاعر مير علي نواز خان "ناز" کي."

"رباني، اهو ڪلام نازڻ جو آهي، چريو آن يا مٿو ڦريو اٿئي؟"

"ابوءِ مان پليس، واهہ مولوي همايوني واهہ!" رباني ڪانئو ڦيرائي وري

مولوي همايوني کي ياد ڪيو.

"اهو همايونيءَ جو ڪلام آ رباني."

نسيم ربانيءَ کي ٻڃ جيان چنبڙي پيو.

"يار ڪنهنجو آ تون ئي ٻڌاءِ." رباني ويچارو ڦڪو ٿي ويو. پوءِ ڪِلن جا ڪوڪرا هٿا ۽ ڪي گهڙيون ڏمچر مچي ويو. نسيم، اياز کي ڪلندي صلاح ڏني؛

"اياز هن ربانيءَ کي ته پرو وائيس چانسلريءَ مان استعيفا ڏيار، هي توسان ڪونه ٿو نهي."

افسوس جو ان ڳڌجاڻيءَ جي رونق وڌائيندڙ، اسانجا ڪي ساٿي اڄ اسان ۾ موجود ناهن، پوءِ به اسين ڪين ساڳي شدت سان ياد ڪندا رهون ٿا... ڪاش، يادن کي ڪا مهڪ هجي ها ته اها نسيم کرل، الطاف عباسي، رشيد ڀٽي ۽ ثميره زرين جي نالي سان فضائن ۾ پکڙجي وڃي ها...

ان ڳڌجاڻيءَ کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين اياز سان سِڪ ۽ خلوص جو رشتو قائم آهي. هر ملاقات ۾ هن پنهنجي سانتيڪي سڀاءُ، فهميدي گفتگو ۽ مهذب انداز سان، مون تي نهايت سٺو اثر ڇڏيو آهي.

ادبي دوستن جي وچ ۾ ويهي جڏهن هو پنهنجو نڪور شعر ٻڌائيندو آهي ته سموري ماحول تي ڄڻ ڪوئي سحر طاري ٿيو پئي. هڪ اهڙي ئي يادگار ڳڌجاڻيءَ ۾، شاعريءَ جي مشهور جاپاني صنف "هائيڪو" ٻڌائيندي، بي اختيار سندس چهري تي شوخ مُرڪ مِڙي آئي ۽ مونکي لاشڪ ته سندس بي ساختگيءَ مان ڪيل اِهو انڪشاف ڏاڍو وڻيو جڏهن چيائين، "ماهتاب، مون تنهنجي ڪنهن ليکَ ۾ پڙهيو هو ته توکي لفظ "هائيڪو" نه وڻندو آهي، تڏهن مان ان ڳالهه کي اندر لائين ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته مونکي پڻ اهو لفظ نه وڻندو آهي."

جيئن چيو ويندو آهي ته، عَريانيت انسان جي جسم ۾ نه، من ۾ هوندي آهي. ساڳي ريت جن جي من ۾ فن هوندو آهي، ان سان ڪوبه گناهه ثواب لاڳو ڪونهي. ها، ڪي خواهشون آهن جي فنڪار جون ڪمزوريون ظاهر ڪن ٿيون ۽ فقط ان ڪري ئي هو هڪ انسان لڳي ٿو... انسان هئڻ جي ناتي، اياز پنهنجي ڪمزورين کان باخبر رهندي ڪڏهن به انهن تي ڪو ڪاري غلاف چاڙهڻ جي ڪوشش ناهي ڪئي، جيئن اڪثر دانشور ڪندا آهن. ان جي برعڪس هن جنهن جرئت سان پاڻ کي پڌري پَٽ پيش ڪيو آهي، تنهن ۾ نه ڪو رک رکاءُ آهي نه ئي ڪا ذهني سينسر شپ، پوءِ به ذاتي سطح تي منجهس جيڪي به چڱايون آهن، تِن کي ڪنهن کهڻ ئي High Light ڪيو هوندو. اهڙيون چڱايون اڄڪلهه جي اديبن، شاعرن خواه دانشورن ۾ ورلي ڪي نظر اينديون.

اياز تي هيلتائين جيڪي به تنقيدون ٿيون آهن. انهن ۾ ڪردار ڪشي، تهمتن ۽ الزامن ڪانسواءِ ڪنهن به تعميري تنقيد ناهي ڪئي. اهڙن تنقيدن ۽ ڄَلهن جي

حوالي سان، اياز جا ڳالها چئي ڳنا پيا آهن، جن کي هو ليکي ۾ ئي نٿو آڻي ۽ نه ئي انهن کان خوفزده ٿي بيان بدلائي، وضاحتون ڪري، جان ڇڏائڻ جي فڪر ۾ هوندو آهي. اِها سندس نيت جي صداقت آهي جو بنا ڪنهن مصلحتن ۽ منافقين جي وڏي جرئت سان هر آها ڳالهه چيو ڏي، جيڪا هو چوڻ چاهيندو آهي. اِها شاهدي اياز جا دشمن به ڏيندا ته هنجي شخصيت ۾ ڪي به ڦند ڦير يا انتقامي جذبا ناهن. هو پٺيءَ ۾ خنجر ڪائڻ ڪانپوء، اهو به چوڻ وارو ناهي ته "بروٽس تون به...."

حق جي ڳالهه ڪرڻ ڪانسواء مون اياز کي ڪڏهن به ڪنهن جي شڪايت يا گلا ڪندي نه ٻڌو. ڪير جي سائس ٿوري به چڱائي ڪري، اڳتي هلي طوطا چشميءَ واري خصلتن تي لهي اچي، ته به هو ان جي چڱائيءَ کي اوترو ئي مان ڏيندو ۽ ان جي چڱين ڳالهين کي سدائين عزت سان ياد ڪندو. اهو ڏسي هن لاء تنهائين عزت ۽ محبت پيدا ٿيو وڃي.... جڏهن هو ڪنهنجو، نالو ڪٺي چوندو، "فلاڻو مان سان ڏاڍو چڱو هليو." تڏهن اِنهن لفظن جي چڙو ادائگي هو ايڏي ته سباجهڙي انداز سان ڪندو، جو انهيءَ ماڻهوء جي بدبختيءَ تي افسوس پيو ٿيندو ته آن کي الائي ڪهڙي نياڳ ورايو جو پنهنجو وات وڃائي، اڪيون لڄائي، اياز جهڙي پياري شخص کان منهنڙو مَٽي ڏار ٿي ويو...

اياز ڪج بحثي يا ڳالهين ۾ ماري ميچائڻ واري انداز مان ڪونه چائي. بحث مباحثي ڪَج بحثي جي صورت اختيار ڪري ورتي هجي يا مخالفتن جهيڙي جهتي جي ته به تهذيب جي دائري اندر، ڏيرج پرئي ٿڌي سياءَ سان پيو پيش ايندو، جڏهن ته پنهنجي ڳالهه ميچائڻ ۽ ان کي مڃاهون ثابت ڪرڻ لاء اڪثر ماڻهو، وهلور پيا ويندا آهن. اياز وٽ پاڻ ميچائڻ لاء ڪي به جڙتو هٽ ڪندا ناهن. هن جي عظمتن کي هرڪو مڃي ٿو، آهي به جيڪي بظاهر سندس مخالف آهن. جيڪڏهن هو ڪنهن تي ڏمريل آهي ته برهمگيءَ جو اظهار به مخصوص رسائيءَ واري آواز ۾ ئي ڪندو. ان لاء ڪيس آپي مان نڪري، ميچرجي پوڻ وارا انداز نه ايندا آهن. اِها ڳالهه نه رڳو اياز جي ادبي عظمت جي پر هن جي اندر جي حُسن (Grace) ۽ نيت ۾ جا صداقت آهي، ان جو دليل آهي.

اياز نه وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي کلي، نه ئي مَرڪ کي گهڻو گستاخ ٿيڻ جي اجازت ڏني اٿس. پر ڳالهين ٻولهين دوران، ڪن مهلن تي، گهڙيءَ ڪن لاء جي اِها حجائتي ٿي به پيس ته آن کي پنهنجو چارم آهي. هو هن وسيلي ڇڻ ڪيترن سوالن جا جواب ڏيئي ويندو آهي ۽ ڪيترين ئي ڳالهين کي سمجهي وڃڻ ۽ ان مان لطف اندوز ٿيڻ جو ثبوت پيو ڏيندو آهي، پر منهنجو مشاهدو آهي ته هن جي دل ۾ ايجا به ڪا ڪند اهڙي ضرور آهي، جنهن ۾ هو مزاح مان نه رڳو لطف اندوز ٿيندو آهي، پر خود به ان ۾ شريڪ ٿيندي ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍي کِل مک شخصيت بنجي پوندو آهي.... اياز ۾ شگفته مزاجيءَ جو اِهو پهلو نه هجي ها ته رشيد ڀٽي، علي احمد

بروهي ۽ محمد ابراهيم جويو جهڙا زنده دلُ انسان هن جا گهاٽا دوست ڪيئن بڻجن ها.... ۽ شايد تہ انڪري ئي هو منهنجي سٽائيريڪل (هجويہ) انداز وارين لکڻين ۾ بہ چڱي دلچسپي وٺندو رهيو آهي.... هو جڏهن بہ ڪو غير معمولي واقعو ڏسندو يا پڙهندو تہ ان تي ڪجهہ لکڻ لاءِ ضرور چوندو. گذريل سال هڪ فنڪشن جي دوران ڪا اسٽيج ڊهي پئي تہ حسب معمول پنهنجون شاعرائيون شوخ مرڪون پکيڙيندي ڏاڍي بي ساختگيءَ مان چيو هئائين، "انهيءَ تي اسٽوري لِک نہ...."

پر مان ٻنا مشاهدي جي ڪيئن تي لکي سگهيس، جو قربدار منتظمين شايد تہ اسٽيج ڊهڻ جي پيشگي خطري تحت مونکي انوائيٽ نہ ڪيو هو. ڪاش هو اهڙو قرب عابده پروين، مصطفيٰ قريشي ۽ ٻين فنڪارن لاءِ بہ ڏيکارين ها.... جن ويچارن کي چڱا آرام ڪرڻا پيا.

هونءَ تہ اياز جا ڪيترائي دوست آهن پر رشيد ڀٽيءَ جهڙي جيءَ دار دوست سان تہ هن جو چڻ سِر لڳندو هو.اِها خبر شايد اياز کي بہ نہ هجي، پر اِهي اياز جا لڙڪ ئي هئا جيڪي رشيد ڀٽيءَ جي مرتئي تي اهڙي شاهدي ڏيندي، ڪنهن سيلاب جيان اياز جو اندر ٻوڙي، سمورا بند ڀڃي، اکين مان آٿلي پيا هئا. هو جنهن طرح سان تڙپي تڙپي ٿي رنو، تنهن مان هر ڪنهن تي ظاهر ٿي پيو تہ کيس رشيد ڀٽيءَ سان ڪيترو پيار هو.... اياز جي اندر جو اِهو انڪشاف شايد تہ هن لاءِ بہ بلڪل نئون ۽ انوکو هوندو.

سنڌي ادبي انڊسٽري ۾ رشيد ڀٽي، اياز جو هڪ حقيقي دوست هو. اياز جي طبيعت ۽ ننڍين ننڍين ڳالهين مان جيترو رشيد ڀٽي واقف هو، شايد ئي ڪو ٻيو دوست هجي. هڪ ڀيري اياز هند جي اديبن جا ڪي ڪتاب پڙهڻ جي خواهش ڏيکاري، جنهن تي مون کيس ڪجهہ ڪتاب سوکڙيءَ طور ڏياري موڪليا. هُن سڪر مان فون تي انهن جي پهچ ڏيندي خوشگوار انداز ۾ چيو، "گهر ۾ رکڻ جي جاءِ نہ هُئي چا جو ايڏا سارا ڪتاب ڪٺي موڪليا اٿئي..."

اياز پنهنجي پَڙ وڪيل هئڻ جو ثبوت ڏيندي واه جو ڳالهہ سجاتي، پر مون بہ هرو ڀرو سمورو بار مٿس ڪونہ وڌو، ڇڙو ڊپليڪيٽ ڪتاب ئي ڏياري موڪليا هئا. پر افسوس جو اهي ڪتاب مواد ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان کيس متاثر نہ ڪري سگهيا. اهڙو اظهار هن حيدرآباد اچڻ تي مونسان ڪيو. اتفاق سان ان مهل رشيد ڀٽي بہ ڪو اسان وٽ آيل هو، کيس پاسيرو ڪري چيم، "ادا، اياز صاحب کي هِند وارا ڪتاب نٿا وڻن، اوهان کي تہ انهن سان ڏاڍي دلچسپي آهي، اوهين ڪانئس وٺي ڇڏجو."

اهو ٻڌي هو مام ۾ مرڪيو، چيائين: "اياز ڪتاب نہ ڏيندو"، "کيس تہ وڻن ئي نٿا، پو چونہ ڏيندو؟!"

"پلي نہ وڻنس، تہ بہ نہ ڏيندو." رشيد ڀٽي اجا بہ گهري مُرڪ مرڪندي ورائيو،

مون تنهائين تشويش مان پڇيو "جيڪا شيءِ هن جي ڪمر جي آهي ان ڪون ته رکي ڇا ڪندو؟"

جواب ۾ وري به ساڳي مُرڪ......

"پلا ڇئي ته ڏسوس..."

"چوڻ مان ڪجهه نه ورندو...." پٽيءِ جي مُڇن تي شرير مُرڪ رقص ڪرڻ لڳي.

"مان چوانس، پوءِ ته ڏيندو؟"

"ته به نه ڏيندو!"

رشيد پٽيءِ جي اِها ڳالهه مونکي ڏاڍي چيليجنگ لڳي ته آخر هو ايڏي اعتماد سان ڪيئن ٿو اِها ڳالهه ڪري. هو جيئن ئي آئي فون ڏي ويو ته اياز کي چيم، "توهانکي جي ڪتاب نئا وٺڻ ته رشيد پٽيءِ کي ڏيئي ڇڏجو."

"آن کي ڇو ڏيان؟" اياز سنجيدگيءَ سان ورائيو.

"توهان کي نئا جو وٺڻ..."

"ڪائي ڳالهه ناهي، پلي پيا هجن. مان پڙهندس."

اياز جو رعبدار جواب ٻڌي، پٽيءِ کي ڪتاب ڏيارڻ واري ميس ئي مري وئي... هيڏانهن پٽي، جنهن اياز جي پنيرو ٻيهي فون جو نمبر پي ملايو ۽ ڪن اسانجي گفتگو ڏي هئس، تنهن تي جيئن ئي منهنجي نظر پئي ته فاتحاڻي انداز ۾ مرڪندي، اياز ڏي اِشارو ڪري، ڪنڌ کي اهڙي لوڏ ڏنائين ڄڻ چوندو هجي، "ڏٺئي، مان صحيح ٿي چيوني!"

بهرحال ان ننڍڙي واقعي مان مونکي معلوم ٿيو ته اياز ٻي ڪنهن ڳالهه ۾ هجي نه هجي پر ڪتابن جي معاملي ۾ چڱو پڪو آهي.

اياز جي وڪالت جي ڪافي نيڪي ٻڌي اٿم. ان ڏس ۾ هڪ پيرو ڪيس صلاح ڏيندي چيم ته هو وڪالت دوران پيش آيل چوند واقعا، مشاهدا ۽ تجربا ڪتابي صورت ۾ لکي ڇو نٿو پڌرا ڪري... تڏهن هن اِها ڳالهه گهڻي ايپريشيئيٽ (مڃي)ڪندي خاطري ڏني، ته هو اهڙو ڪتاب ضرور لکندو. هاڻ ڏسجي ته اهو ڪتاب ڪڏهن ٿو لکجي پبلڪ آڏو اچي... حال ته هن مهيني کن جي مختصر عرصي ۾ شاعريءَ جو ايڏو ڀاري ڪتاب لکي ورتو آهي، جيڪو پيو ڪير لکڻ ۾شايد ته سچي ڄمار ڳاري وجهي.

هو جيترو وڏو شاعر آهي اوتروئي وڏو عالم، دانشور ۽ سياسي مفڪر... دنيا جو ادب پڙهيو آئٿين، جنهن هن جي زندگيءَ جي نظريي ۾ وڌيڪ پختگي آندي آهي. ساري دنيا جي ادب ۾ ڇا پيو وهي واپاري، ڪهڙا لاڙا پيا اُڀرن، ڪهڙا ختم پيا ٿين. ڪهڙيون نيون فلاسافيز متعارف پيون ٿين ۽ ڪهڙيون آئوٽ ڊيٽيڊ (مدي خارج) ٿي چڪيون آهن. انهن سڀني ڳالهين کان هو باخبر ٿو رهي. ڪيس ڪتابن سان جنون جي حد تائين عشق آهي. ونس ڪيئي ڪتاب آهن، جي انبارن جي صورت ۾ گڏ ٿي

ويا اٿس. نوان آندل ڪتاب، ڪڏهن ڪڏهن انهن ۾ مڪس اپ ٿي وڃڻ ڪري، گهربل ڪتاب ڳولڻ ۾ ڪافي ڏکيائي ٿيندي اٿس. ڪتابن تي ڳالهائيندي چيائين، "سڪر واري گهر ۾ ڊائننگ ٽيبل سڄي ڪتابن سان ڀري پئي هوندي آهي. ذري ڪا ڪنڊ خالي ڏسي انهيءَ تي پليٽ رکي ماني کائيندو آهيان ۽ ڪڏهن ته انهن ڪتابن جي دنيا ۾ ايڏو گم، جو زرينہ مانيءَ لاءِ سڏيندي ته ايستائين نہ ٻڌندو آهيان جيستائين ڪلهن کي ڌونڌاڙي سجاڳ نہ ڪندم."

ڪراچيءَ ۾ اياز جا نفاست سان سجيل فليٽ آهن پر مونکي انهن کان وڌيڪ گرميءَ Warmth پريو. شاعرائو ۽ آرٽسٽڪ سندس سڪر وارو گهر لڳو، جڏهن ته ڪيس الائي ڇو ان جي اولڌ ماڊل هئڻ جو شديد احساس رهندو آهي، شايد ته انجو لاشعوري سبب شاعرائي طبيعت واري جدت پسندي هجي.

رشيد ڀٽيءَ جي چاليهي واري موقعي تي اسين "فورم اِن" ۾ رهيل هئاسين، جتان قرب ڪري اياز اسان کي پنهنجي اِن گهر ۾ وٺي آيو. ڪليل پڌر ۾ پير رکندي ئي سندس ڀَٽ راڻيءَ اچي گلي لڳايو تہ چوڌاري سڪ جون همڪارون پکڙجي ويون.... اندر اچي ويهڻ ڪانپوءِ جيئن ئي ڊائننگ ٽيبل تي منهنجي نظر وئي تہ ڏٺم واقعي ان سان وڏا هاڃا ٿيل هئا... اياز تہ چيو ٿي پليٽ رکڻ جي جاءِ مس هوندي آهي، پر مونکي تِرَ ڇَنڻ جيتري بہ جاءِ نٿي سُجهي. ڳالهين دوران اياز پنهنجي لائبريري ٺاهڻ جو ارادو ظاهر ڪندي ٻڌايو تہ ڪتابن جي سنڀال هن لاءِ وڏو مسئلو بنجي پئي آهي. سندس پٽ ڪراچيءَ ۾ سيٽل ٿي ويا، ڌيئر پرڻجي ويون، زال نيڪ نٿي رهيس ۽ هو خود ڏهہ ٻارنهن ڪلاڪ ڪورٽ جي ٻلي.... باقي جيڪو وقت ملندس، سو بہ مطالعي لاءِ وقف، ان صورت ۾ ڪير ويهي ڪتابن کي ترتيب ڏيندو....

شاعر پنهنجي زالن کي ٻين عورتن جي ڀيٽ ۾ اڪثر نظر انداز ڪندا آهن، پر اياز، جنهن جون ماضيءَ توڙي حال ۾ ڪيترين ئي عورتن سان دوستيون ۽ وابستگيون رهيون آهن. تنهن پنهنجي زال کي هر حالت ۾ انهن کان وڌيڪ گهريو آهي. هوءَ جهڙي پاڻ نفيس آهي تهڙا سندس خيال، ليکڪا هجي ها تہ ادب ۾ لاشڪ تہ اعليٰ مقام ماڻي ها. انساني جذبن ۽ احساسن جو جنهن دلگير ۽ نمائي انداز سان هوءَ اظهار ڪري ٿي، ان جو لفظ لفظ هانءَ ۾ کپيو وڃي. ٻارن کان دوري ۽ سڪر جي اَڪيلائين کان هن جون وڏيون وڏيون خماريل اکيون، جڏهن لڙڪن سان پرجي ڇلڪڻ تي هونديون آهن، تڏهن اياز جون ڪيتريون ئي ڪويتائون ۽ نظم جڻ انهن مان ليئا پيا پائيندا آهن. ڪي ڏينهن بيمار ٿي پئي تہ اياز جا ڪاڏا پيتا وِهَ ٿي ويا، ڪا ڳالهہ ئي نہ سُجهيس. حيدرآباد آيو تہ ڏاڍي ڏک ۽ پريشانيءَ مان چيو هئائين: "زرينہ مونکي بيحد پياري آهي... هَن جن حالتن ۾ منهنجو ساٿ ڏنو، ٻي ڪا عورت ڪڏهن بہ نہ ڏيئي سگهي ها. هاڻ هوءَ بيمار ٿي رهي، هوءَ نہ

رهي تہ مان هن کانسواءِ زندگي گذارڻ جو تصور ئي نٿو ڪري سگهان... مان تہ چوندو آهيان، منهنجي زندگي بہ ڪيس ئي ملي."

هيڏانهن زرينہ بہ اياز کي ڪهڻ ناهي گهريو، جن ڏينهن پاڻ جيلن ۾ هو تہ چوڏاري ويٺل "مهاجر" عورتن جون نفرتون سهندي بہ هيءَ مکڻ زال، ننڍڙن ٻارن سان اڪيلي سر گهر ۾ پنهنجي ڪرندي جهرندي هئي، تہ ٻئي پل خبر ناهي ڇا ٿئي... اهڙين آڻ سهائيندڙ حالتن ۾ بہ هن پنهنجي اولاد جي تربيت نهايت سٺي نموني ڪئي. جڏهن ڪان نياڻين پنهنجا گهر وسايا ۽ پٽ پرڏيهه وڃي ڪراچي سيٽل ٿيا تہ هوءَ ايڏي وڏي شاهي گهر ۾ اڪيلي ٿي پئي. موڪلن ۾ ٻار ونس ايندا يا پاڻ انهن ڏي ڪراچي ويندي تہ خوشيءَ وچان من جي ڪُنڊ ڪُنڊ ٻهڪي پوندس، پر سکر، جتي ڪو مِٽ مائٽ بہ نٿو رهيس، اتي جي اڪيلائين کي سارينديِ اکين مان ڳوڙها ئي نہ سُڪندس. چيائين: "جيئن آسمان تي ڪڪر ڇانيل هجن، تيئن هنجون اکيون بہ سدائين ڳوڙهن سان ڀريل هونديون آهن. چلڪي پوڻ لاءِ ..... اياز بيمار، تہ مونکي اِهُو خوف، مان اڪيلي ڇا ڪندس. مان بيمار تہ اياز پريشان... ٻارن کي بہ سکر پسند ناهي پوءِ اتي رهي ڇا ڪريون... هاڻ جيترو جلدي سگهيو، اِن گهر کي وڪڻي ڇڏيندا سين."

اهو ٻڌي مونکي الائي ڇو ڌڪ ٿيو. شايد تہ انکري جو اياز جي حوالي سان ان گهر جي تاريخي حيثيت پڻ آهي. ڪيس بہ ان ڳالهہ جو شديد احساس هو، پر اهو چئي دل کي دلاسو ٿي ڏنائين: "گهر سڙي بہ تہ ويندا آهن. ان کي وڪڻي اسين بہ ايئن سمجهنداسين!"

اياز جا ڪيئي روپ مون ڏٺا آهن، پر هڪ روپ خاص طور ايڏو پيارو، اهڙو دلڪش جو وسريو نٿو وسري... اِن گهر متعلق ايجا اسانجون ڳالهيون هليون ئي پئي تہ حيدرآباد مان سندن ڌيءَ ياسمين بہ اچي سهڙي، اياز جو ڏهٽو ۽ ڏهٽي "نانا آبا" کي ڀاڪر پائي چنبڙي ويا ۽ ڪا دير آسيس وچان، پنهنجو پاڻ سندس ٻنهي ٻانهن ۾ ايئن سمايل رهيا، جيئن ڪي ننڍڙا معصوم پکيئڙا... جن کي ڏينهن ڀڄاڻان ڳرم هنج جو تحفظ مليو هجي، جو ڀانئين تہ تان ڇرن ئي نہ... اُن ويل اياز جي چهري مان محبتن ۽ شفقتن جي اهڙي ناقابلِ بيان روشني ٿي ڦُٽي، جنهن کي رڳو محسوس ئي ڪري ٿي سگهيس. مونکي لڳو تہ اياز کي بہ پنهنجي شاعريءَ جي آغوش ۾ اهڙو ئي تحفظ ملندو هوندو... اها شاعري، جنهن جي هر لفظ کي روح آهي ۽ روح ڪڏهن نہ مرندا آهن.

اياز جو سکر سان سِر لڳي، ڪيس نہ رڳو اتي جي ماڻهن ۾ گهڻين گسن سان بہ پيار آهي. ڪراچيءَ شفٽ ٿيڻ لاءِ پٽن گهڻائي ايلاز ڪيس پر سندس دل نہ مڃيو. هن جو روزگار، دوستي ۽ واقفيت بہ سکر ۾ ئي گهڻي آهي، هڪ زندگي گذاري اٿس ان شهر ۾. هاڻ ڪراچيءَ سان ڪهڙا ويهي نوان نيهن ڳنڍي، پوءِ بہ

هنجي ڳالهين مان اندازو پئي ٿيو ته پنهنجي پياري زال جي اڪيلائين جو احساس ڪري، شايد ته مستقبل قريب ۾ ڪيس ڪراچي لڏڻو پوندو..... اُن ڳالهه ڪراچيءَ ڏي جا ڪيس پسند ناهي، جنهن لاءِ چيائين ٿي: "هتي فاصلا آهن... گهرن، دلين ۽ ذهنن ۾... هرڪو پنهنجيءَ ۾ مگن...."

هن ڪراچيءَ جي مفاصلن جو ذڪر ته ڪيو، پر مون ڏٺو هو ته موڪلن ۾ جڏهن به هتي آيو ٿي، ته سندس مداح ۽ پرستارن ڪيس انهن فاصلن کان پوءِ به "پرنس ڪامپليڪس" ۾ اچي ڳولي ٿي لڌو ۽ سندس ارد گرد پنهنجي خلوص جي اظهار طور ڪيترن ئي ڪتابن ۽ آڊيو ڪيسٽس جا انبار لڳائي ڇڏيا.

هاڻ ته اياز مستقبل طور پنهنجو پاڻ کي ان فاصلن جي شهر ۾ ڪنهن حد تائين ٺهڪائي Adjust به ڇڏيو آهي. هونءَ به هن ۾ ماحول سان مانوس ٿيڻ جي ڪافي صلاحيت آهي. بقول سندس ته ڪيس "ساهيوال جيل" ۾ به پاڻ کي ايڊجسٽ (مانوس) ڪرڻ ۾ ڪا دقت محسوس نه ٿي هئي ۽ بنا ڪنهن پريشانيءَ جي بي فڪريءَ سان ڪتابن جا مطالعا پيو ڪندو هو.

بهرحال ڪراچي ساهيوال جيل ته ناهي، پر سکر واري گهر جي ڀيٽ ۾، اياز جي شاندار ۽ اعليٰ فرنشڊ فليٽ جي هر شيءِ ۾ ايڏي گهٽي ترتيب ۽ نفاست ڏسي سوچيندي آهيان ته ڪٿي سندس آزاد شاعرانو روح ان ترتيب ۾ مُنجهندو نه هجي..... پر اهو محض منهنجو خيال ئي هو، جو ته اياز پنهنجي ڪراچيءَ واري دنيا ۾ ايڏو ئي مگن آهي، جيترو سکر ۾ هو. ٻيو ته سندس شاندار لائبريري ٺهرائڻ واري خواهش به پوري ٿي چڪي آهي، جنهن جي ڊزائننگ سندس ننڍي نُهن لبنا جي آرٽسٽڪ ذوق رکڻ جي نشاندهي ٿي ڪئي. اياز ڏاڍي چاهه مان پنهنجي لائبريري گهمائيندي، ڪيترائي ناياب ڪتاب ڪڍي مونکي ڏيکاريا. سکر مان سندس ڪتابن جي شفٽنگ اڃا تائين جاري آهي، ان ڏس ۾ نئين ٽهيءَ جو سڄاڻ شاعر ادل سومرو سندس ڪافي مدد ڪري پيو. جيتري قدر مونکي خبر آهي ته اَدل، اياز جي ناچاڪيءَ وارن ڏينهن ۾ به سندس مضمون وغيره ڊڪٽيٽ ڪرائڻ ۾ ساٿس ڇگا ڳن ڏنا.

اياز جو ڪلام ڪيترن ئي ناميارن فنڪارن نهايت خوبصورتيءَ سان پنهنجي پنهنجي انداز ۾ ڳايو آهي، پر "وائسز گروپ" اياز جي دل کي خاص طور تي سڀ کان گهڻو ويجهو ٿي لڳو. تازو وائسس گروپ واري ڪيسٽ جي بي پناهه ڪاميابيءَ تي هو ڪافي سرهو پي نظر آيو. چيائين، "جيڪڏهن شاعر عوام ۽ ڌرتيءَ سان واڳيل ناهي ته سندس فڪري وِت ڳري، ٽڪر ٽڪر ٿي پنهنجي موت پاڻ مري ويندو، ۽ شاعري اها آهي جيڪا فڪر جو پاڻمرادو اظهار هجي. شاعر جو روايتي تصور، جنهن ۾ هو وقت جو غلام ۽ عارضي قدرن جي پوئواري ڪندڙ ٿئي ٿو، ختم ٿيڻ کپي، جو ته نئين دؤر جون گهرجون بنهه مختلف آهن."

وائسز گروپ وارن جنهن جوش ۾ ولَولي ڏياريندڙ انداز ۾ اياز جو ڪلام ڳايو آهي، اهڙي تيز ڏن ۾ انقلابي ٻولن وارا گيت اسانجي نئين ٽهيءَ جي اهم ضرورت آهن. ڇو تہ جديد موسيقيءَ جي ڪٿي ڪيتري بہ مخالفت ڪجي پر اِها وقت جي ضرورت مطابق ڏيان ڇڪائڻ ۾ ڪامياب ٿيو وڃي. سنڌي موسيقيءَ جي دنيا ۾، وائسز گروپ جي جدت جو اِهو بي مثال ڪارنامو آهي جو مغربي موسيقيءَ تي مست ٿي سِر ڌوڻيندڙ اُهي نوجوان، جن جو شاهہ، اياز ۽ فيض جي ڪلامن طرف ڪڏهن ڪو لاڙو ئي نہ هو، اڄ اهي بہ سندن ڪلام جا مداح بڻجي، اُنهن مان گهڻو ڪجهہ پرائي رهيا آهن.

اياز جي تہ هونءَ بہ موسيقيءَ سان چڱي دل آهي، البت غزل جي مقابلي ۾ ڪافي ۽ گيت کيس وڌيڪ پسند آهن. سُر سنُو ۽ ٻول بڪواس آهن تہ اهو گيت کيس بِنهہ متاثر نہ ڪندو، ساڳيءَ ريت جي ٻول سهڻا ۽ سُر بيڪار هوندو تہ بہ دل کي نہ وڻندس. هو سُر ۽ ٻول، ٻنهي ۾ توازن جو قائل آهي، جڏهن تہ مون پارن کي وري پهريائين ڏن، سُر يا آواز اثريڪ ڪندو ۽ اُن جي لئہ تال تي بڪواس ٻول بہ برداشت ٿي ويندا.

موسيقيءَ جي حوالي سان اياز کي خورشيد بانو، ريشما ۽ رفيع کان علاوه امريڪن نيگرو ڳائڻو مائيڪل جيڪسن بيحد پسند آهي. پٺاڻي خان جو ڳايل، غلام فريد جو ڪلام "ميڏا عشق وِي تون" هڪ اهڙو گيت آهي، جنهن جي شروعات ۾ چڻ ساز روئندا هجن.... ان بعد گيت جو هر لفظ روح ۾ ايئن لهندي محسوس ٿيندو، جيئن لوٽ زمين جي ڇاتيءَ جي ذري ذري ۾ هوريان هوريان پاڻي جذب ٿيندو هجي. تنهن ڏينهن شاعريءَ سان گڏ، موسيقيءَ تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندي، قضا سان اِن ڪافيءَ جو اچي ذڪر نڪتو. جنهن کي ساراهيندي اياز چيو تہ اها کيس بہ ڏاڍي وڻندي آهي، جيڪا اڪثر سندس لاشعور ۾ گونجندي رهي ٿي.

هن نهايت شوق مان اهو ڪيسٽ ٻڌڻ جي مرضي ڏيکاري، ويهہ منٽ طويل ترين ڪافي اڪيون ٻوٽي لاڳيتو ٽي چار ڀيرا ڌيان سان ٻڌي، اياز تہ ان مان چڱو فيض حاصل ڪيو پر مونکي ان ڪانپوءِ وري ٻڌڻ جي همت ئي نہ ٿي سگهي! ويتر جو ٿي ويءَ تان پٺاڻي خان کي اَچا ڀرون چاڙهي، رڳو سيني ۽ ڀواٽتي نموني وات ڦاڙي ڳائيندي ڏٺم تہ يا عمر لاءِ ان ڪافيءَ تان ارواح ئي ڪڇي ويو. انهن افعالن سوران مهدي حسن بہ ڏني ڪونہ وٺي، جو ٻُچڙا مهاندا ٺاهي ٺاهي گيت جهڙي لطيف ۽ نفيس شيءِ جي ٻيڙي ٻوڙيو رکي. اِها ٻي ڳالهہ آهي تہ هاڻ ڦڪائي وندرائڻ وارا بيان ڏيندو ٿو وتي تہ " ڪوبہ گيت يا راڳ ڳائڻ مهل "جبڙي" کان وٺي ڇهري جي هر عضوي جي مشق ڪرڻي ٿي پئي." هاڻ ماڻهو وڃي تہ ڪيڏانهن وڃي! ايڪسرسائيز ڏسي يا ڳائڻ ٻڌي.

اياز پنهنجي زندگيءَ کان سدائين مطمئن رهيو آهي ۽ گڏ ان ڌرتيءَ جو

احسانمند به جنهن هن کي جنم ڏيئي، سندس من کي پنهنجي سموري مهڪ ۽ ساپيا سان جرڪايو آهي. قدرت ڪيس اهڙي ذات سان نوازيو آهي، جيڪا جڳن جي تلاش ۽ جستجو ڪانپوءِ ڪنهن خوشنصيب جي حصي ۾ ايندي آهي. گهڻو اڳ هن زندگيءَ کي چيو هو.“ تو مونکي اهي گيت ڏنا آهن، جي ڏاڍي ڪان ڏاڍو به مون کان کسي نٿو سگهي. جي هي نادان مونکان ڪاغذ ۽ قلم کسي به وٺن ها، تڏهن به منهنجو من ساڳيا گيت ڳائي ها. اِهي ايندڙ پيڙهيءَ تائين ته نه پهچن ها، پر هن بي انت سنسار ۾ اڪڻ ستارن جي جهرمر ۾ ڪٿي نه ڪٿي موجود هجن ها. هن سنسار ۾ سڀ ڪجهه ابناسي آهي. گيت موت کان ڏاڍو آهي. ان کي ڪوبه مٽائي نٿو سگهي.“

اياز جي اها پيشنگوئي اڄ به صحيح آهي ته ڪوئي ڪائنس قلم کسي نه سگهيو آهي. هن جا گيت نه رڳو ايندڙ پيڙهين تائين پهچي رهيا آهن پر آڪاش جي بي انت ستارن جي جهرمٽ ۾ چنڊ جي چانڊاڻ سان چمڪندي نظر اچي رهيا آهن. جنهن مان ثابت ٿيو ته اياز جهڙي شاعرن جي سانجهي ڪڏهن به نه ايندي آهي انهن جي من جي گونج، سنڌوءَ جي هر آيرندڙ ۽ لهندڙ وير ۾ ساهه جيان روان دوان رهندي اچي.

شاعر اڪثر پاڻ کي ”گهورن جو گهائل“ ڪوٺائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن، جڏهن ته اياز واحد شاعر آهي جيڪو پنهنجي گهورن سان پاڻ لاءِ مشڪوڪ حالتون پيدا ڪري وجهندو آهي. ان ڏس ۾ هن ڪيئي دلچسپ واقعا ٻڌايا. هڪ پيري ڪنهن تحريڪي گڏجاڻيءَ جي سلسلي ۾ فنڪاره کي ڳائيندو ڏسي وڃائجي ويو ۽ ان مان اک ئي نه ڪڍي، فنڪاره جي جوشيلي مڙس کان برداشت نه ٿي سگهيو ۽ غيرت مان اڳتي ايندي چيائينس، ”يار اِها ڪٿان جي شرافت آهي؟“ تڏهن اياز ڇڻ ننڊ مان ڇرڪ ڀري جاڳيو. ٻي پيري هڪ دعوت ۾ ساڳي نموني ڪرنل جي زال کي گهوريندو رهيو... ايستائين جو سندس هٿن ۾ جهليل جام به خالي ٿي پيو ته ڪرنل اڳتي وڌي طنز مان چيس، ”اچي هي ٻيو جام پي گلاس خالي ٿي ويو اٿئي شايد وڌيڪ غور سان ڏسي سگهين!“ اهڙي ريت هڪ پيري بنگال ۾ اِستيمر ذريعي سندر بن ڏانهن ويندي ڪنهن عورت کي گهوريندو رهيو. ڪافي دير گذري وئي ته انجو مڙس، زال ڏي اچي چوڻ لڳو، ”مان پانيان ٿو هاڻ توکي نديءَ ۾ جمپ ڏيڻ کانسواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ناهي.“

اياز مڙني ڳالهين جي ترديد ڪندي چيو، ”ڪا حسين صورت سامهون هجي ته نظر برابر ان ۾ هوندي، پر مان پنهنجي دنيا ۾ خيالن ۾ وڃايل هوندو آهيان. اوسي پاسي ڇا ٿو وهي واپري، تنهن جي ڪا خبر ئي نه هوندي اٿم.“ اياز، آڻ دڪيل سگريٽ هٿ ۾ جهلي ڪا ڳالهه ڪندو يا ڪنهنجي ٻڌندو، ته ٻئي کي ايئن پيو لڳندو ڄڻ ڳالهه پوري ٿيڻ جي انتظار ۾ سيڙيو ويٺو آهي، يا پنهنجي خيالن ۾

ڪم ٿي اها دڪائڻ ئي وسري وئي اٿس جو خالي ڪَش پيو هڻي. پهريون پيرو ڪيس ان انداز ۾ ڏسي محبوب کي چيم، "اياز صاحب کي لائيٽر ڏيو ته سگريٽ دڪائي وٺي." جيسين محبوب ڪيس لائٽر ڏي ئي ڏي، هو مشڪي چوڻ لڳو. "مان سگريٽ ڪونه پيئان بس رکو ٻاڙ، وڃائڻ لاءِ هٿ ۾ جهلي ويهندو آهيان."

جڏهن ڪان ڊاڪٽر ڪيس شراب ۽ سگريٽ پيئڻ جي منع ڪئي آهي، هو پنهنجي اطميناڻ لاءِ خالي ڪش پريندو رهي ٿو.....

شراب متعلق هن جو رايو آهي ته جيڪي چون ٿا، شراب غم غلط ڪرڻ لاءِ پيئبو آهي، سي بڪواس ٿا ڪن. جڏهن ته هو خوشيءَ وقائڻ ۽ دوستن سان ڪچهرين ۾ وڌيڪ لطف ماڻڻ لاءِ پيئندو آهي. پر هاڻ ته هن اهو بلڪل ڇڏي ڏنو آهي.

اياز درگزر ڪندڙ انسان آهي. جتي ناانصافيون، حق تلفيون ۽ زيادتيون ڏسندو اتي حق جي ڳالهه ضرور ڪندو. سندس اِها خوبي وڏي اديب هئڻ جو پهريون دليل آهي. هن جو خيال آهي ته جيڪو ماڻهو چڱو ڪم ڪري تنهن کي لاشڪ ته جس ملڻ گهرجي. ڪيس، هري موٽوانيءَ جو نياپو ڏنم ته لکي ٿو." اوهانجي چوڻ تي اُتم جي خلاف لکڻ ڇڏي ڏنو اٿم. پوءِ به هو مون لاءِ بَدِ شَدِ ڳالهائيندو رهي ٿو... هاڻ ٻڌايو ڇا ڪريان؟" اياز ڪلندي وراڻيو ته چئيس، "اُتم ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي، پر شڪر جو مريض آهي. اُن کي ڪاوڙ ايندي هوندي، بهرحال تون هن کي ڪجهه به نه چئو!."

حالتن ۽ مسئلن کي منجهائي پيچيده ڪرڻ بدران، اياز سدائين سلجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ٻن ويجهن ڏرين ۾ ذاتي رنجش سببان ڪا دوري، ناراضگي يا ويڇا پيدا ٿي پوندا، ته هو ٻنا غرض جي ڪنهن خير خواه جيان ڪين ويجهو آڻڻ لاءِ وسان ڪين گهٽائيندو ۽ دلين ۾ ڪجهه اهڙو تاثر ويهاريندو، جو رَنُل ڌريون هڪ ٻئي لاءِ نرم گوشو Soft corner محسوس ڪرڻ لڳنديون. ان حوالي سان ڪيس اَمن جو پيامبر ڪوٺجي ته غلط نه ٿيندو.

هونءَ ته زندگي جي پڄاڻيءَ جي ڪا حد مقرر ٿيل ناهي پوءِ به پنجاهه پنجونجاهه تائين ماڻهو ٻي اونو ٿيو ويٺو هوندو، پر "سٺ ڪنيائين لٺ" کي پهچندو ئي مس ته چڻ "هَن پار" جي حدن جي تعمير تيزيءَ سان شروع ٿي ويندي. ايئن ته آسي ۽ نوي جا ماڻهو به چوڙا چن ۾ ڦرڦوٽ ٻاريو، ڏاڍي لٺ لڳايو ويٺا آهن، پر "خدائي حدود آرڊيننس" جي ڏهڪاءَ جو ڇا ڪجي جنهن ۾ اِهي "حدون" اوراڻگهڻ سان ئي پَل پَل جا پُور شروع ٿيو وڃن ته "چاڻ سڏ ٿيو." مثان وزي ٻي درد زمانو جدا اڪيون وجهي ويهندو ته "اجهي ٿا سجڻ سفر هلن." در اصل اِها ورهين ۽ سالن واري فضول ڳڻپ ئي آهي، جيڪا انسان کي انهن حدن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ گرم Warm ڪندي ٿي رهي. سالن جا چڪر نه هجن ته هوند ڪنهن کي فڪر ئي نه هجي ته ڪڏهن سج اُڀريو، ڪڏهن غروب ٿيو.

اياز جهڙو ڳڀرو نوجوان ماٺ ميٺ ۾ پنجهٺ جو ٿي به ويو! ڪيئن ٿي ويو؟ اسين ته حيران آهيون ئي پر هو خود به ڏاڍو حيران هوندو. شايد ته ڪيس چڙ به ايندي هجي ته ايتري جلدي اهو سڀ ڪيئن ٿيو! ڇو ٿيو........؟ هن جي سدا جوان جذبن، ڀرپور امڪن ۽ ٻرندڙ احساسن کي ڇالاءِ ٿو قدرت طرفان زور زبردستي "جهونائپ" جو "ميڪ اپ" ڪيو وڃي... جڏهن ته پنهنجي فيصلن ۽ سوچن ۾ اٽل ۽ اڏول، زندگيءَ سان ٽمٽار. هن انسان جي فطرت ۾ اڄ به بهار جي موسم جهڙيون خصوصيتون ۽ شگفتگيون شامل آهن. هو پنهنجي من ۽ ذهن جي سموري سچائيءَ سان اڳي کان به اڳرو آهي. پوءِ به الائي ڇو، "ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي،" "اڪن نيرا ڦليا" ۽ "الوداعي گيت" جي ڪيترن ئي شعرن ۽ نظمن ۾ هن زندگيءَ کان مايوسيءَ جو گهرو اظهار ڪيو آهي، جن کي پڙهي، موت جي اٽل ٺر حقيقتن سان سهمت ڪندي به اياز جي حوالي سان اِهي حقيقتون قبول ڪرڻ تي اڃا دل نٿي ٿئي. رهندو هانءُ ڀرجي ايندو جو اسان سنڌي ادب ۾ اهڙا ڪونڌر ۽ پيارا ساٿي وڃايا آهن جو هاڻ وڌيڪ سهڻ جو تصور ئي نٿو ڪري سگهجي... تازو سنڌس هيءُ نظم پڙهيم ته سٽ سٽ جڻ هانءُ تي نيوڙيو.

ڪـڏهـن هـوا دروازو کـولـي
منهنجي گهـر ۾ پيـهـي ايـنـدي
۽ مـونـکي ڪرسيءَ تـي ڳولـي
مـايـوسـيءَ مـان مـوٽـي ويـنـدي
منهنجي ميـز مـٿـان سو ڪاغذ،
پـکـڙيـل هـونـدا، آنءُ نـه هـونـدس!
گـيـت اڌورا، آنءُ نـه هـونـدس!
۽ پـمـو ڇا ڇا، آنءُ نـه هـونـدس!

اها سموري تصوراتي منظر ڪشي حقيقت بڻجي اکين اڳيان ايئن ٿي ڦري جو لڳو ته هوا، مس، ڪاغذ، قلم، ڪرسيون سڀ روئيندا هجن.... اياز بنا اڪيلا ۽ اڻ پورا هجن.... هوا مايوسيءَ مان ورلاپ ڪندي، روئيندي سڏڪندي ڪيڏانهن هلي وئي هجي! ۽ تڏهن ئي منهنجي اکين مان بي اختيار لڙڪ لڙي پيا هئا... ڇا سچ پچ اياز ويندو هليو... ههڙي پياري شخصيت ڇا هميشه لاءِ اسان کان ڏار ٿي ويندي... هن جي بي پناهه ادبي خدمتن جي صلي ۾ چونه ٿا، اسين هن جي دامن ۾ دنيا جهان جون خوشيون ڀري ڇڏيون... هو ايترو حق ته اسان کان لهڻي ئي ٿو.... سچي ڄمار ڏني آهي، هن ادب کي... پوءِ اڄ اسين هن جي ننڍين ننڍين ڳالهين تي ڪنڌ ٻڌي ڇوٿا ڪيس ڏکويون جو هو وڃڻ جون وايون ٿو ڪري... هڪ ملاقات ۾ مون سائنس ان مايوس لکڻيءَ جي شڪايت ڪئي ته مشڪندي وراڻيائين، " آنهن ڏينهن ۾ بيمار هئڻ ڪري اهڙا خيال ايندا هئم، پر هاڻ انهن مان نڪري آيو

آهيان... پوءِ بہ زندگيءَ ۾ اهڙو وقت اچي ٿو جڏهن انساني، ڪيفيتن جو ان ريت اظهار ٿيو وڃي." اياز جي جواب ڪنهن حد تائين مونکي مطمئن ڪيو ۾ جذبات کان هٽي غور ڪجي تہ ان قسم جي شاعريءَ ۾ بہ هو ڏيءَ حوصلي جو پيغام هڪ نئين ۽ منفرد انداز ۾ ڏئي ٿو. جڻ موت ڪا ڳالهہ ئي ناهي. هونءَ ڏسجي تہ ڪڏهن ڪڏهن بيمار ٿي پوڻ ۾، موسمي اثراتن کان وڌيڪ سندس پنهنجو بہ هٿ آهي، جو لاڳيتي انداز ۾ تخليقي جاکوڙ جاري رکڻ سبب، پاڻ کي ٿڪائي اڪثر بيمار ڪيو وجهي.

اياز ۾ مسلسل اڻٿڪ وڌڻ ۽ محنت سان ڪم ڪرڻ جو شديد لاڙو آهي، سندس لکڻ جا طور طريقا بہ نيارا آهن. ڪتاب لکندي لکندي اوچتو ڪو نئون خيال ذهن ۾ اچي ويس تہ اُن سان ڪيس ايڏي دلچسپي پيدا ٿي ويندي جو پهريون ڪم اڌ ۾ ڇڏي، نئين خيال کي پُر جوش نموني عملي صورت ڏيڻ ۾ جنبي ويندو، پر ايئن ڪڏهن بہ نہ ٿيو جو اڳ شروع ڪيل تخليق کي سدا لاءِ اڌ ۾ ئي لٽڪي رکي ڇڏي. دير سوير ئي سهي، ان کي مڪمل ضرورت ڪندو. هن مختلف موڙن تي زندگيءَ جي وهڪري سان روان دوان رهي، زندگيءَ ۽ ان سان واڳيل هر نعمت کي پهريائين ۽ اڻٿڪ وڌي حاصل ڪيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن مونکي ايئن محسوس ٿيندو آهي تہ زندگي اياز ۾ نہ پر اياز خود زندگيءَ ۾ موجود رهي ٿو.

اياز کي ڪراچي شفٽ ٿئي ڪافي ڏينهن گذري ويا آهن. سکر ۾ هوندي رڳو موڪلن ۾ ئي سائنس ملڻ پيو ٿيندو هو. هاڻ هوَ جڏهن بہ حيدرآباد ايندو تہ اسان وٽان پيرو نہ پچندو ۽ اسين جڏهن بہ ڪراچي ويندا آهيون. سائنس ملڻ ضروري Must ٿيو پئي. اهي سندس قرب آهن جو هوٽل ۾ رهندو ڏسي هن ڪيئي پيرا پاڻ وٽ رهڻ جون صلاحون ڪيون آهن. پر هاڻ سمجهي ويو آهي تہ ڪراچيءَ ۾ ماتاٿا ۽ ساهراٿا گهر هوندي بہ مان هوٽل ۾ رهڻ وڌيڪ پسند ڪندي آهيان.

سکر جي پيٽ ۾ اياز جي سِرَ جي سائڻ، ڪراچيءَ ۾ پنهنجي پُٽن، نهن ۽ سندن ٻارن جي ويجهو رهي ڪافي مطمئن ۽ خوش آهي، پر هن جي روح ۾ اڃا بہ ڪي اڪيلايون وسن ٿيون... توڙي جو اياز ڪيس گهڻو گهرندي، سندس پرپور نموني خيال رکيو آهي، پر چور جي ماءُ روئي ڪنڊ ۾ چوائي، اديب جي زال بہ ڪو هرويرو نري ڪونہ ويٺي هوندي. کهڙي زال چاهيندي تہ هن جي سِر جو سائين رات ڏينهن ڪتابن ۾ مُنهن وجهيو پيو هجي! ڪتابن مان ڪنڌ ڪڍندو تہ وري لکڻ کي لڳندو. لکي پڙهي واندو ٿيندو تہ بہ ذهن ۾ هيلتائين پڙهيل الائي ڪهڙا ڪهڙا ٽالسٽاءِ، دوستووسڪي ۽ چيخوف پيا چيخون ڪندس، وري جي ليکڪ اعليٰ پائي جو هوندو پوءِ تہ ماڳهين جڳ ٿي پوندي، ذهن ۾ هزارين لائبريريون ۽ ڪوجنائن جا اڻ ڪٽ ڪاتا ڪُلي پوندس، جن کان هڪ پَل لاءِ بہ هو آجپائي حاصل نہ ڪري سگهندو. آٺڻ ويهڻ، کهمڻ ڦرڻ مطلب تہ هر پڙهيل توڙي ڏٺل واٺل شيءِ

جي پنهنجي نظرين ۽ سوچن مطابق پيو تڪ تور ڪندو. دوستن يارن جي ڪمپنيءَ ۾ به آهي ٿي اڪابرن واريون بقراطي ڳالهيون، دليل ۽ پيشنگويون پيون هلنديون. جڏهن ته زال ويچاريءَ کي ڪُجهه جو اَمَر ئي نه هوندو، مِني به ماٺ ته مَني به ماٺ! اديب مڙس جي لکڻ پڙهڻ ۾ رَخنو پوڻ سوران ڪي ته ويچاريون ايڏو ڪهڪايل هونديون آهن، جو جيڏين سرتين سان به گهٽي گهرائپ رکڻ کان پيون ٿهنديون ته متان آهي مهل ڪَمهَل يارن جو ولر ساڻ ڪري ڪچڪو مچائڻ لاءِ سِر تي نه بيٺيون هجن. جو ته "ويلو نه وقت، ليلان چڙهي تخت" جهان اديب جي لکڻ پڙهڻ جي به ڪا مهل مقرر نه هوندي آهي ته ڪڏهن ٿو "الهام" لهيس. اياز به وڏو شاعر ۽ مچيل دانشور هئڻ ڪري اهڙين عالمائين صفتن کان ڪيئن وانجيل هوندو. هن سموري زندگي ادب کي ڏني آهي ۽ ان لاءِ وقف به ڪيئي آهي. تنهنڪري ٿي اڄ هو هر خاص ۽ عام لاءِ نيشنل پراپرٽيءَ (قومي ملڪيت) جي حيثيت رکي ٿو. جنهن هجي اياز جي وفا شعار ۽ سگهڙ زال کي جيڪا پنهنجي ذاتي پراپرٽي ملڪي سطح تي عوام سان (ونڊي) Share ڪندي، هن سان هر حال ۾ ساٿ نڀائيندي اچي، جنهن جو خود اياز کي به اعتراف آهي.

اياز جون شاعرائيون صفتون سامهون رکندي قدرت کيس مناسب قد ڪاٺ ۽ چڱا موچارا نقش ڏيئي خلقيو آهي. سندس شخصيت ڪوٽ پتلون ۾ نکريو بيهي، پر جي سلوار قميص ته ٺاهوڪي صدري، چوراڻ جهڙو ڪٽو يا ڪشميري پرت واري سفيد شال اوڍيندو ته اهو لباس سوٽ کي به شهه ڏيئي ويندو. هو ڪپڙي لٽي پرزيسينٽ (خوبصورت) ۽ چڱو ذوق رکندڙ آهي.

هڪ وڏي شاعر ۽ سٺي انسان جي ناتي اياز ۾ جيڪي چڱايون آهن، انهن مان جا ڳالهه خاص طور ساراهڻ جوڳي آهي، سا هيءَ ته هن پنهنجي (غريب ٻالا پڻ) Poor child hood جو ذڪر ڪندي، ڪڏهن به ڪو عار محسوس ناهي ڪيو. بلڪه اهڙي ڪا ڳالهه نِڪرندي ته ڏاڍي بي نيازيءَ مان ڪري ويندو. تنهن ڏينهن به ساروڻيون ٻڌائيندي روانيءَ ۾ چئي ويو، "انهن ڏينهن مان ٿرڊ ڪلاس ۾ سفر ڪندو هئس..." نه ته ڪي اهڙا ماڻهو به آهن جن وٽ ورهين پهاڻا سِڪي ٻني گهر ۾ ڪو ڪِلر ۽ چار ڪرسيون اينديون ته پنهنجو ماضي وساري ايئين پيا ڏيک ڏيندا جڻ سائن ڪلهو هئڻ وارو ڪو پيدا ئي ناهي ٿيو! بقول اياز ته: هَن پئسي کي سدائين تِڇ سمجهي، ان کي پائيءَ وانگر وجايو آهي..... اهو به سچ آهي ته هو ان کي تحفظ ڏيڻ جو هڪ اهم وسيلو سمجهي ٿو، پر ان ڏانهن ڪڏهن ڪڏهن سندس محتاط رويو، نڌيڻ جي غير محفوظ ۽ نفسياتي پهلوئن کي به ظاهر ڪري وجهندو آهي.

تازو گوبند پنجابيءَ سان گڏجي سندس فليٽ تي وياسين، جتي اياز، گوبند پنجابيءَ ۽ ڪرشن راهيءَ جي مان ۾ سڄي ساري ٽيبل طرح طرح جي شين سان

پرائي ڇڏي، خوشگوار ڪچهرين دوران، گوبند پنجابيءَ انگور ڦڪيندي چيو، "آزاديءَ کان اڳ جڏهن ڪوئيٽا ۾ هوندا هئاسين تہ اِهي انگور ڇٽين آني سير ملندا هئا..."

اياز، جيڪو ان مهل ڪنهن گهريءَ سوچ ۾ مگن هو، تنهن ڇرڪ ڀري بي ساختگيءَ مان چيو، "ڇٽين آني جا ڪاٽي آهن، هي تہ چاليهن رپئي ڪلو ورتا اٿرا"

"پائي مان تہ ڪوئٽہ واري زماني جو ذڪر ٿو ڪريان..." گوبند مرڪندي ورائيو. ان وقت اسان سڀ مرڪي پياسين تہ اياز بہ ڳالهہ سمجهي ان مرڪ ۾ شامل ٿي پيو.

هند مان جيڪو بہ اديب ايندو تہ اياز ان کي وس آهر ڀرپور سک ۽ مان ڏيندو، پوءِ اهو هري موٽواڻي هجي يا گوبند پنجابي، ڪرشن کتواڻي هجي يا گوبند مالهي، هر ڪنهن لاءِ ونس ساڳي سک ۽ ساڳيو پيار آهي. چاليهن سالن کان مٿي عرصو ٿي ويو آهي پر هن اڃا تائين پنهنجو پاڻ کي انهن پراڻن ساٿين کان الڳ ناهي سمجهيو... ڇاڪاڻ تہ هو سندس سپني جو اٽوٽ حصو آهن. سپنو، جيڪو هَن جواڻي تہ اڄ نہ سهي ضرور ساڀيا ٿيندو. هو لنڊ توڙي جاڳ ۾ جڻ ان سپني جو راهي رهندو اچي.... اهو پنڌ نيٺ بہ انهيءَ منزل تي ڪندو، جنهن جي آجهل ڇڪ سندس پيرن کي ساهي پٽڻ لاءِ وقت ئي نٿي ڏي. اياز کي ان ڳالهہ ۾ ويساهہ آهي تہ سندس شاعريءَ جي پيغام جو ڀرپور ساٿ ڏيندي، پيار ۽ محبت جو ڏؤر ضرور ايندو ۽ اسانجا ماڻهو نيٺ سک جو ساهہ کڻندا. کيس هر وقت پنهنجي سپني جي منزل ويجهو اچڻ جي پڪ ٿيندي پئي وڃي. هن کي ان ڳالهہ ۾ پختو يقين آهي تہ جيستائين ساهہ آهي تيستائين ويساهہ آهي، ۽ ويساهہ ڪڏهن نہ وڃڻ گهرجي، جو انڪانسواءِ ساهہ کي ڪا معنيٰ ئي ناهي. شايد تہ انڪري ئي هن پنهنجي قلم ۽ گفتار ذريعي سدائين اهو يقين ڏياريو آهي تہ تاريخ ۾ سچ جي جيت آوس ٿئي ٿي پوءِ چاهي ڪيتري بہ دير پئجي وڃي، پر سچ ۽ پيار امر رهي ٿو ۽ فتح نيٺ بہ انسانيت جي ٿيڻي آهي.

ڪراچيءَ ۾ هوندي،اڪثر اياز کي ساڻ ڪري سمنڊ ڪناري ايندا آهيون، ان مهل اياز بہ مونکي سمنڊ جو ئي ٻيو روپ نظر ايندو آهي.... جنهن ۾ اونهاين جي اعتبار کان ڪو فرق نہ هوندي بہ، هڪ وڏو فرق اهو محسوس ڪندي آهيان تہ سمنڊ جي گهرائيءَ ۾ ڪم ٿي پنهنجو وجود وڃائي ويهبو آهي، پر اياز جي شاعريءَ جي اونهاين ۾ لهي ائين پيو لڳندو، ڄڻ سمورو سمنڊ اندر ۾ سمائجي ويو هجي....

سمنڊ ڪناري هن جي چهري مان سرشاريءَ جي عجيب ڪيفيت پئي ظاهر ٿيندي آهي، ڪيترين ئي آڻ ڪٽ يادون هن جي من مان ڇولين جي ڇوهہ جيان اڇلون ڏيئي پائمرادو پيون اڀرنديون، جيڪي ماحول تي ڪجهہ ان ريت ڇانئجي

ويندڙيون آهن جو سڀ ڪجهه اکين اڳيان ايئن پيو ڦرندو، ڄڻ اهو وقت موٽي آيو هجي.... هر واقعو بيان ڪندي سندس چهري تي اهڙا ئي رنگ ٿي اڀريا، جن گذريل وقت جي هر پل جي ترجماني ٿي ڪئي.

سمنڊ ڪناري بيٺل لاتعداد سائيڪلن کي ڏسي هن جي چهري تي ڪنهن شرير ٻار جهڙي شوخي پکڙجي وئي... مرڪندي چوڻ لڳو، "جن ڏينهن ۾ مان ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هئس، تن ڏينهن به ساڳيءَ طرح سائيڪلون بيهنديون هيون، تڏهن مان هر روز صبح سوير ماستر ڪي جي ذريعي پنهنجي پسند جي ڪا سائيڪل ڪٺي خوب سائيڪلنگ ڪندو هئس ۽ وري واپس به آڻي بيهاريندو هئس."

.... چند ڏي نهار ويندس ته اهڙا نانءُ جيڪي سندس هانءَ ۾ پيا ٻرندا آهن، انهن جا روشن عڪس چهري تي چٽيءَ طور پڌرا ٿي پوندا اٿس... ۽ هو چاهت جي ڀرپور جذبن مان هوريان هوريان پيو اهي ساروڻيون Share (ونڊيندو) ڪندو آهي...

"هوءَ مونکي ايڏو ته ولندي هئي جو هڪ ڀيري هن خاطر مان امتحان ۾ به نه ويٺس."

"چوا"

هن جا امتحان پورا ٿي چڪا هئا ۽ هوءَ ڳوٺ هلي آئي، جڏهن ته منهنجا امتحان اڃا شروع ٿيڻا هئا. جنهن لاءِ مونکي ڪراچي وڃڻو هو... ۽ مان هن کان دوري برداشت نٿي ڪري سگهيس..."

"پوءِ توهان هن کي ڇو ڇڏيو...؟"

"مان نه ڇڏيو... هوءَ پاڻ هلي وئي، ڇو ته انهن ڏينهن ۾ مون وٽ پئسو نه هو، جڏهن ته زندگي گذارڻ لاءِ هوءَ پئسي جي اهميت کان واقف هئي."

"توهان ته اڄ تائين به پنهنجي يادن ۾ هن سان ڏاڍا Sincere (سچا) رهيا آهيو..."

"مان سڀ سان ئي Sincere (سچو) رهيو آهيان..." تڏهن مان سوچڻ لڳس ته محبتن جي امرتا کي اياز ڪان وڌيڪ شايد ئي ڪو سمجهندو ۽ ڄاڻندو هجي، تڏهن ته اهي وقت جي واريءَ ۾ لتجي، دٻجي وري وري اڀري ٿيون اچن، هن جي من ۾ واسو ڪرڻ لاءِ... هن جي گيتن تي سر مٺي گهنائن جيان ڇانئجي وڃڻ لاءِ... ڪيس پنهنجو پاڻ ۾ سمائڻ لاءِ.

لنڊن مان موٽڻ تي ڪيس سرهو، صحت مند ۽ هيڪاندي خوشگوار موڊ ۾ ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي، سوچيم، ماحول جي تبديلي، چڱي سار سنڀال جي آڌار تي صحت جي ضمانت، انسان کي ڄڻ نئون جنم ڏيو ڇڏي، نه ته اياز توڙي جو علاج خاطر ٻاهر وڃڻ لاءِ وڏا وس ٿي ڪيا، پر جنهن ڳالهه ڪيس تهائين ڀستو، حال کان بي حال، بيمار ۽ ڪٿين ۾ ٿي ڳاريو سو هيو "دل جو آپريشن" يا "باءِ پاس" جو ڌڪاءُ! هن جا سمورا ڏينهن "وڃان نه وڃان" جي سرتال ۾دل من هٺندي گذرڻ

لڳا. ولايت اسرڻ جي تاريخ ويجهو ڏسي لڳندو ته ان کي پنتي ڪرائڻ جو الڪو هوندس، پر جي پاڻ ئي ڪا دير پئجي وئي ته پائيندو، اهو معاملو جلدي اڪلجي ته چڱو. ان باري ۾ هو چوندو ڪٿي نه هو پر هنجي ڳالهين مان ازخود اهڙو اندازو لڳائڻ ڪا مشڪل ڳالهه نه هئي.

اياز جي اِن لاشعوري، "ڪهڪاءُ" هن جي بي همتيءَ کي نٿي ظاهر ڪيو. پر جيتري قدر مان سمجهان ٿي ته ڪيس زندگيءَ سان بي حد پيار آهي. هن پرپور زندگي گذاري آهي ۽ اڃا به هن ۾ اهڙي زندگي گهارڻ جون امنگون بلڪه صلاحيتون آهن! پوءِ نيٺ "الوداعي گيت"، "جهڙ نيشان نه لهي،" ۽ اهڙا ٻيا موتناڪ آلاپ هن ڇو ٿي آلاپيا... ڇو ايڏي مايوسي طاري ٿي وئي هئي هن تي؟ مان سمجهان ٿي ان ۾ سڌي يا اڻ سڌي ريت اسان ليکڪ لڏي جو به ڪجهه نه ڪجهه هٿ ضرور هو.

ان ڪان اڳ جو هو "الوداعي گيت" لکي ئي لکي، تيسين اسان هن تي اهڙا درديلا ۽ ماتمي مضمون لکڻ شروع ڪري ڏنا ڄڻ اياز، اياز نه پرڪو پُر اسرار روح يا ڀاڇو هجي! جيڪو پَرَ ڪيو اصل هٿن مان ٿي ويو... بهرحال ان ۾ ڪنهنجي نيت تي شڪ ڪرڻ نٿو جڳائي، اِها ته اسانجي محبت آهي... ٻاجهاري ۽ نرم دل آهي جو اسان اهڙو ڪجهه سوچڻ تي مجبور ٿيو وڃون.... ان مهل اسان ڪان وسريو وڃي ته جيڪا ڳالهه اسين سچٽائي ۽ سِڪ ۾ ڪريون ٿا. سان اسان جهڙي ئي ڪنهن حساس اِنسان جو هانءُ به ڦاڙي سگهي ٿي... ياد ٿو پئيم اڄ ڪان اٽڪل ڏهه ٻارنهن سال اڳ وارو هڪ ننڍڙو واقعو...

نيشنل سينٽر ۾ مانواري صحافي ۽ ليکڪ گرداس واڌواڻيءَ جي پهرئين ڪتاب جو مهورت هجي، هو مهمان خاص پير حسام الدين راشدي صاحب سان گڏ، ڪرسيءَ تي ڪڙو ٿيو ويٺو هو. ان موقعي تي هر دلعزيز شاعر نصير مرزا، هَن جي عمر اڏو رڪندي هڪ هانءُ ڏاريندڙ مقالو پڙهيو. مونکي اهو حرف به حرف ته ياد ناهي، پر پڇاڙيءَ وارين اداس سِٽن جو تت ڪجهه هن ريت هو ته، "اهو ڏينهن پري ناهي جنهن ۾ اسانجو هي مانوارو ليکڪ پريس ڪلب جي اونداهي ڪوٺيءَ ۾، ڪنڌ لاڙي، سوڙ پائي سُتو پيو هوندو، اسانکي خبر ئي نه پوندي ۽ ڏيو اجهامي ويندو!"

مون ڏٺو ته گرداس، جيڪو اڳ ۾ ڪڙو تڙو ٿيو ويٺو هو، سو هوريان هوريان ڪرسيءَ ۾ ڳهر ڪندو پئي ويو، ايئن ٿي لڳو ڄڻ اِجهو ٿو "مَڪ مَڪالو" ٿئيس، پر آفرين بلڪه صد آفرين هجيس جو هو اِها سڙهه جي سَٽ جهلي ويو، ڪو ڪمزور دل هجي ها ته اهو مقالو ٻڌڻ ڪانپوءِ ٻارنهن سال ته پري، ٻارنهن ڏينهن به بس ڪيو ها.

مَها ڪوي، نارائڻ شيام جي سرڳواسي ٿيڻ ڪانپوءِ ذري گهٽ ساڳي

صورتحال اياز سان بہ پيدا ٿيڻ ٿيڻ واري هئي، جو هن بروقت پنهنجو بَچاءُ ڪري ورتو. ان ڏک ڏاڍڪ سانحي تہ هوندءُ ئي ڪيس حال ڪان بي حال ڪري ڇڏيو. مثال وري هر عمر، هر پلئہ شاعر واري حيثيت ۽ هر ڳالهہ ۾ هڪ جهڙائيءُ واري پيٽ، ڪيس ڪي قدر مايوس ۽ ملول بہ ڪري ڇڏيو. انڊيا جي ٽي. ويءَ تان تعذيتي پروگرام هلندو تہ ان ۾ پنهي جون گڏوگڏ تصويرون ڏيکاريندا. رسالن جي سرورق تي بہ پنهيءُ جون تصويرون ڇپ، تعذيتي گڏجاڻيون ٿيڻ ۽ مضمونن ۾ بہ پنهيءُ جو ذڪر گڏ.... ايتري قدر جو سرگواسي ٿيڻ کان اڳ واري ڪيفيت جي اظهار ۾ بہ ساڳي هڪجهڙائي! شيام کي گذرڻ کان پهرين دردناڪ بانسريون ٻڌڻ جي شديد طلب محسوس ٿي، هيڏانهن اياز کي وري بيماريءُ دوران سائين مرنا واريون وچوڙي جون دردناڪ ڌنون ٻڌڻ جي حسرت جاڳي..... شيام هليو ويو تہ هاڻ لازمي ڪيس بہ سندس راهہ وٺڻي پوندي.... اِنهن هڪ جهڙائي وارين ڳالهين ڪري، ماڻهن ۾ ڪيڻي غير متوقعآنومان ڪڍيا پي ويا. شڪر جو اياز اهڙين ڳالهين تي بروقت احتجاج ڪندي، مذاحمت ڪئي ۽ چڻ دانهن ڏيندي چيائين، "هي وري ڇا ٿا لکن پيا. مونکي اهو پسند ناهي." "توهان اهڙين ڳالهين تي ڌيان ئي نہ ڏيندا ڪيو." مون دلجاءِ ڏيڻ واري نوع ۾ ورائيو. پر تڏهن بلاشڪ تہ اياز تي اِنهن ڳالهين جو دل تي گِهرو اثر وڌو هو. آخر ڪيڻن نہ وٺي ها، نيٺ بہ تہ هو انسان آهي.

هري موٽوانيءَ جي حيدراباد اچڻ تي اياز جي ان احتجاج جو ذڪر ڪير تہ هن ڪلندي ٻڌايو تہ: "اياز ان قسم جا "پيانڪ" ايڊيٽوريل لکڻ تي اڳ ئي ڪيس هلڪي چَند ڪڍي چڪو آهي." جنهن جو "پراشچت" ڪندي هن ڪيس ساندهہ بہ ڪلاڪ پٺن ۽ چنگهن تي زور ڏيڻي سندس ڪاوڙ کي ٺڌو ڪري ڇڏيو."

بهرحال، جيڪو نفسياتي اثر اياز تي پوڻو هو سو تہ پئجي ويو، جو خوش پوش اياز، پنهنجا ويس وڳا ترڪ ڪري هڪ ئي وڳي ۾ ڪٽي سنياس ورتو، اهڙو اظهار موڏانهن اماڻيل هڪ خط ۾ ڪندي لکيائين،

"مون کي ڪيڙي لٽي، ڪاڏي پيتي ۽ آس پاس جو ڪوئي احساس نہ رهيو آهي... الائي مونکي ڇا ٿي ويو آهي. مونکي ڪافي سوٽ آهن، جن مان ڪجهہ تہ نوان رکيا آهن، پر پوءِ بہ مان ساڳي سوٽ ۾ مهينن جا مهينا هاءِ ڪورٽ ۾ ويندو رهيو آهيان... ڪيترين ئي نيڪ ٽاين هوندي، ساڳي، ڪاري ٽاءِ پائي ويندو آهيان..."

انهن مڙني ڳالهين جو نتيجو اهو نڪتو تہ هو هر وقت پنهنجي شاعريءُ وسيلي "موتيالاجيءُ" جا راڳ آلاپڻ لڳو، جن سندس پرستارن ۾ هيڪاندي هاءِ گهوڙا مچائي ڏني تہ "گهوڙا ڙي اياز ويو ڪي ويو..." پر اِنهن سمورن نياڳ ۽ ڪروڌ تي مشتمل انديشن ۽ وسوسن کي ان مهل، بريڪ لڳي وِيو جڏهن اياز نيون امنگون ۽ ترنگون ساڻ ڪٽي لنڊن مان تازو توانو ٿي موٽيو.

ٽيمس نديءَ وٽ ٽهلندي Own Risk (جوکم) تي وڏي دلبريءَ مان بير شينهن ۽ چيتن جي وچ، ڪار ۾ ڦرڻ واريون اياز جون لاتعداد تصويرون ڏسي اندازو ٿيو ته هن جي دل اڃا ڪافي مضبوط آهي. منجهس ڪيئي ڪتاب لکڻ جي اڃا گهڻي سگهه آهي... ڏکن ۽ سکن جا بي شمار گيت الاپڻ جو منجهس اڻٿڪ جذبو آهي.... پنهنجي ڌرتيءَ جي بي گناهه معصوم ڪولڏرن کي، نيٽ ٻچڙن هٿان تارچرسيل ۾ بند ڪري اذيتون ڏيڻ ۽ چونڊي چونڊي قتل ڪرڻ وارن ظالمن کي لفظن جي ڏنگن سان تڙپائي تڙپائي مارڻ جيتري طاقت آهي... هن کي اڃا زنده رهڻو آهي، سنڌ لاءِ .... سنڌ واسين لاءِ....

لنڊن ۾ نڪتل، لياز جي لاتعداد تصويرن مان، هرڻين جي گهيري ۾ گهريل هڪ تصوير مونکي ايڏي ته وڻي جنهن جي ڪا انتها ناهي، پنج ڇهه نمائيون هرڻيون، معصوم ۽ ساده مزاج نينگرين جيان،¹ پنهنجا نفيس ڳاٽ کڻي، اياز کي ايئن گهيري ويون ڄڻ سندس وڏيون پرستار هجن. جيڪي شاعر جي عظمت ۽ لافاني حيثيت کي سڃاڻي، آٽو گراف وٺڻ لاءِ بي اختيار ڏانهنس ڇڪجي آيون هجن.

اياز جنهن مسرت پرئي جذبي مان پنهنجي دبئي ٽوڙي لنڊن وارن دوستن ۽ عقيدتمندن جا احوال ٿي ٻڌايا، ان مان لڳو پي ته کيس اُتي بيحد مانَ ۽ پيار مليو آهي. فنڪار جي ڪل ڪائنات اهو پيار ئي ته آهي، جيڪو هو پنهنجي قلم ۽ فن ذريعي عوام سان وندي، انهن جي جيءَ ۾ جايون ٺو جوڙي، پر پوءِ به ڳالهه مان ڳالهوڙو پيدا ڪرڻ واري "تفريح" تي يقين رکندڙ ڪي ادبي لابيون قلم ڪار کي بي سورو ويهڻ نه ڏينديون. اهو ته اديب جي سهپ ۽ مزاج تي مدار ٿو رکي ته هو "کهتڙي" ۾ بيهاري، پيا ڳاٽا ڪرڻ جهڙي ڳالهين کان ڊسٽرب (مشتعل) ٿئي ٿو يا نه. اياز جي شاهه عنايت واري بيان بابت اڃڪلهه جيڪو بحث پيو هلي، ان جي پيش نظر پيو ڪو هجي ها ته هٿ ٻڌي پنهنجي جند اِن "هڇائي ۽ ڄڄائي" نموني وارن بحثن مان ڪڍهوڪي آجي ڪرائي وجهي ها، پر اياز اهڙن بحثن تي "لِکَ جنين جا لوهه" وارو ڪردار نڀائيندي ايڏو ته هِري ويو آهي، جو سندس صحت تي ڪو اثر ئي نٿو ٿئي، هو پنهنجي بيان تي اڄ به ساڳيءَ ريت قائم آهي. اِن "ممٿناڪ" بحث ۾ ڪِهلڻ لاءِ جڏهن مونکان به رايو ورتو ويو، ته مان بجاءِ الجي جو ٻين وانگر ويهي سندس بيان تي عقل جون ڊوڙون ڊوڙايان، ڊائريڪٽ (سڌو) اياز سان رابطو قائم ڪرڻ وڌيڪ بهتر سمجهو. هُن ڏاڍي ڌيرج ۽ اطمينان مان ورائيو،

"اِن ڳالهه مان منهنجي مراد ڪنهن کي ڪنهن تي ترجيح ڏيڻ هر گز ناهي. جن بزرگن همہ اوست ۾ يقين رکندي صوفي ازم† جي ڳالهه ٿي ڪئي، انهن لاءِ مونکي وڏي عزت آهي. مون ڪنڌ نه جهڪائڻ ۽ وڌيڪ پوکڻ جي حوالي سان ڳالهه ڪئي آهي. پٽي صاحب لڳاتار ٻه سال اذيتون سَهي قيد پورڪيو، پر پنهنجي قول

تي اٽل رهندي ڪڏهن بہ آمر اڳيان پيش نہ پيو. انهن ٻن سالن ۾ هو چاهي ها تہ پنهنجو اصول بدلائي، جان بچائي ٿي سگهيو. سندس مقصد پڻ اجتماعي هو. جڏهن تہ ايترو ڊگهو عرصو ٻين لاءِ برداشت ڪرڻ ممڪن هجي ها يا نہ.... ۽ انهن جو ڪاز (ڪم) فقط هڪ روحاني ازم سان وابستگيءَ تحت هو." اما اياز جي پنهنجي ذاتي راءِ آهي ۽ منهنجي خيال ۾ تہ راءِ کي ظاهر ڪرڻ جو حق، سواءِ آمر جي ٻيو ڪير بہ کنهن کان نٽو کسي سگهي.

لنڊن مان موٽڻ بعد جڏهن اياز، جويو صاحب سان گڏجي اسان ڏي آيو تہ مختلف ڪتابن جي باري ۾ ڳالهائيندي اوچتو سندس چهري تي شوخ مُرڪ پکڙجي وئي. هن هندستان جي انقلابي مفڪر هرديال جي بايوگرافي تي تبصرو ڪندي شرارت سان جوئي صاحب ڏانهن ڏنو ۽ ٽهڪ ڏيئي چيو. "مون هر ديال جي آخري دؤر جا ڪجهہ خيال جوئي صاحب کي ٻڌايا، جي هن کي ڏاڍا وڻيا ها." اِهو ٻڌي جويو صاحب ڪِلِڪ ويڙهجي ويو ۽ چيائين "وس پڇي تہ ڪجي بہ ايئن!" بهرحال، هرديال جي بايوگرافي بابت سموري تفصيلي گفتگو نهايت دلچسپ رهي، پر مان ان جي تفصيل ۾ وڃڻ کان ان ڪري ٿي ڇرڪان تہ ڪٿي وري نہ ڪو خُلر پري، ۽ لِبير نچير جا اڻ کٽ سلسلا شروع ٿي پون.

ساڳي ويهڪ ۾ قدرت ۽ آخرت جي بحث دوران جويو صاحب پنهنجو خيال ظاهر ڪندي چيو تہ: انسان مرڻ کانپوءِ اتي ئي ختم ٿيو وڃي، جڏهن تہ اياز جي راءِ موجب مرڻ کانپوءِ روح Survive (زندهہ) ڪندو ٿو رهي. ڪيس ان ڳالهہ جو بہ اٽل يقين آهي تہ ڌرتي، جيڪا سڄي ڪائنات ۽ انجي وسعتن ۾ محض هڪ ٽِڪي برابر آهي، تنهن تي ٿيندڙ لکين معصوم ٻارن جا موت يا بيگناهن جا قتلام، ڪڏهن نہ ڪڏهن نيٺ Reconcile (ٻيهر گڏبا) ٿيندا. شال سندس اِهوويساهہ سچ ثابت ٿئي. بلڪل ايئن، جيئن گهڻو وقت اڳي اياز "پؤنر پري آڪاس" ۾ لکيو هو.

ڪتين جا سوين قافلا رهگزر ۾

سفر ۾

سوين ڪائناتون

نہ آغاز جن جو نہ انجام جن جو....

١٩٦٢ع ۾ جڏهن اياز جون اِهي سٽون ڇپيون تڏهن ڪنهن بہ سائنس دان اهڙو ذڪر نہ ڪيو هو. سائنس ۾ اها ڳالهہ پهريون ڀيرو پنج ست سال اڳ جي ڇيل آهي، جنهن موجب فلڪيات جي ماهرن هن ڪائنات ۾ اهڙا Black Holes (اونداها سوراخ) ڏٺا آهن، جن مان روشنيءَ جوگذر نہ ٿو ٿي سگهي. هو ان نتيجي تي پهتا آهن تہ هر بلئڪ هول جي پٺيان، بنا ڪنهن آغاز ۽ انجام جي ڪيتريون ئي ڪائناتون آهن، جي نظر نٿيون اچن، ۽ ايئن ڪائناتن جو اڻکٽ سلسلو آهي.

اياز سائنسدان تہ ناهي، پر وجداني طرح هن کي ان ڳالهہ جو احساس

ڪيتروئي وقت اڳي ٿيو هو. جي اهو حسنِ اتفاق آهي، تہ پوءِ تہ حسنِ اتفاق آهي! جو قدرت ڪيس ڪيڏي نہ دوررس نگاه سان نوازيو آهي. جي اهڙيءَ ريت سندس پيشنگويون سچ ثابت ٿينديون رهيون تہ ان ڳالهہ جو امڪان بہ رد نٿو ڪري سگهجي تہ اڳتي هلي "شاعرِ اعظم" هئڻ سان گڏوگڏ ڪٿي ڪيس "سائين ڪرما والا" جهڙو ئي ڪو معتبر خطاب نہ ملي پئي. تڏهن لاشڪ تہ من جون مرادون مائڻ لاءِ هر ڪنهن جي ونس ڏک پئي پوندي....

ماضيءَ جي يادن کي حال جي اسڪرين تي آڻيندي، اياز اڪثر انهن ڳالهين جو ذڪر ڪندو آهي، جيڪي سندس قدرت جي معجزن ۾ وڏو ويساهہ رکڻ جو دليل آهن. ان ڏس ۾ ڪيس موت سان مقابلي ڪرڻ جهڙا ڪيترائي تجربا بہ ٿيا آهن. اسڪولي زماني ۾ جڏهن شڪارپور کي ٻوڏ جو شديد خطرو ٿي پيو تہ هو پنهنجي ڪجهہ اسڪولي ساٿين کي ساڻ ڪري، سنڌو واهہ تي هٿرادو گهارو هڻي، شهر کي ٻوڏ کان بچائڻ جي ارادي سان ويو. جتي پاڻيءَ جي تيز وهڪري ڪيس ڪِهلي تمام پري وڃي ڇڏيو. جيتوڻيڪ هو پاڻ بہ تارُو هو پر اڳيان وهڪرو بہ ڪو گهٽ نہ هئس. اها تہ سندس خوشقسمتي هئي جو هن جو هٿ، هڪ وڻ جي ٽاريءَ ۾ پئجي ويو ۽ هو ايستائين واهہ تي رهيو جيستائين سندس ساٿي ڪنهن دڪان تان رسي وٺي آيا ۽ اها هن ڏانهن اڇلائي ڪيس ڇڪي ورتائون. اهڙيءَ ريت ٻين ڪيترن ئي قدرتي معجزن ڪڏهن ڪيس ڪاريهر جي ڏنگ کان ٿي بچايو تہ ڪڏهن ريل جي خطرناڪ حادثن ۽ انجيڪشن جي موتماري ايڪشن کان ٿي محفوظ رکيو.

هن ڀيري روهہ رلڻي ڪرفيو سببان، نئين سال کي سيليبريٽ (ملهائڻ) ڪرڻ وارن ٻارن ٻچن جا سمورا پروگرام رلي ويا، ۽ جيسين اسانجو وڏو وزير اچي حسب معمول الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهلڻ وارا، "پاڻيچاري" جا ڪي نصيحت ڀريا نقطا ٻڌائي، حالتن کي "ٺاري" ٿڌو ڪري، تيسين سوچيوسين تہ ڇو نہ ڪراچي وڃي نئين سال جا ڪي رنگ ڏسجن، پر اتي بہ نمائي حڪومت ڪن جي بليڪ ميلنگ ۾ اچي وئي هئي ۽ اُن وڏين هوٽلن ۽ ٻين اهڙين تفريحي جاين تي اڳ ئي پهرا بيهاري ڇڏيا هئا. ١٩٩٠ع جي آجيان ڪرڻ لاءِ، ڪلفٽن جي پوش علائقن ۾ ڪي نئيا نئيا ريسٽورنٽ کليل ڏسي، اياز سميت اسڪپرس 'Skippers' تي آياسين، جتي چڱي رونق متل هئي.

سال اٺانوي جي آخري ڊنر ڪرڻ ڪانپوءِ ٻاهر ايندي، پريان بيٺل هڪ نوجوان جي نظر جيئن ئي اياز تي پئي تہ هو اُمالڪ وڏي اُڪير مان اڳتي وڌي آيو ۽ اکين ۾ لڙڪ ڀري، ڪي قدر نمي اچي هن سان مليو. پنهنجو تعارف ڪرائيندي چيائين، "مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊرائيور آهيان." حال احوال ونڻ ڪانپوءِ هن نهايت عقيدت مان اياز کي چيو، "سائين اوهان وري سنڌ يونيورسٽيءَ جا وائيس چانسلر ڇو نٿا ٿيو... اسين اوهانکي ڏاڍو ساريندا آهيون، اوهانجو پروگرام ٽي-ويءَ تي

ڏسي دل ڏاڍي خوش ٿي." ڪي ڪهڙيون سائنس ڳالهائڻ ڪانپوءِ اياز ڪار ۾ ويهندي ٻڌايو ته ڪيس وائيس چانسلريءَ واري زماني ۾ بيورو ڪريسي نه ايندي هئي، تنهنڪري وڏن عهدن وارا ته هن مان خوش نه هئا. البت هيٺيون ليبر طبقو منجهانس تمام گهڻو مطمئن هو. جنهن جو مشاهدو ان نوجوان جي روپ ۾ مون به پنهنجن اکين سان ماڻيو.

يونين وارا اياز کي شايد ته انڪري به گهرن ٿا جو هو واحد وائيس چانسلر هو جيڪو پاڻ سندن گهرن تي ويو ۽ انهن جا مسئلا ٻڌي حل ڪرايا. ان ڏس ۾ اياز هڪ واقعو ٻڌائيندي چيو ته "مزورن جي يونيفارم لاءِ هر سال هڪ وڏي گرانٽ ملندي هئي پر ان مان ڪين ڪوبه فائدو نٿي مليو. انهن کي سڄي سال ۾ رڳو هڪ سستو ۽ سادو يونيفارم ڏياري جند ڇڏائبي هئي. پوءِ اها وردي ننڍي هجي يا وڏي ان سان انتظاميه ٻڌل نه هوندي هئي، مون انهن کي يونيفارم جي عيوض روڪ پئسا ڏياريا. شايد انڪري ئي اڄ سوڌو سندن دلين ۾ زنده آهيان."

ڪنهن قيمتي پٿر يا هيري جي پاڻ ۽ نه پوڻ جيان، وائيس چانسلري اياز کي گهڻي راس نه آئي پر گهٽ ۾ گهٽ "ساڏن سان سنمڪ ته پنهنجن سان به پورا" جهڙي دوست دشمن جي ڄاڻ ته ڪيس ڏيئي وئي، جيڪي پاڻ ته سرخرو ٿي وڃي چوڏول چڙهيا. پر هن لاءِ ڇڻ ڏکن جو ڏيج ڇڏي ويا.... دوست ته دوست پر اهي ماڻهو به جن وائيس چانسلريءَ جي زماني ۾ هن کان ڪيترائي فائدا ورتا، انهن به ٻين جي ديکا ديکيءَ ۾ ڪانئس اکيون ڦيري ڇڏيون ۽ وڌ کان وڌ سندس مخالفت ۾ ڳالهائڻ پنهنجو اخلاقي فرض سمجهڻ لڳا. هڪ چوندو ته اياز فلاڻي فلاڻي خطا ڪاري ڪئي ته ٻيو "پرمٽرڻي پوڙهي" واري جڳ مشهور قصي جيان بنا سوچ ويچار جي به وکون اڳا به اڳتي وڌي، انجي پُرزور تائيد ڪندو. ڪيس پڻو ٿيندو ته ايئن نه چوڻ سان ڪٿي پٺ تي پيل يا رجعت پسند نه سمجهو وڃي... جڏهن ته اياز سنڌي پنجابي ۽ پناهگيري جو فرق رکڻ بنا، انهن سان وس آهر سدائين چڱو هلڻ جي ڪوشش ڪئي. ممڪن آهي ته اڻ ڄاڻائيءَ ۾ اياز کان به ڪي ڀلون چُڪون ٿي ويون هجن، جو "پاورز" يا اختيارات شئي ئي اهڙي ٿيندي آهي جنهن ۾ توازن رکڻ مشڪل ٿيو پئي. هڪ کي خوش ته ٻئي کي ناخوش ڪرڻ جو ڪو نه ڪو سبب ته نڪري ئي اچي. اهو مسئلو رڳو اياز سان نه پر هر وڏي عهديدار سان اڪثر ان وقت پيش ايندو آهي، جڏهن اهو مسڪين قضا سان ڪنهن وڏي عهدي تي چڙهيو پئي ۽ ماڻهو پنهنجي "مر سهو" روايت نڀائيندي ايستائين نري نه ويهندا جيستائين سندس عهدو يا اقتدار نه کسجي! اياز جيئن ته وڏو شاعر به آهي تنهنڪري شايد ته اهڙن معاملن ۾ وڌيڪ نمايان ٿي لڳو. پر مجموعي طور ڏسجي ته هو پنهنجي هلت چلت ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي هر انداز مان نهايت مهذب ۽ سانيتڪو انسان آهي. "ادبي سانڍن" وارو ڪوبه رنگ هن تي چڙهيل ناهي."

جيتري قدر مون کي خبر آهي تہ علمي ادبي شخصيت هئڻ جي حيثيت ۾ اياز کي تعليم ۽ ان جي معيار وڌائڻ جي سدائين اون رهندي هئي. جيڪر ڪيس اهڙي ذميواري پوريءَ ريت نڀائڻ جو موقعو ڏجي ها تہ اسان وٽ هڪ پيڙهي ٿي سهي، پر اها يقينا چڱي نموني تعليم حاصل ڪري، عملي دنيا ۾ قدم رکي ها ۽ انجو سهرو لاشڪ تہ اياز جي سِر هجي ها. چاڪاڻ جو هن ڪانپوءِ اِها سانگي سنڌ يونيورسٽي جيڪا اڄڪلهہ ملڪي سطح تي بند يونيورسٽيءَ جي نالي سان وڏيڪ سڃاتي وڃي ٿي، تنهن جي بچاءَ ۾ ڪيترائي ڪک چو نہ رکجن، پر حقيقت اِها آهي تہ هو پنهنجو معيار گهٽائي چڪي آهي.

اياز جي ڏينهن ۾ تہ سنڌ يونيورسٽي جڻ اديبن جوگڙهہ بڻجي پئي هئي، جنهن ۾ چڱا ليکڪ ۽ ليکڪائون مختلف عهدن تي نظر اچڻ لڳا. ان ڳالهہ جو اياز کي بہ احساس هو. هڪ ڀيري مشڪندي چيائين، "رڳو تون ئي يونيورسٽي کان ٻاهر آهين. باقي تہ تقريباً سمورو لڏو هت Job (نوڪري) ٿو ڪري."

جواب ۾ مان رڳو مرڪي پئي هئس. البت اهو ضرور سوچيم تہ منهنجي طبيعت ۾ جيڪر ڪو "جاب آلو" رُجحانُ هُجي ها تہ ٻين جيان اياز جي اقتدار مان ضرور فائدو حاصل ڪريان ها. اِها سندس تعليم ڏيارڻ سان دلچسپي هئي جو هن مونکي گهر ۾ وينل ڏسي نہ رڳو ايم- اي ڪرڻ جي آڇ ڪئي پر ايڏي پنڌ تي اچڻ وڃڻ جوبندوبست پڻ ڪري ٿي ڏنو. ان ڳالهہ کي مان پنهنجي قسمت جي تہ نہ، باقي طبيعت جي ڪوتاهي ضرور چوندس جو مونکي ڪورس جي ڪتابن سان ڪڏهن بہ ڪا دلچسپي نہ رهي آهي ۽ ايم -اي†سان تہ جڻ خدا واسطي جو ڪو وير ئي لڳم. بي-اي†کانپوءِ ٻہ سنئون سڌو Ph.D هجيها تہ اها بہ گريجوئيشن جيان ئي پرندي سڙندي ڪري وٺان ها. باقي ايم- اي†ڪرڻ جو تہ منهنجو ڪو ارادو ئي نہ هو. ڪڏهن جي آتم ڪٿا لکڻ جو وجهہ مليو تہ ايم- اي†نہ ڪرڻ جا نرالا سبب ضرور ظاهر ڪندس. بهرحال، يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري يا ايم- اي †جي ڊگري نہ سهي، پر اياز جي مهربانيءَ سان سنڌالاجيءَ ۾ سينڊيڪيٽ جي ميمبر بنجڻ جو مڪي ڏينهن سو شرف ضرور حاصل ٿيو.!

سنڌ جي لازوال عظمتن کي اياز پنهنجي غير فاني تخليقن تجربي، آزمودي، مشاهدي ۽ وسيع مطالعي سان نہ رڳو سدائين اُڪتي وڌڻ جو حوصلو پئي ڏنو آهي، پر ڪيترن ئي ذهنن کي وسعت ۽ عظمت بخشي، انهن ۾ جوش، جذبو ۽ اُمنگ پيدا ڪئي آهي تہ جرئت پريا قدم کڻي پنهنجا حق حاصل ڪرڻ جي سگهہ بہ ڏني آهي. هوسنڌي ادب جي هڪ نرالي ۽ منفرد شخصيت آهي، قدرت ڪيس جنهن لافاني ڏات سان نوازيو آهي، اها هن لاءِ ڪيترن ئي ڏکين مرحلن مان لنگهڻ جو ڪارڻ پئي بڻي آهي پوءِ بہ هو ادب جي راهن ۾ سدائين ثابت قدم رهيو آهي.

شال اياز وڏي ڄمار ماڻي ۽ نت نوان ڪتاب لکي پڌرا ڪندو رهي، پر جڏهن

هو نہ هوندو، مان نہ هوندس، اوهان مان ڪوبہ نہ هوندو... صديون لنگهي ويندیوّن.... تڏهن شاهہ لطيف سان گڏ، سندس شاعري، تاريخ بڻجي ويندي، سنڌين جي سک ۽ پيار جي تاريخ... سندن رنگا رنگ ورثي جي تاريخ، سگهہ ۽ جاکوڙ جي تاريخ... اهڙي تاريخ جيڪا پاڻ دهرائيندي رهي آهي، هڪ پيرو پاڻ کي ٻيهر ورجائي، اياز جي شاعريءَ تي آبد تائين امرتا جي ڇاپ هڻي ڇڏيندي.

پوپٽي - ر - هيراننداڻي

# ڏات - ڏٽي شيخ اياز

پهريون ڀيرو جڏهن شيخ اياز هند ۾ آيو هو ۽ مون انجي واتان سندس شعر ٻڌو، تڏهن مونکي ائين لڳو، ڄڻ والي؍ جي گنگا سندس مک مان نڪري، ڳڙ ڳڙ ڪندي اٿي وَهي هلي آهي.

نما شام جي ويل هئي. منهنجي گهر جي ڪڏ تي ڪبوتر ائين؍ شام جي ڏنڌلي روشني؍ ۾، سٽ ڪن ليڪڪن. شاعرن جي وچ ۾ فرش تي ويهي ڪوي- اياز پنهنجو شعر پڙهي رهيو هو. هڪ شاعر جي عظمت، سنڌي شعر جي قوت ۽ شبدن جي شڪتي، مون ان وقت پهريون ڀيرو ني محسوس ڪئي هئي. اياز جو شعر هو يا لفظن جو سيلاب؟ گيتن جا چشما هئا يا آواز جي ندي؟ سنڌي ٻولي؍ جي سناتن ڪونج هئي يا ڪويتائن جا قالين؟ چئي نہ ٿي سگهان.

ان بعد اياز جو نثر توڙي نظم پڙهيو اٿم. هڪ پڪي پختي شاعر جو نثر بہ اعليٰ نثر نويس کان گهڻو اوچو ٿيندو آهي. ٻولي؍ جا سڀ اندرئي رنگ هو استعمال ڪري سگهندو آهي. زبان جا سڀ سُر ۽ تال کيس معلوم هوندا آهن. اياز جي آتم ڪٿا "جڳ مڙيوئي سپنو" مان بہ چار جملا پڙهي ڏسو؛

"هن کي خاڪي وردي ڪفن کان وڌيڪ ڪنبائيندي آهي. ڌاڙو کهاڻو آهي، جو اُپوئين رت ڦڙي بہ چوسي ٿو وٺي. پوليس ان لاءِ نہ آهي تہ پوري جاچ ڪري ۽ انصاف لاءِ پاڻ پتوڙي. خون ٿيو، ڌاڙو لڳو، رَنَ ٻڪي يا زوري؍ ڪنئي ويئي، ڪنهن جي پونگي؍ کي باهہ ڏني وئي يا مال جي چوري ڪئي وئي، فرياد پوءِ لکي ويندي، پهرين ڌاڻي منشي/ جمعدار/ صوبيدار کي رشوت ڏيڻي پوندي. فريادي توڙي سچو هجي، فريادي؍ کي ڪنڌ ۾ ڪجهہ هجي نہ هجي، ڪهہ ڪلو وڪڻي، پاڙو اوڙو پني

قرض پکو کٿي، کٿان به آڻي، پر ڏئي ضرور. پوءِ پوليس واردات تي ايندي ته ڳوٺ ۾ ناڪوڙو پوندو."

اياز جي "ساهيوال جيل جي ڊائري" ڪتاب مان به سندس اعليٰ نثر جي ڄاڻ پوي ٿي. پر اياز بنيادي طرح شاعر آهي. "ڀؤنر ڀري آڪاس." "ٻَڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي"- "لڙيو سج لڪن ۾"- "ڪلهي پاتر ڪينرو" وغيره شعرن جي ڪتابن ۾ اياز دوها، گيت، وايون، غزل، نظم، بيت ڇپيا آهن.

شروعاتي شاعر، اياز ۾ جذبات جو سيلاب جان تان تِک سان وهي ٿو. هاڻوڪي شاعر- اياز ۾ پڪل ميوي جو ڳپ ۽ رس آهي، جنهن ڪري هو اڳي کان ڳؤرو لڳي ٿو. سندس ڪتاب "ڪلهي پاتر ڪينرو" (١٩٦٣ع) جي هڪ وائي کڻبي ۽ ساڻ سان "لڙيو سج لَڪَن ۾" جي وائي ته ڇتائيءَ سان معلوم ٿيندو ته اڳوڻي ڪتاب ۾ آيل وائي هڪ جذباتي نؤجوان جي رچيل آهي ۽ پوئين ڪتاب ۾ وائي، زمانو ڏٺل هڪ ڪروڙڊ جي رچيل آهي. مثال طور:

رهندي جيون جي جهرڻي ۾، هن جندڙيءَ جي جهانءِ،
آلا مــــان اڏري ويـــنـــد وســـــانءِ.
ڳائي منهنجا گيت پيو، پو مـون کي ياد ڪجانءِ،
الا مــــان اڏري ويـــنـــد وســـــانءِ.

(ڪلهي پاتر ڪينرو)

ســــاريم ســب جمـــار، پــرت ونـدن جا پــار،
ڏنـــي لـــهـــنـــدم ڏکـــــڙا.
اکـڙيـن جُهـڙَ جهـمـي پيـا، آئي مـند ملـهـار،
ڏني لهندم ڏکڙا.

هر هڪ شاعر پنهنجي وقت جو آواز آهي. هنجي شعر ۾ زمان حال جا چتر بلڪل چٽا ٿين ٿا. جنگ جو ذڪر ڪندي اياز چوي ٿو:

برسـيا مٿان بمر- دونهين سان دانهون اٿيون،
ڏاري ويـا ڏيـهـــ کـي - چيـــري ويـا چمر،
آڙي او آدمر، هَيـــا! هـي؟ ڇاتـــو ڪـريــن!

هاڻوڪي زماني ۾ ماڻهن جو وهنوار ڪيئن آهي، آن بابت چوي ٿو:

ڪــنـــهــن تــي ڇاتــو، اي انـــســـان،
تــوکــي ڪَهــنـــدو تـــنـــهـــنجو پـــا؟!

ڪهڙي نه سادي سنڌي ٻوليءَ ۾ تمام سولن لفظن ۾ اج جي ونجوڳ جو چِٽ چٽيل آهي!

هاڻوڪي زماني ۾ سڀ پئسي کي پوڄين ٿا. اَڄ ناڻي واري جي ئي عزت آهي ۽ هنجي پهچ ۽ هلندي آهي. شاعر پئسي کي، ڪلجڳ جو ڪرتار ٿو سڏي ۽ چوي ٿو:

"هر ڪنهن ڪاٿي کي راڻي جو روپ ڏنو ڪلدار!"

شعر جو شعر، چرچي جو چرچو ۽ زماني جي روپ جو چٽ جو چٽ! وهنواري دنيا ۾ اڄ "هن دنيا ۾ ڪيئن نہ پنهنجا، هڪ ٻئي لاءِ پراوا آهن!"

اياز ڪي سنڌين پيار ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ هُنَ سنڌ ۽ سنڌين کي پيار ڪيو آهي. جڏهن عابده پروين دل جي گهري جذبات مان اياز جو گيت ڳائيندي آهي؛ تڏهن سنڌ، سنڌي شاعر اياز ۽ راڳ جي راڻي عابده ٽيئي ملي هڪ ٿي ويندا آهن!

اياز، لطيف ۽ سامي، راجا ڏاهر ۽ هيمُو، سنڌ جي اروڙ ۽ ڪارونجهر مطلب تہ سنڌ جي ذرڙي ۽ سنڌ جي چپي چپي کي پيار ڪيو آهي. هُن لاءِ سنڌ جي ڌرتي پاڪ پوتر ۽ پياري چيز آهي.

تنهنجا پير چُمان، ڌرتي، منهنجي مائڙي!
پاڪر پايان پاومان، ماٿهوءِ ماٿهوءِ سان.

هتجي ڪنهن شعر مان سامي ليڻا پائيندو آهي تہ ڪنهن مان شاهہ لطيف؛

ساڳيو سامي ڪاپڙيو،
جنهن جا گيڙو گيت سئيام.

(ڪلهي پاتر ڪينرو)

سنڌڙي! تنهنجي سينڌ ڏسي،
رات پتائي گهوٽ رَنو.

(ڪلهي پاتر ڪينرو)

جنم جنم جي جيت اياز،
شاهہ، سچل، سامي ڪجهہ نام.

سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت جي هيٺي حالت ڏسي شاعر چوي ٿو؛

وِڏوا جو مزهہ آهہ اَدب،
اجڪلهہ سنڌي ٻوليءَ جو!

سنڌ جي راجا ڏاهر تي فخر ڪندي آکي ٿو؛

راجا ڏاهر
تنهنجون نياڻيون
سَهُيون سياڻيون
ڪنهن هِٺ آنديون
مانديون! بانديون!

اياز شاعر آهي. ڪوبہ شاعر پنهنجي ڌرتي جو دشمن نہ ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ تہ شاعر جذبات وهيشو آهي ۽ جذبات دل جي ڌارا آهي. انسان جو دماغ پل ڪيڏانهن بہ پيو وَهي، پر دل جي جذبات ۾ صداقت ٿئي ٿي. ان ڪري ئي هو چوي ٿو؛

آءُ ڪنياتا آءُ ، ڏي ڪا سَدَ ساٿيهہ جي،
ڪوئي واءُ سواءُ، سانگين جي سرچاوَ جو!

شاعر اُهو انسان آهي، جنهنجو ڪوئي مذهب نہ ٿو ٿئي. اياز چوي ٿو؛ "منهنجو مذهب ماڻهپو." اياز جي ٻولي مذهب جي پابندي ٽوڙي چوي ٿي؛

مـــن راڌا جو روپ نـــہ آهـــي،
تـــون تہ اِهـوئـي آهين شـيــام.
شـو جو سـيس نہ- ٽـهـنـدڙ نـانـگ،
تـو ۾ آيـا ڪـيـئــن ڪـلام.

OOO

دل تـــہ چوي ٿـــي ســــارا ويــچا،
پـــاڪـر پـائـي رک ڪـريـون هـا،
ســـانـگ ســيـاســت جا آهــن جي،
تـن ڪـي ڪـانـا ڪـڪ ڪـريـون هـا.

شاعر فيلسوف ٿئي ٿو. حياتيءَ جي پروليءَ کي سلڻ لاءِ هو گنڀير ٿجي وڃي ٿو. ڪيس اِها چاڻ پٺجي ٿي وڃي تہ سندس اندر ۾ ڪير وينو آهي، جو پيو ٻوليون ٻولي!

تـــون جو مـــون ۾ ويـنـــو ڳائــين،
منـهـنـجي مَک مـــان گـــيـت چوائـين
مـنـهـنـجي پـيـجري ۾پَرَ ســـاهـي،
اُڏري ويـــنـــديــن پــيـجرو ڊاهـــي!

يا

پويان پير ڪري جو آيس، گهمي گهـتيـون ۾ گـُهات،
ڏنـم تـہ لانـديءَ اوٽ ڪـڙو آن، جهـلـي ولـهـيءَ جي وات.

ائين پيو لڳي چڻ، رابندر ناٿ ٽئگور سنڌيءَ ۾ پيو ڪَوِتا چوي! سنڌي صوفيٺوءَ هندي ڇايا واد ٻئي اياز جي شعر ۾ ملي هڪ ٿي ويا آهن.

هڪ سناتني رشي يا هڪ مست صوفي جيئن آکي تيئن ئي اياز چوي ٿو؛

هيءُ دروازو اجا تو لئہ کُليل آهي،
۽ اجا تائين تہ مون کي ننڊ ناهي.
۽ ائين تولئہ اُجايل،
ايترو ترسي سگهان ٿو،
جيترو ڪوئي نہ ترسي...

*(ٻڙ جي ڇانوَ اڪيلي ڪان ڳهاتي)*

ٻر شاعرائيون وصفون ڪنهن ۾ ڪيتريون بہ هُجن، مکيہ ڳالهہ اِهائي آهي تہ ٻهرين هو شاعر هجي. شاعر، جنهن کي ذات مليل هجي. شاعر، جنهن جي جذبات کي نديءَ جهڙو وهڪرو هُجي، نديءَ جهڙي اُچل هجي ۽ جا نديءَ جيئان ئي خود بہ خود ٽپ ڏيندي وهندي هلي! اِها اُچل ڪڏهين پيار جي رنگت ٻسائي ٿي؛

ڪُونج واڳر ٿو ڦِران مان،
ٿي ٻَڌين ڪُرلاءُ منهنجو؟
(ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان ڳهاٽي)
مان ۽ تنهنجي سار
سڳو وڄ سُرندي
وڃي ويروتار.
(ٻڙ جي ڇانو اڳي ڪان ڳهاٽي)
اياز قدرت جي سونهن جو عڪس ڏيکاري يا انساني سونهن جو، يا هو جذبات جو چٽر چٽي، هنجو بيان ۽ ان بيان جو انداز بس مخصوص اياز جو انداز ئي آهي.
رات ملي وينجهر جي ڏيهُ،
جنهنجون اکڙيون هيري-ڪاڻ.
OOO
ڪي ڪي اکيون اوپريون، توڙي چاڻ سڃاڻ،
ڪي ڪي اکيون آرسيون، جن ۾ نينهن نياڻ!
OOO
چاندني راتين ۾ ڪنهن رابيل جي بوٽي جيان جڻ تون هُئينءَ.
يا سڳنڌن ۾ پريل ڪنهن واءُ جي جهوٽي جيان، جڻ تون هُئينءَ.
OOO
پنهنجي پيار جيان،
پوپٽڙو، رت- پنکيو،
تنهنجي سار جيان!
OOO
سنڌ تي لڪري اچين،
ڪاش! تون پنهنجي دران،
ڪاش تون ويجهي هُجين!
OOO
شاعر جي ٻوليءَ ۾ چوان ته آياز جو شعر صاف ڪُوزي ۾ اوتيل مئي آهي. هنجو شعر شفاف جهرڻي جي پاڻيءَ تي پوڪيل آنگور جي رس آهي. اياز جي ڪلپنا چوي ٿي ته ساريءَ ڪائنات ۾ هڪ نشو آهي.
تا ستارا لڙڪڙائِن،
عرش تائين آ خمار.
۽ مان چوان ٿي ته اياز جي شعر پڙهڻ سان پڻ اهڙو خمار چڙهي ٿو، جو پڙهندڙ جو سڄي جو سڄو وجود لڙڪڙائيندو رهي ٿو.

امداد حسيني

# جي تون سرجڻهارُ، جيءُ انوکو جَڳَ ۾

”هو توکي لوٽي رهيا آهن ۽ تون چپ آهين! پٿر کي چوٽيءَ تان هيٺ ڌڪبو آهي ته ان ۾ جان پنهنجي ويندي آهي.“

(پٿر ٿو پور ڪري، ص ١٤٦)

هن ڌرتيءَ تي نبين ۽ اوتارن جي آمد جو سلسلو ڪڏهوڪو ڪيجي چڪو آهي. آسماني صحيفن جي نزول جو به ڪڏهوڪو خاتمو اچي چڪو آهي.اهڙيءَ صورتحال ۾ جڏهن به ڪنهن قوم تي ڏکيا ڏينهن ايندا آهن ۽ آها نگهوسار ٿيڻ تي هوندي، تڏهن، انهيءَ قوم ۾ اياز جهڙا شاعر پيدا ٿيندا آهن. جيڪي هر ڏاڍ ۽ ڌمڪاءَ سان، هر انياءَ، جبر ۽ پرماريت سان، اڪيلي سر مهاڏو اٽڪائيندا آهن،

آءُ اڪيلو سامهون سَٽ،
خنجر خنجر ڪيسي هَٽَ.

اياز، هڪ اهڙي دور ۾ جنم ورتو، جڏهن آنا جي انڌ ۾ ورتل سياستدان، سنڌي قوم کي، پنهنجي الڏي سياست جي آگهاڙي ترار سان، پوري وچ تان ٻه اڌ ڪري چڪا هئا. اديبن ۽ شاعرن جو حال انهن کان به ابتڙ هو. آهي نه رڳو تاريخ جي بدترين غلاميءَ جو ڳٽ سنڌين جي ڳچيءَ ۾ وجهڻ واري سازش ۾، سياستدانن سان ٻٽ هئا، بلڪ انهن کان به ٻه رتيون ڪسر هئا. مون کي ان ڳالهه تي سخت اچرج ۽ ڏک ٿيندو آهي ۽ ڏاڍا جڪ ڪائيندو آهيان، ته ان دؤر جي رجعت پرست سياستدانن ۽ اديبن ۾، مستقبل ۾ صدين تائين گهورڻ ته پري رهيو، پر ايندڙ پنجن ڏهن سالن تائين به گهورڻ جي سگهه ڪانه هئي. ۽ انهن اسان کي هڪ اهڙي گهاٽي

اونداهي جهنگ ۾ آئي ڦٽو ڪيو هو. جي جيڪڏهن ڪا روشني هئي ته، رڳو ٻڪين ٻکهڙن جي اکين ۾ ئي هئي. اهڙي آڳري صورتحال ۾، اسان کي پنهنجي انهن سرچشمارن ۽ ذات– ڏٿين ڏانهن ئي رجوع ڪرڻو پوندو آهي، جيڪي اسان جا سونهان بڻجي، پنهنجي ذات– ڏياتيءَ سان، اسان کي انهيءَ گهاٽي اونداهي جهنگ مان پار اُڪاري سگهندا آهن. انهيءَ پد تي پهچي، شاعر هڪ مصلح بڻجي ويندو آهي، جيڪو اسان کي پنهنجي شعور جي روشني بخشيندو آهي ۽ اسان کي سنئين دڳ لائي مومل جهڙي ماڳ ماڻڻ لاءِ مسلسل اتساهيندو رهندو آهي. اياز، هڪ سچي شاعر جي انهيءَ بنيادي ڪردار کان نه رڳو آگاهه آهي، پر هُن پوري سرت ۽ ساڃاهه سان، ۽ ڀرپور سگهه سان، انهيءَ ڪردار کي تخليقي توڙي عملي سطح تي نڀايو به آهي:

سگهه ڏي اهڙي سچ، منهنجي جڪڙيل جيءَ کي،
ٻڪجي تـشـي ٻڇ، تـه بـه چوان جو چوڻـو هـجي.

ooo

ڇڪي ساڻ ڇني، ڪڙيون تنهنجي ڪوٽ جون،
چڙهـي پـوري چوٽ تـي، ڏنـر يـمـچ ٻـنـي،
مـون کـي ذات ڏنـي، اهـڙي سـگـهـه سـريـر ۾.

(ڪلهي پاتر ڪينرو–ص–٦)

ڏرتيءَ ڏرتيءَ تي اياز جي شاعري هڪ اهڙي گهاٽي ساٿي ٻڙ وانگر آهي، جنهن جون پاڙون انت– پاتال تائين پهچي ويل آهن ۽ جنهن جا ڏار اوچ– آڪاش تائين پکڙيل آهن. ۽ انهيءَ گهاٽي ساٿي ٻڙ جي ڇانوَ پوري پرٿويءَ کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀريو بيٺي آهي.

اياز دنيا جو اهو واحد شاعر آهي، جنهن شاعريءَ جي سڀ کان گهڻين صنفن ۾ لکيو آهي. انهن صنفن ۾ لوڪ، ڪلاسيڪل ۽ جديد ترين صنفون اچي ٿيون وڃن. اياز، روايتي دؤر جي صنف "غزل" کي به ورتايو آهي:

اي اســيــرانِ شـب ٻـڌو مــون کـــان،
ڪـنـهـن جي زلـفـن جو داســتــان هـان مـان

ooo

دامـــنِ تـــرتـــي وچ نـــه اي واعـــظ،
چشـــم فـطــرت جو رازدان هـــان مـــان.

(پونر پري آڪاس، ص–٢٢٥)

اياز وٽ انهيءَ روايتي غزل اڳتي هلي "گيڙو ويس غزل" جو روپ ڪيئن ڌاريو، يا اياز جي شروعاتي "وائي"، جيڪا عربي، فارسي بحر تي آڌارڪ هئي:

اي زمانن جا ضميرا
تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟

انهيءَ هاٺوڪي صورت اختيار ڪرڻ ۾ ڪهڙا مرحلا طئي ڪيا؟ اهو هڪڙو الڳ ڀيرپور موضوع آهي. اياز جي سرجيل هر صنف تي الڳ سان لکڻ جي بيحد ضرورت آهي، پر اهو ڪنهن ٻئي ڀيري. مان رڳو اهو ٿو ٻڌائڻ گهران، ته اياز نه رڳو سڀ ڪان ڪهڻين صنفن تي لکيو آهي، بلڪ هن ڪيترين مرده ۽ متروڪ صنفن کي نئين سر جيئاريو، رائج ڪيو ۽ مقبول پڻ بڻايو آهي. گيت، دوهو، بيت، وائي.... سنڌي شاعريءَ جون بنيادي ۽ اهم صنفون آهن. اياز، انهن کي ڀيهر اهو رتبو عطا ڪيو، جنهن جون اهي حقدار آهن- ۽ اياز جي هٿ- ڇهاءُ ۾ اها پارس واري خاصيت آهي، جيڪا لوهه کي سون ڪري سگهندي آهي. ان سان گڏوگڏ اياز نيون صنفون، نوان گهاڙيٽا ۽ نئون ردم به سنڌي شاعريءَ کي عطا ڪيو آهي. مثال طور، "روح رهاڻ" (اپريل ١٩٦٧ع) ۾ ڇپيل سندس مجموعي "هي گيت اڃايل مورن جا" جي هيءَ صنف/ گهاڙيٽو:

طرو وڏو آبـــا جو،
ڇرو وڏو آبـــا جو.

"مزدور ٻار جو گيت" جي عنوان سان اها اسان جي لوڪ- ردم تي آڌارڪ آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ صنف هيٺان نوٽ ۾ انهيءَ کي ڇند ۽ فارسيءَ جي ڇئن بحرن تي پورو ڏيڪاريل آهي، پر انهيءَ صنف جو بنيادي بحر وري به ڇند ئي آهي، يعني هر ست ٻارهن ماترائن جي. بهرحال، ان مان اسان کي عربي- فارسي عروض ۽ ماترڪ- ڇند بابت اياز جي گهري ڄاڻ ۽ انهن تي اياز جي مضبوط گرفت جو قائل ٿيڻو پوي ٿو. لوڪ-ردم، ڪلاسيڪل-ڇند ۽ روايتي دور جي عربي-فارسي عروض جي گهري ڄاڻ جي ڪارڻ ۽ انهن جي صحيح اپيوگ سان ئي اياز ايڏا سندر، سرل، سجل ۽ سڦل تجربا ڪري سگهيو آهي. "طرو وڏو ابا جو" واري صنف کي ئي جيڪڏهن ڪڇجي، ته ان ۾ چار عربي-فارسي بحر ۽ هڪ هندي-سنڌي ماترڪ ڇند، ڪل پنج بحر ڪتب آندا ويا آهن. انهن پنجن ئي بحرن جو ردم ساڳيو آهي ۽ اياز انهيءَ ردم ۾ سٽن کي اهڙي ته جڙاءُ سان جڙيو آهي، جو اصل جيءَ ۾ جڙجيو وڃن:

هـــت ڇڳا آبـــا جا
نـــت ڇڳي اسان جي
ڪيـــچ ڇڳا آمـــان جا
جيـــچ ڇڳي ابـــا جي
پيـٽ برو سيـٺ جو
پيـٽ بُرو سيـٺ جو
*("روح رهاڻ" اپريل)*

انهن ٻولن ۾ ناچ-ڏن واري ڪيفيت آهي.

اياز پنهنجي پوري شاعريءَ ۾ "ردم" کي ايڏي تہ مڌرتا اسان سان جي آڏو پيش ٿو ڪري، جو اُن کي پڙهندي، تحت اللفظ توڙي ڳائيندي ٻڌندي، اسان جي پوري آتما اُن مڌرتا سان لِيَن ٿي ٿي وڃي.

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي، تہ اياز وٽ جيڪو سٽن جو سٽاءُ، لفظن جو جڙاءُ ۽ لَيءِ جو لڳاءُ آهي، اُهو سڀ ڪان اول پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ کي پنهنجي منڊ ۾ منڊي ٿو ڇڏي. جيئن جوئي صاحب "هي گيت اُجايل مورن جا" جي مهاڳ ۾ چيو آهي تہ:

"ايتري قدر جو ٻڌڻ سان ڪلام جي فڪري مواد ڏانهن ڀهرين ڌيان ئي نٿو وڃي."

*("روح رهاڻ" اپريل ١٩٦٧ع ص-١٠)*

پر ان جي معنيٰ اُها نہ آهي، جيڪا لعل پشپ ورتي آهي تہ:

"اياز جي شعر ۾ ويچار گهٽ آهي. ڀاونا وڌيڪ آهي. ترنم ۽ انداز بيان گهڻو آهي. لفظن جو جادو گهڻو آهي...."

*("چيتنا" ص-٦١)*

مان تڏهن بہ لعل سان ان تي سَهمت نہ ٿيو هئس. جهرڻي تائين پهچڻ ڪان ڀهريائين، توهان کي جهرڻي جي جهانءِ تائين اوس پهچڻو پوندو آهي ۽ جيئن جيئن توهين جهرڻي کي ويجها پوندا ويندا آهيون، تيئن تيئن اها جهانءِ وڌيڪ ڇٽي ٿيندي، گونجندي، ٻَرندي، نيٺ گجگوڙ ۾ تبديل ٿي، توهان جي وجود جي اندر توڙي ٻاهر پڙاڏجندي رهندي آهي. اياز بہ "انهيءَ ساڳي جهرڻي جي پاڻيءَ تي انگورن جون وليون پوکي، اُن جي رس مان هيءَ ميءِ جوڙي آهي. تون انهيءَ مان چُڪي چکي تہ ڏس شايد اها توکي امر ڪري ڇڏي."

*( "ڪُلهي پاتم ڪينرو" ١٩٦٧ع ص-١٠)*

ڪنهن بہ اعليٰ شاعريءَ ۾ سُر ۽ معنيٰ "سڏ- پڙاڏي" وانگر ئي آهي. ٻنهي کي هڪ ٻئي ڪان ڌار نٿو ڪري سگهجي. اصليت وري بہ "سڏ" (معنيٰ) کي ئي آهي. ان ڏس ۾ خود اياز جي راءِ اسان لاءِ املهہ ۽ اهم آهي:

"مون شاعريءَ ۾ فن کي اوليت ڏني آهي. پر منهنجي شاعري مقصد ڪان ڪڏهن بہ خالي (عاري) نہ رهي آهي."

*(ٽي-وي پروگرام "شهرِ وفا، ٢٧-١٢-١٩٨٩ع)*

آ گدري جي ڦار، امان!

اياز وٽ فن ۽ فڪر، سُر ۽ معنيٰ جو حيرت انگيز سنگم آهي. اندروني قافئي، تجنيس، مختلف بحرن جي آميزش، شد، ٻولن جو ورجاءُ، سٽن کي ننڍي- وڏي ڪرڻ سان، هونئن ردم/ گهاڙيٽي جو سرجڻ ٿو ڪري:

آ گدري جي ڦار، امان!
اڄ پورو ناهي چنڊ- اسان کي ٻک به ڏاڍي آ!
OOO
ڪالهه ڏٺا پوتار
ميڻ جا وار
ته به ٿي اچا ها!
OOO
هونءَ وڏيرو هِل ڙي!
ڏاڍي جو ڏهڪار، ته هن جي جهرڪيءَ جهڙي دل ڙي!
هونءَ وڏيرو ڏَپ ڙي!
ڪيئن نه ڪچهريءَ ۾ ايندو لائي سُرهي لَپ ڙي!
پنهنجي ريتي راندڙي!
لال جهنڊي جي اڳتان ڏاڍو ميرجي ٿو هُو ڏاندڙي!

انهن ڪوتائن ۾ جيڪو مقصد آهي، ردم اُن تي حاوي نه. ۽ ان سان رلمل آهي ۽ ان کي وڌيڪ گهري بڻائڻ ۾ هٿي ٺو ڏئي. آ گدري جي ڦار...“ ۾ جيڪو ”ٻک“ جو احساس آهي، انهيءَ کي اسين لتوائي نٿا سگهون. ”ڪالهه ڏٺا پوتار...“ طرو وڏو ابا جو“ ۽ ”هونءَ وڏيرو هِل...“ ۾ پر ماري قوتن سان شديد بچان ۽ ڏڪار جو جيڪو اظهار آهي، اُن کان ڪن لاتار ممڪن ٺي نه آهي.

”هونءَ وڏيرو هِل ڙي“ جي آخر ۾:
پنهنجي ريتي راند ڙي،
جو ته وڏيرو ڏاند ڙي،
جو ورجاءَ ان ڪوتا کي وڌيڪ بامعنيٰ ٿو بڻائي.

مٿي مون عربي- فارسي بحر تي اياز جي مضبوط گرفت جي ڳالهه ڪئي آهي. عربي- فارسي بحر ۾ جتي ڪجهه رعايتون مليل آهن، اتي انهيءَ ۾ ڪوڙ پابنديون به آهن. انهيءَ ۾ سڀ کان وڏي پابندي آهي، رڪنن جو ڀيرائو. مثال طور، فاعلاتن آهي، ان ۾رڪنن پٽاندر ٺي لفظ ڦٽ ڪرڻا آهن: ”جوڙو-اڪي-جوڙو جوڙو- ان کان ٻاهر ناهي نڪرڻو. انهيءَ پابنديءَ کي شعوري/ لاشعوري طور تي ڪافي گو شاعرن ٽوڙيو. جاڪاڻ ته سنڌي شاعريءَ جو مزاج سُريلو آهي، تنهنڪري ڪافيءَ ۾ انهيءَ بحر کي به سنڌي شاعريءَ جي سُريلي روايت پٽاندر ٺي ورتايو ويو. پر انهيءَ بحر کي مڪمل طور تي سنڌي مزاج سان ٺهڪائڻ لاءِ جس وري به اياز لهڻو. اهو صحيح آهي، ته مَهڙ ۾ خود اياز جي شاعريءَ ۾ انهن رعايتن جو ولهيو ملي ٿو:

”ڳاءِ پـيـارا ڳاءِ! هـيءَ درودِيـوار نـاهي پـايـدار
ڪهڙي پياري رات آ!“

(پورن پڙي آڪاس“ ١٩٨٩ع ص-٩١)

"تـــرس اي حـــــــــــــنِ ازل!
اڄ تہ منهنجو روح رڄجي ٿي نٿو!"

*(پونر پري آڪاس، ص-٩٢)*

عربي- فارسي بحر جي انهن رعايتن جي واهپي کي اياز جائز پڻ سڏيو آهي:

"مان وائي، نظم، آزاد نظم، قطع ۽ غزل ۾ زير اضافت، همزه اضافت... جو محدود استعمال اعتراض جوڳو نٿو سمجهان."

*(پونر پري آڪاس- پيش لفظ ص-٣)*

۽ ان جو ڪارڻ ٻڌائيندي، اياز ساڳئي صفحي تي سنڌي زبان ۽ شعر تي فارسي ۽ اڙدو زبان ۽ شعر جي ڪافي اثر جو ذڪر ڪري ٿو، جيڪو ٻن سون سالن تي محيط آهي. مون ٻهرين ٻہ چيو آهي، تہ عربي- فارسي بحر ۾ اهي جائز رعايتون آهن- ۽ اياز جي تهيءَ کي ويجهي ۾ ويجهي شعري روايت ٻہ اهائي هئي. ۽ اياز انهن رعايتن کان منحرف ٿيڻ کي اسان جي ٻوليءَ جي شعر لاءِ مفر ٿو سمجهي، پر خود اياز پنهنجي ٻهرين شعري مجموعي "پؤنر پري آڪاس"۾ شعوري/ لاشعوري طور تي انهن شعري رعايتن کان منحرف ٿيڻ لڳو آهي:

وري ڪــونــج ڪــرڪــي
وري جوت جرڪـــــــــــي
وري چاڻ چرڪـــــــــي
آتــي مـــــيــت، ڪَرڪـي!

*("پونر پري آڪاس" ص- ١٢٤)*

اهو نج سنڌي لهجو آهي، ۽ اتان ٿي اياز جي پنهنجي اصل ڏانهن موٽ جو پتو پوي ٿو. اٿين هو هڪ اهڙي اعليٰ ترين ڪارنامي سرانجام ڏيڻ لاءِ مستعد ٿي ٿو وڃي، جيڪو نہ رڳو هن جي پنهنجي دور کي متاثر ٿو ڪري، بلڪ ايندڙ زمانن (مستقبل جي مستقبل) کي بہ متاثر ڪرڻ جي سگهہ رکي ٿو، ۽ اهو اعليٰ ترين ڪارنامو آهي:

"پنهنجي اتهاسڪ- پرمپرا سان پاڻ کي جوڙي رکڻ."

ماضيءَ جي ماضيءَ سان رشتو جوڙڻ ڪو سؤکو ڪم بہ ڪونہ هو. انهيءَ جاکوڙ جي راهہ ۾ انيڪ خطرا هئا. سڀ کان وڏو خطرو تہ اها روايتي بي تعلق دور جي ڪاهي ۽ ان جا رجعت پرست رکوال هئا، جيڪي انهيءَ اڏاري ۽ اوپري روايت جي بيٺل ۽ سينواريل تلاءَ ۾ پٿر اڇلائڻ کي ڪفر ٺهرائي چڪا هئا. سنڌ جي، سنڌين جي ۽ سنڌ جي اتهاس جي ڳالهہ ڪرڻ واري کي واجب القتل قرار ڏئي چڪا هئا:

ســـنـــڌڙي تـــنـــهـــنـــجو نـــانءُ وٺـــو،
جڻ ڪـــاريـــهـــر تـــي پـــيـــر پـــيـــو.

اياز وٽ فن ۽ مقصد کي هڪ ٻئي کان الڳ ڪري پرکڻ کي ڪابہ معنيٰ نہ

آهي، پر هتي مقصديت يا افاديت جي اُها عام معنيٰ نہ آهي، جيڪا پوري ترقي پسند شاعريءَ تي ٺاڦي ويندي آهي.
اياز جي شاعريءَ ۾ جنهن ردم جو ذڪر مون ڪيو آهي، اُهو لوڪ- ردم اسان جي خمير ۾ ڳوهيل سوهيل آهي. اياز، انهيءَ ردم، يا ايجا بہ وسيع معنيٰ ۾، تہ صنف غزل تي بہ لاڳو (Apply) ڪيو آهي، توڙي جو اُهي عربي- فارسي بحر تي آڌارڪ آهن:

جو تـــو ايجا نـــہ ڇاتـــو، آ ڪـيـــــر ديـــس واسـي،
تـنـهـنـجـو جنم اجايـو، تـنـهـنـجـي مـسـتـي اَلـاسـي!
جي وک ڪـــي وڌائـــين، اڄ مــــاڳ ڏور نـــاهـــي،
ڏونـگـر ڏري پـيـــو آ، ســـاهـس تـہ ڌارِ ســاسـي!

("ڪپر تو ڪُنَ ڪري" ص- ٣٢٠)

ايجا رڄ مـــــــان رڙ اچي ٿـــي اچي ٿـــي،
مـــتـــان ايـئـن ســمـجـهـين، مَٺـا مـــورســـارا!

عربي-فارسي بحر جي انهن رعايتن مان لاڀ يقين پرائي سگهجي ٿو، پر اڳتي هلي اياز پاڻ بہ انهن رعايتن کي ڇڏي ڇڏيو آهي. لتاڙيل پيچرن تي پنڌ ڪرڻ بدران اياز پنهنجا نوان گس گهڙيا آهن:

تون پَرجهـنـدين نـہ پـانـڌي، جا لوڏ آ لـڪـن ۾،
ســــا راهـہ راهـہ نـاهـي، جا آ سِڌي سَنـوانـي.

(ڪلهي پاتم ڪينرو" ص- ٧١)

" ڪَلهي پاتم ڪينرو" ۾ اهو هڪڙو ئي غزل آهي، جيڪو عربي-فارسي عروض تہ ڇيل آهي ۽ ان ۾ عروض کي سنڌي مزاج پٽاندر ورتايو ويو آهي. انهيءَ ساڳئي مجموعي ۾ اياز، "غزل" کي "گيڙو ويس" پهرائي، نج سنڌي صنف جو رتبو عطا ڪيو آهي.
"وائي" جيڪا سنڌي شاعريءَ جي اهم ۽ منفرد صنف آهي ۽ جنهن لاءِ اياز پنهنجي پهرئين مجموعي "ڀونر ڀري آڪاس" (١٩٦٢ع ۾، عربي- فارسي بحر جي استعمال ۽ ان جي جائز هئڻ جو جواز ٿو پيش ڪري، اُها ئي "وائي" هڪ سال جي وٿيءَ کان پوءِ ڇپجندڙ سندس ٻئي مجموعي "ڪلهي پاتم ڪينرو" (١٩٦٣ع) ۾ گهاڙيٽي ۽ موضوع جي لحاظ کان هڪ بلڪل مختلف وائي آهي:

پـونءِ نـہ آئـي پـان، آلا مـان آڏري ويـنـدوسـانءِ.

OOO

روزوڪـائـي، هـاءِ نمـائـي، ويـنـگـس وڃ بـزار.

OOO

پنـتـي مـوڙ مـهـارَ، الـومـيـان، پنـتـي مـوڙ مـهـارَ.

OOO

ڪافر مومن ناهيان وو، ڪافر مومن ناهيان وو.

OOO

بادل ڙي، بادل ڙي، منهنجا نيڻ نتا بس ڪن.

"اياز" بحر وزن، ردم جو نرماڻ ڪيو آهي:

"عظيم شاعر بحر وزن ناهيندا آهن، بحر وزن عظيم شاعر ٺاهي نہ سگهندو آهي."

*(اياز: "ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ص-٤١)*

"اتهاسڪ- پرمپرا سان پاڻ کي جوڙي رکڻ" وارو اعليٰ ترين ڪارنامو، اياز جي ذات جوئي ڪرشمو آهي- ۽ ان جو ڏس اسان کي سڀ کان پهرين سچن آهوجا ڏنو آهي. نارايڻ شيام جي شعري مجموعي "روشن ڇانورو" تي هڪ ڀرپور مهاڳ لکندي، سچن انهيءَ اعليٰ ترين ڪارنامي جو کوج لڳايو آهي. سچن انهيءَ مهاڳ لکڻ جي جوابداري پاڻ تي ان لاءِ کنئي هئي، تہ جيئن:

"شيام کي سندس قوتن جو آئينو ڏيکاري سگهان."

۽ ڇاڪاڻ تہ نارايڻ شيام جي شاعري وقت جي دائري ۾ محدود نہ آهي ۽ شيام سنڌي شاعريءَ جو نهايت شاندار، روشن ۽ لازوال باب رقم ڪيو آهي، ان ڪري بہ سچن انهيءَ جوابداريءَ کي محدود نہ رکي سگهيو آهي ۽ جوابداريءَ جي انهيءَ دائري کي هو لطيف، بيوس، اياز ۽ شيام جي حوالي سان، جديد کان قديم، نئين کان ڪلاسيڪل- اڄ کان ڪالهہ تائين وسيع ڪري ويو آهي. انهيءَ آئيني ۾ سچن اهڙا عڪس ۽ اولڙا پسائي ويو آهي، جيڪي ان کان اڳ اسان جي نظرن کان اوجهل هئا. سنڌي شاعريءَ ۾ اياز جي جيڪا دَين آهي. اُن کي سچن "بي سجاڳي" سڏيو آهي:

"هن (اياز) سنڌي شاعريءَ کي نئون ذهن، نئون شعور ڏنو، نئين انفراديت، نئين آفاقيت ڏني، سڀ کان وڌيڪ هن پنهنجي بيگاني فن ۽ شخصيت سان سنڌي شاعريءَ کي نئين لَيءِ، نئين لوچ، نئون تاثر ڏنو."

*(روشن ڇانورو- ص-٢)*

اهو مهاڳ سچن ١٩٦١ع ۾ لکيو آهي. اهو اهوئي دور آهي، جڏهن نئين سنڌي شاعريءَ جو اهاءُ ٿي رهيو هو. ان دور جا حقيقي شاعر، فارسيت زده اَڏاري ۽ اوپري روايت کان بغاوت تي آماده ٿي چڪا هئا ۽ پنهنجي لوڪ- ڪلاسيڪل اتهاس سان رشتي جوڙڻ لاءِ شعوري/ لاشعوري طور جاکوڙي رهيا هئا. ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين رنگ- رتا گيت گونجڻ لڳا هئا:

سنڌڙي ساري ڳاڙهو ڪنهبو ٿي ويندي تيسين
۽ جي ان تي منهنجي ڦلڙيون ڏات ڏسين.

*("روح رهاڻ ١٩٦٨ع ص-١٨)*

سڳن آهوجا انهيءَ دؤر کي "نئين سجاڳي" (Renaissance) ٿو سڏي؛

"هن نئين سجاڳيءَ جو سرچشمو اسان جي اُن پاڪيزه جذبي ۾ آهي، جنهن جذبي جو راس اچڻ سنڌيت کي قائم دائم رکڻ ۽ ان جي قلڻ- ڦولڻ جي هم معنيٰ آهي."

*(روشن چانورو، ص-۴)*

۽ چاڪاڻ ته "سنڌيت" جو اهو پاڪيزه جذبو زمان ۽ مڪان جي حد بندين کان اجو آهي، ان ڪري اهو نئين سجاڳيءَ جودؤر به ڪالهه، اڄ ۽ سڀاڻي، تائين پکڙيل آهي، ۽ اياز انهيءَ پوري دؤر جو سرواڻ شاعر آهي. اهو اياز ئي آهي، جنهن اسان ۾ "سنڌيت" جو اهو پاڪيزه جذبو ڀيهر جاڳائي، اسان کي جيئڻ جو ساهس بخشيو آهي؛

هــي جي پــٿــر پٽ، جن ۾ ڄَرڦَر نــاهـــ ڪــا،
جي تــون چوريــن چنــگ ڪــي، جاڳي اٿــن جهــٽ،
ڪـونج نـه پــائـنج ڪهـٽ، پـڙڪي تـه پـنـيـٽ ٿـئـي.

OOO

پَرجهــي هــر پــرڏيـهـــ ۾، ذات ڪــنــيــر ڏيـهــي،
پـمـــڙا جي هــرپــور ۾، ڏيـهـــ ڏنـــر پـمـــهـــي،
ســنـڌڙي تــو جيــهــي، ڏنِ نــه آ ڪــنــهــن ديــس ۾.

*("ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ۱۹۸٦ -ص-۲۳۵)*

هــي جو ڏؤلــرن ڏيـهـــ، مـــون کــي ملــيــو ڏاجَ ۾،
اهــڙو ڪــو ســائــيــهـــ، آهِ نــه پــانــمــا پَونءِ تــي.

*("ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ۱۹۸٦ع-ص-۱۷۰)*

سنڌي شــاعريءَ جي انهيءَ نئين ۽ سيــاويڪ لاڙي کي، "نمون ڏارائون يا رجحــان" جي عنوان هيٺ، سڳن آهوجا؛ "نــئين ڪــلاســيــڪـل Neo-classical شاعري" جي اصطلاح سان اجاگر ٿو ڪري؛ "مذڪور نئين سجاڳيءَ جي ڪري سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ رجحان آيو آهي؛ وقت جي تقاضائن مطابق ڦير گهير ڪرڻ سان، پنهنجي ڪلاسيڪل شاعريءَ کي نئين سر جاڳائڻ."

*("روشن چانورو" ص-١٦)*

پر ان ڏس ۾، جيستائين اياز جو تعلق آهي، ته انهيءَ اصطلاح کي، اجا به وسيع پسمنظر ڏيڻ جي ضرورت محسوس ڪندي، مون انهيءَ کي؛

"نئين- لوڪ- ڪلاسيڪل Neo-Folk-classical شاعري" جي اصطلاح سان اجاگر ڪيو آهي." سڳن آهوجا سنڌي شاعريءَ جي اَجري آئيندي جا سپنا ڏٺا هئا، ڪاش! اسان جي دؤر جواهو اهم شاعر ۽ سنڌي شاعريءَ جو اهم نقاد، اڄ اسان ۾ موجود هجي ها، ته اياز جي پوڪيل "سپني-ول" تي ساپيان جا تڙيل رنگا رنگ ڦول

پَسي، ڪيڏو نہ اتساهہ ماڻي ها.

اياز جي شاعريءَ ۾ هڪ مخصوص ردم، ليءِ ۽ سُر آهي. اياز جي بيت جوڻي جيڪڏهن مثال ونجي، جنهن لاءِ خود اياز جا پنهنجا لفظ آهن تہ:

"بيت سنڌي زبان جي منفرد صنف سخن آهي. شايد ئي دنيا جي ڪنهن ٻوليءَ ۾ مقفيٰ شعر ۾، هر- قافيا لفظ ائين سٽ جي وچ ۾ ملندا، جيئن بيت ۾ آهن."

*("پونر پري آڪاس" ص-٢)*

تہ اياز جي بيت جو گهاڙيٽو بہ اهوئي آهي، جيڪو ڪلاسيڪل بيت جو آهي، يعني چند تي آڌارڪ، پر بيت جي هر پد ۾ اکرن جي گهڙت ۽ جڙت هڪ مخصوص ردم کي جنمي ٿي:

سدا ڪويل ڪنڌ ۾، سرجي ٿو ساوڻ،
برکا رُتِ جي باک کا، جرکي پمڻي چڻ،
ويٺا ٿي وڻ وڻ، جهومو جنهن جي جهانءَ ۾.

بيت نہ رڳو سنڌي شاعريءَ جي مزاج وٽان هڪ آڳاٽي ۽ اهم صنف آهي، پر اها هڪ ڏکي صنف پڻ آهي. ان صنف کي صحيح نموني نباهڻ لاءِ وسيع مشاهدي، مطالعي جي ضرورت آهي، ان سان گڏوگڏ ٻوليءَ تي قدرت لازمي آهي، جيئن اياز چيو آهي:

"دراصل سٺي سنڌي بيت جي تخليق نهايت مشڪل آهي ۽ سٺو بيت اهوئي ٿو لکي سگهي، جنهن کي روح ۾ رواني ۽ ٻوليءَ تي بي انتها قدرت هجي. سنڌي بيت الهامي شعر آهي، آيت آهي."

*("پونر پري آڪاس" ص-٢)*

اياز، سنڌي شاعريءَ جي بنيادي، اهم، منفرد صنف "بيت" کي تصوف جي ڍير مان ڪڍي، اُجاري، نون موضوعن سان آشنا ڪري، جيڪا وسعت بخشي آهي، اُهو وڙ- سُوَڙ اسين ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهون:

هو جو اخبارون، ساجهر سانجهيءَ آئيون،
ڪارنهن ۾ ڪارون، لکي ويون لوڪ جون.

*(ڪپر ٿو ڪُن ڪري ، ص- ٢٧٠)*

ooo

کهکهو وڳو کهکهہ ۾، ڏني جهپ جهاز،
ڦاٽا وڏي ڦاٽ سان، بمن مان آواز،
هي آزاديءَ راز، اک نہ چنين آدمي!

ooo

مــٿـن پـاٻـوڙا ٻـٽي، جهـاڳين پـيـا جهـنـگ،
اگ نـہ واسـيـنـگـن ڏنـا، ڪـڏهـن هـيـٺـن نـسـنـگ،
ولـن وجهـي ونـگ، تـاريـن تـي ڪـسـڪـي ويـا.
(ڪپر ٿو ڪن ڪري، ص-٢٧٧)

OOO

سنڌي شاعريءَ ۾ "قافيءَ کي هڪ نرالي سونهن آهي. اياز جي هوندي ته پوري شاعريءَ ۾ پر خاص طور تي "بيت" ۾ "قافئي" جي آمئي سونهن آهي:

مَهـــريءَ مــــٿـــان هَٽَ، لٿـي اُس آڪـــاڙ جي،
پـنـگـهـــر ڦـــڙو نـــرڙ تـــان، لــهـي پـڳـو نَٽَ،
مــوتـي ڪـهـــڙي وَٽَ، اُن ۾ مــهـڪ نـہ منـڊ جي.
("ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ص-١٦٥)

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي، تہ "بيت" جيڪو ڪلاسيڪل دور کان پوءِ سگهڙن جي اڻ گهڙين هٿن ۾ هليو ويو هو، اُن کي اياز، نئين سونهن، سوڀيا ۽ گهرائي عطا ڪئي ۽ انهيءَ املهہ ورثي کي هميشہ هميشہ لاءِ گم ٿي وڃڻ کان بچائي ورتو. پيڙهين جي پورهئي کي ورثي وڃڻ نہ ڏنو:

"ڪير ڄاڻي تہ پيڙهيءَ پيڙهيءَ جي رت ۾ اهو ڇا پلجندو اچي ٿو، جو اوچتو ڪنهن انسان مان اُڀري لفظ، رنگ يا پٿر کي زندگي بخشي ٿو."
(ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ص-٥٣)

۽ اياز اسان جو اهو ذات ڏٺي آهي، جنهن وٽ صدين کي سٽ ۾سموهڻ جي ذات آهي، ۽ اياز جهڙي امر اتهاسڪار، جنهن لاءِ "وڏو، مهان ۽ عظيم" جهڙا لفظ ٻہ ڏاڍا ننڍڙا ٿا ڀاسن، تي هي ليڪ لکندي، مون کي اهو شدت سان احساس ٿيو، تہ اياز جي شخصيت، فن ۽ فڪر تي مسلسل ۽ پوري ڌيان- گيان سان لکڻ جي بيحد ضرورت آهي. اياز جي سنگيت ميہ ٻولي، اکر- پندار، موضوع، گهاڙيتا، صنفون، لهجو، تشبيهون، ڪردار، اصطلاح، جدت، قدامت، آفاقيت..... اهي سڀ اياز جي شاعريءَ جا مختلف عنوان پن پن وشيہ آهن. جن تي ڀرپور انداز سان لکي، اسين پنهنجي امر اتهاس جي اُجري آنهريءَ ۾ پنهنجو روپ- سروپ پسي سگهون ٿا:

تـــر ڪـــان ســـوا آنءُ، مُور نـــہ تـــيـــان مـــارئـي.

OOO

مـان ٿـي تـر جي ريـت هـان، مـان ٿـي هـان آڪـاس،
مـان ٿـي مـاڪ مـلـيـر تـي، تـارن هـيـٺـان تَلَ
("ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ص-١٧٨)

OOO

ڳهليون پائن ڳهي، مون تي هَسَ حياوَ جو.

ooo

جڏهن ڳاتو مون، وڻ تڻ موريا ماڪ ۾.

("ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ص-۱۷۵)

اياز، مقدار ۽ معيار جي لحاظ سان اهڙو ۽ ايترو ڪجهه ڏنو آهي، جيڪو اسان جي لاءِ فخر جوڳو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ سڳا پاران ملهايل "سچل ڪانفرنس" پيري جڏهن اياز سان اسين ملڻ وياسين، تڏهن اياز پنهنجي نئين رچنا "الوداعي گيت" بابت ٻڌايو هو. "الوداعي گيت" پهريون ڀيرو "سهڻي" جي "اياز نمبر" ۾ اسين پڙهي سگهنداسين. ڇا "الوداعي گيت" اياز جي آخري تخليق هئي؟ وڇوڙي جو گيت! پر نه اياز انهيءَ کان پوءِ به سوين صفحا لکيا آهن، جيڪي سنڌي ادب جا صحيفا بڻجڻا آهن. زندگي ڪيڏي نه مختصر آهي! اياز انهيءَ مختصر زندگيءَ ۾ گهڻو ڪجهه لکڻ ٿو چاهي. وقت تي سوڀ پائڻ ٿو چاهي؛

"مون ڪي گهڻو ڪجهه لکڻو آهي، سچ ته مون اڃا ڪجهه لکيو ئي ڪٿي آهي!"

تارا ڪجهه ترسو اڃا، اڃا ڪجهه لکان.

ooo

جي تون سرجڻهار، جيءَ انوکو جڳ ۾،
واري پنهنجي جندڙي، جوڙ اهو جنسار،
توکان پوءِ سنسار، سرس ٿئي ڪجهه سونهن ۾.

اياز جي جندڙي ڪلا لاءِ آهي ۽ ڪلا جو ڪو ڇيهه ناهي. نئين جنسار جوڙڻ وارو اياز، پوري سنسار کي جندڙي واري به سرس سونهن ڏيڻ جي چاهنا رکڻ وارو اياز، پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي امرتا ماڻي چڪو آهي؛

"... ماءُ کي ڇنڊڻ جانءِ ته بابا به سنڌ آهي. سنڌ کي ڪوئي ماري نٿو سگهي."

("ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ص-۱۸)

اي چنڊ ستارو! ساکي ٿيو،
اڄ رات لهوءَ جي چولي ۾.
ڪجهه آهن منهنجون رتَ ڦڙيون،
جي گيت لکن ٿيون ٻوليءَ ۾.

ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي

# شيخ اياز نثر نويس

شيخ اياز، شاعر طور پر سڃ آهي. پر هن جو نثر بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، شروعاتي دؤر يعني سال ۱۹۴۷ع ڌاري شيخ آياز ڪجهہ ڪهاڻيون لکيون هيون، سي تذهين ئي "سفيد وحشي" جي نالي هيٺ ڪتابي صورت ۾ آيون هيون. ان بعد اهي ۽ ڪي ٻيون ڪهاڻيون" پنهل ڪان پوءِ" جي نالي سان مجموعي جي روپ ۾ ظاهر ٿيون.

پر سندس نثر جو پهريون ڪتاب"جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" سال ۱۹٦۳ع ۾ ظاهر ٿيو، جنهن پڙهندڙن ۽ نقادن جو ڌيان ڇڪايو ۽ سيني يڪراء چيو تہ شيخ آياز نظم سان گڏ نثر بہ واه جو ٿو لکي، ان بعد تہ سندس نثر جا ٻيا بہ ڪتاب "ساهيوال جيل جي ڊائري" "خط، تقريرون، ۽ انٽرويو" بہ ظاهر ٿيا ۽ " ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون" بہ پڙهندڙ وٽ پهچي ويو. ۽ پوءِ ڪتاب "جهڳ مڙيوئي سپنو." هي سڀ ڪتاب شيخ آياز جي آتم- ڪٿا جو روپ آهن. جيئن جيئن ڪيس ڪي واقعا ياد تا اچن، اهي قلمبند ڪيا آهن، ان ڪري انهن ورقن جو ڪو سلسلو ڪو نہ آهي، پر اهي ڪڙيون ڳنڍي سندس زندگيءَ جون ڪافي جهلڪون ملن ٿيون" جهڳ مڙيوئي سپنو" ڪتاب بابت خود پاڻ لکي ٿو:

"مان ڀانيان ٿو تہ، مان پنهنجي شخصيت جي پوري عڪاسي ڪنهن " ڊاڪٽر زواگوا" جهڙي ناول ۾ ئي ڪري سگهان ٿو. هيءَ آتم ڪهاڻي، هڪ ڦرندڙ سئريين وانگر آهي، جنهن جا رنگا رنگ شيشا منتشر رنگ ۽ نقش تہ بڻائي رهيا آهن، پر انهن ۾ ڪوئي تسلسل ڪو نہ آهي..."

برابر هن ڪتاب "جهڳ مڙيوئي سپنو." "ساهيوال جيل جي ڊائري" "ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون" ۾ منتشر رنگ ۽ نقش تہ آهن، پر انهن ۾ ڪوئي تسلسل ڪونہ آهي. جيئن وڃڻ لڪشمي پنڊت جون يادگيريون The scope of

happiness يا ڪملاديو چٽوپاڌيہ جو Inner recesess outer spaces يا نيرد چوڌريءَ جو The hand great anarch پڙهيا هوندا، اهي شيخ آياز جي هنن ڊائري (زندگيءَ جون ڪي يادگيرون) پڙهي چائندا تہ شيخ اياز ڪيئن ٿو لکي ۽ ڇا ٿو لکي.

سنڌيءَ ۾ ان قسم جو ڪتاب هري دلگير جو "چولو متهنجي چڪ ۾" ظاهر ٿيل آهي.

شيخ آياز جي هنن ڊائرين (مجموعن) پڙهڻ سان آياز جي آپياس ۽ ڄاڻ جي بخوبي معلومات ٿئي ٿي. ان بابت سنڌيءَ جي مشهور ليکڪا مهتاب محبوب"ساهيوال جيل جي ڊائري" جي مهاڳ ۾ بہ ذڪر ڪيو آهي.

.... مطالي (آپياس) جي ذوق رکڻ وارا ڪافي آهن، پر آياز جيان "ويا جي عميق ۾ منهن ڪائو ڏيئي" ٿورا آهن. هن جي من ۾ هڪڙي جستجو، طلب، علم جي اڃ ۽ اُساٽ آهي. جا ڪيس وڏ ڪان وڏ ڪتاب پڙهڻ لاءِ اڪسائيندي رهي ٿي.

ڏسجي اِئين ٿو تہ مطالعو هن لاءِ جڳن جو جادو آهي، جنهن سان گهري هم آهنگي ۽ وابستگي هن زمان ۽ مڪان جا فاصلا متائي ڇڏيا آهن، هَو نيٺن جي مشعلن سان ڪائنات جي انڌيرن کي دور ڪندو رهي ٿو..."

هڪ هنڌ خوشونت سنگهہ، رجنيش جي سلسلي ۾ لکيو آهي تہ: "سڄي دنيا ۾ اهڙا ڪي ٿورا شخص آهن، جن ايترو ۽ ايڏو اپياس ڪيو آهي. ۽ ان کي پنهنجي نموني ۾ پيش ڪيو آهي."

مان جيڪر اهي ئي لفظ هن نموني ڪم آڻيان تہ.

"..... سنڌيءَ جا ڪي ٿورڙا شخص آهن، جن آياز جيترو، اياز جهڙو اپياس ڪيو آهي، ۽ ان اپياس کي پنهنجي نموني بخوبي طور پيش ڪيو آهي..."

آياز جو کهڙو بہ ڪتاب کڻو. خاص طور نثر ۾ لکيل، پوءِ اهو" جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" هجي يا "ساهيوال جيل جي ڊائري" يا "خط، تقريرون ۽ انٽرويو"، يا "ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون"، يا "جڳ مڙيو ئي سپنو" هر صفحي تي دنيا جي جدا جدا ٻولين جي ادب جا حوالا آهن، پوءِ ادب هجي يا سياست.

آياز نہ فقط پڙهيو آهي، پر ان کي سمجهيو بہ آهي ۽ اهو اَڄ جي حوالن ۾ ٻڌائي بہ ٿو.

تازو آياز جڏهن هتي هندستان ۾ آيو هو تہ هو رجنيش جا ڪتاب وٺي ويو، جيئن هَو ان جي ويچارن کان گهري طور واقف ٿي سگهي.

آياز پڙهي ٿو، لکي ٿو، ڏسي ٿو وائسي ٿو. ڪن نقادن آياز بابت لکيوآهي تہ هَو فقط لکي ٿو، پر انهن سان بيهي ڪو نہ ٿو. يعنيٰ عوام سان گڏ ڪو نہ ٿو هلي يعنيٰ عوام سان گڏ ڪو نہ آهي.

اياز جي لکيل ڊائري مان اِئين نٿو لڳي. اِئين بہ ضروري ڪو نہ آهي تہ، شاعر يا ليکڪ ان تحريڪ ۾ ڀهرو وٺي جا تقاضا ڪن نقادن ڪئي آهي.

پر بنڪم چندر چئٽرجي "آنند مٺ" ناول لکيو ۽ ان ۾ "وند ماترم" جو گيت ڏنل آهي. ان گيت، آزاديءَ جي تحرڪ ۾ قومي گيت جو روپ ورتو ۽ آزاديءَ جي جنگ ان گيت ڳائيندي لڙي وئي. پر بنڪم بابو آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ سپاهي ٿي نه لڙيو. هُو سرڪاري ملازم هو. ڪوي ٻيوس به آزاديءَ جي هلچل ۾ پاڻ والنٽيئر ٿي ڀهرو ڪو نه ورتو. پوءِ جي اَياز جي گيت "ڳاءِ انقلاب، ڳاءِ" ڳائيندي آزاديءَ جي لڙائي لڙي وئي آهي ته اهو به هڪ قسم جو لڙائيءَ ۾ پڻ حصو وٺڻ جي برابر آهي، ۽ اهو ضروري ڪو نه آهي ته اَياز انهن سرگسن، ميڙن ۾ پاڻ آچي ڀهرو وٺي. جيتوڻيڪ هن ون يونٽ واري تحريڪ ۾ ان قسم جو به ڀهرو ورتو هو. جيئن سارتري پنهنجي ويچارن واري اخبار جو وڪرو گهٽين ۾، رستن تي هاڪر ٿي ڪيو هو. اَياز به ان نموني حصو ورتو آهي. ان ڪري ائين ڪو نه چئبو ته هُو ڊڄي ويو آهي. يا پاسو وٺي بيٺو آهي. ڪيئن به، اَياز جون هي لکڻيون، تصنيفون به آزاديءَ لاءِ اُتساه پيدا ڪن ٿيون.

نند جويري

# اياز جي فڪر جو سفر

شيخ اياز شعر ۽ ادب ۾ اوچي شخصيت جو نالو آهي.“ حسام الدين راشدي

”شاهه ڀٽائي، سچل سرمست ۽ ساميءَ کان پوءِ، سنڌيءَ جو سڀ کان وڏو شاعر اياز آهي“ جي. ايم مهڪري.

”شيخ اياز، شاهه لطيف جو ثاني آهي.“ رشيد ڀٽي.

”اياز جي ڪوتا ڌرتيءَ جي ڏين آهي. اياز جي مهانتا اِها آهي ته هو مهان ڌرتيءَ جو ڪوي آهي“- سحر امداد

”شاهه جو نمبر هڪ آهي. ٻن کان ڏهن نمبرن ۾ ڪوئي نه آهي، يارهين ۽ ٻارهين نمبر ۾ نرائڻ شيام يا شيخ اياز آهي، مان سمجهان ٿو ته يارنهون نمبر شايد شيخ اياز جو آهي.“ موهن ڪلپنا.

”شروعاتي شاعر اياز ۾ جذبات جو سيلاب جان تان تڪ سان وهي ٿو. هاڻوڪو شاعر اياز پڪل ميوي جي ڳڀَ ۾ رسُ آهي... ائين پيو لڳي، ٽئگور سنڌيءَ ۾ پيو ڪوتا چوي... هڪ سناتني رشي يا هڪ مست صوفي جيئن آکي تيئن ٿي اياز چوي ٿو.“ پوپٽي هيرا نندائي.

وڏن وڏن اديبن اياز کي وڏا وڏا سرٽيفڪيٽ ڏنا آهن. جڏهن ته ”سهڻيءَ“ جي سمپادڪ طارق اشرف جو چوڻ آهي ته- ”اڃا اياز جي شاعريءَ تي تنقيد ٿي ئي ڪا نه آهي“ ۽ هوڏانهن اياز جو چوڻ آهي ته ”اڃا تائين ته سنڌ ۾ ڪنهن وٽ اهڙي ادبي ڪسوٽي نه آهي، جا معلوم ڪري سگهي ته منهنجي شاعريءَ ۾ ڪيتري قيمت مليل آهي.“ اياز جي هنن لفظن مان اهو صاف ظاهر ٿو ٿئي، ته اڃا تائين اياز جي شاعريءَ تي صحيح معنيٰ ۾ تنقيد ٿي ئي ڪا نه آهي. اگر ڪجهه تنقيد ٿي به آهي ته اها اياز کي قبول ڪونه پئي آهي. اياز جي ئي چوائي آهي: ”مون ۾ اڃا ايتري تازگي آهي، جو مان وڻ کي چوان ته ٽڙي پؤ ته هو ٽڙي پوندو. منهنجي قلم جو قد

سدائين سڌو رهيو آهي. ڪڏهن به ڪنهن پوڙهي جي پلتيءَ وانگر ڪُبو نه ٿيو آهي."

اِها هڪ حقيقت آهي ته اياز وٽ سنڌي ٻوليءَ جا آڪيچار لفظ آهن. شايد ئي ڪنهن ٻئي اديب ايڏي وڏي انداز ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ ادب ۾ ڪم آندا هوندا. ان کان سواءِ هڪ ناول کي ڇڏي اياز ادب جي هر شاخ تي لکيو آهي. اڄ اسان جي اڳيان اياز جو نظم شاهه لطيف جي نظم کان وڌيڪ وڏي انداز ۾ پيش آهي. پر ڇا اِهي سڀ خوبيون اياز کي مهان شاعر بڻائين ٿيون؟ موهه وچان اياز جي لاءِ چار چڱا لفظ چئي، ڇا اسان اياز کي مهان شاعر سڏي سگهون ٿا؟ اياز جي مهانتا هڪ تنقيد نگار ئي سٺ ڪري سگهي ٿو. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته اياز جي شاعري تي وواد (تنقيد) ئي اياز کي صحيح مقام تي وهاري سگهي ٿو.

هن مضمون جومقصد تنقيد نه آهي، اِهو منهنجو وشيہ( موضوع) ئي ڪو نه آهي. مون اياز جي شاعريءَ ۾ ٻن وشين- ماديت ۽ روحانيت جو ڪجهه اڀياس ڪيو آهي، هتي اُهو ئي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. انهيءَ لاءِ هن مضمون کي هڪ اڀياسي مضمون ئي سمجهيو وڃي.

شروعات ۾ اچا جڏهن اياز هڪ اسڪولي شاگرد هو ته هن وير ساور ڪر جي آجيان لاءِ هڪ وڏو سواڳتي گيت لکيو هو، جيڪو سنسار سماچار جي پهرين پيج تي هوند راڄ "داس" ڇپيو هو. ۱۹۶۴ع ۾ مون ڏانهن خط لکي وير ساورڪر جو ۱۹۵۷ع جي آزاديءَ جي لڙائي بابت لکيل ڪتاب سڪر ۾ گهرايائين ۱۹۹۰ع ۾ پرنسيپال تلريجا کان ساورڪر جي جيوني گهريائين. اياز ۱۹۸٦ع ۾ "ڀڳت سنگهه کي ڦاسي" نالي هڪ ۳۰ صفحن جو وڏو نظم لکيو. راجا ڏاهر کي سنڌي قوم جو راشٽر پُرشَ National hero بڻائي، پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيو آهي. ميرا، تانتيا توپي، نانا صاحب، هيمو ڪالاڻي، سڀاش چندر بوس، مهاتما گانڌي، اندراگانڌي کي پنهنجي نظمن ۾ امر ڪيو اٿائين.

اسڪولي جيون کان پوءِ، ڪاليجي جيون ۾ هن جو واسطو سنڌ جي ڪميونسٽ دوستن، سوڀي گيانچنداڻي ۽ حشوڪيولراماڻي ساڻ پئي رهيو. هن ايم. اين. راءِ جو اڀياس ڪيو. مارڪس کي پڙهيو. هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر ته ڪڏهن ڪو نه ٿيو، پر ان ويچار ڌارا کان متاثر ضرور هو. انهيءَ هوندي به هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪڏهن ڪو به راڄنيتڪ نعرو ڪو نه هنيو، ۽ نه ئي پنهنجي شاعريءَ کي ڪنهن واد يا مت جي ويسا ڪين جو آڌار ڏنو.

روس جي سفر هن جي سجاڳ سوچ کي ڌنڌاڙيو. اياز لکيو آهي: "مان پاڻ ۱۹۷٦ع ۾ پاڪستاني ادبين سان سربراهه جي حيثيت ۾، روس ويو هوس.... مون اُتي رڳو هڪ ئي ڪمي محسوس ڪئي هُئي ۽ اُها هئي دانشور لاءِ پوري آزاديءَ جو نه هئڻ.... ستر سال جي رائگان ڪوشش منهنجو ڪميونزم جي بنيادي فلسي، جدلياتي ماديت ۾ اعتبار لوڏي وڌو آهي. در اصل جدلياتي ماديت ته ڇا، ماديت،

بور جوائي خواهہ اشتراڪي، پنهي ڪي مان شڪ جي نگاهہ سان اڳ بہ ڏٺو آهي ۽ هاڻي وڌيڪ چڱيءَ طرح ڏسان ٿو."

اِن ڪان اڳ اياز ائين بہ اعلان ڪيو آهي تہ "پٺائيءَ ڪان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر "سامي" منهنجو ڳوڻائي هو. هو منهنجي شخصيت جو هڪ پُراسرار حصو ٿي رهيو آهي. جڏهن ماحول مونکان ڏاڍو ٿي ويندو آهي، مان ساميءَ ڪان سامر ڪهرندو آهيان. هونءَ منهنجو ساميءَ سان سدائين جهيڙو هوندو آهي ۽ مان هن جي ويدانيت ڪان لهرائيندو آهيان. سامي وري مونکي پناهہ جو پاند آڇي رهيو آهي. ڇا مان هن ويدانتيءَ ڪان جان ڇڏائي نہ سگهندس؟ ڇا مان اڪيلو ٻي پوءِ موت جي اڪين ۾ گهوري ڏسي نہ ٿو سگهان؟ هو ڪيڏا نہ ترڪڻ وارا تڙ ڏسي رهيو آهي. ڇا مان سدو ڇلانگ ڏيئي، ڇولين جي پاڪر ۾ نہ ٿو وڃي سگهان؟ اڄ ساميءَ سان منهنجو پويون جهيڙو آهي. يا تہ مان هميشه لاءِ هن جي آڻ مڃيندسَ يا هن ڪي پاڻ مان تڙي ڪيندس. پرڇا اسان ٻئي نهي نہ ٿا سگهون؟ ڇا اسان ۾ ايڏو وڏو مت ڀيد آهي؟ ڇا ناستڪ ويدانتي نهنو نانءُ نہ آهي؟"

اياز پنهنجي ماديت جو فلسفو ساميءَ جي سلوڪن ۾ پيش ڪيو آهي. "مون ساميءَ جي انداز ۾ ساميءَ جا نوان سلوڪ لکيا آهن، جن ۾ مون پنهنجي زندگي ۽ ڪائنات جو فلسفو ڏنو آهي."

ويدانت ۽ اسلامَ ۾ ايشور ڪي نراڪار جي روپ ۾ ڇاتو ويو آهي. جڏهن جڙوادي Matirialstic ايشور جي وجود ڪي قبول ئي ڪو نہ ڪندا آهن. هندو مت ۽ اسلام موجب نراڪار جي ڪا بہ شروعات ڪو نہ آهي ۽ نہ نراڪار جو انت آهي. ويدانت موجب هيءَ پرڪرتي (ڪائنات) ان پرش (خدا) جي جڙيل آهي. ويدانت ۾ هن سنسار ڪي ڪوڙ ۽ خدا ڪي ئي صرف سچ سمجهيو ويو آهي. جڙوادي ان جي ابتر خدا ڪي هڪ وهم ۽ سنسار ڪي سچ ٿا چون. جڙواد موجب هيءَ سچو برهمانڊَ (ڪائنات) هڪ مادو آهي. هن ڪائنات جو خلقيندڙ نہ برهمر آهي، نہ ئي خدا آهي. پر هن مادي جو ڪارڻ خود مادو آهي. شروعات ۾ ئي هيءُ مادو هو، هاڻ بہ هيءُ مادو آهي ۽ اڳتي بہ هيءُ مادو رهندو. اياز بہ ائين ئي پنهنجو فلسفو پيش ڪيوآهي،

سامي هن سنسار ۾ تار نہ آهي تِرَ،
هن جو انت نہ آد آ ڪٿي ناهہ ڪپرَ.
ائين آهي امر، سِر جي پنهنجو پاڻ ۾.

جڙواد جو مت هن پوڪندڙ لاءِ ڪو نئون مت نہ آهي. غير ويدانتي درش (فلاسافي) بہ لڳ ڀڳ ايترو ئي پراڻو آهي، جيترو ويدانت جو درشن. جڙواد جو پايو وجهندڙ رشي برهسپتي هو. پر هيءُ مت هن جي شش رشي چارواڪ جي نالي سڃاتو وڃي ٿو. اڄ اسان وٽ چارواڪ درشن موجود نہ آهي، پر چارواڪ درشن جي مخالفت ۾ جيڪي ڪجهہ چيو ويو آهي، اهو ضرور موجود آهي.

جڙواد موجب گيان صرف حواسن جي معرفت ئي ممڪن آهي. اک جيڪي ڏسي ٿي، نڪ جيڪي سنگهي ٿو، ڪن جيڪي ٻڌي ٿو، زبان جيڪي چکي ٿي، ڇهاءُ جيڪي ڇُهي ٿو، اهوئي، صرف اهوئي آهي، باقي ڪجهه به نه آهي. ان ڪري خدا هڪ وهم آهي، جو حواسن جي معرفت، هن جو احساس ممڪن نه آهي.

اياز چوي ٿو:

سڀ ڪجهه آ آڪار ۾، ڪجهه به نه نرآڪار،
اندو اوندهه ۾ ڏسي، انوکو اسرارَ،
ڳڻ ستارا آپ ۾، نرگڻ اندو ڪارَ،
مايا ناهي ڇارَ، مايا ساگر سونهن جو.

جڙوادي ڪرم سڌانت ۾ وشواس ڪو نه ڪندا آهن. جنهن سبب هو پنر جنم کان به انڪاري آهن. هن لاءِ هن لوڪ کان سواءِ ٻيو لوڪ آهي ئي ڪو نه.

هي آ، هن جاءِ، سڀ ڪجهه آ هن لوڪ ۾،
پرمتڙيا پر لوڪ لاءِ، وَهي ڪو نه وڃاءِ،
لَنوَ انهيءَ سان لاءِ، جوٽ نه آهي جندڙي.

ماديت جي مت موجب هيءُ انسان جو سرير ۽ سرير جو سک ئي سڀ ڪجهه آهي. سرير جو سک ئي پرم سک آهي. ڀوڳ ولاس کان سواءِ ٻيو وڏيڪ مٺو سک ممڪن نه آهي. هر انسان ڀوڳي آهي ته هن جي آڏو بيٺل شخص ڀوڳ وستوآهي ۽ ان ئي ٻوليءَ ۾ اياز به ٻولي ٿو:

سامي هيءُ سرير، جيئن منيءَ جو مانُو،
رچي جي ريتو ٿئي، مَڏَ منجهس گهانُو،
ڳڻ پائي ڳانو، ايري اوچو آپ کان.

هيٺ ڏنل بيتن ۾ جڙوادي ويدانتي ساميءَ کي للچائيندي چوي ٿو ۽ ڳهيلا(ڀورا) تون اجايو پنهنجي جيءَ کي عذاب ڏيئي رهيو آهين. ناري (مَنڊ) جا ارهه(سينو) اَڌ رات جومايا نه آهي، پر هڪ سچ اٿئي، تون اجايو مايا جي موهه ۾ انهن کان ڪوءَ ڪاٽي رهيو آهين:

ڪيڏو توکي ڪُوءَ، آهي مايا موهه کان،
آڏيءَ ارهه منڊ جا، جونا آهن چوءَ،
ڀورا تنهنجو ڀُوءَ، جاڙ اجائي جيءَ سان.

○

سندر ناري سيج تي، مايا نه سامي،
آئي اڌامي، ماکيءَ مک ڏي.

○

ڪـوري سَتـي سـيـج تـي، رمـنـدي رهـي رات،
پـريـنءَ سـان پـريـات، جوٺ نـہ آهـي جوڳيـا.

O

هيءُ جو ساگر سونهن جو، انهيءَ کان انڪار،
سامي پنهنجي سوچ تي، تون ٿي پنهنجو چار،
سـچو آ سـنـسـار، جوٺ سـنـدءِ ٿـي جيءُ ۾.

O

اِن کان وڌيڪ ڪهڙي، ملي مڪتي ماڻهوءَ کي،
چپ ڪـپـيـل انـجـيـر جان، اُيـري اچن جي،
۽ امـرت آچي، ڪـائـي نـار نـهـار ۾.

هر ڀوڳ کان پوءِ وڌيڪ نہ ڀوڳڻ جي اِڇا کي سولي ڀاشا ۾ ويراڳ چئبو آهي. جڙوادي ان ويراڳ کي ئي موڪش ٿا سمجهن. جيئن مٿين سلوڪن ۾ هڪ جڙوادي ناريءَ جي نهار ۾، ناريءَ جي سيني ۾، ناريءَ جي انجير جيان ڪپيل چپن ۾، ناريءَ سان سيج تي امرت ۽ مڪتي ٿو پائي.

"بنيادي طرح اِج بہ ڪائنات سان منهنجو ناتو هڪ ناستڪ جوڳيءَ وارو آهي... اِج بہ منهنجي اندر جو ناستڪ جوڳي مئو ناهي. اِج بہ ساڳيو جوڳ جڙاءِ اٿس."

اياز ائين بہ هڪ هنڌ لکيو آهي:

"پر... پر اِج هيءُ ناستڪ جوڳي ڀوڳتا جي سنسار ۾ ڏکي ڏکي ٿڪجي پيو آهي. هن جي فڪر ۾ فلسفي ۾ ڦيرو آيو آهي. هن جو فڪر ماديت کان هٽي روحانيت ڏانهن وريو آهي."

اياز صاحب جي تازي قلم اِن جي قبوليت بہ ڏني آهي. "اُيرِ چنڊ پس پرين" اياز جي نون بيتن جي جلد جي مهاڳ ۾ هو صاحب خود لکي ٿو: "مايوسيءَ مان نڪرڻ جا ٽي طريقا آهن- هڪڙو اِهو آهي تہ يسوع ۾ پورو ڀروسو هجي ٻيو اِهو آهي تہ دنيا تي غصي ۾ ڀرجي وڃجي ۽ اُن جو نڪ ۽ ناسون رتو رت ڪجن- ٽيون طريقو اِهو آهي تہ ڪنهن عورت سان عشق ڪجي ... مون ٽيون طريقو ڪيئي ڀيرا آزمايو آهي.. اُن جي موسلا ڌار مينهن ۾ وهنتو آهيان.... مون ٻيو طريقو بہ آزمايو آهي... منهنجي شاعري ئي منهنجو بهترين عمل آهي، منهنجي بهترين سياست آهي ۽ دنيا کي بدلائڻ لاءِ منهنجو بهترين ذريعو آهي.. باقي پهريون طريقو مون موڪيءَ جي مت وانگر انهيءَ پوءِ کان ڪم نہ آندو آهي تہ متان سري جي سَرڪ متارا ماري نہ وجهي."

انهيءَ کان پوءِ بہ اِج ناستڪ جوڳي مايوس آهي. اِج مايوسيءَ مان نڪرڻ لاءِ هيءُ جڙوادي ايشور جي شرڻ ۾ آيو آهي. ڀوڳ ولاس جي زندگيءَ مان ٿڪجي ٽٽجي، هو پريوءَ (خدا) جي چرڻن ۾ سجدو ڪندي چوي ٿو:

ڪـڏون ڪـوبا ڪيـتـرا، سـامـهـون آيـرو واهـ،
آهـ ٿـــڪــو هـان پـنـڌ ۾، تــون مـــون ڏي آهـ،
هيءُ جو منهنجو ڪهاءُ، ڇڪي ڇڪي ڪيترو.

O

مـيـان مـون ڪـان ڪـو نـہ تـو، پڇي هـالـي پـنڌ،
سـائـينءَ تـو سـوڳـنـڌ، مـوتـائـي وٺ جـنـدڙي.

زندگيءَ مان موهه تياڳي، اندر جو آواز ٻڌي خدا اڳيان پنهنجي هار قبول ڪندي اياز چوي ٿو:

تـون ٿـي سـويـارو ٿـئين، مـان ٿـي هـارايـو،
ٻچيءَ پـارايـو، تـوکـي هـارَ هـٿـن سـڻـان.

O

ڇا مـون هـارايـو؟ ڇا تـون ڳـوءِ ڪـٿـي وٺين،
ڪـيـڏو شـرمـايـو، آ مـون، پـنهـنـجو پـاڻ تيءَ

O

اڄ هو ويدانتي ساميءَ سان هڪ راءِ رکندي چوي ٿو:

سـپـنـو آ يـا سـايـيـا، هـيءُ سـارو سـنـسـار،
هـيءُ جو مـايـا جارَ، ڇجي ڇجي ڪـيـنـڪـي.

O

سب ڪجهہ گذري ٿو وڃي، هي سب مايا ڙيءَ
ڪـيـئـي آيـا ڙيءَ، تـو جـئـن هـن سـنـسـار ۾!

هن ماياوي سنسار کي سمجهڻ لاءِ هو اڪيلو پنڌ ۾ نڪري پيو آهي:

ڇا آهـــي سـنـــســـار، ۽ ائـين ڇو آهـــي،
لاڳاپـا لاهـي، پـايـان اُن جوپـتـــوا

O

هـو اونـهـــو آڪـاش، ڇا آڪـارڻ آهـي،
ڌرتـيءَ ڪـي چاهـي، ڇا ڇا نـــہ وسـاريــوا

O

اڄ تـائـين مـون کي ڏنـو، ڏس نـہ ڪـنـهـن ڏاهـي،
ڇا لئہ "ڪجهہ آهي،" "ڪجهہ بہ نہ" جي جاءِ تيءَ

ڌرتي هڪ مادو، سنسار هڪ مايا، اُنهن کي چاهي هن ڇا ڇا نہ املهہ وڃايو آهي، اُن جو احساس اڄ هن کي ٿيو آهي، اڳتي مَلن ۽ مولوين جي دانهن ڪندي سچل سرمست وانگر للڪاري ٿو:

ڪيئي مـلان مـولوي، پـهـون پـول فـقـيـهـہَ،
انهيءَ سـاري پيهـہَ، منهنجو رسـتـو روڪيـو.

ساڳي راهہ تي هلندي اياز چوي ٿو: چائت (ڀيائي) ڪي من مان ڪڍي. مون توڪي چاهيو آهي اهي مندر ۽ مسجدون سڀ ڀيائيءَ جا مرڪز آهن،

مندر مسـجد ڪان پري، تنهنجو گهـر نـاهي،
مـون تـوڪـي آڪـاش مـان، ڌرتـي تـي لاهـي،
چائـت بـن چاهـي، مـن ۾ جوڙي مـورتـي،

مندرن ۽ مسجدن ڪان هٽي هو ساري برهمانڊ کي شوجيءَ جو شوالو ٿو سمجهي:

آ سـاري سـنـسـار ۾، ڇڻ تـنـهـنـجـو نـالـو،
جوڙس شـوالـو، پـڇن ڪـيـئـي پـاوَ سـان.

هاڻ جڏهن ناستڪ جوڳي پنهنجوپاڻ سجاتو آهي، ٻي ڏيو ٿي موت کي للڪاري ٿو، موت جي آجيان ٿو ڪري:

جيـڪـر پوري ٿي وڃي، هيءَ ساري ڳڻ ڳوت،
تـون جي اچين مـوت، تـنـهـنـجـي ڪـيـان آجيـان.

○

هي جو منهنجي موت ڪـان، آهي پو بـہ مهان،
هـائـو ان آواز ۾، اڀـري ٿـو انـسـانُ،
انـهـيءَ جو اشـنـانُ، گـنـگـا ۽ آڪـاش ۾.

هندو، جين ۽ ٻڌ مت جو ڪرم سڌانت بنياد آهي، پنر جنم جو ڪارڻ بہ ڪرم آهي. هندو ڪير آهي؟ ان جو سولي سنڌيءَ ۾ جواب اهو ڏنو ويو آهي تہ- هر اهو شخص جيڪوڪَرم سڌانت ۾ وشواس رکي ٿو، هو هندو آهي- ڪرم جي وياکيا ڪندي اياز صاحب چيو آهي:

تـوکـي پـنـهـنـجـا تـا مـلـن، پـلائـيءَ پـاڙا،
قـدرت کـهـاڙا، کـنـهـن لاءِ کـٿـي کـا نـہ ٿـي.

ٻئي هڪ هنڌ ساڳي سُر ۾ گيت ڳائيندي اياز ڳنگنائي ٿو:

کـو مـوت سـدائـين لاءِ نـہ آ،
هـا هـيءَ حـيـاتـي مـرٹـي آ.
۽ ان جي جيءَ جيـاپـي جي،
اڳتـي پـڻ کـرٹـي پـرٹـي آ.

موت جو پوءِ ماڻهوءَ کي ماري وجهندو آهي، پر اياز ٻاراڻي ٻوليءَ ۾ موت سان راند ٿو ڪري:

مــتّي آ مــتّي، هــيءَ مــاڻـهــو جي جنــدڙي،
جيڪا جڳ سان ٿي ڪري، ڪن پل لئه ڪتّي،
چانـدوڪـي چِتّـي، اونـده ڪـــان اڳتـي آتـي.

O

وچين تـــــو وڻ راهه، ۾ اڳتـي نـاهـي سـچ،
تـو ۾ تـنـهـنـجي اَچ، ڳول لـهـنـدي اڻٽ ڪـي.

متّي "ڪتّي" لفظ سان "ٻڌي" لفظ خاموشيءَ سان جڙيل آهي. چانڊوڪي ٻيو جنم آهي، جيڪو موت (اونده) ڪان پوءِ اچڻو آهي. موت (سچ) ڪان پوءِ ٻيو جنم (وٺراه) پڪ سان آهي. ٻئي جنم جو ڪارڻ واسنا (اَچ) آهي. اِڇا آهي. اِڇائي ڪرم جو ڪارڻ آهي. ڪرم جو چرخو (اڻٽ) اِڇا (اَچ) تي آڌار ٿو رکي. متين ٻن بيتن ۾ گيتا آهن. اياز صاحب ٿورن شبدن ۾ پنهنجي فن جو لياقت سان هيڏي ساري گيتا جو گيان ڪاميابيءَ سان ڪيو آهي، جنهن کي داد ڏيڻ ڪان سواءِ رهي نه ٿو سگهجي. اِهائي شاعريءَ جي اونهائي اياز کي امر بڻائيندي.

تـوڙي هـي دڪ سـڪَ، اونـده پـوڙي ٿـي ڇڏي،
اڳتـي لـئـه جا ٻڪ، لـهـي لـهـي ڪـيـنـڪـي.

سيي ڏک سکَ کي موت (اونده) ٻوڙي ٿو ڇڏي؟ پر واسنائون (ٻک) انسان کي وري ٻيو جنم (اڳتي) وٺڻ لاءِ مجبور ٿيون ڪن.

هڪ جيو آتما جو پرم آتما سان ڪهڙو ناتو آهي. اُن جو ساکيا تڪار به اياز صاحب ڪيو آهي:

مــان ئي آهيــان بانسـري، مــان ئي برنـدا بـن،
تـو ۾ مـنـهـنـجو مـن، آهـي آد جڳاد ڪـــان.

O

مـون چاهيو ڪنهن ريت مان، تو تائين پهچان،
تون جو آهين" مان"، مونکان مونکي ويجهڙو.

اڄ اياز ويدانتي سوامي وويڪانند وانگر ٻاڻ سچاتو آهي، هو خدا ۾ خدا جي خدائيءَ ۾ هيڪڙائي ٿو ڏسي.

آءُ وويـڪـانـنـد، سـرڇي ويـاسـين سـوچ ۾،
ماٺي ڪـو بـه نـه بنـدَ، هنجي لـهـر لپـيـٽ تـي.

سوامي وويڪانند هن يگ جو انقلابي سنت هو. هن اسلام جو سناتن گيان کي به ساراهيو آهي. هن جي سوچ ۾ اسلام جي سناتن گيان جو قدر آهي. سوامي وويڪانند هڪ مسلمان دوست سرفراز حسين کي ١٠- ٦- ١٨٩٨ع تي الموڙا مان

خط لکندي چيو آهي؛

پريه متر- توهان جو خط پڙهي مونکي خوشي ٿي ۽ اهو ڄاڻي وڏيک آنند مليو تہ ايشور چپ چاپ اسانجي ماتر ڀوميءَ لاءِ اپوربي Unprecadented چيزن جي تياري ڪري رهيو آهي.

اسان اِن کي ويدانت چئون يا ٻئي ڪنهن نالي سان پڪاريون، پر اڄ اِهو آهي تہ ڌرم ۽ ويچار ۾ ادويت واءُ (وحدت الوجود) ئي آخري شبد آهي، صرف ان درشٽيءَ سان ئي سيني مذهبن ۽ ذاتين کي پريم سان ڏسي سگهجي ٿو. مون کي وشواس آهي تہ ڀوشيہ ۾ سڄاڳ سماج جو اِهوئي ڌرم هوندو. ٻين قومن جي ڀيٽ ۾ هندن کي اِهو جس ملندو تہ هنن سڀ کان اڳ ان فڪر جي کوج ڪئي. اِهو انهيءَ ڪارڻ آهي جو هو عربن ۽ يهودين کان وڏيک پراچين قوم آهي. پر ساڻ ساڻ ڪارگر آدريت واد- جو سموري انسان ذات پنهنجي ئي آتما ٿو سمجهي ۽ اُن موجب آچرڻ ٿو ڪري- اُن جو ساور لَو کک Universal ڀاو سان وڪاس اڃا هندن ۾ ٿيڻ باقي آهي.

اِن جي برعڪس منهنجو انيوءُ اِهو آهي تہ اگر ڪنهن مذهب جا پوئلڳ ڪارگر جڳت جي روز مره جي ڪيتر ۾. اِن برابريءَ کي صحيح انگ ۾ آڻي سگهيا آهن، تہ آهي اسلام ۽ صرف اسلام جا پوئلڳ آهن. اگر سدانت جي موجب دستوري آچرڻ ۾ اُن جي دِلائي آهي، تہ انجي گهري آرٿ کان هو ناواقف آهن. جيئن رواجي طور ظاهر روپ ۾ هندو سمجهن ٿا.

انهيءَ لاءِ مونکي پڪو وشواس آهي تہ ويدانت جا سدانت ڪيترائي اُدار ۽ قيمتي ڇو ڪو نہ هجن، پر ڪارگر اسلام جي مدد کان سواءِ انسان ذات جي لاءِ ملهہ هيڻ آهن. اسان انسان ذات کي اُن مقام تي وٺي وڃڻ ٿا چاهيون، جتي نہ ويد هوندو، نہ بائبل هوندو ۽ نہ ئي ٻيو ڪو مذهبي ڪتاب هوندو، پر اهو سڀ ويد، بائيبل ۽ قرآن جي مِٺ محبت سان ئي ممڪن آهي. انسان ذات کي اها سکيا ڏيڻ گهرجي تہ سڀ ڌرم اُن هڪ ڌرم ادويت واد جا جدا جدا روپ آهن. انهيءَ لاءِ هر هڪ انسانِ انهن ڌرمن مان پنهنجي پنهنجي من پسند راهہ ڳولهي سگهي ٿو.

اسان جي ماتر ڀوميءَ لاءِ انهن ٻنهي عظيم متن، هندومت ۽ اسلام- ويدانتي ٻڌي ۽ اسلامي سرير- جو تال ميل- اِهائي هڪ آشا آهي.

مان پنهنجي انساني نظر سان ايندڙ ڀارت جيءِ اُن پورڻ مقام کي ڏسان ٿو، جنهن جو اِن جدوجهد ۽ انقلاب سان تيجسوي اجيت روپ ۾ ويدانتي ٻڌي ۽ اسلامي سرير سان اُپرڻ ٿيندو.

منهنجي سدا اِها پرارٿنا رهندي تہ پريو توهان کي انسان ذات جي سهايتا لاءِ، خاص ڪري اسان جي غريب ماتر ڀوميءَ لاءِ هڪ شڪتي شالي ينتر بڻائي.

سچائي ۽ سنيهہ وچان.

وويڪانند

ساڳي ئي انداز ۾ شيخ اياز چوي ٿو: "دراصل جنهن به فلسفي ۾ انساني شخصيت ۽ انجي روحاني آزاديءَ کان انڪار آهي، جنهن به فلسفي ۾ تعصب ۽ انسان ذات لاءِ نفرت آهي، انسان جي برابريءَ کان نابري واري وئي آهي ۽ هنجي ذات کي قابل احترام نہ سمجهيو ويو آهي. مطلب تہ جنهن به فلسفي ۾ تصوف جي اصطلاح ۾ انسان کي ذات خداونديءَ جو پرتوو نہ سمجهيو ويو آهي، ۽ جمهور جي آواز کي قطعي نہ مڃيو ويو آهي. اهو فسلفو بنهہ رد ڪيو وڃي."

امر جليل

# اڏري وينڊو سانءِ

گهڻو اڳ ڪنهن مون کان پڇيو هو، "ادبي زندگيءَ ۾ تنهنجي سڀ کان وڏي خواهش يا تمنا ڪهڙي آهي؟"
وراڻيو هوم: "فقط هڪ خواهش اٿم ته ان لائق ٿيان جو شيخ اياز جي فن تي هڪ ڀرپور مقالو لکان، طويل ٿيسز لکان." منهنجي جواب کي ورهيه گذري ويا آهن مان شيخ اياز جي فن تي طويل مقالو لکڻ جي لائق ٿي نه سگهيو آهيان، پنهنجي سڀ کان وڏي تمنا سيني ۾ سانديءِ مان جيئڻ جا وس ڪري رهيو آهيان، پنهنجي محروميءَ جو ارمان اٿم. پنهنجي محدود صلاحيتن جو اعتراف اٿم. شيخ اياز جي فن تي فقط اهو شخص طويل ۽ ڀرپور اسٽڊي (اپياس) لکي سگهندو، جنهنجو پنهنجو قد ادبي دنيا ۾ ڀل ته اياز جيڏو اُچو نه هجي، پر گهٽ ۾ گهٽ اياز کي قدم ۾ ڪنڌ ڪُلهي تائين ضرور پهچندڙ هجي. وڏي ڪڙيءَ واري بوٽ پائڻ يا ڀِڻ تي بيهڻ سان ادب ۾ قد وڏي نه سگهندو آهي.
شيخ اياز سان عقيدت مون کي ان وقت کان آهي، جڏهن مون اڃا لکڻ شروع نه ڪيو هو. شيخ اياز سان ملڻ جو، ڪيس ڏسڻ جو شوق جنون ۾ بدلجي ويو، پر منهنجي جنون کي امڪان جو در نظر نه آيو. پوءِ اڳتي هلي، جڏهن مون لکڻ شروع ڪيو، تڏهن منهنجي دوستيءَ جو دائرو رانديڪرن بدران اديبن ۽ شاعرن ۾بدلجي ويو، جن دوستن شيخ اياز کي ڏٺو هو، ساڻس ڳالهايو هو. تن دوستن کان ور ور ڪري پڇندو هوس ته اياز ڪيئن آهي. ڀلامون جهڙن سان ملندو آهي. ڳالهائيندو آهي، ڀلا هن وٽ ڪنهن شام ملڻ جو وقت آهي! عجيب سوال پڇندو هوس دوستن کان، اياز جو آواز ڪيئن آهي. پنهنجو ڪلام پاڻ پنهنجي زبان سان ٻڌائيندو آهي ۽ جڏهن ٻڌائيندو آهي تڏهن ڪيئن لڳندو اهي.
شيخ اياز سکر ۾، مان ڪراچيءَ ۾، ملڻ محال ٿي پيو! ان وچ ۾ ٻه چار دفعا

روهڙيءَ وچڻ جو اتفاق بہ ٿيو. تڏهن سوچيو ہہ هيم تہ درياهہ اڪري سکر ۾ اياز سان وچي ملي ايندس، پر دل جهلي نہ سگهيم، پوءِ اها بہ خبر هيم تہ هائي ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ لاءِ اياز انهن ڏهين ڏينهن ڪراچيءَ ۾ ايندو آهي. ملڻ جي همت ڪري نہ سگهيم.

... ۽ پوءِ هڪ دفعي اوچتو ئي اوچتو اياز لاءِ منهنجي عقيدت انتها جي سرحدن مان ٻاهر نڪري وئي. اها شايد ١٩٦٢ع يا ١٩٦٣ع جي ڳالهہ آهي. اياز جي نئين وائي شايع ٿي هئي.

"پونءِ نہ آئي پانءِ، الامان اڏري ويندو سانءِ،
الا مـــان اڏري ويـنـدو ســـانءِ.

اياز مون کي ايڏو وڻيو، جو مون ساڻس ملڻ جي تمنا ترڪ ڪري ڇڏي. جڏهن بہ ڪنهن لاءِ منهنجي عقيدت، حُب ۽ پيار انتها جي سرحدن کي اورانگهي ويندا آهن، تڏهن مان هن سان نہ ملندو آهيان، جنهن کي چاهيو اٿم، تنهن کان دور رهيو آهيان. اهو منهنجو پنهنجو رستو آهي. اهو منهنجن چاهتن جو دستور آهي. اياز سان ملڻ جي تمنا ترڪ ڪري مان اُپاڻڪو ضرور ٿيو هوس، پر پنهنجي عقيدت جي جذبي تحت اندر ۾ آسودگي ۽ اطمينان محسوس ڪيم ۽ اڄ تائين محسوس ڪندو آيو آهيان. انهن ڏينهن ۾ مان دوستن کان پڇندو هوس تہ. يلا ايازمنهنجا افسانا پڙهندو آهي. مان ڪانئن اهو نہ پڇيندو هوس تہ اياز کي منهنجا افسانہ وڻندا آهن يا نہ. دوست مون کي ٻڌائيندا هئا تہ ها اياز ڪڏهن ڪڏهن منهنجو ڪو افسانو پڙهي وٺندو آهي. اياز منهنجا افسانہ پڙهندو آهي اهو اطلاع منهنجي لاءِ سڀ کان وڏو انعام هو.

ادب جي تاريخ ۾ ائين گهٽ ٿيو آهي جو ڪو اديب يا شاعر پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي لافاني ٿي ويو هجي، ورنہ ٿيندو ائين آهي جوفنڪار پنهنجي حياتي ۾ نور نچوئي هليو ويندو آهي، اڻ ڳاتل، اڻ سڃاتل ٿي ويندو هيلو ويندو آهي ۽ ورهين کان پوءِ سڃاتو ويندو آهي. جيڪي اديب پنهنجي حياتيءَ ۾ مڃيا ويندا آهن، سي تاريخ ساز حيثيت جا مالڪ ۽ ذات جا ڌڻي ٿيندا آهن. هو ماضيءَ جا امين ٿيندا آهن ۽ حال تي پنهنجي عظمت جي ڇاپ هڻي ايندڙ نسلن لاءِ راهہ هموار ڪري ويندا آهن. شيخ اياز اسان جو ماضي آهي، شيخ اياز اسان جو حال آهي ـ شيخ اياز اسان جو مستقبل آهي.

مان مٿي جنهن وائيءَ جوحوالو ڏيئي آيو آهيان، اها وائي ايازجي ان دور جي لکيل آهي، جڏهن سندس عظمت جو اعتراف سڄي ملڪ جي ادبي دنيا ۾ ٿي چڪو هو. ان وقت ئي هو لافاني ٿي چڪو هو. تخليقي ڪم ڪندڙ هرڪو فنڪارڪنهن نہ ڪنهن حد تائين غم پسند ٿيندو آهي. ايازجي ڪلام ۾ جتي شينهن واري گجگوڙ آهي، اتي سندس ڪلام ۾ سُندرتا جو سنگيت ۽ دل جي درد جو درمان بہ آهي. سندس مٿين وائيءَ ۾ آخري بند فنڪار جي درد جي ڏک جي اڄ تائين ترجماني ڪري رهيا آهن. اهي بہ بند آهن.

"نيٺ تہ پائيندين تون،
هاڻ پلي نہ مون کي پاڻ،
الا مان اڏري ويندو ساڻ،
"ڳائي منهنجا گيت،
پوء مون کي ياد ڪجاڻ،

اڄ، جڏهن شيخ اياز سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر مقرر ٿيو آهي، تڏهن سندس وائي جي مٿين ٻن بندن جي معنيٰ منهنجي لاء بيحد وسيع ٿي وئي آهي. اسان پنهنجو اياز سنڌ يونيورسٽيء کي ڏنو آهي. اياز پنهنجي شخصيت ۾ سنڌ جي علامت آهي. اسان سنڌ يونيورسٽيء کي پنهنجي سنڌ ڏني آهي. ڪيس هِئين سان هنڊائجو دوستو، ڪيس دل ۾ جاء ڏجو. علم ۽ ڄاڻ جو وڻجارو وري وري نہ ايندو. سنڌ ڌرتي ورهين تائين ٻيو ڪو ايازڏسي نہ سگهندي. سنڌ جي امانت اسان سنڌ جي سورمن کي ڏني آهي.

(شڪريہ هلال پاڪستان)

احمد سليم/ مسرور پيرزادو

# شيخ اياز آفاقي شاعر

شيخ اياز هن دؤر جي چندوڊن شاعرن مان هڪ آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ شاهه لطيف کانپوءِ هن جي مقابلي ۾ ٻيو ڪوبہ نالو ناهي. اجا بہ ائين چيو وڃي تہ وڌيڪ مناسب ٿيندو تہ ماڻهن شاهه کي بہ اياز جي وسيلي سان سمجهڻ شروع ڪيو آهي، نہ تہ ان کان اڳ ۾ شاهه صرف پنهنجي مُريدن جي فڪر تائين محدود هيو. اڄ شاهه کي جيئن سنڌ جي ماڻهن جي آسن اميدن جو ترجمان سمجهو ٿو وڃي، ان جي پويان جديد سنڌي ادب جي تحريڪ ۽ شيخ اياز جي شعوري ڪوشش جوبي حد دخل حاصل آهي.

شيخ اياز جي شاعريءَ کي ڄاڻڻ لاءِ پهريون سنڌ کي ڄاڻڻو پوندو. اياز جي شاعريءَ کي سنڌ کان جدا ڪري نٿو ڏسي سگهجي، جيڪي ماڻهو شاعريءَ جي آفاقي هجڻ ۾ يقين رکندا آهن. انهن کي شيخ اياز کي آفاقي شاعر چوڻ تي شايد اعتراض ٿئي، ڇوتہ هڪ عام نظريي مطابق هر آفاقي شاعر پنهنجي ديس کان متاهين ڳالهہ ڪندو آهي، پر ڇا آفاقي شاعري سچ پچ ديس جي درد کان اوپري ٿيندي آهي؟ مان سمجهان ٿو ائين هرگز نہ آهي. ان جي برعڪس مونکي چوڻ ڏيو تہ ڪوبہ شاعر پنهنجي ديس جي درد کي سمجهي ۽ انکي پنهنجي فن جو حصو بڻائڻ کانسواءِ آفاقي قدرن جو حامل نٿو ٿي سگهي. ڪو بہ سفر ڪرڻ وقت پهريون قدم گهر مان گهٽيءَ ۾ رکبو آهي. شيخ اياز جي هنوقت جي ڇپيل شاعري گهر کان گهٽيءَ ۾، گهٽيءَ کان بازار تائين ۽ پوءِ سڄي دنيا جي بازارن تائين، ڪنڊن ڀريو سفر آهي، جنهن ۾ قيد ڪڙن جون تڪليفون بہ آهن، پنهنجن جا ستم بہ ۽ پراون جي جفا بہ ۽ ديس پرديس جا سخن ور دوست بہ.

اردو شاعريءَ ۾ آفاقي نظرين جو گهڻو پرچار ڪيو ويو آهي، پر اها شاعري پنهنجي ديس کان اوپري هئڻ ڪري خلا ۾لڙڪيل ڳوڙهن ڀرين اکين جا آهي ڳوڙها

آهن، جن کي زمين تي ڪرڻ نصيب ناهي ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ اکيون خلا ۾ بہ اونڌيون لڙڪيل هونديون آهن. فيض اردو شاعريءَ جي آبرو آهي. هُن انساني آدرش کي حاصل ڪرڻ لاءِ سڄي عمر جي رياضت جو صلو (قل) آهي. هن پنهنجي اردو شاعريءَ ۾ سڄي عمر فرهاد جو ڏک روئڻ ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتو آهي تہ انهن کي هيرجو ڏک روئڻو پوندو ۽ پنجابي زبان ۾ روئڻو پوندو. فيض جنهن چيو هو،

دیس پردیس کے یارانِ قدح خوار کے نام
حُسنِ آفاق، جمالِ لب و رخسار کےنام.

اڄ آفاق جو حُسن پنجاب جي ڳوٺن ۾ تلاش ڪري رهيا آهن. جيڪا ڳالهہ ڪالهہ شيخ اياز ۽ ديس جو ڏک روئڻ وارن ٻين شاعرن جي لاءِ الزام هئو اڄ هڪ وڏي سچائي ۽ طور پنهنجي پاڻ کي عمل ۾ سچو ثابت ڪري چُڪي آهي. سچي آفاقيت ڏي جيڪو پهريون قدم اڄ فيض کنيو آهي يا پنجاب جا ٻيا اردو شاعر کڻي رهيا آهن. اهو دراصل اياز جو نقشِ قدم آهي.

شيخ اياز جي شاعري موضوع جي اعتبار کان عام ماڻهوءَ جي جذبن جي ترجمان آهي ۽ فني اعتبار کان ان جو خمير سنڌي لوڪ ادب تي رکيو ويو آهي. ان نڪتہ نظر سان شيخ اياز کي جيڪڏهن ڪنهن بين الاقوامي شهرت جي شاعر جي هڪ جهڙو چيو وڃي تہ اهو لورڪا آهي. شيخ اياز جا منظور ڊراما "دودي سومري جو موت" ۽ "رني ڪوٽ جا ڌاڙيل" لورڪا جي ڊرامي رتائين شادي (Blood Wed-ding) کان ڪنهن بہ طرح گهٽ نہ ٿا قرار ڏئي سگهجن. انهيءَ ريت شيخ اياز جون وائيون ۽ گيت لورڪا جي گيتن جهڙا پُراثر، ڀرپور ۽ ترنم وارا آهن ۽ هو غير مترنم گيتن جي خلاف جنگ ڪندو آهي. لورڪا ڪانپوءِ هي نڪتو شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ اسان کي بيحد نمايان نظر اچي ٿو. ان ترنم جو مثال توهان بہ ڏسو.

ڪنڊيءَ نہ سگري، ٻير نہ پلرو،
سائو نہ سلڙو.
ڇانگون نہ ڇيلڙا.
مارو اڪيلڙا!
مارو اڪيلڙا!

OO

هٿ هٿ ٻيريون ڇاڳوريون،
هٿ هٿ ارٽيون آگريون.

OO

ونجهہ تکيرا وانجهيو،
اجا گهاٽ پري آهي.

سندس شعر زندگي، حسن ۽ شاعريءَ جا اعليٰ ترين نمونا آهن ۽ اهي هڪ اهڙو مثال آهن، جنهن کي اسان نعري بازي به نه ٿا چئي سگهون ۽ جيڪو فاشزم جي خلاف جنگ آزما به آهي. لورڪا جي گيتن جيان هيءَ شاعري رت ڳاڙيندڙ ته آهي، پر توهان ان کي هارايل نٿا چئي سگهو. ڌرتيءَ جي شاعريءَ کي ڌرتيءَ جي ڪنهن ٻي زبان ۾ منتقل ڪرڻ وقت، سواءِ ڪجهه لفظن کي هيڏي هوڏي ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ناهي ڪرڻو پوندو. هر اها زبان جنهن جي جهوليءَ ۾ لوڪ گيتن جو ذخيرو هجي، ڌرتيءَ جي هر جذبي کي پنهنجي اندر سمائڻ جي طاقت رکندي آهي.

مان شيخ اياز کي آفاقي شاعر ٻڌائيندي چيو هو ته ان جو سفر گهر کان گهٽيءَ ۽ گهٽيءَ کان سڄي دنيا جي گهٽين تائين جو سفر آهي. شيخ اياز جو هڪ "لوممبا جو ديس" ان سلسلي ۾ مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو. شاعر پنهنجي ديس ۾ آمريت سان مهاڏو اٽڪايل آهي ۽ ان ديس جو هڪ ٻيو شاعر پنهنجي ديس جي آمريت کي وساري لوممبا جي شهادت تي نوحه خوان آهي. ڇوته لوممبا جو ڏک روئڻ سان ان جي ذات کي ڪوئي نقصان نٿو پهچي، پر پنهنجي ديس جي آمريت کي للڪارڻ سان جيڪڏهن وڌيڪ نه ته گهٽ ۾ گهٽ ان آمريت جي هٿان هٿڪڙيون ته ضرور پائڻيون پونديون آهن. اهوئي تضاد آهي جنهن کي بيان ڪندي شيخ اياز خلا ۾ اوندين لڙڪيل اکين واري آفاقيت کي بي نقاب ڪيو آهي." پر شيخ اياز ان کان به اڳتي وڌي ويو ٿو." هڪ وائيءَ ۾ هو پنهنجي اڱڻ جي تعريف ڪندي اجنبيءَ کي دعوت ڏئي ٿو ته هو مٽيءَ جي پيالي مان امرت جا ڍُڪ پي سگهي ٿو. پر ان مٽيءَ جي اڳيان سر به جهڪائڻو پوندو.

مان تو تان قربان ٿيان،
منهن جي ويڙهي آءُ

ڪوئي آفاقي قدرن جو حامل انسان ئي ڪنهن ٻاهران آيل کي ائين چئي سگهي ٿو ته جيڪڏهن ٻين زمين سان ٿنهنجا رشتا ٽٽي چڪا آهن، ته تون منهنجي باغ ۾ رهي سگهين ٿو، جنهن کي ديس جي جوانن پنهنجي رت سان مهڪايو آهي ۽ جيڪي منفرد گيت ڳائين ٿا.

هيءَ آفاقيت" وڃون وسڻ آئيون" جي هڪ وائيءَ ۾ اجا به نمايان ٿي سامهون اچي ٿي. امير خسرو ۽ پنهاريءَ جي گفتگو:

منهن جو تانءُ ڪانتي
منهنجو ديس بنارسي
تنهن جي ٻولي پارسي
منهنجي ٻولي پوربي
مان پوچان مور تي
تنهن جو من گهنگور
مان چندرما جي شانتي.

پر جيئن سُر سهڻيءَ کان بغير شاهه لطيف جو ذڪر نٿو ڪري سگهجي، ائين ئي " ڪپر ٿو ڪَن ڪري"کان بغير اياز جي شاعري تي ڳالهائي نٿو سگهجي. هونءَ تہ هن ڪتاب جو ڪوبہ سُر اهڙو ناهي، جنهن کي فلسفي جي جديد بحثن کان الڳ ڪري ڏسي سگهجي. پر "سُر سورٺ" ۾ اياز جي جڙاوت خصوصيت سان توجهہ جي لائق آهي. هي سُر آرٽ جي رتوڇاڻ تاريخ جو هڪ اهڙو باب آهي، جنهن ۾ آڱريون زخمي نہ ٿينديون، پر سِر ڏڙ کان جدا ڪرڻو پوندو آهي. اياز فن جي آفاقي قدرن کي ان سُر جي شڪل ۾ هڪ امر تحفوڏنو آهي ۽ هي امر تحفو پري ڳوٺن ۾ وسندڙ هارين ۽ مانجهين جي ٻوليءَ ۾ آهي، جنهن کي جديد شهري طبقو "مشڪل زبان" چوندو آهي.

نـوٽ:

*(هي مضمون اصل اردوء ۾ لکيل ۽ هفتيوار "برسات" شيخ اياز نمبر تان کنيو ويو آهي.)*

تاجل بيوس

# اياز ۾ منظر نگاري

هر عظيم شاعر پنهنجي ديس کي نئون جنم ڏيندو آهي. شاهه لطيف عيسوي سترهين صديءَ جو عظيم شاعر آهي، جنهن سنڌي ٻولي، ثقافت، سنڌ جي جابلو، ريگستاني، دريائي توڙي سامونڊي نظارن کي نئون جنم ڏيئي، امر بڻائي ڇڏيو آهي. شاهه، سچل ۽ ساميءَ کان پوءِ سگهارن قدرن واري قومي شاعري تخليق ٿيڻ بند ٿي ويئي، جنهن جو خاص سبب فارسيءَ جي ڄڪڙ، ملان ۽ مدرسي جو محدود فڪر ٿي سگهي ٿو. اها مانار ڌرتي ڄاين کي ٻي گهر ۾ جلاوطن ڪرڻ واري عرصي تائين برقرار رهي، جڏهن ڌرتيءَ جي اصل ڌڻين، ڏاتارن، عالمن، ڏاهن ۽ رکوالن کي ڪانيائيءَ جي ڳوڙهي وانگر سرحد پار اڇليو ويو هو، ۽ پهريون ڀيرو شاهه جي لاڏائي يعني ١٧٥٢ع کان پوءِ ٻن صدين تائين اها ڦهليل مانار ٽٽڻ شروع ٿي ٿئي، جيڪا ١٩٦٢ع ۽ ١٩٦٣ع ۾ "ڀؤنر ڀري آڪاس" ۽ "ڪلهي پاتم ڪينرو" جي ڇپجڻ سان گهٽي قدر ٽٽي پوي ٿي ۽ اهڙيءَ طرح اُن مانار ۽ تخليقي خاموشيءَ جي ٽوڙيندڙ کي دنيا شيخ اياز جي نالي سان سڃاڻڻ لڳي ٿي.

برطانيا جي جڳ مشهور شاعر شيلي (SHELLEY) چنڊول پکيءَ (SKYLARK) تي نظم لکي، فطرت جي حسين نظارن کي معنيٰ بخشي، امر بڻائي ڇڏي. جڏهن هو چوي ٿو: "تون موت جي باري ۾ اسان فاني انسانن کان وڌيڪ سچيون ۽ کريون حقيقتون ڄاڻندو هوندين. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته پوءِ تنهنجا اِهي نغما شفاف موجن مان ائين نه ڦٽي نڪرن ها."

هيءَ آ فطرت ۽ ماحول جي دل ۾ پيهي ويندڙ سچي ۽ سونهن ڀري ترجماني، جنهن لاءِ شيلي کي چنڊول جي اڏام ۽ نغمن آلاپڻ وارن نظارن جو الائي ڪيترا ڀيرا مشاهدو ڪرڻو پيو هوندو. تڏهن وڃي نظم جي پد پد ۾ دل ۾ پيهي ويندڙ ڪيفيت پيدا ٿي آهي.

اِها حقيقت آهي تہ وڏي شاعر لاءِ جذبن سان گڏ ڳوڙهو مطالعو، ماحول جو ڀرپور مشاهدو ۽ ايذوهي تجربو لازمي هجي ٿو. جيتري قدر مشاهدي جوتعلق آهي تہ هرڪو تخليقڪار پنهنجي ئي ماحول جي چٽي عڪاسي ڪري سگهي ٿو. ٿر ۽ ڪاڇي جو شاعر سانجهيءَ ويلي منهوڙي ڪان سمنڊ ۾ ٽٻي هڻندڙ سج تي ايترو ڀرپور طريقي سان نہ لکي سگهندو، جيترو ڪراچيءَجي ملير ۽ ڪلفٽن جو رهواسي. ننگرپارڪر تي وسڪارن ۽ ڦوڳن جي ڦونهڙي جي عڪاسي هڪ اڻ ڏٺل اک ڇا ڪري سگهندي؟ تنوير عباسيءَ ان حقيقت جي تصديق هن طرح ڪئي آهي:
"شاعريءَ ۾ چٽا عڪس اولڙا اُهوئي شاعر پيش ڪري سگهي ٿو، جيڪو اُن خاص ماحول جو حصو ٿي رهيو هوندو."

اِها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ دنيا جا وڏا شاعر ۽ اديب اُهي ئي ٿي سگهيا آهن، جنهن جو واسطو گهڻي ڀاڱي ڳوٺن ۽ ٻهراڙين سان رهيو آهي. ورڊس ورٿ، رچرڊ لي وٺلن، پرسي بائشي شيلي، جبران، گورڪي، رسول حمزه، يسنن، ٽئگور، ڪبير ۽ شاهہ لطيف اسان وٽ هن ڏس ۾ وڏا نالا آهن. هنن تخليقڪارن ملڪهو، فطرت، ۽ ڌرتيءَ جي وجودي سچ ۽ سندرتا جو راز پليءَ پٽ معلوم ڪري ورتو هو. اکين کي ڪئميرا بڻائي، هن ڪائنات جي ذري پرزي جي تصوير ڪيڏي ذهن جي پردي تي لڳائي، پوءِ ويهي هنن نور نچويو آهي. وڏي شاعر ٽيڻ لاءِ ڪنهن بٺ تي بيٺل اڪيلي وڻ ڪان وٺي جبل تان لهندڙ گهہ جي چلانگن لڳائڻ تائين، صاف ستري تصوير ڪيڏي آهي. موجوده حالتن کي تاريخ جي هر باب سان پيئي، ماضي ۽ حال جي وچ ۾ پُل ٿي جوڙڻي پوي. اُها پل جيڪڏهن ڪمزور هوندي تہ پوءِ تاريخ اُن تخليقڪار جو قدر قيمت اهو مقرر ڪندي، جيڪو قاضي قاضن جو ٿيو هو. پيءِ صورت ۾ سندس ڪئنواس انڊلٺ جيان ڌرتيءَ جي هڪ ڇيڙي ڪان ٻئي ڇيڙي تائين ڦهليل رهندو، جنهن جي دائري ۾ ڪيئي سرسبز واديون اچي وينديون. سنڌ جي رهواسي شاعر کي ڪانوڙ ڪان مدوي جي مسجد بلال تائين، غير مقامي ماڻهن کي ڀڳڙن مٺ تي زمينون ڏيڻ سان گڏ، ڏکڻ آفريڪا جي ڪاري نسل وارن سان گوري سرڪار جي غير انساني سلوڪ جو سڌ سماءُ رکڻو ٿو پوي. هڪ ڪامل ۽ مهان ڪوي هجڻ لاءِ جيڪڏهن ائين نہ هجي ها، تہ پوءِ هن ڌرتيءَ جو عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي لاڪي ڦلائي، جاڙيجن، جسوڌن، ڪاهوڙين، ڪيڙائن، سڪائين ۽ سون ميائيءَ جي رهواسي اوياهي جي پنن ۽ مانگر مڇ جهڙين استحصالي قوتن جا وڪا پڌرا ڪرڻ تي نورنچوئي، اسان لاءِ هيڏو وڏو رسالو نہ ويهي لکي ها. ٿر تي

وسڪاري ڪان پوءِ لطيف ڳنڍير ۾ ڳپ پوندي ڏٺو هو، ڏهرن ۾ ميرُ جا ڇڳا ۽
پيرون پچندي ڏٺا هئا. سانيڪن تان پاڻي پرڻ لاءِ ڪيٽرين جون ڪيرون ڏٺيون
هيون. تڏهن ويهي لطيف سارنگ، ڏهر ۽ مارئي سُرَ لکيا هئا.

ڪنهن ڪنگ يا ڍنڍ جي ڪناري نيلوفر ۽ ڪنول جي اڻ -ڳڻ گلن جو هوا
جي جهوٽن تي پٽ ڏٺيءَ ٻيهي رقص ڏٺو هو. ڪڇي جي ڪنهن جوانڙيءَ کي سنڌوءَ
مان پاڻي ڀريندي ۽ ڪينجهر ڪنڌيءَ ڄرڪن ۽ ڏنيرن جاڪوڙ ڏٺا هئا. پٽ ڏٺيءَ
تڏهن ويهي ڪاموڏ ۽ سهڻيءَ جهڙا سُرَ سرجيا هئا.

مٿيان مشاهداتي روپ ۽ رنگ اسان شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ ٻه ڳولهي
سگهون ٿا. هن ڏس ۾ مرحوم حسام الدين راشديءَ شاهه، سچل ۽ ساميءَ ڪان
پوءِ اياز کي سنڌيءَ جو سڀ ڪان وڏو شاعر سڏيو آهي. سنڌ جي سڄاڻ تخليقڪار
مهتاب محبوب کي لاشعوري طور اياز، شاهه جو جانشين لڳو آهي. سائين ابراهيم
جوڻي جي لکت موجب حفيظ قريشي چئي ويٺو آهي، ته جي سنڌ آزاد ٿيئي نه هجي
ها، ته شيخ اياز پيدا نه ٿئي ها. اياز جي ڪتاب "چنڊ چنبيليءَ ول" جي مهاڳ ۾
سائين سراج نمولي طور هيئين وائي ڏئي فيصلو ڏنو آهي ته هيءَ وائي لطيف سان
همسري ٿي ڪري:

مـنـڌ مـلـي مـهـــار،
تـه ڄرڪـا ڪـيـر ھـيـا.
لـهـرين لڙ لهي ويا آخر، سـانت وسـي سنـسـار
تـه ڄرڪـا ڪـيـر ھـيـا.
سـاهه جڏهن ويـساهه سـمـائو، پرکي پاتو پيار.
تـه ڄرڪـا ڪـيـر ھـيـا.
ياڳا ياڳا ڪير هئي ڪلهه، مان نه هيس منجهدار.
تـه ڄرڪـا ڪـيـر ھـيـا.

هڪڙي هنڌ اياز پنهنجين تخليقن جي تور تڪور ڪندي پاڻ ٻه هيئن چيو
آهي:

"تون ياد ڪجانءِ ته سنڌ ۾ منهنجي موت ڪان پوءِ جيڪڏهن ٻئي ڪنهن
جو شعر زنده رهندو، ته اهو ائين اسريو هوندو، جيئن ڪمند جي هڪ فصل ڪپڻ
ڪان پوءِ، ٻيو فصل ان جي جڙن مان خود بخود اسري ايندو آهي."

اڄ مان ڀٽائي ۽ سچل جي روحن کي مخاطب ٿي چوان ٿو ته: "اي پٽ ڏٺي!
تنهنجيءَ پٽ تي سج وري ايري آيو آهي. اِن ازلي چراغ کي ڪوئي ٻه وسائي نٿو
سگهي. اي سرمست! تنهنجي درازن جي دز کي ڪوئي ڇهي نٿو سگهي. جيسين
مائرون ٻار ڄڻينديون رهنديون، تون قائم ۽ دائم آهين. تنهنجون گهڙوليون ڳائبيون
رهنديون، تنهنجا نغارا وڄندا رهندا."

سچائي اياز وٽ ڪٿڪ جي ڪنپ وانگر جهومندي نظر ٿي اچي. مون لاءِ ٻه پنهنجي ڪتاب "ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون" جي صفحي ٦٢ ۽ ٧٣ تي هيٺن چيو اٿائين:

"تاجل خود بيت ۽ وائيءَ جو شاعر آهي ۽ هن جهڙيون وايون ۽ بيت هن جي ڪنهن به هم عصر يا هن کان گهٽ عمر شاعر نه لکيا آهن ..... تاجل هڪ جهور شاعر آهي ۽ هن جي شاعريءَ ۾ فطرت جي عڪاسيءَ مونکي متاثر ڪيو. خاص ڪري هو اتر جي ڪچي جا منظر نهايت خوبصورتيءَ سان بيان ڪري ٿو......"

اياز جي مٿين سهڻن من موهڻن جذبن لاءِ، مان سندس ٿورائتو آهيان، ڇو ته سندس دل جي پاتال مان اوتجي نڪتل واڪاڻ، مونکي هڪ هنڌ ٽِڪ ۾ٽي بيهاري ڇڏڻ بدران، اڳتي وڌي وڃڻ لاءِ ڏٿي جي لاٽ ثابت ٿي سگهي ٿي.

اياز جي شاعريءَ بابت مٿي ذڪر ٿيل رايا ۽ فيصلا اسان جي جهونڙن پارکن ۽ اديبن جا آهن، جيڪي اياز کي شاهه، سچل ۽ ساميءَ کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جو وڏو شاعر ٿا تسليم ڪن. هاڻي اچو ته اياز جي شاعريءَ ۾ قدرتي ماحول، عڪاسي ۽ منظر نگاريءَ تي لکڻ کان اڳ، ڪنهن وڏي شاعر جون خوبيون مقرر ڪري، ان تي اياز ۽ اياز جي تخليقن جي تڪ تور ڪيون. منهنجي ذاتي تجربي موجب، آهي خوبيون يا تخليقي لياقتون هيٺيون ٿي سگهن ٿيون:

١) اها هڪ مڃيل حقيقت آهي، ته ڳوٺن ۾ رهندڙ عوام ٻولي، لفظن، اصطلاحن، چوڻين، پهاڪن، ڏاهپ جي نُڪتن ۽ لوڪ ادب جو خالق هجي ٿو. ڏسڻو آهي ته شاعر جون تخليقون ڪيتريءَ حد تائين ٻهراڙيءَ جي ٻڊن ۽ وستين مان صبح جي ڪرڻن وانگر ڦٽي نڪرندڙ (Rural-oriented) آهن.

٢) سنڌي ٻوليءَ تي فارسي ۽ اردو ٻولين جو ڪنهن ڪيترو اثر قبوليو آهي. ڏٺو ٿو وڃي ته ڪن شاعرن هنن ٻولين جي لفظن کي جائز ٺهرائيندي، زير اضافت، ۽ همزه اِضافت کي به ڪثرت سان پنهنجيءَ شاعريءَ جي تاجي پيٽي ۾ اٿيو آهي. ڏسڻو اهو آهي ته شاعر پنهنجيءَ زبان کي شاهوڪار تلسيم ڪندي، پنهنجين تخليقن کي ڪيتري قدر ڌارين ٻولين کان پاڪ صاف رکيو آهي.

٣) شاعر جي تخليقن ۾ مطالعاتي ۽ شهري ماحول واري شاعريءَ (Urbanized poetry) جو ڪيترو حصو اهي. هن ڪتابي مطالعي تي ياڙيو آهي، يا سندس اک هن ڪائنات جي ڪليل ڪتاب جو مطالعو ڪندي رهي آهي. هتي سندس مشاهدي جي سگهه ڏسڻي آهي.

۴) شاعر تي عالمن، ڏاهن، سگهڙن، ڪچهرين ۽ سنڌي مطالعي جو اثر آهي، يا اردوءَ جي اڪثر شاعرن وانگر درباري ماحول، گهٽين ۽ محلن ۾ جنم وٺندڙ ثقافت جو اثر آهي. استعمال ٿيل ٻوليءَ جون جڙون ڪهڙيون آهن. شعر پڙهڻ سان سنڌي ماحول پيدا ٿو ٿئي يا مٿي تي هٿ رکي سوچڻو ٿو پوي. شعر ۾ سنڌ جي

متيءَ جي پنهنجي خوشبوءِ آهي يا پاندانن ۾ شيراز جي مقبرن واري چوني جي بوءِ. ٻوليءَ جي لحاظ کان پڙهندڙ تي پنهنجائپ وارو اثر ته پيدا ٿئي. يا ڏاريائپ جو.

۵) عوام شاعريءَ کي ڪيتري قدر قبوليو آهي. ڳوٺائن توڙي شهر ۾ رهندڙ ماڻهن کي اُن شاعر جو ڪيترو ڪلام برزبان ياد آهي، يا ڳاتو ته وڃي. اٿين ته ناهي ته شعر رڳو ادبي حلقن تائين محدود آهي.

٦) شاعريءَ جو اثر قبوليندي ماڻهو شاعر وٽ هلي اچي ٿا ڳالهڻ ٿين، يا تخليقڪار نوڪرو متي تي ڪٿي وتي ٿو پنهنجي وکر جا پاڻ هوڪا ڏيندو.

٧) پنهنجي ماڻهن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ کي اقتصادي ۽ سياسي طور آزاد ڪرائڻ يا ٻولي، ثقافت ۽ اخلاقي قدرن کي زرخيز بڻائڻ يا ڪين نئون جنم ونرائڻ ۾ اُن شاعر جو ڪيترو حصو رهيو آهي. دنيا جي قومن جي حوالي سان غلاميءَ جي زنجيرن ٽوڙڻ ۾ شاعر جو معروضي ۽ آفاقي ڪردار ڪهڙو رهيو آهي. بنيادي حقن وٺڻ واريءَ جنگ ۾ شاعر پنهنجين تخليقن ذريعي ڀهرئين دستي ڀرهيو آهي، يا لنڌاڪڙي واريءَ ڪيفيت ۾ اهڙن مسئلن ۽ حل تلاش ڪرڻ واريءَ ڊڪ ڊوڙ ۾ عوام سان واڳيل رهيو آهي، يا ڪن لاتار ڪندو رهيو آهي.

٨) آمريت جي ٻوسانيندڙ ماحول ۽ جمهوريت جي آزاد فضائن جو شاعر جي تخليقي عمل تي ڪهڙو اثر رهيو آهي. اٿين ته ناهي جو شاعر ٻنهي قسمن جي اقتدارن کي هڪ جيترو پئي قبوليو آهي.

٩) شاعر جون تخليقون ٻولي، ٻوليءَ جي سونهن، اسلوب، فڪر، فلسفي ۽ اِنَ قسم جي ٻين شاعرائين خوبين سان ڪيتري قدر مالا مال آهن.

١٠) آخر ۾ ارتقائي اثر، وقت ۽ ماحول جي ميجا ۽ ترقي پسند لاڙا.

مٿين ذهن خوبين جو ڪيترو مقدار شاعر جي تخليقن ۾ آهي، اُن جو فيصلو پارکو ئي ڪري سگهن ٿا، جنجي پرک اديب گهٽ، پر عوام وڌيڪ ڪري سگهي ٿو. شهر جي ڏمـماڙ يا ڪلفتن جي ڪنهن بنگلي ۾، ٽيبل اڳيان رکي، مٿان پلب ٻاري ڪتابن جي اٿل پٿل سان، تنقيد جا ڪرا ۽ ٺوس فرض نڌا پورا ڪري سگهجن.

هن قسم جي وڻج وکر جي ڪٽ اُهي ئي پارکو ڪري سگهن ٿا. جيڪي وٽن جي ڪوڪڙي يا سرنهن جي ڦريءَ وانگي ڦٽي ڦاٽي پيا هوندا.

مـٿي پيش ٿيل ذهن نـڪتن واري ڪسـوٽيءَ جي مـونکي شديـد ضـرورت محسوس ٿي آهي، ڇاڪاڻ ته ماٺ شيخ اياز ۽ سندس فن تي لکي رهيو آهيان، جيڪو هن لنڌي ڪنڌ ۾ وڏو شاعر آهي، جيڪو صدين جي شاعريءَ جو نچوڙ، پنهنجي ڪنهن ٻـ هڪ ڪتاب ۾ پيش ڪري سگهي ٿو.

اياز سان منهنجي بنيادي دعا سلام يا ٻالجتيءَ وارو رشتو ڪين رهيو آهي. اسان جا ڳانڍاپا شاعرائي فن تائين محدود آهن. اياز جڏهن وائيس چانسلر هو ته سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان "پرک" رسالو ڪڍندو هو. مونکي منهنجيءَ ذات کان

پهريون پيرو واقف ڪرائڻ لاءِ، شاعرن جي فهرست کي ترتيب ڏيندي، اياز پاڻ کان پوءِ منهنجو نالو ڇاپيو هو، سو به اُن وقت، جڏهن منهنجو هڪ ڪتاب به نه ڇپيو هو. شاعريءَ جي ميدان ۾ اياز جو اِهو ورثاءُ ائين هو، جيئن ٿر تي وسڪارو يا ڪنڙيءَ ٻير ۾ اچي ڪو صوفڻ ٻير جو پيوند لڳائي. اياز جو جڏهن مونکي قرب نصيب ٿيڻ لڳو هو، ته مان به پيرا ونس ڇاڙ شوري ويو هئس. هڪ لڳا رات جو هڪ وڳو هو. اسان ٽي ڄڻا وي-سي هائوس ۾ ڪچهري ڪري رهيا هئاسون. ائين ڪٺي ڄڻجي ته مونکي ٻن وڏن ذات ڏٺين جي سنگت نصيب ٿي هئي. هڪ شعر سخن جو مالڪ ٻيو ادب ۾ ڏاهپ جو پندار، يعني هڪ رُت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي ۽ "جل جل مشعل جل" جو خالق شيخ اياز ۽ ٻيو مانوارو محمد ابراهيم جويو. اُن وقت مان پاڻ کي شهتوت جي ٻن وڻن جي پر ۾ بيٺل، مينديءَ جو ٻوٽو لڳو هئس. مون جڏهن ڪچهريءَ مان اُٿي اياز ۽ جوئي صاحب کان موڪلايو هو، ته محسوس ڪيو هئم ته مان جهول ۾ جي ڪنڊا ۽ پهرول جا پتا ڪٺي، ڇاڙ شوري پهتو هئس، سي گل ۽ ڳاڙها ڳتول ٻير ٿي پيا هئا. موڪلائڻ کان اڳ، اياز اسان کي پنهنجو تازو ڪلام ٻڌايو هو. اُن وقت اياز لکيءَ جا چشما کوليا هئا ۽ اسان ٻڪ جهلي اُنهن چشمن جو شفاف ۽ اوجل پاڻي پيتو هو، اياز ۽ جوئي صاحب جي فرمائش تي مون به ڪنڌ هيٺ ڪري ڪين، ڏيڍ ٻزن کن وايون ٻڌاين هيون. جن مان پوءِ اياز ڇڳيون خاصيون وايون "پرک" ۾ ڇپيون هيون. اياز پنهنجين مرڪن ۽ ٽهڪن سان جيڪو مونکي داد ڏنو هو، اُن منهنجي شعور کي وڏيڪ زرخيز بڻايو هو. جوئي صاحب سوال ڪيو هو ته مان ڪيس پنهنجي پسند جا شاعر ٻڌايان. ان روائتي سوال گهڙي کن مون ۾ ٻڌ تر واري ڪيفيت پيدا ڪئي هئي. مون کيس جواب ڏنو هو ته جيڪڏهن مونکان منهنجي پسند جا شاعر پڇيا ٿا وڃن، ته پوءِ مان ١٦٨٩ع کان شروعات ڪندس. مون ڪين ٻڌايو هو ته شاهه، سچل ۽ سامي کان وٺي اياز تائين سنڌ ڌرتيءَ جيڪي به شاعر پيدا ڪيا آهن، اُنهن کي قطار ۾ بيهاري، جيڪڏهن مونکي سندن آڌر ڀاءُ لاءِ چيو وڃي ته ٻن شاعرن وٽ پهچندي، مان پاڻ کي ڪارونجهر وانگر زمين ۾ کتل محسوس ڪندس. مون اُنهن ٻن شاعرن جا نالا ڪين کولي ٻڌايا هئا، پر پوءِ به جوئي صاحب ۽ اياز منهنجي جواب تي مرڪي ڏنو هو.

١٩٦٠ع واري ڏهاڪي ۾ اياز جي شعري مجموعن سان گڏ ڪتابي سلسلن، "جل جل مشعل جل"، "رت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي" مونکي بيحد متاثر ڪيو هو. لطيف کان پوءِ مونکي اياز جا ئي بيت وڻندا هئا. خاص ڪري سندس سر سورٺ وارا بيت. اڄ به اياز بيتن جي اُها معروضي ۽ آفاقي خوبي برقرار رکي آهي. بيت ۽ وائي جي انقلابي خوبين کي اڃا به اڳيرو وٺي آيو آهي. وائيس چانسلريءَ کان پوءِ اياز ڪجهه سالن تائين ٻڌ تر واريءَ ڪيفيت ۾ رهيو هو. لکان يا نه، لکان ته ڇا لکان. لکان ته ڪٿان شروع ڪيان وغيره. اياز جهڙي قداور شاعر جي اِن ماٺار جو

مون تي سخت اثر ٿيو هو ۽ مان اُن جو شدت سان نوٽيس ورتو هو. مون پنهنجي شعري مجموعي "جڏهن پون ۽ بٺي" ۾ مشوري جي عنوان هيٺ اياز تي پارنهن بيت ۽ وايون لکي، بيٺل پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلائي لهرون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. الائي ڇو مانواري ابراهيم جوڻي کي منهنجي مشوري واري ڳالهه نه وڻي هئي. جڏهن جو مان اياز کي، سپرين ڪوي، ڪاپڙي، راڪي، مها پاتي، رانول، ناکو، ميان وڻجارو ۽ ڳهٺو تي مخاطب ٿيو آهيان. مون محسوس ڪيو هو ته ڪويءَ وٽ ڏات به هئي ته ڏانءُ به، پر ڪا ويڌن ضرور هئي، جنهن ڪري ڪوي رستو ڇڏي، رستي جي پير ۾ لرڙ تي هٿ رکي ويهي رهيو هو. مون ته سندس ڪلهن تي هٿ هئي، کيس اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ پوءِ به جوڻي صاحب کي منهنجي هيءَ نمائي ڪوشش نه وڻي هئي. جڏهن اسانجي دوستن خان محمد پنهور، آزاد جتوئي ۽ ٻين چيو هو ته تاجل جي مشوري تي لکڻ جو اياز ايڏو ته نوٽيس ورتو آهي، جو ١٩٧٣ع کان پوءِ اياز جو ڪتاب مٿان ڪتاب پيو ڇپجي.

اڄ کان ڏهاڪو سال اڳ مان اياز وٽ سندس گلشن اقبال واري گهر ويندو هئس، جتي اڪثر مان يوسف شاهين کي ويٺل يا بيٺل ڏسندو هئس. اياز به قرب ڪري مون وٽ گارڊن واري منهنجي سرڪاري گهر ايندو هو. اياز سان ڪڏهن، ڪڏهن ميون شاهه عنايت جو ڳوٺائي، يوسف شاهين به ايندو هو. نصرپور جو شاهين، جتان جي ماڻهن کي ڪنهن زماني ترخاني قيادت هاڻين جي ٽنگن سان ٻڌرائي لتاڙائي ڇڏيو هو. يوسف ايندو ته هو، پر اسانجي ذهن تي مُرڪن جون تصويرون جوڙي، سومهڻيءَ جي لذتن کان محروم ٿي هليو ويندو هو. ۽ اياز کي اسان سان گڏ انگورن جي ولين هيٺان وهاري، پارت ڪري ويندو هو ته کيس "ڪرِيءَ" واري پاڃي ۽ ڪرِيءَ وارو پاڻي پيارينداڻ يوسف مٿارن منجهان هجي ها ته اِن قسم جي پارت ڪڏهن به نه ڪري ها.

اياز جي اچڻ تي مان "چؤياري" پوري ڪرڻ لاءِ نيلهڙ (ٽن دوستن) يعني شمشير، هدايت ۽ منهنجي نندپڻ واري دوست امام الدين پٺاڻ کي به گهرائيندو هئس ۽ اُهي ادبي ڪچهريون رات جي پوئين پهر تائين به هلنديون هيون. انهن ڪچهرين ۾ مونکي اياز جي نه رڳو وسيع مطالعي جي خبر پئي، پر سندس شعر، خاص ڪري وائي ۽ بيت جي ارتقائي سفر جي به سڌ پئي. ان قسم جون ڪچهريون اسان جون اڄ تائين جاري آهن. اياز فون ڪري چوندو ته تاجل اڄ ته ڪلفٽن هلئون ۽ ڏسون ته اڄ منهوڙي کان سج ڪيئن ٿو سمنڊ ۾ ٽبي هئي. ڪڏهن چوندو ته فقير محمد لاشاريءَ کي به ڪنيو اچ. يا چوندو ته عطيه مائي اچي ته کيس ڪنيو اچ.

هونءَ ته اياز جي شاعريءَ جا ڪيئي سندر روپ ۽ رنگ آهن. هن مضمون ۾ مان "اياز ۾ منظر نگاري" تي لکندس. ڏسون ته اياز پنهنجي مشاهداتي سگهه وسيلي اک جي ڪئميرا سان ڪهڙيون تصويرون ڪڍي اسانکي ٿو آڇي.

ڍنڍ جي هڪ ڪپ سان لُون،ٻيرن ۽ ڪامَهن جي وڻن جون قطارون آهن، جن جا عڪس ۽ اولڙا ڍنڍ جي نيري پاڻيءَ ۾ ڏهن ۽ ڏهن ٿا. ٻئي ڪناري تي پنٽلو آهي ۽ ڪَلَ سان گڏ سينواريل پاڻيءَ ۾ نيلوفر (ڪَمن جا گل) ۽ ڪنول جا گل، هوا جي هلڪڙن جهوٽن ۽ ڪهن تي رقص ڪري رهيا آهن. ڍنڍ تي ڪانير، نيرگا، آڙيون ۽ ڪوڪڙات ٿا لهن، جنهن ڪري پاڻيءَ تي گول دائرا ٺهي ٿا پون. ساڳيءَ ئي پرتي، ڇٽن جو ڪيت آهي، جنهن ۾ سرنهن جي ٽانگر آهي. ڳوٺائيون عورتون ٽپڙا هٿن ۾ جهلي، سرنهن جو ساڳ ۽ ڳنر پٽي رهيون آهن. ٻـ جوانڙيون ور ڪَنجي، ڪنگوٽارن کي پڪڙي گهارو آڪري رهيون آهن. سندن وارن ۽ ڪلهن تي اينوٽيءَ جا ڪير جهڙا اڇا اُجرا گل ڇڻي رهيا آهن، جيڪي سچ جي ڪرڻن تي جرڪي، آسمان ۾ ستارن جيان لڳي رهيا آهن. اياز اِن نظاري جي هيئن ٿو عڪاسي ڪري؛

هي جي وليون اينوٽيءَ، چاڙهيان ڪٿي مان؟
ڏاڍو ڏور اجان، آهن ڪک اُپ جا.

OOO

اهڙي لڳي واءُ جو، ورهين لءِ وچڙيا،
ڪنگوءَ تارن جا، پاڻيءَ مٿان اولڙا.

ٿَل ڍوري جي ڪَرَ تي ٻائڙ ٻڌي، نار ۾ ڏاند جوٽيل آهي، جنهن جي ڳچيءَ ۾ ڪنڙات پيل آهي. ۽ ڦرندڙ چڪري جا چيڪاٽ ماحول ۾ ترنم پيدا ڪري رهيا آهن. لوٽيون کوهاڏي مان پرجي پاڙچ ۾ هارجن پيون. پاڻي نيسر مان ٿيندو اچي ٿو آهڙ ۾ نِڪ تي ڪري. ڪانجڻ جي هڪڙي چيڙي وٽ ٺلهه پرسان بيٺل ڪرڙ تي، پوريون ڏيلها ٽڪي رهيون آهن، جنهن ڪري سر ۽ مريئڙي جي پوڻن تي پَسيون ڇڻي رهيون آهن ۽ پاڻي واهيءَ مان ٿيندو وڃي ٿو ٻاجهريءَ جي ڪيت ۾ پوي. هڪ ڳوٺاڻي ڏاڪن ۾ هٿ وجهندي، پيهي تي چڙهي رهي آهي ۽ ائين ٻاجهريءَ جي ڪيت کي ٻهڪائي، سنگ، سنگ کي معنيٰ پئي بخشي. اياز آتان لانگهائو ٿئي ٿو ۽ اندر جي جذبن جو اظهار هيئن ٿو ڪري؛

ڇا منهنجي ساهه ۾، شيءِ آ سمائي،
پاڙچ جو پاڻي، نيسر مان سوئي وهي.

OOO

ٻوريءَ مٿان جهرڪيون، پهر ڪي نه ڏسن،
ڪانياڻيءَ ڦهڪن- چَهه چهه آندي چپ ۾.

شام ٿي آهي. ڏنار ٻوٽيندا وڃائيندا، مينهن پٽارين کي تنوارينداٴ سنگهڙ ڪرائي، گٽنگ اُڪري رهيا آهن. پرسان مهاڻن جا ٻار ڪَلَ مان ڪمن سان گودا پري رهيا آهن. سندن ڪوٺين جهڙي نرم جسمن کي نيلوفر جا گل ڇُهي، گٽنگ جي قدرتي نظاري کي سونهن بخشي رهيا آهن. ڪَنبَ مٿان ٻتيلو بيٺو آهي، جنهن جي

آڳل تي هڪ جهونڙي ويٺي آهي، جا ڪيرٿر جبل جي اولهائين قطارن ۾ لهندڙ سج کي ڏسي رهي آهي. ڪنگ جي اهڙي نظاري جي عڪاسي اياز هيئن ٿو ڪري:

شـفـق، پاڻـيءَ ڪـنـگ ۾، نـيـلـوفـر جا ڳلَ،
ويـنـدا اونـداهـ ۾ ٻـڏي، سـارا آڙيـن هلَ،
يا هيءَ منهنجي پلَ، ٻيـهـر اڄـو آنـهـ تون؟

OOO

ڊونـڊيءَ تـي هـيءَ ڊونـڊڙي، اڃا لـڙڪـائـي،
پـيـئـي پـاڻـيءَ آرسـيءَ کـان مـنـهـن ڇـپـائـي،
ڪـٿـي الائـي، هـن جا جوبـن ڏيـهـنـهـڙا؟

OOO

هڪ پاسي کان بدي ۽ آسوءَ جي ڳهٽ ۽ ڪاڙهو آهي. سنڌوءَ ۾ چاڙهه آهي. ڏنڊون ۽ ڊورا تارڙن تار آهن. جهنگ جهر کي ڪيلاش جي تازي پاڻيءَ ڌوئي صاف ڪري ڇڏيو آهي. ڪٿي، ڪٿي پاڻيءَ ۾ لات آهي. پاڻيءَ جي ڇڇڻ ڪري ٻاندا ظاهر ٿي پيا آهن. اياز چوي ٿو:

هـاڻـي پـاڻـي ڇڇنـدو، رهـي ڏٺـيءَ نـانءُ،
وڃان پـيـو آنءُ، ڏنـڊون ڊورا سـڀ پـري.

OOO

ٻئي پاسي کان ڇڪڻ جو ڇڙٻول آهي، جا جهلي بند وڻان زمين کي روڙي رهي آهي. ائين پيو لڳي، ڄڻ پاڻي ڪڙاهه ۾ اُٻامي رهيو آهي. ڇڪڻ جي ڇڪ کان مهاڻا ونءُ پيا وڃن. اياز اهڙي منظر کي هيئن ٿو بيتن جو لباس پهرائي:

سـوچي سـمـجهـي واڻـڙا! ڳولـي لـهـو ٻـيـٽ،
ڇڪـڻ جي ڇپـيـٽ، ٻـيـڙا ٻـوڙي ڪـيـتـرا.

OOO

ڇڪـــڻ جو آواز، آيـــو اســـــر ويـــر جو،
متان ٻيڙو ائين ڪنيي، جيئن جهرڪيءَ کي باز،
ســوچي ڪـيـو نـاز، مـوڙهـا مـلاحـن تـي.

OOO

آسڪر وائيلڊ چيو آهي:

"جڏهن فنڪار کي محبت ۾ سرشار ڏسو تہ اُن جو مطلب محض هيءُ آهي، تہ هُن جي ذات ۾ حسن جو شعور گهر ڪري ويو آهي."

هڪ ٻئي هنڌ آسڪر وائيلڊ هيئن بہ چيو آهي:

"فطرت منهنجي نگاهہ کي تازو ۽ تيز ڪندي آهي."

اِن کان اڳ ستين صديءَ جو مها ڪوي ڀرتري هري سنسار جي سونهن ۽ مجازي عشق جي باري ۾ هيئن چيو هو:

"زندگيءَ جي ٻن قدرن کان سواءِ، سڄو سنسار بيڪار آهي. آهي قدر آهن.

"عورت جو جوڀن" ۽ "جهنگلن جا نظارا"

ويهين صديءَ ۾ سنڌي زبان جو وڏو شاعر شيخ اياز وڏيڪ اثرائتي نموني هيئن ٿو چوي:

نـڀي هـٿي هـنج جيـئـن، جڏهـن نـڪـتـس آءٌ،
هـيـو مـنـهـنـجو هـانءُ، ايـان جڻ تـہ تـلاءَ ۾.

OOO

خالـي ڍبـا، بـوتـلـون، ڪـنـاري ڪـيـئـي،
پـرسـان ڇانگـهـا، ڪـيـڪـڙا، گـهـمـن گـهـٽـيـئـي،
ٻـار بـہ اٿـيـئـي، ڪـيـڏن ڪـوڏ ڪـٺـا ڪـري.

OOO

بـيـڪـاريءَ جي گـهـاٽ وٽ، وايـاٺـيـون تـڙڳـن،
ڇاڇا مـنـهـنـجي مـن، آيـا گـل گـلاب جا.

OOO

جهـومـڪ جهلي ايـئـن، ڳاڙهي روپ ڳـتـول تـي،
تـارو هـجي جيـئـن، پـرسـان چوڏهينءَ چنڊ جي.

OOO

اياز جي شاعريءَ ۾ برجستن ۽ سگهارن تخليقي قدرن کي پڙهي، ميڄٺو ٿو پوي تہ اياز جي ذهن تي ماٺهو، ڌرتي ۽ فطرت جو حسن ۽ اُن حسن جو شعور سانوٽيءَ جي وڏ ڦرڻي وانگر وسڪارا لايو بيٺا آهن.

"وسڪار جي ويل" کهڙا نہ سندر منظر آڇيندي آهي. هيٺان ڌرتي، مٿان آڪاس، مينهن جون ڌارون ڄڻ تہ ڌرتي ۽ آڪاس کي واڍين ۽ رسن ذريعي ملائي ڇڏينديون آهن. وڏ ڦرڻي جي وسڪارن ۾ لڳندو آهي ڄڻ فطرت ڇيريون پائي، نچندي آهي. اهڙي ماحول جي منظر نگاري اياز هيئن ڪئي آهي:

اڀ ۾ نـڪـتـي الـدلـڪ، ڄڻ ڪـوئـي ڪـنـمـالَ،
مـٿـان پـون مـيـنـهـڙا، هـيـٺـان ڇري مـالَ،
ڪـيـر ڇوي جنـجال، آهـن جيـئـن ڏيـنـهـڙا.

پرييو "وفا"

# شيخ اياز هڪ عظيم شاعر ۽ عظيم شخص

عظيم شاعر شيخ اياز ۽ منهنجي عمر وچ ۾ اٽڪل ستن سالن جو فرق آهي، مون جڏهن ١٩٣٨ع ۾ بي اي پاس ڪري، ڊي، جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ کي آلوداع ڪئي، ان کان پوءِ اياز صاحب ڪاليج ۾ قدم ڌريو. هو شڪارپور ۾ رهندو هو ۽ مان لاڙڪاڻي ۾، ان ڪري سنڌ ۾ ساڻس سمپرڪ ٿي نه سگهيو. پر شاعريءَ جي ميدان ۾ سندس نالو گهڻو ٻڌندو رهيو هوس. ان زماني ۾ سورگيه ٻولچند راجپال هڪ دلڪش ۽ معياري مخزن "سنڌو" نالي سان ڪڍندو هو، جنهن ۾ شيخ اياز، ڪشنچند آزاد، شيام، فاني، دلگير ۽ منهنجا شعر شايع ٿيندا رهندا هئا. شيخ اياز جي شعرن کان ڪافي متاثر ٿيندو هوس. ڪيس ڏسڻ جي دل ۾ چاهنا رهندي هئي ۽ آس هئم ته هن جي قريب اچان ۽ ڪيس پنهنجو دوست بڻايان. اِها آس سنڌ ۾ پوري ٿي نه سگهي، ڇو جو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ کي آلوداع ڪري ڀارت ۾ آياسين ۽ اياز سنڌ ۾ رهجي ويو.

ڀارت ۾ پاڪستان کان هڪ معياري مخزن "مهراڻ"جي نالي سان ايندي هئي، جنهن ۾ اياز جا شعر شايع ٿيندا هئا. هيءَ مخزن مان ڏيان سان پڙهندو هوس. اياز جا شعر پڪا پختا هوندا هئا. ۽ اياز مڪمل طور رچي راس ٿِيو هو. مون ان وقت ئي محسوس ڪيو هو ته اياز اڳتي هلي هڪ عظيم شاعر جي حيثيت ۾ مشهور ٿيندو. اياز صاحب لاءِ منهنجو پيار ۽ عزت وڌندا رهيا.

١٩٦٣ع ۾ اياز ڀارت ۾ پڌاريو هو. بمبئي کان پوءِ، گيتا ۽ راج جي ميزبانيءَ هيٺ دهليءَ ۾ آيل هو ۽ ڪناٽ پئليس جي هڪ موٽيل ۾ رهيل هئا. مان نارائڻ شيام سان گڏ ساڻس گڏجڻ ويس ۽ شيخ اياز کي ساڪيات وچي ڏٺم. ڏسڻ سان ئي سندس شخصيت تي موهت ٿي پيس. شينهن مڙس ٿي لڳو. منهنجي ذهن ۾سر

اقبال اڙدو شاعر جي صورت اُيري آئي. اهائي ڪشادي پيشاني، پريل منهن، ڪاريون مڇون ۽ جاندار شخصيت هئي، ڪيس ياڪر پائي گڏيم. هن بہ مون کي پنهنجي رڇ جهڙي ياڪر ۾ پري ڇڏيو. ويهي حالي احوالي ٿياسين. گفتگو جي دوران مون ڪائنس پڇيو: "مون کي سڃاڻو ٿا. منهنجو نالو پريو وفا آهي." جواب ڏنائين: "وفا کي ڪيئن نہ سڃاڻبو. مون کي تنهنجي هڪ ڪافي جو شعر بہ ياد آهي." ۽ اهو گنگنائي ٻڌايائين:

"آڏي رات اسان وٽ آيو لوڪون پاڻ لڪائي يار
لوڪون پاڻ لڪائي ويو مون سان ڳالهہ ڳجهي ڳالهائي يار.

مان دنگ رهجي ويس. هي شعر منهنجو ايڏو تہ پراڻو هو( شايد ١٩٣٢ع جو لکيل هو) جو مون کي بہ ياد ڪو نہ هو. آياز جي يادداشت کي دل ئي دل ۾ داد ڏيڻ لڳم. آياز جو هٿ پڪڙي، هٿ تي چمي ڏنم.

دهليءَ ۾ خوب مشاعرا ٿيا. ڪي خانگي گهرن ۾ تہ ڪي سڀائن ۾. سندس شعرن کي ٻڌڻ جو هي پهريون شرف مون کي مليو هو. جنهن قافيہ جو شعر مون ٿي پڙهيو ان قافيہ تي هن پنهنجو شعر ٿي پيش ڪيو، سو بہ يادگيريءَ مان. ڪيس ڪيڏا نہ پنهنجا شعر ياد هئا ۽ مان جو. پنهنجو" پرواز" (جو تازو ڇپيل هو) ڪولي پئي پڙهيو.

آخر اَلوداع ڪري آيازصاحب پاڪستان هليو ويو پر ان کان پوءِ بہ ڪيترا ڏينهن سندس شعر( گيت ۽ غزل) منهنجن ڪنن ۾ ٿي ٻُريا ۽ سندس صورت اکين اڳيان ٿي ڦري. ويندي ويندي هڪ نثر جوڪتاب" جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" سوکڙيءَ طور ڏئي ويو، جو مون ور ور ڪري پڙهيو ۽ حظ حاصل ڪيو. مون محسوس ڪيو تہ اياز کي نثر تي بہ ڪافي دست رس هو. اجا ڪنهن حد تائين نظم کان بہ وڌيڪ سندس نثر تي وٺيو. سندس نظم جو ڪتاب" پنوڙ پري آڪاس" نارائڻ شيام کان وٺي پڙهيم ۽ بيحد متاثر ٿيس.

پارت کان آياز کي هڪ خط لکيم، جنهن ۾ سندس جهوليءَ ۾ ثنا جا گل برسايا هئم. خط انگريزيءَ ۾ لکيل هو. موٽ ۾ اياز لکيو: "تون سنڌيءَ جو هيڏو چاڻو سنڌيءَ ۾ تمام سٺا خط لکي سگهين ٿو. پوءِ بہ خط سنڌيءَ ۾ ڇو نہ ٿو لکين." وڌيڪ لکيائين تہ هُو سنڌيءَ ۾ ئي خط لکندو آهي. سندس اهو ڏوراپو منهنجي ڇاتيءَ تي چابڪ وانگر چڀجي ويوءِ اهو ڏينهن اهو ڏسينهن، مون سنڌيءَ ۾ ئي خط لکڻ شروع ڪيا ۽ اڄ تائين ان نيم جي پيروي ڪندو آيو آهيان. ان کان پوءِ آياز جو هر ڪتاب نظم توڙي نثر جو ملندو هو، ان جو مطالعو ڪندو هوس ۽ پريرڻا پائيندو رهيس.

هن پيري جڏهن شيخ آياز بمبئيءَ ۾ "شاهہ، سچل ۽ سامي" سيمينار تي آيل هو تہ پنهنجيءَ رفيق، حيات زرينہ کي بہ ساڻ وٺي آيو هو ۽ ڪي ڪلاڪار بہ آيل هئا. سڀ روزوڊ هوٽل ۾ رهيل هئا. جتي ساڻن ملڻ ويس. مون کي ياد آڇي ويو آياز

جو دهليءَ ۾ چيل گفتو. جو ڪنهن دهليءَ جي اديب جي حوالي ۾ چيو هئائين تہ "اسين سنڌ مان هزارين ڪوهہ ڪهي پارٽ جي دوستن سان ملڻ آيا آهيون ۽ هو بہ پير ڪٿي مون سان گڏجڻ نہ آيو آهي." اهو گفتو ياد ايندي ئي مان اياز سان پهرين ڏينهن تي گڏجڻ ويو هوس. هن دفعي آياز کي ڪافي ديرينو ۽ ٺور ڳالهائو ۽ سنڌس سرير بہ ڪافي جهڪو ڏٺم. دهليءَ ۾ جا سنڌس دهشت ڀري جاندار شخصيت ڏٺي هئم. سان عدم پيدا هئي، هٽ ۾ لٽ جو سهارو، ڳالهائڻ ڏيري ۽ اها دهليءَ واري چنچلتا نظر نہ آئي. جيتوڻيڪ سائنس گفتگوءَ جي دوران پنهنجن عقيدن ۽ اصولن ۾ اڳ کان بہ وڌيڪ اٽل ۽ محڪم ٿي لڳو.

جلد ئي آسان جي اديب دوست گوبند پنجابيءَ اياز، زرينہ ۽ سنڌس ميزبان ٺاڪر چاولا ۽ پارو چاولا ۽ ڪن ٻين ساهتڪارن کي دعوت ڏيئي پنهنجي گهر ڊنر تي گهرايو هو، جنهن ۾ مان بہ هوس. آتي وڃہ وٺي ڪانٽس پڇيم تہ اڄ ڪلهہ سنڌس صحت ڪيئن ٿي رهي تہ چيائين؛" بہ دفعا دل جي تڪليف ٿي هئي ۽ پاڪستاني جيلن ۾ رهي رهي صحت ئي ڊهي پئي آهي. هن دفع هر موقع تي ڏٺم تہ سنڌس هٿ جي ٻن آڱرين وچ ۾ اڻ- جليل سگريٽ رهندو هو، جو ور ور ڪري چپن تائين آڻي خيالي سوٽو پئي ڪيائين. وڌيڪ چيائين "ڊاڪٽرن سگريٽ کان خاص منع ڪئي آهي." پهرين دفعي دهليءَ ۾ کيس گهڻ- چيڪو Chain smokers جي صورت ۾ ڏٺو هوم. اياز جي اچا شڪتيءَ تي عجب لڳم ۽ کيس دل ئي دل ۾ داد ڏنم.

اياز کي آچا بہ قريب آڻڻ جي ڪوشش ۾ کيس، پيڻ زرينہ، ارجن شاد، موهنيءَ، ٺاڪر چاولا ۽ پاور چاولا (آياز جا ميزبان ۽ منهنجا دوست) کي پنهنجي گهر رات جي مانيءَ تي گهرايم، جتي خوب دل کولي ڳالهيون ڪيون ۽ گڏجي فوٽا ڪڍياسين. سچ تہ دل کي سڪون اچي ويو. سنڌ ۾ جنهن کي دوست بڻائڻ جو سپنو هو، سو آخر پارٽ ۾ ساڪار ٿيو. گفتگو جي دوران مون کان سوال پڇيائين تہ "تون رٽائر ڪرڻ کان پوءِ نوڪري ڇو ٿو ڪرين. پورت جي خيال کان ٿو نوڪري ڪرين يا ائين ئي؟" پنهنجي باري ۾ چيائين تہ مان باقائدي رٽائر ڪيو آهي ۽ زندگيءَ جو سمورو وقت شاعريءَ کي ڏنو اٿم. تو بہ ائين جو نہ ٿو ڪرين؟ مون کيس جواب ڏنو تہ "سچ تہ رهڻي جي ايتري پرواهہ نہ آهي. پر نوڪريءَ ڪرڻ سان بدن چست ۽ تندرست ٿو رهي." پوءِ کلي چيائين تہ "تنهنجي صحت ڏسي مان سمجهان ٿو تہ سؤ سال پڪ پورا ڪندين." اِها دعا ڪري آخر جدا ٿيو.

قديم زماني ۾ اورنگزيب جي ڌيءَ زيب النساء، جا هڪ اوچ ڪوٽيءَ جي شاعره هئي، چوندي هئي " منهنجي شخصيت منهنجن شعرن ۾ مخفي آهي." اهڙيءَ طرح هر شاعر کي سنڌس شاعريءَ مان ئي سڃاڻي سگهجي ٿو. آياز صاحب جي شخصيت بہ سنڌس شعرن مان لياڪا پائي رهي آهي. اياز ذاتي طور هڪ رومانوي شاعري آهي. هو سونهن جو مشتاق. هو زندگيءَ کي پيار ڪري ٿو ۽ چوي ٿو؛

هي سندر سنسار، ڪيئن ڇڏيندس جوڳيا،
مان جو سرجڻهار، ان بن مان ڪاڏي وڃان.

O

مان جنهن سندر نار جو، عاشقڙو آهيان،
اُن ڪي ڪيئن پايان، مايا پنهنجي هنج ۾.

O

سامي! جا شمشان ۾، سڙي تي ديهي،
توکي اُن جيهي، مَور نہ ملندي جندڙي.

O

نارائڻ شيام کي مخاطب ٿي چوي ٿو:
آجا سيڪجهہ سانورا، آڌورو آهي،
دل تہ نہ ٽپي چاهي، ائين لڏجي لوء مان،

O

بانهُون گلن ناريون، ڳچيء ۾ پائي،
ڇاتيء سان لائي، مون ۾ ڇپيا سپرين

O

جرکي منهنجي ڇپ سان، تنهنجي ڇپ ملي،
پيئون ڄڻ تہ کلي، ڇپيون هڪ ٻئي هنج ۾.

O

سنڌوء ۾ اشنان،
ناريء اُرهہ سير ۾،
چوڏهين چندرما.

O

تو جي ڪر موڙيا ،
اُرهہ اُڊيڙي ڪنجرو،
تاڪا سي ٽوڙيا.

O

ڪارون منجهہ ڪجل،
ڇپ ڪچيون ڪچنار جون،
مکڙيون ماڪ- پنل.

O

چنہ چنہ چيهي ڪي،
منيء- هاٿا پيرڙا،
تانگر تي نہ رکي.

پرتري هري، ڀارت جي ڪلاسيڪل شاعر جي بقول، شيخ اياز به ٻن حقيقتن کان متاثر آهي. هڪ قدرت جي سونهن ۽ ٻي انساني سرير جي سونهن.

اَياز اَول ۽ آخر ۾ هڪ انسان آهي. هُو وطن دوست به آهي. سنڌڙيءَ سان جنڊڙي جڙيل اٿس. هن جو مذهب آهي "ماڻهپو" هن ۾ نه هندڪي نه مسلمانڪي آهي. سچل سرمست وانگر "هندو" مومن ناهيان مان جوئي آهيان سوئي آهيان." هوهڪ عالمگير انسان آهي. ذات پات ۽ نيات کان مٿي، جنهن کي ساري خدا جي مخلوق لاءِ محبت آهي. هُو هر عالمگير شاعر ۾ پنهنجي صورت ڏسي ٿو. هڪ ڪتاب ۾ لکيو اٿس:

"مون کي ڳهوري رهيون آهن ڪاليداس، وديا پتي، پرتري هريءَ جون اکيون، پنڙ پنڙ اکيون جن ۾ گنجار آهي، ڪنول ڪنول لاءِ پياس آهي. مون کي ڳهوري رهيون آهن جائسي ۽ خان خانا جون اکيون، ميگهه ملهار اکيون، جن مان اِنسان دوستي ۽ رواداري برسي رهي آهي. مون کي ڳهوري رهيون آهن سورداس جون اکيون، جن ۾ جڳ جڳ جي جوت ٻري رهي آهي، ميران جون هيٺيون وهيٺيون سونهيون آسونهيون اکيون، ڪبير، پتائيءَ، نانڪ ۽ ٽئگور جون اکيون، جن ۾ حقيقت جا سدا گلاب، جن ۾ همه اوست جو هڳاءُ آهي. سرمد ۽ سرمست جون اکيون، لا الله جهڙيون پر جلال، باوقار اکيون. ها، آهي اکيون مون کي ڳهوري رهيون آهن ۽ پڇي رهيون آهن " ڇا تون اسان کان اکيون موڙي ويندين. ڇا هن ڌرتيءَ جي آرتيءَ ۾ تون پنهنجا به ڏيئا نه جلائيندين؟" ۽ اڄ عظيم شاعر شيخ اياز اُنهن عظيم ۽ عالمگير اِنسانن ۽ شاعرن جي نقش قدم تي هلي رهيو آهي. انسان سان دوستي ۽ وطن دوستي ۽ خداُ جي بندن لاءِ اٿاه عشق سندس هر شعر مان جهاتيون پائي رهيا آهن. اياز جي وطن دوستي ۽ سنڌڙيءَ لاءِ پيار ۽ صدق ڪوٺان ڪوٺ سندس شعرن ۾ پريل آهي. هن جو هڪ گيت جو ديسان ديس مشهور آهي سو آهي:

"سنڌڙي کي سر ڪير نه ڏيندو- سهندو ڪير ميار اويار."

سنڌڙيءَ لاءِ ڪيس ڪيڏي نه اُڪير آهي، ان جو هيٺ هڪ مثال ٿو ڏجي.

تـوکـي کــهـــڙي ڪــل، جيءَ نـه آچي جهــل.
مونکان سنڌ نه وسري.

تـون ڇا ڄاڻـي اوپـرا، تـوکـي کـهــڙي ڪــل.
مونکان سنڌ نه وسري.

ڪارونجهـر جون ڪامـڻيون، ڳاڳين ڳاڙها ڳل.
مونکان سنڌ نـه وسري.

باکون باکونْ سونهن جون، راتيون روپـ- رَئل.
مونکان سنڌ نـه وسري.

اڏرن تــا جنهــن جوءَ تــي، پــاريــهـــر جا پــل.
مونكان سنڌ نـہ وسري.

كـونجون كـشـكـن روهہ پر، تارن هيـنــان تـل.
مونكان سنڌ نـہ وسري.

سنڌ پر حاكمن جا ظلم ڏسي، ڪوڙ جو بول بالا ڏسي از خود سندس اندر مان هي لفظ نكري ٿا وڃن:

كيڏي كان كان كوڙ جي، ساڏي چپ سچن،
ڍهكـــايــو آ ڏيــهـــہ كـي، ڏاڍو هـيـل ڏچن،
ڍو تـي كـاڏو ڍوُنڊ كـي، ڀيــهـر ڀانـپ ڀچن،
اورانـگـهـڻ اوڙاهــہ كـي، نـاهـي كــر كـچن،
كـي ســـوُنـهـــان ســـر جا، واهــر وچ اچن،
او شـل جركـي جنـدڙي

○

كيٺن كو كَوكاري، مڙني مات آچي وئي.
آهي ڏوڙ ڏمــال تـي، هــر كـنـهـن اوتــاري،
مـڙني مــات آچي وئـي.
هيـل تـہ سـائو پن پـي، كـو نـہ چڏيـو پاري،
مـڙني مــات آچي وئـي.
آهي كـو كـوهـيـار، جو ڏونـگـر كـي ڏاري،
مـڙني مـات آچي وئـي.
ڏبڻ جيٺن ڏڏكـي پيـو، كـير گهري گاري،
مـڙني مـات آچي وئـي.
جڻ كـا ڏائڻ ڏيـهـہ كـي، پـيـئـي ڍهـكـاري.
مـڙني مـات آچي وئـي.

آياز كي مظلومن لاءِ محبت، هيٺن لاءِ همدردي آهي. غريبن مٿان ظلم ٿيندو ڏسي سندس نيڻ نير سان پرجي ٿا اچن ۽ وڏيرن كي ويڻ ٿو ڏئي. پورهيت جو برو حال ڏسي سائس همدردي ٿوكري. چئي ٿو:

هي بہ نـہ پورهيت جو.
هي جو كوٺلي كاٺ تي،
سج- لٿي سونو.

۽ پوءِ آسمان ڏانهن نهاري كنهن آ غيبي شكتيءَ كي پكاري ٿو:

آڙين جا آڌر،
اسين مسافر اَج ۾،
ڇڏ کي ڇيڪ ڇمر.
●
آسان تو آهار.
ڏنگر ڏاري ٿو رکين،
آڙين جا آڌار.

اَياز هڪ انقلابي شاعر آهي. هڪ نئين سنڌ ٺاهڻ لاءِ اَياز جي اکين ۾ سپنو جرڪي رهيو آهي. نارائڻ شيام اَياز جودل گهريو دوست هو، بلڪ ائين ڪٿي چئجي تہ هوَ ٻنهي جاڙا ڀائر هئا. شيام جڏهن هن جهان مان ڪوچ ڪري هليو ويو، آياز کيس اِلتجا ٿو ڪري تہ:

"شيـام اَجا اَڏني هـٿي، تـو مـان نـئين سـنڌ،
ڇا تـوهرڪي هـند، پـنهنجي ڪـٿي پـيار مـان.
○
سـانورا تـون سـنڌ کـي، ڪـرڪـائي آسـيس،
جيئن نہ جهڪن سِيس، ڪنهنجي آڳرائيءَ اڳيان.

جڏهن شيخ اَياز روس جي دؤري تي ويو هو تہ اُتي هن ڪيترا منظر ڏٺا، جن کان متاثر ٿي هن ڪي گيت رچيا هئا. لينن گرادِ ۾ زار جي زماني واري جيل ۾ ڦاسي ڪاڏل قيدين جا سوٽ بوٽ ۾ پير ڪڙيون وغيره هڪ ميوزم ۾ سنڀالي رکيا ويا آهن، اُتي مائڪو وسڪي، جو روسي انقلاب جو هڪ عظيم شاعر هو ان جو بت کڙو ڪيل آهي. بت هيٺان سندس نالو پڙهي آياز لکيو:

پنهنجو روسي نانءُ،
مائڪو وسڪي چونڪ تي،
پڙهان پيو آنءُ.

لرمنتوف روس جو رومانوي شاعر، جو شئلي جو همعصر هو. مقابلي ۾ ماريو ويو هو اُن لاءِ آياز ٿو لکي:

پيارا لر منتوف.
موت تہ مون لاءِ راند هو،
هي مون کهڙو خوف.

پشڪن روس جو عظيم شاعر هو. پشڪن جي نالي پٺيان هڪ ميوزم آهي، جنهن ۾ پشڪن جو خالي پيالو، جنهن ۾ هو شراب پيئندو هو رکيل آهي. جڏهن اَياز ان ميوزم ۾ ويو تہ شايد ان خالي پيالي کي پنهنجن چپن سان لڳايو ٿو ڏسجي.

تذهن تہ آياز لکيو؛

پشکن جو پيالو.
خالي؟ جنهن جي ڳيت سان،
ايڏو اُجالو!.

لورڪا اسپين جي آزاديءَ جو اپاسڪ. جو هڪ عظيم شاعر هو، سندس شاعريءَ جي موسيقي ۽ تخيل اسپين جي جپسي گيتن کان متاثر آهي. هو فرانڪو جي حمايتين هٿان ماريو ويو هو. ان لاءِ آياز تو لکي؛

منهنجا نندڙا ياءَ!
چکي پيو لورڪا!
مون ۾ تنهنجو گهاءَ.

شيخ آياز هڪ عالمگير اِنسان آهي. ذات پات کان مٿي هڪ اَللهہ لوڪ آهي، هڪ پيار جي پنڌ جو پانڌيئڙو جو زندگيءَ جي سفر ۾ سڀ کي گلي لڳائي، اڳتي قدم وڌائيندو منزل تي رسڻ تو چاهي. آياز پيار جو اَننت ساگر آهي، جنهن ۾ صرف پيار جون لهرون ئي ٿيون اُٿن. آياز پيار ۽ صلح جو ڪانکي آهي، جنهن کي جنگ لاءِ نفرت آهي، جنهن ۾ نہ ويرُ آهي تہ وروڌ. اهڙي عظيم اِنسان ۽ ممتاز شاعر لاءِ اسان سڀ ڀارت جا سنڌي دعا ٿا پنون تہ شل آياز نوبنو رهي. سندس صحت سلامت رهي ۽ جگ جگ جيئي، جيئن هو آجا ٻولي کي پنهنجي رچنائن سان مالا مال ڪندو رهي ۽ اسان سندس رچنائون پڙهي خوش ٿيون ۽ مٿس فخر ڪريون.

آياز هڪ زنده داستان Living legend هڪ جيئرو جاڳندو عجوبو آهي. آياز جي ويڇ کان پوءِ بہ اسان جي نندي پيڙهي فخر سان اوچي ڳاٽ چوندي تہ اسان ڪيڏا نہ خوشنصيب آهيون، جو آياز جهڙي شاعر اسان جي هن پوتر ڌرتيءَ تي پير گهمايا هئا.

غلام حسين رنگريز

# ڪو ڏوبي گهاٽ تہ ڳولي آءُ

انساني روزِ اول کان هستيءَ جي گونا گون مامرن کي پروڙڻ، پرجهڻ ۽ اُنهن پرولين کي سلَجھائڻ جا سوين جتن ڪندو آيو آهي. سندس سِر تي ڇپر جيئن ڇانيل نيرو آڪاس، پولار ۾ ترندڙ گرهہ ۽ اُپگرهہ، وِڇڙين جا وارا، آگر ۽ اوهيڙا، آرڙهہ جا تپندڙ ڏينهن، سياري جون برف جهڙيون راتيون، اماس، اونداهيون، پورنماس چاندنيون، پرهہ جو پکيئڙن جون لاتيون. سنجهاتائي آشيانن ڏانهن پنڇين جُون اڏارون، ڌرتيءَ تي اُوچاين کان ڪرندڙ آبشار، نهرن ۽ ندين جا سرمدي آلاپ، شام جو شفق ۾ گوها گوها سج جون لاڙون، ميلن ۾ پکڙيل ميدانن جون وسعتون، اُوچا عظيم پربت، اُجايل واريءَ جون پٽون، زمين تي سُرندڙ جيت ۽ بانبڙا پائي چَرندڙ بارَ، اڪين کي آسيس ڏيندڙ ساوڪون، تپندڙ صحرا تي ترندڙ شام ۽ انهن جي وچ ۾ سوچون سرجيندڙ انسان، سندس هلاڪتن، دکن دردن ۽ سُکن سَرهائين وارو سپنن جو سنسار، هميشہ هِن (انسان) کي حيرت جي گردابن ۾ گهمائيندو رهيو آهي. سموري ڪائنات تہ هِن جي اڳيان هڪ سوالي نشان بنجي رهي آهي، پر هيءُ خود بہ پنهنجي لاءِ هڪ سوال، هڪ معمو ۽ هڪ ڳجهہ رهيو آهي. انهيءَ ڳجهہ کي ڳوليندي، سج لڪن پنيان لڙي چڪو آهي، پر من جي مُونجهہ ۽ ڳولا جي تؤنس اڃا بہ تن کي تڙپائي رهي آهي. شاعر، فلسفي، صُوفي، سامي، سائنسدان، هرڪو پنهنجا پيرا ڇڏي، رمتو ٿئي ٿو ۽ هڪ جڳ کان پوِ ٻيو جڳ، اِهي پيرا کڻڻ شروع ڪري ٿو. ويچار صدين جو سفر ڪن ٿا، کهڙجن ٿا، سنوارجن ٿا، سينوارجن ٿا، مٽيءَ ۾ ملي مٽي ٿي وڃن ٿا. اوڙڪون وسن ٿيون ۽ ڌرتيءَ ۾ دفن ٿيل ويچارن جا ٻج ٻهڪي ۽ ٻوڪجي پون ٿا. زندگيءَ جي اڻ پورائي ۽ محدوديت کي هڪ لاحد

تسلسل عطا ٿئي ٿو. اِهو تسلسل موت جي پڄ کي مات ڪري زندگيءَ سان پيار ڪرڻ جي ڏک لائي ٿو. اياز اِنهيءَ ڏک ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿو:

لوءِ نہ هيئن لوبان، ٿي نہ مُجاور موت جو،
خوشبو آهي زندگي، اوچو جنهن استان،
وچ وڃ تون نادان، گهريان توکي گهڻگهرا.

زندگيءَ جا بہ انيڪ رُوپ آهن تہ موت جا بہ. ڪا زندگي موت کان بہ ويل تيندي آهي تہ ڪو موت زندگيءَ کان بہ اتم. نہ موت بذات خود خراب ۽ ڌڪار لائق آهي ۽ نہ زندگي بذات خود عظيم ۽ پيار لائق. ڇا سقراط، برونو، جون آف آرڪ، منصور، سرمد، مخدوم بلاول ۽ عنايت شهيد جو موت ڌڪار لائق چئي سگهجي ٿو؟ ڇا چنگيز، هلاڪو، غزنوي، حجاج، اورنگزيب، مرزا باقي بيگ ۽ نائون مل جي زندگيءَ کي پيار لائق سڏي سگهجي ٿو؟ اهو موت جيڪو معنيٰ رکي ٿو ۽ صدين کي ڏوڏي ٿو، سو ڪِن ۽ ڪين جهڙي جيون کان گهڻو اوچو ۽ چشمن چاهڻ لائق آهي. اُها زندگي جيڪا آدرشي ٿئي ٿي ۽ جنهن سان سنسار ۾ سَرهائي جا امڪان روشن رهن ٿا، سا سڦل ۽ عظيم ٿئي ٿي.

اياز نوان سلوڪ لکندي ساميءَ کي مخاطب ٿي چويٌ ٿو:

سامي هيءَ اصول رک، "مرڻو ڪڏهن ناهہ"،
اُنهيءَ ساڻ نباهہِ، مرڻ کي معنيٰ ڏئي.

سؤ پيريءَ جيئن سَرڪندو، ساميءَ جيءَ نہ تون،
اٺين گهار گهڙيون، پوپٽ جيئن پرواز ۾.

اياز پنهنجي ڪتاب "ڪرا ٽنل صليب جا" ۾ منصور جي هِن انتهائي با معنيٰ جملي کي ورجائي ٿو.

منصور شبليءَ کي چيو، "جي منهنجي هر زخم کي مُرڪندو ڏسين تہ منهنجو موت سجايو سمجهجانءِ."

انسان جو اِهو آدرش ئي ڪيس روميءَ جو مردِ ڪامل، لطيف جو آريائي ۽ نتشي جو فوق البشر بنائي ٿو. اِهوئي انسان، انسانيت جو ساڪي ۽ امن جو راکو بنجي، ڌرتيءَ تان ڏک مِٽائي ٿو. اِهوئي انسان اندر اُجرا ڪري، وقت تي پنهنجي مهر هڻي وڃي ٿو. اياز اِنهيءَ انسان لاءِ هڪ نظم ۾ لکي ٿو:

ڪي ماٺهو تاريخ تين تا
گهايل ڌرتيءَ جي سينني جي
اهڙي گهري چيخ تين تا
جا هَر ڪنهن کي جاڳائي ٿي
جا دنيا کي بدلائي ٿي.

دُنيا، جيڪا انيائن جي عذابن ۾ ڪنجهي رهي آهي. جنهن ۾ بارود جي بوءِ،

سَرهائين جو سَهاڳ لُٽي رهي آهي. جنهن ۾ ڏَن جي پُوڄا مائُهن کي حرص، هوس ۽ لوڀ جو پَڄ لتڪائو بنائي رهي آهي. جنهن ۾ ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ جو راڪاس، هيڻن جو ماس پٽي رهيو آهي. جنهن ۾ جابر قوتون، مظلومن جو جيئڻ جنجال ڪري رهيون آهن. جنهن ۾ سُرت ۽ ساڃاهہ تي هَٽ هوڏ ۽ جهالت جون ترارون ۽ سنگينون اُڀيون آهن. جنهن ۾ وحشتن جا چيتا چنگهاڙي رهيا آهن. اِنهيءَ دنيا کي جنت نظير بنائي سگهجي ٿو. پر اياز چوائي:

ڪو ڏوهي ڪهات تہ ڳولي آءٌ
تَـــئـــي اوجر هِن مَن سِري جي.

اِهو ڏوهي ڳهاٽ سياسي جبر، نوڪر شاهي جي سخت گيري ۽ دڙڪو دهمان مهيا نٿو ڪري سگهي. فقط پيار جي پرورش، ساڃاهہ جو صحيفو، سهپ جو جذبو، نيڪيءَ جي ڳولا، حق جو هوڪو، ڪروڌ جو قتلام، انسان جو احترام، آزاديءَ جو ايمان ۽ "جيئو ۽ جيئڻ ڏيو" جو اعلان ئي اندر جي اوجر ڪري سگهي ٿو. انسان شعور جي اهڙي ڍنگائتي تربيت ئي، انسان جي آئندي کي ڏکن کان آجو ڪري سگهي ٿي. اِهو اندر جو انقلاب ئي اصل ذريعو آهي، فردن ۽ قومن جي اندر ان وحشتن جي پاڙن پٽڻ جو. اياز اِنهيءَ انقلاب جي وضاحت ڪندي لکي ٿو: "جڏهن ٽئگور جي شاعريءَ جي ڳالهہ نڪتي تہ مُون سراج کي چيو "ٽئگور کي نہ پتنجلي جي چوٽين تي رکي سگهجي ٿو، ۽ نہ مارڪسي جدليات يا فرائيڊ جي نظريہ جي روشنيءَ ۾ انهن ڳالهين جو تجزيو ڪري سگهجي ٿو، جن هن جي شاعريءَ کي اُتساهيو هو. ٽئگور انقلابي تہ هو، پر هُن قلب ۽ نظر جي انقلاب جو پرچار ٿي ڪيو ۽ نہ تشدد سان ڪنهن حڪومت جي تختي اونڌي ڪرڻ جو. طبقاتي جدوجهد سان هن جو نراجوادي سمجهوتو بہ نہ هو. مُون کي فخر آهي تہ مُون وٽ انقلاب جو ڀرپور نظريو آهي ۽ فقط جوش مليح آبادي ۽ احمد فراز وانگر انقلاب جو کوکلو نعرو نہ آهي. ائين آهي تہ مُون لاءِ طبقاتي جدوجهد بہ ثانوي حيثيت رکي ٿي، قلب و نظر جي انقلاب کي اولين حيثيت آهي ۽ مان اعتماد سان چئي سگهان ٿو تہ برصغير ۾ قلب و نظر جي انقلاب جو اهڙو ڀرپور تصور، ايتري جُرئت منديءَ سان اهڙي وائکي ٻوليءَ ۾ ٻئي ڪنهن بہ شاعر اڄ تائين نہ ڏنو آهي."

*(ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون صفحہ ٤٦)*

اِهو قلب ۽ نظر جو انقلاب، اياز جي شاعريءَ جو اَهو جوهر آهي، جنهن ۾ جهانِ نو جي تخليق جي سَگهہ آهي. اياز، لطيف جي توسيع ۽ هن دؤر جو روح آهي. سندس شاعريءَ جي تاڃي پيٽي ۾ مشرق ۽ مغرب جي انسان دوستيءَ جا سڀ ئي رنگ سمايل آهن. سنڌ جي لوڪ شاعري ۽ سنڌي ثقافت کان وٺي عالمگير تحريڪن سندس شاعريءَ کي اُتساهہ بخشيو آهي. هُن هندي ڪلاسيڪي شاعري کان وٺي جديد لاطيني ۽ آفريقي ادب جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو آهي. عالمي سياسي صورتحال بہ هُن تجزياتي انداز ۾ پرکيو آهي. آزاد خيالي، انسان دوستي، امن، آزادي، سُک ۽

سَرهائي، برادري ۽ رواداري هِن جي شاعريءَ جا موضوع رهيا آهن. هن انقلاب چاهيو آهي. هُو ڏاڍ سان هڪ جرئتمند سپاهي جيان وڙهيو آهي.

منهنجي لِکت اِئن جيئن، ڪُر ڪيت ۾ ڪانَ،
ڪيڏا شڪتي وَان، جذبا منهنجي جيءَ جا.

هن ايوبي آمريت کي للڪاريندي "منهنجو اگهہ پُڇي ٿو آمر!" لکي نئين نهيءَ ۾ آمرن سان اٽڪڻ جو حوصلو ڄاڳايو. آمريت هڪ فرد جي هجي يا پارٽيءَ جي، اياز اُنهيءَ کي انساني ضمير جو قاتل تصور ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ آمريت انساني آزادين لاءِ زهر آهي. اِنهيءَ کي انساني ضمير جو قاتل تصور ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ آمريت انساني آزادين لاءِ زهر آهي. اِنهيءَ سلسلي ۾ اياز عالمي سطح تي نظرين جي تقدس خلاف ڇتيءَ طرح پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو آهي. روس ۾ اسٽالن جي اُرهہ زوراين ۽پارٽي ڊڪٽيٽرشپ متعلق اياز جن خيالن جو اظهار ڪئين سال اڳ ڪيو هو، سي اڄ گورباچوف جي پيريسترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ جي ذريعي اوپر يورپ ۽ روس ۾ طوفان برپا ڪري رهيون آهن. اِئين لڳي ٿو تہ گورباچوف ۾ اياز ٻولي رهيو آهي. اڄ سماجواد تحريڪ نئون موڙ ورتي، انسان دوستيءَ کي وڌيڪ ويجهي ٿي رهي آهي. آزاد خيالي ۽ معقوليت پسنديءَ جي هوا جيئڻ لاءِ جيئڻ جهڙيون حالتون پيدا ڪري رهي آهي. روسو چيو هو تہ "انسان آزاد ڄائو آهي ۽ آزاد رهڻ گهرجي." والٽيئر چيو تہ: "آءٌ توهان جي انهيءَ حق لاءِ وڙهندو رهندس تہ توهان مون سان اختلاف راءِ رکي سگهو." اياز انهن حقن جي سلامتيءَ لاءِ لکيو بہ آهي تہ لوڙيو بہ.

هن جا گيت تہ سپنا آهن
پر هي سپنا سچا آهن
آزاديءَ جي وِڪ تي
هِن جا پيرا ڇِٽا آهن.

جي ڪوتا تنهنجي ڪاڄ اڄي
مان تولئہ ٻيهر ڳائيندس
تون چاهين ٿو ٻيهار ٻچان
مان پنهنجا هيٺا هڏ اچان!
مان توسان سات نڀائيندس
۽ جيري ساڻ ڄرائن کي
مان ڪشتيءَ ڳاريل ڳاٽن کي
اڳ ڪان پي اوچ بٺائيندس.

اياز پيار جو پيامي آهي. پيار، جيڪو نفرتن جي ڪاهين کي لَٽي ٿو. پيار جيڪو ڪائنات جي سُونهن آهي. پيار جنهن ۾ پنهنجائپ جو رس آهي. پيار جيڪو

صدين جي چڪندڙ زخمن جو مرهم آهي. پيار جيڪو مصيبت جي مارين جو آخري آجهو ۽ پرجهلو آهي. پيار جيڪو ڌرتيءَ تي امن ۽ انساني برابريءَ جو ساڪي آهي. پيار جيڪو بارود جي باهہ تي ٿڌو ڇنڊو آهي. پيار، جيڪو انسانن درميان ميلاپ جي پُل آهي. هڪ انسان دوست تخليقڪار جيان اياز بہ انسانن جي درميان پيار جي پُل ٻَڌڻ جو جتن ڪيو آهي تہ جيئن هيءَ سنسار سرحاين جي سيج بنجي پوي!

اڃا بہ ڪوري ڪَتي
منهنجي مَن ۾
پريت جا ڌاڳا ڪتي!
آءٌ ڪبير تہ نہ آهيان پر مون
سوچ تہ ساڳي آهي
مَن ويراڳي آهي-
جَنم مرڻ جي وچ ۾ زندگي
ڪري نانگ جيئن لهرا-
پريت مٿان سَوَ پهرا،
هِن نفرت ۽ خون جي دنيا
۾ جي ڌاڳا
ٻَڌن راڪي ٻڌجي سگهندا
ها، ها امڙا
پريت جا ڌاڳا ڪتي!
اڃا بہ ڪوري ڪتي
منهنجي من ۾
چوري چوري ڪتي.

پيار ۾ ڌڙڪندڙ دلين جو بہ ٿي سگهي ٿو. تہ پيار ڪروڙها انسانن جو بہ ٿي سگهي ٿو. دنيا جو هر ڏکي انسان اسان جو ڀاءُ آهي. ڌرتيءَ جي هر ڏکي ڀيڻ اسان جي ڀيڻ آهي. ڌرتيءَ جو هر ڏک اسان جو پنهنجو ڏک آهي. جڏهن انسان ۾ قلب ۽ نظر جي ايڏي وسعت پيدا ٿيو پوي تہ پوءِ هُن جي من پيڙا ۾ ساري جڳ جي پيڙا سمائجيو وڃي ۽ هن جي سوچ جا ماڻ ۽ ماپا بہ بدلجيو وڃن.

پنهنجي ناهي پَرائي آهي
پوءِ بہ تہ ڪنهن جي جائي آهي!
هيءَ جا تنهنجي ڌيءَ نہ آهي
هيءَ جا تنهنجي ماءُ نہ آهي
ڪنهن جي ڌيءَ تہ آهي
ڪنهن جي ماءُ تہ آهي!
اِن ۾ ڪائي ممتا آهي

تنهنجي ماءُ جيان،
اِن ۾ ڪائي ميتا آهي
تنهنجي ڌيءُ جيان،
آڏرياءُ ڪرين شل ان جو
پنهنجي ماءُ ڏسي
اُن جي سِر تي هَٿ ڌرين شل
پنهنجي ڌيءُ ڏسي.

هيءُ احساس فقط قلب ۽ نظر جي انقلاب سان ئي پيدا ٿي سگهي ٿو. اِهو قلب ۽ نظر جو انقلاب فقط تڏهن ممڪن آهي، جڏهن انسان لوڀ کان پري هٽي، نظرين جي تنگ دائرن کان مٿي ٿي، انسان بنجي سوچڻ لڳي. انسان صدين کان مذهبن ۽ نظرين جي تقدس جو غلام رهيو آهي. نظرين جو خالق خود نظرين جو نوڪرُ محتاج ٿي ويو آهي. هن وساري ڇڏيو آهي ته نظريا ماڻهن لاءِ هوندا آهن، نه ڪي ماڻهو نظرين لاءِ. اِهوئي ڪارڻ آهي جو هر سچ چوندڙ کي "نظريي جو مفڪر" چئي سُوريءَ تي چاڙهيو ويو آهي. قيد ڪڙن ۾ قابو رکيو ويو آهي يا جلاوطن ڪيو ويو آهي. وقت جي نابينا حاڪمن، شريعت جي صاحبن ۽ نظرين جي انڌن معتقدن پنهنجي سوڀ اِنهيءَ ۾ سمجهي آهي ته نظرياتي موجوده حالت Statusquo کي برقرار رکڻ لاءِ پنهنجي ترڪش جا سيئي تيرا استعمال ڪن. پر،

سچ آخر سچ آهي؟
ڪوڙ آخر ڪوڙ آهي!
ڪيستائين ڪوڻ مچندو
سچ ۾ جو مچ اهي؟

اياز ڪي سڌ آهي ته اِنهن نظرين جي واڇن تي ڪروڙها انسانن جو لهو اڄ به لڳل آهي. نياز فتحپوري پنهنجي ڪتاب "من و يزدان" جو انتساب ئي اُنهن ڪروڙها انسانن جي نالي ڪيو هو، جن کي مذهب جي مقدس نالي تي ذبح ڪيو ويو آهي. مذهب ۽ نظرين جي تنگ نظري انسان کي انسان بنجڻ کان روڪي رکيو آهي.

نظريا جن کي نظر ڪائي نه آهي
جي نپٽ نابين آهن،
توکان تنهنجو خون چاهن
۽ ڏئين تون؟
سرخرو پنهنجي چريائي تي ٿئين تون!
او مجنون!
تنهنجي ليليٰ قحبه آهي!

قحبہ آهي!
قحبہ آهي!

اِنهن تنگ نظرين کان ڇوتکارو ئي انسان کي ٻين انسانن سان رواداري واري ماحول ۾ جيئڻ ۽ جيئڻ ڏيو جي واٽ ڏيکاري ٿو. اياز جي دامن فکر ۾ ڪائنات جيڏي وسعت آهي. سندس فکر تي لطيف سائين جي "عالم سڀ آباد ڪرين" واري سڏ کان وٺي بيوس جي هن نظم جو گوڙهو اثر آهي:

ڪَر دنيا ۾ دل وڏيري، ٿون ڀي رهہ مان ڀي رهان،
آڻ مَن ورتيءَ ۾ ڦيري، ٿون ڀي رهہ مان ڀي رهان.

اياز بذات خود هڪ ڀيرو ڪچهري دوران اِنهيءَ خيال جو اظهار ڪيو تہ بيوس جي انهيءَ نظم هن جي قلب ۽ نظر تي گهرو اثر ڇڏيو آهي. جتي هُو پنهنجي وطن جي ڏکن دردن لاءِ ڪڙهي ٿو، اُتي سموري انسان ذات لاءِ بہ ڳڻي ٿو:

جنهن تي بہ ٿيو- جنهن وقت ٿيو،
جنهن جاءِ ٿيو
سو مون تي ظلم ٿيو آهي.
ڪا ٻانهن وڍي
مون دانهن ڪئي
جو ڪانهن ڪپيو
سو منهنجي ڪنڌيءَ جو آهي.

اِنهيءَ "جيئو ۽ جيئڻ ڏيڻ" واري فلسفہ حيات، اياز کي ايم. اين. راءِ جي نئون مانهپو (New Humanism) جي قريب ڪري ڇڏيو آهي ۽ هيءُ وطن دوست سماجوادي انسان پرست ٿي پيو آهي. تصوف جي رواداري، هيڪڙائي يعني وحدت الوجوديت، هن جي انسان دوستي واري فکر کي انقلابي رُخ ڏيئي ڇڏيو آهي. هِن جي وحدت الوجوديت، پنهنجي وطن سنڌ سان ۽ سنڌ جي وحدت الوجوديت پوري عالمگير برادريءَ سان واڳيل آهي. جڏهن هُو پنهنجي ديس لاءِ چوي ٿو تہ:

سنڌيءَ کان سوا منهنجي
شاعري اجائي آ،
ڪائنات جي خوشبو
سنڌ ۾ سمائي آ.

تہ هُو سنڌ کي ڪائنات ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو. جيئن منصور اناالحق چئي پوري ڪائنات کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو هو.

تون ئي تون آهين
منهنجي پون آهين،
او آيل! او سنڌڙي.

سنڌ اياز جي حوالي سان قلب ۽ نظر جي انقلاب جو اعلان آهي. سنڌ

ساڃاهه،رواداري، انسان دوستي ۽ امن عالمگير جي پيغمبر آهي. سنڌ "جيئو ۽ جيئڻ ڏيو" جو تاريخي سنيهو آهي. سنڌ جي اِنهيءَ ثقافت سرمايه حيات کي تاريخ ۾ تاراج ڪرڻ جون ڪئين ڪوششون ڪيون ويون آهن، پر سنڌ جو پيغام لطيف کان وٺي اياز تائين زنده رهيو آهي ۽ نيٺ سوڀارو ٿيندو. اياز پنهنجي شاعريءَ ۾ جيڪو پيغام ڏنو آهي، سو تصوف جو جديد ۽ انقلابي پهلو آهي. هُن هڪ اِنٽرويو ۾ تصوف تي ڳالهائيندي چيو:

"تصوف تعصف جو رد آهي، رواداري جو حامي آهي. انسانذات ۾ برابريءَ ۽ محبت جو حامي آهي. تصوف خود شناسيءَ کي خداشناسي سمجهيو ۽ انساني وقار کي سربلند رکيو. مُون ڪٿي پڙهيو هو تہ اورنگزيب ڪنهن صوفي درويش کي قاصد ذريعي خط موڪليو هو تہ اهو درويش هن سان دربار ۾ ملي. ان درويش خط جي جواب ۾ هڪ شعر ڪاغذ تي لکي، ڪاغذ پنهنجي جُتيءَ جي پادر ۾ وجهي قاصد کي ڏنو هو ۽ دربار ۾ وڃڻ کان انڪار ڪيو هئائين. اهو شعر هي هو:

دنيـــا اگـــر دهنند نـہ خيـــزم زجائـي خويـش

من بســتہ ام حنائي، تـوڪـل بـہ پائي خويـش

(پوري دنيا اگر ڏين تڏهن بہ مان پنهنجي جاء تان نہ اٿان. مون توڪل جي مينديءِ پنهنجي پيرن تي لائي ڇڏي آهي.)

جيتوڻيڪ سنڌ جو عام ماڻهو، ننڍي هوندي کان تصوف جي هوا ۾ ساهہ کڻندو رهيو آهي، دور جديد ۾ دانشورن ۾ تصوف جو هڪ فلسفہ حيات جي حيثيت ۾ مقبول ٿيڻ ڪُجهہ مشڪل آهي. بهتر ائين ٿيندو تہ جديد دور جي ڪنهن اهڙي فلسفي کي اپنايو وڃي، جنهن ۾ انسانيت سان محبت ۽ رواداري ايتري ئي آهي، جيتري تصوف ۾."

*(خط انٽرويو تقريرون صفحہ ٩٧-١٩٦)*

اياز جنهن فلسفي کي اپنائڻ جو ڏس ڏنو آهي سو سندس شاعريءَ ۾ موجود آهي:

وڃين ڇو وٽڪار، هت نہ ڳلهين هوت کي،
لڪو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻي پار،
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.
(شاهہ)

موتي پرڪاش

# شيخ اياز جي آجياڻي ۾

## دُبئي، ۲ آڪٽوبر، ۱۹۸۹ع

دوستو،

اديب، شاعر ۽ فنڪار قوم جو املهه سرمايو ٿيندا آهن. پوءِ به افسوس آهي ته جڏهن ڪنهن قوم يا ديس جي تاريخ لکي ويندي آهي، تڏهن اُن ۾ حاڪمن ۽ فتح ڪندڙن جي بهادريءَ جا قصا ته لکيا ويندا آهن، پر منجهس ڪن ايڪڙ ٻيڪڙ فيلسوفن، فنڪارن، ساهتڪارن ۽ شاعرن جا نالا ڏنا ويندا آهن. اهي، جيڪي قوم جي قسمت بدلائيندا آهن ۽ جن تي پيڙهي به پيڙهيءَ فخر ڪيو ويندو آهي، جن جو فن ۽ فڪر، سَتل قوم جو شعور ٻٻو آهي ۽ اُن همت ۽ حوصلي جو سرچشمو ٿيندو آهي. سي پنهنجا ڏينهن سقراط جيان زهر جو پيالو پيئندا ڪٽيندا آهن ۽ راتيون ڪال ڪوٺڙين جي اونداهين ۾ صبح جا سپنا ڪئي جاڳندا آهن.

اسانجو شاعر شيخ اياز اهڙو شخص آهي، جنهن کي پلي حڪمرانن جي حڪم تي لکندڙ تاريخ نويس، ڪوڙ جو ليپو لڳائي ميساري ڇڏين، پر جنهن کي فن ۽ فڪر، ضمير ۽ ذهن، خيال ۽ خواب جا پرستار ڪڏهن به وساري ڪين سگهندا. سندس شعر جو هر بند، سنڌ لاءِ سَت ڏيندو آهي. دنيا جي ادب ۾ شايد ئي ڪو مثال هجي جو هڪ ننڍي ملڪ جي ڪند ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ شاعر پنهنجيءَ ڌرتيءَ جي روح جي صدا ۽ ضمير جو آواز اهڙيءَ بي باڪيءَ ۽ بي پرواهيءَ سان گونجايو هجي، ۽ پنهنجي ديس پاين جي دک سُور، مايوسيءَ ۽ موڳائيءَ، خوشيءَ ۽ غم ۾ ايترو شري ٿيو هجي. پنهنجيءَ پونءِ جي ذري ذري سان ايتري بي انتها محبت ڪندو هجي جو هو ڌرتي جي سڄاڻپ ۽ ڌرتي سندس سڄاڻپ ٿي پيئي هجي.

اياز زندگيءَ جي انهن گهڙين ۾ به لکيو، جڏهن هُنَ قيد جي پيڙا سَٺي، ۽ اُن ويل به لکيو، جڏهن سندس چپن تي مُهر لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. هُن اُن ڏينهن به لکيو، جڏهن سنڌ جو عوام سندس آواز سان يڪ آواز هو ۽ اُن رات به لکيو جڏهن ڪوڙ ۽ ڪچ جا طرفدار سندس سرَ وٺڻ جي سوداءُ ۾ گرفتار هئا. زندگيءَ جو نهايت ٿورو عرصو هو خاموش رهيو آهي. پوءِ به جڏهن هُن لکڻ شروع ڪيو آهي تڏهن فقط لکيو، لکيو ۽ لکيو آهي.

اسانجي سامهون رکيل سندس، هي ذخيرو ڏزن شاعرن جي پوري زندگيءَ جي ڪاوش ٿي سگهي ٿي، پر اياز ته سمجهي ٿو ته هُن ڪي اڃا لکڻو آهي!

آرهڙ جو آڪاس پري ٿو،
ڪانگ لنوي ٿو ڪَنڌيءَ تي،
نيٺ ته ڌرتي ويس وَسڻ جا پائيندي،
لوسڻ جيئن نهر ٿيندي،
لوءَ لڳي ٿي،
آءٌ لکان ٿو
لکندي لکندي سج لهي ٿو،
جڳ چرهي ٿو جنڊيءَ تي،
رات اچي ٿي،
کهر کهر ڏيئا ٽمڪن ٿا،
ننڊ اچي ٿي،
آءٌ لکان ٿو.

شاهه عبداللطيف بعد اياز ئي شاعر آهي، جنهن واهڻ ۽ وستيءَ، هوا ۽ لهر، گهٽ ۽ طوفان، صبح ۽ شام، پرهه ڦٽيءَ ۽ رات، گل ۽ خوشبوءِ، رنگ ۽ سرهاڻ جي منظرن ۽ روڏن ۽ رهاڻ، پيار ۽ نفرت، ديس پرير، امن ۽ پائيچاري جي ايترين ته اڪيچار معنائن تشبيهن ۽ استعارن سان اوپاريو آهي. ٻوليءَ کي مالا مال ڪيو آهي. ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي، سندس شعر جي رواني آروڪ ۽ اُجهل آهي ۽ ان مان لفظ ائين نڪرندا آهن، جيئن اوڙڪ برسات ۾ بوندون- ٽڏيون سانتيڪيون، پوءِ، مشڪل ڪيت کي هريو پريو ڪندڙ ريج ڏيندڙ. شاهه جي وائي ۽ بيت نئين رنگ ۾ پيش ڪري هُنَ سنڌ ۽ سنڌين جي سوچ ۽ سرت کي سجاڳ ڪيو آهي.

ان جو مطلب اِهو نه آهي ته اياز فقط پنهنجيءَ پوءِ جوئي شاعر آهي. هُن جي سوچ جون سرحدون، مڪان ۽ زمان کان گهڻو مٿي آهن. جيئن هو شاه، سچل، سامي، روحل، بيدل ۽ بيڪس جو ذڪر ڪري ٿو. اُتي عمر خيام، ناظم حڪمت، وارث شاهه، غالب، بلهي شاهه، مير، فيض، رومي، ڪاليداس، تلسي داس، ڪبير، ودياپتي، ميران، ٽئگور، اَمرتاپريتم، سارتر، ڪامو، لينن، مائو، پشڪن، اولگال برگال، مائڪووسڪي، دوستووسڪي، ٽالسٽاءِ، لينن، ڪزانتزاڪس، مودو ۽ ازرا پائونڊ

جا به نالا ونئي ٿو. تانتيا ٽوپي، ڀڳت سنگهه، راج گرو، هيمون ڪلاڻي، هن کي ايترا ئي پيارا آهن. جيترا مها مايا، سر سوتي، ڪوپي، راڌا، اروشي، ۽ شڪنتلا جا ڪردار. هن جي لفظن جي گنج ۾ جتي ٿر جي ٻوٽن ٻٽ ۽ بيابان، ڍورن ۽ واهن، ڪاڇي، ڇاڇري، پٽ، ڪونج، روجهه، ڪانگ، ڪويل، مارن، سانگين، جهانگين، ريباڙين، هارين، ڪولهين ۽ ڪولهڻين جو ذڪر آچي ٿو. اتي گانء ۽ گوڏول، رجني ۽ پورنما، ڪيلاش ۽ هيمنت جي چنڊ، امرت، بنسي، نتراج، تانڊو، ورمالها ۽ ڪنڻ جهڙا لفظ به اچن ٿا. ان ڪري ته مون چيو ته اياز جي شعر ۾ عالمگيريت ايتري ئي ڀرپور آهي، جيتري سنڌ ۽ سنڌ جي ڀونء لاء محبت.

اياز پنهنجي شعر ۾ هميشه سچ ۽ انقلاب جو اڏول طرفدار رهيو آهي ۽ سچ هرڪو دؤر هضم ڪري نه سگهندو آهي. سندس ڪتابن تي بندش بعد به هن جو لکڻ جاري رهڻ، ان جو ثبوت آهي ته سچ ۽ انقلاب جو آواز ڪڏهن دٻجي ڪين سگهندو.

او باغي!
او راج دروهي،
ڀارت ۾ بلوي جا باني.
يا
انقلاب! انقلاب! ڳاء انقلاب ڳاء،
جيئن زمين آسمان،
جي ڪلي ڀوي زبان.
ڪنڊ ڪنڊ چونڪ چونڪ،
شهر شهر، ڳوٺ، ڳوٺ،
جيئن ڏئي اتي جواب- انقلاب!

اهڙن شعرن سان اياز جو جيڪو سفر شروع ٿيو هو، سو اڃا به اڄهاڳ آهي ۽ اياز اڃا به اٿل آهي ۽ ٿڪو نه آهي. جڏهن چوي ٿو:

روڪ جي روڪي سگهين!
سڏ ڪي ڪي هڏ نه آهن،
جو آهي ٽوڙي سگهين!
آء جو آواز آهيان،
زندگيء جو راز آهيان،
تو وجان مان دور ٿائين،
موڙ جي موڙي سگهين!
وقت، جو درياهه آهي،
روز شب ڀائي رهيو آ.
پير پنهنجا ڪوڙ. جي ڪوڙي سگهين!

كنهن متان بندوق تاڻين، ٿو ميان؟
ڇا نہ ڇاڻين ٿو ميان،
سچ تنهنجي وَس ناهي،
تاءِ تنهنجي وس ناهي،
واءِ تنهنجي وَسَ ناهي.
سوچ جو ڦهلاءُ تنهنجي وَسَ ناهي،
وقتُ، سرڪش آ ازل کان،
سِر اُنهيءَ جو ڦوڙ، جي ڦوڙي سگهين،
ڇو نہ سمجهين ٿو اياڻا،
تو پڇاڻان پَنءِ، نہ پاڻا،
وقت جيڪو زندگي آ.
ها اُهوئي وقت تنهنجو موت آهي،
تون اُنهيءَ کي،
نوڪِ جي نوڪي سگهين!
روڪِ جي روڪي سگهين!
روڪِ جي روڪي سگهين!

اياز وقت جو آواز آهي، جنهن کي ڪو زنجيرون نٿو پائي سگهي، جيڪڏهن پائڻ جي ڪوشش ڪندو تہ پاڻ رتورت ٿيندو. ڇو جو وقت جو آواز، پل لاءِ جهيڻو ڇو نہ هجي، اُهو زندگيءَ جي ڌڙڪن بڻجي ٿو ۽ انسان ترقيءَ جو مضبوط اُهڃاڻ ۽ علامت ٿئي ٿو.

ادي زرينہ، اڄ جڏهن اسين هتي پنهنجي محبوب ۽ ممتاز شاعر جو آجياڻو ڪرڻ لاءِ ڪٺا ٿيا آهيون، تڏهن اوهان لاءِ بہ عقيدت جو اظهار ڪريون ٿا، ڇو جو اسان کي اِهو بہ احساس آهي تہ جنهن شاعر جا قوم تي، ٻوليءَ تي، ڌرتيءَ تي ايترا احسان آهن. تنهن جي پر ۾ هڪ عورت بہ آهي، جيڪا سدائين سندس ارڏاين، انڱلن آرن، مشغولين ۽ مصروفيتن جو ڪڏهن پيارو ۽ ڪڏهن اسهہ بوجھ ڍوئيندي رهي آهي. هِنَ شاعر اوهان کي پيارَ جا پل تہ ڏنا ئي آهن. پر مان وقت جي رفتار جو ٻوپٽ اوهانجي هٿن تي رنگ ڇڏيي اُن ويل اڏري ويو هجي، جڏهن هي شاعر ڪا ههڙي رچنا رچيندڙ هجي. تڏهن ائين سمجهو تہ هَن اُن گهڙيءَ سنڌ کي اوهان جو وڏيڪ قرضدار بڻايو:

جي ڪوتا تنهنجي ڪاج اچي،
مان تولئہ ٻيهر ڳائيندس.
مون تڙڳي رت تلاون ۾،
جو ڳاتو هو، ورجائيندس.
جا آگ اُجهامي وَئي آهي،

جا هُر کُر کـــــامــي وئــي آهــي.
مــان تـنـهـن ۾ دوئـهـن دکـائـيـنـدس.
مـــون واريــو تــوتــي تــن، مــن، ڏَنُ،
پـر مــون ســان کــر اي ديـس وچن،
تـون پَٽ تـي مــوت نــه کــائـيـنـديـن.

تازو، اسان اياز جو هڪ ننڍو نظم پڙهيو آهي؛

ڪـــڏهــن هــوا دروازو کـــولـــي،
منهنجي گـهـر ۾ پـيـهـي ايـنـدي،
۽ مـــونـکـي ڪُرسـيءَ تـي ڳولـي،
مـايـوسـيءَ ســان مــوتـي ويـنـدي.
منهنجي مـيـز مـٿـان سو ڪـاغذ،
پـکـڙيـل هـونـدا، آه نـه هـونـدس،
گـــيـــت اڌورا، آه نـــه هـــونـــدس،
۽ بـيــــو چاچا، آه نـــه هـــونـــدس.

اڄ جڏهن اسان وٽ نارائڻ شيام به نه رهيو آهي، تڏهن اياز جو اِهو تصور اسان کي وڏيڪ جهوري ٿو.

اسين اِها دعا پنون ٿا تہ اياز جي ڳاڙهن ٻيرن جي رَتَ، سدا هلي ۽ سنڌ سنڌس قرضدار ٿيندي رهي ۽ اسانجون پيڙهيون اُهو قرض چڪائينديون رهن. ۽ اياز جو شعر قوم جي هر پيڙهيءَ جي رڳن ۾ تازو ۽ گرم خون ٿي ايترو تہ دوڙو ڪري، جو اُن جي وجود ۾ شڪ آئيندڙ مات ڪائيندا رهن. آمين!

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

# پوپٽ جو پيرو

شاعر/ فنڪار کي ذات ۾ ڏانو ٻئي حاصل هوندا آهن. هو ذهن، اکيون ۽ ڪن کليل رکي ٿو. عام ماڻهوءَ کان وڌيڪ خبردار ٿئي ٿو، وڌيڪ حساس ٿئي ٿو. هن جو تجربو کيس وڌيڪ قابل بڻائي ٿو. هن جو مشاهدو سندس فن ۾ وڌيڪ پختگي آڻي ٿو. اهڙيءَ طرح هو ڪائنات جو گهرو مطالعو ڪري ٿو. سير سفر ڪري دنيا کي قريب کان ڏسي ٿو.

شيخ اياز جي شاعريءَ تي موجوده دؤر جي سينئي شاعرن کان گهڻو لکيو ويو آهي.هو هن دؤر تي گهڻو اثر بہ ڪري رهيو آهي. اياز سنڌيءَ شاعريءَ جي روايت سان، پنهنجي جدت سميت جڙيل آهي. ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ جا سڀ رنگ فقط اياز ۾ نظر اچن ٿا.

مون پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" (١٩٧٣ع) ۾اياز جي شاعريءَ تي پنهنجو بنيادي مطالعو لکيو هو. اُن کان پوءِ سندس ٻيو ڪافي ڪلام شايع ٿيو آهي ۽ مون ١٩٨٣ع ۾ ٻيءَ ايڊيشن ۾ ڪجهہ واڌارا ڪيا. اُن کان پوءِ اياز جي ڪلام جي، جا ٻي آتل آئي، تنهن ۾ ٻيا بہ ڪيترائي رنگ آهن- هيئت جا، ردم جا، محاعات جا ۽ موضوعن جا. سندس مجموعن تي تبصرا بہ لکيا ويا- پر وڏو شاعر تبصرن ۽ جائزن جي گهيري ۾ ڪونہ ايندو آهي. هن جي فن ۽ فڪر کي جنهن ادبي پيماني ۾ توربو آهي، تنهن جي هر معيار ۽ ماپ کان ٻاهر، مٿي ۽ لبريز پيو نظر ايندو آهي. اياز بہ انهن اسان جي پيمانن کان مٿاهون ٿيو پسجي ۽ هڪڙي نئين رنگ ۾ پيو پاسجي.

اياز ديس پرديس گهميو. مطالعي سان گڏ سندس مشاهدو وسيع ٿيو. هن سنڌ جي لاڙ، ٿر ۽ ڪاڇي جي ڪنڊ ڪڙڇ به ڏٺي ۽ وطن جي وٽن جو ديدار ڪيو. جو، ملڪ جي مٽيءَ جي سڳنڌ کي ساهه سان سڃاتو. ڪنڊ ڪڙڇ گهمندي، هُنَ جهر جهنگ، ماڻهو، پکي پکڻ، ڍنڍون ڍورا، ڳام گهٽيون، چوپايو مال، پوکون ۽ پٽون پڙا ڏٺا. ٿر ۽ لاڙ جي ٻوليءَ ۾ محاوري (Dialect) کان واقف ٿيو. ٿر جا لفظ ارادي سان گڏ ڪري شعرن ۾ آندائين. لاڙ ڪن علحدا ڳالهين هوندي به هڪ ثقافتي ايڪائي وانگر آهن.

لاڙ، سنڌ جو هڪ نسبتن گهٽ تعليم وارو علائقو آهي. هاڻي ڪمند جي پوک ۽ ڪنڊ جي ڪارخانن سبب ڪجهه سهنجائي آئي آهي، پر هاريءَ ۽ مزدور جي حالت گهٽي نه سڌري آهي.

گهڻو اڳ اياز "لاڙي وينگس چڃ چڙي ٿي،" لکيو ته اِهو سندس مشاهدو، لاڙ جي حالت جو هو. اياز جي ڪلام ۾ لاڙ ڏي اشارا ملن ٿا هِن اشارن ۾ هو پنهنجو خيال واضح طور بيان ڪري ٿو. اڪثر پرائين يادن کي به ورجائي ٿو.

نٽي ننگر جي رات، اسان ڪان وسري ناهي يار،
ڪيئن مڪليءَ جي ماٺ مٿان، ٿي چنڊ ڦريو چوڏارا.

(ڀؤرنر ڀري آڪاس)

برابر محاوري جي لحاظ کان ٿري محاورو لاڙيءَ کانُ ڪن ڳالهين ۾ جدا آهي، پر اڪثر ڳالهيون ساڳيون به آهن. اياز ٿر جا گهڻا لفظ، خاص طور "اڪن نيرا ڦليا" ۾ ڪم آندا آهن. ائين لاڙ جا به ڪجهه لفظ سندس ڪلام ۾ موجود آهن؛

ڪوهه "ڪچاڙو، راڳيا. ڪنڌ بنا ڪينر،
متان مونين مڱنا.

(ڪپر ٿو ڪَن ڪري)

گهاتوءَ جي بيان ۾ چوي ٿو؛

سدا پيا ساماڻيا، ماڻهوءَ ڪارڻ مَڃَ،
سدا گهاتوءَ رَڃَ، آڻيندا اوڙاهه ۾.

(ڪپر ٿو ڪَن ڪري)

پوئين بيت ۾ پر ماريت ۾ ظلام جو بيان ڪندي شاعر، عوام کي سجاڳ ڪري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته مڇ نت نت نوان پيا ايندا ته انهن جي مقابلي لاءِ رڃ به هجڻ کپن. مقابلي جو جذبو به موجود رهي.

جڏهن لاڙ جي ڳالهه اچي ٿي ته اياز وٽ دودو ۽ وڳهه ڪوٽ تمام سگهاريون علامتون آهن. اياز جو "دودي سومري جو موت" ته هن جو مڪمل منظوم ڊرامو موجود آهي، پر هونئن به دودي ۽ وڳهه ڪوٽ کي ياد ڪيو اٿس.

دودي جي ديس (لاڙ- سنڌ) جي شاعرن- خواجه محمد زمان، مولوي احمد

ملاح، علي مراد چانڊئي، درويش، سرويچ ۽ ٻين ٻه دودي کي خوب ڳايو آهي، پر اياز پنهنجي انداز ۾ ڳايو آهي. اهو انداز، جيڪو سنڌس منفرد آهي وڳهه ڪوٽ جي سرزمين ڪيترو رت ڇڪي چڪي آهي. اُن لاءِ شاعر چوي ٿو:

دودل ڳول نـــــ تـــــون،
ســـــارو رت ڇهــي ويـئـي
وڳهـــ ســنـــدي ڀـــون.

(ٻن چڻ ٻُجاڻان)

هڪ وائيءَ ۾ سَهري جي انداز ۾ چوي ٿو:

تـــالهـــ ڪـــٿي روپــڙو مــيـنــدي ڀَســـايــو،
دودل گـــهـــر آيــو.

(واتون ڦلن ڇانئيون)

دودو آزاديءَ جي علامت آهي. هُو ويرن سان وڏاندري ويڙهاند ۾ رڌل رهيو ۽ سر ڏيئي سَرهو ٿيو. همڙو سورمو، اڏول ۽ اٿموت، پوئتي ڪيئن هٽي ها. رنگ رتول هن لاءِ ڪجهه نه هئا. هن وڳهه ڪوٽ جي رڻ پوميءَ ۾ پنهنجو سر قربان ڪيو. هن ثابت ڪيو ته راڄ مڱيا نه ڏبا آهن، جيئن ڏاند تا ڏجن. هُن جو لوڙهه لٽيو پيو ويجي.اياز چوي ٿو:

دودي لوڙه لٽين،
وينا وڳهه ڪوٽ ۾.

(واتون ڦلن ڇانئيون)

وطن تي ڏکيا ڏينهن به ايندا آهن. هر ماڻهو دودي جهڙو نٿو ٿي سگهي، ۽ هرڪو هُن جي قربانيءَ جو قدر نٿو ڪري سگهي. اُن مايوسيءَ جو پاڇو به اياز وٽ آهي:

دودا ڪــن جي لـئـي مُئين، هــي جي ڇـڪ ڇتـين
ويــنــا وڳهـــ ڪــوٽ ۾،

(واتون ڦلن ڇانئيون)

محاڪات ۾ اياز نهايت شاهوڪار آهي. هڪ مينهن ڦڙي تي، هُن جي نظر ڪيئن وڃي ٿي:

"دودا" ٻاگهيءَ چيو. "مينهن ڦڙو،
ميدان جنگ ۾ گهوڙي جي نعل وانگر،
لڳي رهيو آهي."

(ٽڪرا ٽڪرا صليب جا)

سومرين جو تلاءَ تي اچڻ جو نظارو، نه رڳو لفظن ۾ هڪ تصوير مثل آهي، پر جماليات جو به هڪ بهترين نمونو آهي:

سَرَ تي نوڙيون سومريون، جُهبا ڏين نہ جهلَ،
جُهومڪ جهومَڪا پاپڙيون، جِهرمِر جِهرمِر ڳَلَ،
جَرڪي پيـا جهـانجهـہ ۾، ڪـانئي انـگ اٿلَ،
ڇاڇا پـيـــــارا پَلَ، واريـاســي جي وات ۾.

*(وجون وسڻ آئيون)*

اياز جي ڪلام ۾ ٿر ۽ لاڙ جي لفظن جو ذخيرو بہ موجود آهي. مثال طور هيٺيان چند لفظ وٺو:

ڪَرام، ميڄ، ڪوس، سورانگهڻ، گرس، ٽِڪَ، ٻَوڻ، ڪوڇار، ڳارو، پوچاڻدو، گولاڙو، آوهاڙو، قليا، ڏيڪري ۽ پيڙو وغيره.

ڏيڪري (ڇوڪري)، پيڙو (گڏ) ڪڇ ۾ بہ ڳالهيا وڃن ٿا. گهڻي ڀاڱي سنڌيءَ جو ڪڇي محاورو (dialect) بہ لاڙ ۽ ٿر جي محاورن سان ڳنڍيل آهي. ڪلام سمجهڻ لاءِ عام پڙهندڙ کي معنيٰ پڇڻي پوي ٿي، جيڪا شاعر خود ئي حاشين ۾ ڏني آهي.

لاڙ جي چارين ڪارين ۽ لباس جا اشارا بہ اياز وٽ موجود آهن

روز ڏئا مون ماءُ، ڪارن [illegible]

ويندي ڪنهن جو ڪنڌ تي، [illegible] پيو [illegible]،

ڪنهن کي سانت سماءُ، هل [illegible] جندڙي.

*(وجون وسڻ آئيون)*

ooo

جاريـــن پـــــر ڇايـــون، پنهنجون پرايون،
ڳالهہ مڙيوئي هڪڙي.

*(الڙيو سج لڪن ۾)*

اياز کي لاڙ جو پورو پورو احساس آهي ۽ اُن جي ثقافتي ايڪائيءَ کي اهميت ڏني ٿو. جڏهن ڪو ناشر ڪيس پئسا ٿو آڇي تہ اُن کي نهہ پهہ جواب ٿو ڏي:
"تون تہ لاڙي آهين."

"توکي معلوم هوندو، لاڙ ۾ ڪي قومون ڪير نہ وڪنديون آهن. دراصل هو ڪير جي وڪري کي، پنهنجي توهين سمجهنديون آهن. منهنجي شاعري شِيرِ مريم آهي، اُن جو طلبگار اهو ئي، جنهن جي مقدر ۾ صليب آئي هجي."

*(اَڪرا ٽنل صليب جا)*

لاڙي ٻار، ڇانهين جي قار ڪانئيندي اياز کي ڪيئن لڳي ٿو. آها منظر نگاري هن ريت آهي:

لاڙ ۾
ڪوئي ٻارڙو
چانهينءَ جي ڦار
ڪائي رهيو آهي
يا وات سان
ڳاڙهو ٻاجو
وڄائي رهيو آهي.

*(راڄ گهاٽ تي چنڊ)*

ماتلي شهر لاڙ جو اهم ثقافتي مرڪز آهي. ڦليلي، شهر جي رونق ۾ اضافو ڪري ٿي ۽ ڦليلي جو حوالو اياز پنهنجي هائيڪي ۾ ڏي ٿو:

تنهنجا منهنجا چَپَ،
جيئن چُمي ماتلي-
پٺي ڦليليءَ ڪپَ.

*(ٻن چڻ ٻچاٽان)*

سنڌ/ لاڙ جي سورمن ۽ عوامي رهبرن کي، شاعر پنهنجي دؤر جي حوالي سان به ياد ڪري ٿو عوام لاءِ قرباني ڏيندڙن ۾ موجوده دؤر جو هڪ رهبر، فاضل راهو به اياز جي ڪلام ۾ مٿاهون مقام رکي ٿو:

سمجهو ٿا لوڪو،
راهو مرڻو ڪونه آ،
مري ويو ڪو ٻيو.

*(راڄ گهاٽ تي چنڊ)*

هن سلسلي ۾ ڪيترائي مثال وٺي سگهجن ٿا، جن مان اياز جي ڪلام جي هن پهلوءَ تي روشني پئجي سگهي ٿي. شاعر ڪو ڪنهن ايراضيءَ ۾ محدود نٿو ٿئي، پر هو پنهنجي عوام دوستيءَ واري عمل ۾ پنهنجي ڪلام ۾ تمام ننڍيون ننڍيون ڳالهيون ۽ بيان ڪرڻ جهڙا قصا آڻي ٿو.

اياز هڪ ٻرگو شاعر آهي. هن جو جيڪو ڪائنات جواپياس آهي، سو ڪيس انهيءَ قابل بنائي چڪو آهي، جو هُو پوپٽ جو پيرو ڪٽي اِهو ٻڌائي سگهي ٿو ته اُن جي زندگيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا گل آيا.

ممتاز مهر

# شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ جماليات

عالمي ادب جي تاريخ ۾ ورلي ڪو اهڙو سياسي نظريو هوندو جيڪو اديبن ۽ شاعرن تي زوريءَ مڙهيو ويو هجي، سواءِ سوشلسٽ حقيقت نگاري Socialist Realism جي. اهو نظريو جيڪواسٽالن روسي اديبن ۽ شاعرن تي زوريءَ مڙهيو هو تنهن روس جي تخليقي ادب کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. سوويت يونين جي ڍهڻ کان پوءِ تهه خانن ۾ لڪل اسٽالن جي ظلم جا وڏيڪ داستان ظاهر ٿيڻ لڳا آهن. هڪ اندازي موجب اسٽالن جي دؤر ۾ فقط سوويت يونين ۾ اٽڪل اڍائي ڪروڙ ماڻهو اسٽالن جي اشاري تي سندس پاليسيءَ مطابق ماريا ويا. اهي مارجي ويل ماڻهو عام پورهيت، هاري ۽ اڪثر پارٽي ورڪر، دانشور، اديب ۽ شاعر هئا. بقول هڪ ليکڪ جي ته اسٽالن اهو شديد ذهني مريض اڳواڻ هو جيڪو ڏينهن ۾ ماڻهو مارائي لطف وٺندو هو ۽ رات جو معصوم پيار وانگر سڀ ڪجهه وساري سمهي پوندو هو. تخليقي ادب جو بنيادي محرڪ حسن هوندو آهي، جيڪو حق ۽ سچ جي علامت آهي. حسن جي فلسفي جو علمي نالو جماليات (Acsthetics) آهي. قديم يوناني ۽ سنسڪرت ادب کان وٺي جديد ادب تائين هر وڏي اديب ۽ شاعر جو حسن بابت پنهنجو پنهنجو تصور رهيو آهي. ڪنهن به اديب ۽ شاعر جي تخليقي ڪاميابيءَ جو دارو مدار ان ڳالهه تي به آهي ته هو پنهنجي فڪر ۽ احساس کي ڪهڙي جمالياتي رنگ ۽ آهنگ ۾ پيش ڪري پڙهندڙن کي ڪيتري قدر متاثر ڪري سگهيو آهي. سو سوشلسٽ حقيقت نگاريءَ ۾ (ننڍي ڪنڊ ۾ سوشلسٽ حقيقت نگاريءَ کي ترقي پسنديءَ جي ليبل نالي سان رائج ڪيو ويو) جماليات لاءِ ته ڪا گنجائش ئي نه ڇڏي ويئي آهي. مثال طور گورڪيءَ جي ناول "امڙ" ۾

جماليات ناليِ ماتر بہ نظر ڪانہ ايندي، ساڳيو حال مايا ڪوفسڪيءَ جي انقلابي شاعريءَ جو آهي. سوشلسٽ حقيقت نگاري يا ترقي پسنديءَ جو بنياد حسن يا جماليات تي نہ بلڪہ ڇنن ليڪڪائن ميدالستام، ناديزدا، اساڪ ببل، يسين، مائڪو فسڪي، انّا اخمتووا ۽ سولزينتسن ڪي پنهنجو سمجهي انهنجي ياد ۾ هڪ طويل نثري نظم لکيو آهي، جنهنجون شروعاتي سٽون هي آهن:

"تاريخ جو
هيترو الميو ٿيو آهي
۽ تون چاهين ٿو
تہ مان اُن تي هڪ سٽ بہ نہ لکان!
ڇا نثري مرثيا نہ ٿا لکي سگهجن."

اهي روسي اديب ۽ شاعر جن سچ ۽ حق خاطر ۽ اظهار جي آزاديءَ خاطر پنهنجون جانيون قربان ڪيون يا سختيون سليون تن سان يڪجهتيءَ جو اظهار شيخ اياز نہ صرف پنهنجي تازي شايع ٿيل ڪتاب "هرڻ اکي ڪيڏانهن" ۾ بلڪ اڳ وارن شايع ٿيل ڪتابن "سر لوهيڙا ڳيبا" ۽ "جر ڏيئا جهمڪن" ۾ توڙي ٻين لکڻين ۽ انٽرويوئن ۾ پڻ برملا ڪيو آهي. شيخ اياز لکيو آهي تہ "موسيقيءَ جي روح مان شاعري جنم وٺندي آهي. هر حساس فنڪار موسيقيءَ جي اها لئہ پنهنجي اندر ۾ بہ محسوس ڪندو آهي تہ ڪائنات جي هر ذري مان پڻ." مشهور جرمن شاعر رينر ماريا رلڪي جي شاعري پڙهڻ کان پوءِ سنڌس هڪ مداح پنهنجا تاثرات هيئن پيش ڪيا:

"رلڪيءَ جي شاعريءَ جي خاص خوبي اها آهي جڻ ڪو پنهنجي جسم جي اندر موجود رت جي گردش جي لئہ تي ڪا عاليشان ديول تعمير ڪندو هجي."رلڪي هميشہ فطرت جي نظارن ۽ رنگا رنگيءَ مان اُتساهہ وٺندو هو، تنهن ڪري هن جي شاعريءَ ۾ ٻين جيان جارحيت ۽ داخليت ۾ مصنوعي طور پيدا ڪيل ويڇو نظر ڪونہ ايندو. تنهن ڪري هو "فن برائي فن" يا "فن برائي زندگي" جي اجائي بحث کان دور نظر ايندو. تقريباً ساڳيو خيال شيخ اياز هيئن پيش ڪيو آهي:

"ڇا تون منهنجي شاعريءَ کي
منهنجي ذاتي زندگي کان
وڌيڪ اهميت نٿو ڏين."

ڪجهہ وقت اڳ تائين جڏهن ادب ۾ ترقي پسند داداگير نقادن جو گهڻو زور هوندو هو، جن کي لکڻ تہ ڪونہ ايندو هو پر لباڙ گهڻي هڻندا هئا ۽ ملن وانگر جلد فتوا ڏيندا هئا، تن کي شيخ اياز هيئن جواب ٿو ڏي:

تون ڪير آهين؟
نبي آهين؟
پيغمبر آهين؟
ولي آهين؟
جو مون کي چئين ٿو هيئن لک يا هونءَ لک!
مان آزاد پرندو آهيان
جنهن پنهنجو طرف پاڻ طئي ڪيو آهي
۽ انهيءَ ڪڏهن به
هوا جي رُخ جي پرواهه نه ڪئي آهي!

فريڊرڪ نيٽشي، جنهن لاءِ اهو غلط تصور قائم ڪيو ويو آهي ته هُن جرمن قوم پرستيءَ کي اڀاريو، هڪ هنڌ لکيو آهي ته "قوم پرستي چريائپ آهي" آئنسٽائين چيو آهي ته: "قوم پرستي هڪ ٻاراڻي حرڪت آهي." قوم پرستي به هيروئن جهڙو هڪ نشو آهي جنهنجو علاج به ڏکيو آهي. بهرحال شيخ اياز پنهنجو ڏاهپ وارو درس ڏيڻ کان نه ٿو ڪيٻائي.

ڪاليداس کان وٺي ميران ٻائي تائين سنسڪرت ۽ هنديءَ جي ويدانتي شاعريءَ ۾ حسن ۽ جماليات نمايان نظر ايندو. فارسي صوفي شاعريءَ ۾ به اهو ساڳيو رنگ نظر ايندو. صوفي شاعرن يقيناً انهيءَ الوهي پيغام مان اُتساهه حاصل ڪيو هوندو ته: "الله تعاليٰ حسين آهي ۽ هو حسين شين کي پسند ڪندو آهي."

سنڌي شاعريءَ ۾ جماليات جوسڀ کان مؤثر اظهار شاهه عبداللطيف جي شاعريءَ ۾ نظر ايندو پر افسوس ته ترقي پسندن ۽ قوم پرستن شاهه جي وحدت الوجودي فڪر ۽ جماليات کي ڄاڻي واڻي نظر انداز ڪري کيس هرويرو هٽوڙي ۽ ذاتي جو ترجمان يا قوم پرست شاعر ڪري پيش ڪيو آهي. شاهه کان پوءِ شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ جماليات نئين رنگ ۽ آهنگ ۾ نظر ايندي. شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ گهرو فڪر ۽ احساس آهي، جيڪو کيس ويهين صديءَ جي چوٽيءَ جي بين الاقوامي شاعرن جهڙوڪ ٽي ايس ايليٽ، پئسترنڪ ۽ ٽئگور جي صف ۾ آڻي بيهاري ٿو. مثال طور نثري نظمن تي مشتمل سندس نئين شايع ٿيل ڪتاب "هرڻ اکي ڪيڏانهن" جو هي نظم:-

"اي ڪاش!
گل تنهنجي محبت لاءِ
هڪ استعارو ٿي سگهي
۽ ڇڻي نه وڃي!
اي ڪاش!
چنڊ تنهنجي محبت لاءِ
هڪ تشبيهه ٿي سگهي

۽ لهي نہ وڃي!
تون ايتري ناپائدار تہ ناهين
جيترا اهي استعارا ۽ تشبيهون آهن،
تون تہ منهنجي دل ۾ آهين،
۽ منهنجي دل فنا جي زد ۾ اچي نہ ٿي سگهي
۽ ڪائنات
ان کي پاڻ ۾ سمائڻ کان
قاصر آهي،
منهنجي دل لاءِ
ڪائي تشبيهہ
ڪوئي استعارو
نہ آهي."

اردو ترقي پسند شاعرن ۽ اديبن واڱر سنڌي ترقي پسند شاعر ۽ اديب پڻ ڪوهہ جا ڏيڏر بڻجي ويا ۽ انهن جي نام نهاد ترقيءَ جو انجام هن نعري "منهنجو ديس تنهنجو ديس" تي پهچي ترقي پسند تحريڪ جي نظرياتي ڪوڪلائپ کي ظاهر ڪري ڇڏيو. هر وڏي اديب ۽ شاعر جو پيغام سموري عالم لاءِ هوندو آهي، چاهي اهو پيغام سموري عالم وٽ سوير پهچي يا دير سان پهچي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو تيرهين صديءَ جي شاعر ڊانتي کي ويهين صديءَ جو سياسي دانشور ترانسڪي پنهنجو من پسند شاعر ٿو ڪوٺي. هومر کان وٺي شاهہ لطيف تائين سڀني اعليٰ شاعرن جو پيغام سموري انسان ذات لاءِ هوندو آهي. سو شيخ اياز پڻ سوويت دؤر ۾ مارجي ويل يا ستم رسيده ليکڪن جو اظهار جيڪو سچو ۽ دل جي گهرائين مان ڪيو آهي. زمان ۽ مڪان "Space and Time" جون سڀئي حدون ٽوڙي آفاقيت جي علامت بڻجي ٿو ۽ ثابت ٿو ڪري تہ دنيا جا سڀيئي سچا ۽ فن لاءِ اربيل قلمڪار هڪ ئي ڪٽنب جا ڀاتي آهن.

ڪتاب "هرڻ آکي ڪيڏانهن." ٽوڙي شيخ اياز جي ٻين ڪتابن ۾ دنيا جي مختلف ٻولين جي وڏن اديبن ۽ شاعرن جو ذڪر ملندو ۽ انهن جي لکڻين ۽ شعرن جا حوالا ملندا. اهو ان ڪري نہ تہ اياز صاحب پنهنجي اٿاهہ علمي ۽ ادبي مطالعي جو رعب پڙهندڙن تي وجهڻ چاهي ٿو، بلڪہ اهي سڀ حوالا موضوع جي نسبت سان مناسب ۽ ڪاراٽا لڳندا آهن پر اصل حقيقت جيئن مون سمجهي آهي تہ اياز صاحب بطور هڪ تخليقڪار دنيا جي مختلف ٻولين جي ۽ مختلف وقتن جي انهن سڀني اديبن ۽ شاعرن سان جيڪي ڪيس پسند آهن. (مثال طور حافظ، رومي، سرمد، غالب، ينائي، ڊانتي، قرت العين، طاهره، ائنا اخمتووا وغيره مستقل طور يا وقت بوقت هم ڪلام آهي يعني انهن سان سندس روحاني سطح تي ڊائلاگ يا هم ڪلامي ٿيندي رهي آهي. سو انهيءَ هم ڪلاميءَ جي جهلڪ سندس تحريرن ۾ بہ نظر ايندي آهي،

شايد اياز صاحب پڙهندڙن کي بہ انهيءَ هر ڪلاميءَ ۾ ان سڏي طرح شريڪ ڪرڻ چاهي ٿو، جنهن سان پڙهندڙ کي ضرور لاڀ حاصل ٿيندو.

شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ جمالياتي پهلوءَ ۽ ان جي گهڻ رنگي رخن کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ سندس سيني رچنائن کي تسلسل سان پڙهيو وڃي ۽ سندس ڪتاب "پنوڙ پري آڪاس" کان وٺي پوءِ جي ڪتابن تائين. خاص طور ۱۹۸۵ع کان پوءِ جي سندس شاعريءَ ۾ واضح صوفيانہ جمالياتي استعارن ۽ تشبيهن کي ۽ انهن استعارن ۽ تشهيبن ذريعي ابلاغ ٿيندڙ فڪري ۽ روحاني پيغام کي هڪ تسلسل ۾ سمجهڻ گهرجي. ان ڏس ۾ ڪتاب "هرڻ اکي کيڏانهن" ۾ شيخ اياز ڪافي اشارا ڏنا آهن. مثال طور:

"آن ۽ هيئن ٿو چوان! ٻي ڪنهن جيڪي بہ چيو آهي، اهو مان فقط تصديق لاءِ ڳوليان ٿو تہ انهيءَ بہ ائين چيو آهي يا نہ."

"تخليق جو حسن ۽ حسن جي تخليق- ان کان بهتر موضوع شاعر لاءِ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟"

فريڊرڪ نيٽشي پنهنجي هڪ شروعاتي ڪتاب Birth of Tragedy ۾ لکيو هو تہ:

"شاعري ڪائناتي هوندي بہ ذاتي ٿيندي آهي،
۽ ان ۾ شاعر جي ذات جو ڏيئو ٻرندو آهي
ذات جو ڏيئو ٻرندو آهي
انهيءَ هر بات جو ڏيئو ٻرندو آهي
جا هن ڏني آهي."

مشهور دانشور ڪولن ولسن چيو آهي تہ "زندگي شاعريءَ جيان هميشہ گول ڦرندي رهندي آهي:" مطلب تہ جيئن شاعريءَ ۾ هومر کان وٺي ايليٽ تائين سيني وڏن شاعرن انساني زندگي ۽ ان سان لاڳاپيل چند بنيادي مسئلن کي جيڪي نيڪي ۽ بدي تي آڌار رکن ٿا، هميشہ پنهنجي شاعريءَ ۾ آندو آهي. رڳو هر ڪنهن شاعر جو اظهار بيان مختلف رهيو آهي. سو جيئن رات پنيان ڏينهن آهي، صبح کان پوءِ شام آهي، خزان کان پوءِ بهار آهي، سو اهو ساڳيو تسلسل آرٽ ۾، زندگيءَ ۾ ۽ ڪائنات ۾ نظر ايندو. ڪيئي بنيادي موضوع جيڪي روميءَ جي شاعريءَ ۾ نظر ايندا سي شاهہ سميت ٻين گهڻن ئي شاعرن ڪنيا. فائوسٽ جي ڪردار کي نہ صرف گوئٽي پر ٻين يورپي ليکڪن بہ ڪنيو. خود عظيم جرمن شاعر رلڪي هڪ ٻن بنيادي موضوعن کي بار بار پنهنجي شاعريءَ ۾ آندو آهي. ان ڏس ۾ خود رلڪي پنهنجي هڪ خط ۾ هنريت وضاحت ڪئي آهي:

"A book of Poems ought to be a coherent consistent whole, held together by a dominant theme or by a stuctu:al unity."

مجازي عشق ۽ حقيقي عشق مشرقي شاعريءَ جا بنيادي موضوع رهيا آهن، تہ ڇا ان کي ورجاءَ ڇئبو؟ شيخ اياز پڻ انهيءَ اعتراض جو خوبصورت جواب ڏنو آهي: "تون چوين ٿو تہ منهنجيءَ شاعري ۾ ورجاءُ آهي توکي معلوم آهي تہ بيدل دهلويءَ ۽ غالب هڪ ئي تشبيهہ ڪيترا ڀيرا ڏني آهي؟"

بهرحال ڪنهن بہ شاعر جا بنيادي موضوع هڪ بہ ٻہ ٽي هجن، پر تنهن هوندي بہ هو آزاد آهي تہ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪي جزوي موضوع بہ ڪتب آڻي. ترقي پسند شاعر تہ سڄي عمر رڳو ڏاڍي ۽ هٺوڙي کي موضوع بڻائيندا رهيا ۽ ديس پرست شاعر رڳو "ديس ديس" ڪندا رهيا. شيخ اياز ان ڏس ۾ لکي ٿو: "شاعريءَ جو دائرو تہ ڪائنات جيترو وسيع آهي ان کي سوڙهو سڪوڙو ڪري، رڳو پنهنجي وطن ۾ نہ سماءِ! ٺيڪ آهي هي پَسيءَ ۽ پيرونءَ جو ديس آهي پر ان جي معنيٰ نہ آهي تہ دنيا ۾ لالہ و گل نہ آهن ۽ تشبيهہ لاءِ استعمال نہ ٿا ٿي سگهن."

هڪ روايت جنهن کي نيٽشي پنهنجي ڪتاب "سو زرتشت ڳالهايو" ۾ بہ آندو آهي تہ "هڪ ڀيري جڏهن ڏاهو زرتشت ڏينهن ڏٺي جو بتي کڻي ماڻهن وٽ آيو تہ اهي مٿس کلڻ لڳا ۽ پڇيائونس تہ "ڏينهن جي روشنيءَ ۾ بتي کڻڻ جي ڪهڙي ضرورت پيش آئي اٿئي؟" زرتشت کين جواب ڏنو تہ "اوهان کي صحيح رستو ڏيکارڻ لاءِ چو تہ ڏينهن جي روشنيءَ ۾ بہ اوهان پنهنجي اصل واٽ وساري ويٺا آهيو؟" سو شيخ اياز بہ خاص طور سنڌ جي انهن رستي کان ڀٽڪيل ماڻهن کي جيڪي پنهنجي اصل واٽ (خدا دوستيءَ واري واٽ) کان ڀٽڪيل آهن. ڪڏهن تلخ ۽ ڪڏهن نرم لهجي ۾ مخاطب آهي، انهيءَ ڏاهي وانگر جيڪو ڏينهن جي روشنيءَ ۾ رستي کان ڀٽڪيل ماڻهن کي بتي ڏيکاري سنئين دڳ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

سنڌ جي گهڻن جذباتي نوجوانن کي شايد اها غلط فهمي هجي تہ جيڪي ماڻهو قوم پرستيءَ جي مخالفت ڪن ٿا سي وطن جا خير خواه ڪونهن. اها سندن ڀل آهي. شاهہ لطيف سنڌ لاءِ بہ دعاگو آهي تہ سڄي عالم لاءِ پڻ. ساڳيءَ طرح شيخ اياز بہ ديس جو ڀلو چاهيندڙ آهي تہ ساڳي وقت سڄي عالم لاءِ پڻ. وطن جي خير خواهي الڳ معاملو آهي ۽ ديس پرستي يعني ڌرتي پوڄا الڳ معاملو.

شيخ اياز جي ڪتاب "هرڻ اکي ڪيڏانهن" ۾ نثري نظمن کان علاوه، ننڍا ڏاهپ وارا گفتا، چوڻيون ۽ بياني تاثرات پڻ آهن. اهي سڀ گهري فڪر جي سمنڊ مان نڪتل موتي داڻا آهن جن کي قلمڪار هڪ مالها ۾ پوئي پيش ڪيو آهي. اهو پڻ ڏيان ۾ رکڻ گهرجي تہ اعليٰ رچنا جمالياتي اظهار فڪري نڪتن کان عاري نہ هوندو آهي. مطلب تہ رڳو نام نهاد (Pure Art) ۾ حسياتي اظهار کي جماليات جو نالو ڏنو ويو آهي، پر اهڙو جمالياتي اظهار وقتي ۽ اڪثر ڪري ناقص هوندو آهي. شيڪسپيئر، ڪان وٺي ايليٽ تائين مغرب جي شاعريءَ ۾ ۽ حافظ کان وٺي اياز

تائين مشرق جي شاعريءَ ۾ اعليٰ جمالياتي اظهار سان گڏ گهرو فڪر به ملندو. مثال طور شيخ اياز جو هيٺيون خوبصورت نثري نظم ته،

گهاٽ تي پهچي ويو آهين
ٻيڙي تنهنجي انتظار ۾ آهي
اُن جو مانجهي ڪير آهي
نه تون ٿو ڄاڻين، نه مان ٿو ڄاڻان!
ان جو ٻيو پارُ ڪهڙوآهي
اهو تنهنجين منهنجين اکين کان
اوجهل آهي،
ان جي پتوار
صدين کان هلي رهي آهي
۽ اڃا پراڻي نه ٿي آهي
تون ان سفر کان گهٻرائين ڇو ٿو؟
ان تي هر ڪنهن کي وڃڻوآهي،
۽ ڪيئن چئجي
متان ٻيو پار ايترو ٻَرو به نه هجي
جيترو تون سمجهي رهيو آهين!
درياهه جو پيٽ ڪافي ويڪرو آهي
۽ تنهنجي ديد
اها جاءِ ڏسي نه ٿي سگهي
جتي هيءَ ڪشتي پهچي آهي
۽ نه وري
مان خاطريءَ سان چئي ٿو سگهان
ته جڏهن تون ٻي پار پهچندين
تڏهن ناڪئي کي
ڏسي به سگهندين
يا نه!

شيخ اياز صاحب پنهنجي هن نئين ڪتاب جو انتساب مشهور دانشور، صحافي، محقق ۽ اديب سينيٽر يوسف شاهين جي نالي ڪيو آهي.

ڊاڪٽر قاضي خادم

# شيخ اياز
# سنڌي ادب جو بنيادي ڪهاڻيڪار

جديد سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جي شروعات ١٥- ١٩١٤ع ڌاري ٿيل ٿي پاڻيجي، جڏهن سنڌي ٻوليءَ ساهت سوسائٽي، سندر ساهتيہ، سک ترڪ سوسائٽي، ۽ ١٩٣٠ع ڪانپوءِ سنڌو رسالو جاري ٿيا. جن ۾ پڻ گهڻو تڻو ترجما ۽ ماخوذ ڪيل ڪهاڻيون ئي شايع ٿينديون رهيون. انهن ۾ خاص لالچند امر ڏنو مل جون "چمڙا پوش جون آکاڻيون" مشهور ٿيون. جن ڪان پوءِ ديوان دولترام- ٻولچند جي ڪهاڻي "آب حيات" (جيڪا سنڌو مخزن ۾ مارچ ١٩٣٧ع ۾ شايع ٿي. اها ڪهاڻي نيٿنل هاٿورن (Nathnal Hawthoran) جي ڪهاڻي Twice told tale تان ورتل هئي) مرزا نادر بيگ جون ڪهاڻيون، آسانند مامتوراءِ جون "ڳنوارڻ" ۽ ٻيون ڪهاڻيون، عثمان علي انصاريءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "پنج" ، امر لعل هنگورانيءَ جون ڪهاڻيون (ادو عبدالرحمان- هيءَ بہ رانجهوءَ سنڌي رمز، جيڪا ڪهاڻي پڻ موپاسان جي "مون لائيٽ" تان ورتل هئي.) شيخ عبدالستار جي "رحيما" گوبند پنجابي (مجموعو سرد آهون ١٩٤٢ع) حشو ڪيولراماڻي (هڪ-ٻہ-ٽي ۽ ٻيون ڪهاڻيون) ڪروڙ پتي، نجم عباسي، شيخ اياز ۽ ٻيا ليکڪ آهن. جن مان ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌ ۾ ڪروڙ پتي، نجم عباسي ۽ شيخ اياز ئي وڃي رهيا.

مٿين انگن اکرن تي نظر وجهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ شيخ اياز سنڌ جي اوائلي ڪهاڻيڪارن مان هڪ آهي ۽ ورهاڱي کان اڳ واري دؤر ۾ سندس ڪهاڻيون "سفيد وحشي"، "پاڙيسري"، "ڪارو رنگ"، "رولو"، "ڪلٺي"، "نظيران" ۽ ٻيون ڪهاڻيون ڪافي داد حاصل ڪري چڪيون هيون. "ڪلٺي" لاءِ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي لکي ٿو. هيءَ هڪ نهايت نفيس سيرت نگاريءَ جي آکاڻي هئي ۽

سنڌ ۾ لکيل اسلوڪين ڪهاڻي مان آخرين شاهڪار هئي." (سنڌي نثر جي تاريخ- زيب ادبي مرڪز حيدرآباد ۱۹۷۷ع)

شيخ اياز جي ڪهاڻين تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو. تہ هو شروع کان وٺي هڪ آدرشي انسان رهيو آهي. نہ فقط ايترو. پر هن جو مطالعو ايترو تہ گهرو ۽ وسيع هو. جو هن پنهنجن ڪهاڻين کي بہ ادب جي مروج وصفن پٽاندڙ ئي لکيو هو. تڏهن تہ هو پنهنجين ڪهاڻين "ڪارو رنگ" ۽ "شرابي" کي (سوئريلي) Surrialistic ٿو ڪوٺي (سفيد وحشي صفحو ۱۰) "سفيد وحشيءَ" جي باري ۾ هو پاڻ لکي ٿو تہ، "جنگ ڪانپوءِ سنڌي جنتا جي جاڳترا جو نظارو مون "سفيد وحشي" ۾ چٽيو آهي. عوام سياسي معاملن جي مونجهارن مان نہ ڇاڻي هنن جي سمجهہ سڌي سنئين آهي تہ اسان جي پيٽ تي لت اچي رهي آهي ۽ لڄ لٽجي رهي آهي. ان سادي پر سخت بغاوتي احساس جي تصوير آهي سفيد وحشي!

*(سفيد وحشي صفحو ۸)*

اياز جي ڪهاڻين جي مطالعي وقت ان دؤر جي ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي کان ورهاڱي تائين، سنڌ ۽ هندستان جي سياسي، سماجي ۽ فڪري حالتن جو جائزو وٺڻ انتهائي ضروري آهي. خاص ڪري جو هڪ طرف ۱۹۱۹ع واري روسي پرولتاري انقلاب ۽ پهرين جنگ عظيم جا اثرات هن علائقي تي فڪري توڙي جسماني طرح تمام گهرا پيا هئا. ترقي پسند تحريڪ پنهنجا قدم ڄمائي ورتا هئا ۽ نوجوانن لاءِ ان ۾ تمام وڏي ڪشش هئي. روايت کان بغاوت جو دؤر جاري هو تہ ٻئي طرف هندستان ۾ انگريزن جا پويان پساهہ هئا. آزاديءَ جي تحريڪ ورهاڱي جي صورت اختيار ڪري رهي هئي. هن خطي ۾ رهندڙ انسانن جا مذهب جي بنيادي فرق ٻڌجي ورهائجي چڪا هئا. دلين ۾ ڦوٽ پئجي رهي هئي ۽ جسماني علحدگيءَ جا آثار بہ ظاهر ٿي چڪا هئا. ويندي ويندي انگريز برصغير تي هڪ خوني وار ڪري ويا هئا. ان جو وجود ٽڪرا ٽڪرا ڪري پئي ويا. اهي ٽڪرا جاگرافيائي، تاريخ ۽ ثقافتي تہ هئا ئي، پر انهن هتي جي باشندن کي جذباتي طرح بہ ٽڪرا ٽڪرا ڪري وڌو هو. اهوئي سبب آهي تہ "سفيد وحشيءَ" ۾ انگريز سان نفرت ڪرڻ وارو، "پاڙيسريءَ" ۾ پنهنجي ورهايل وجود جي حفاظت ڪرڻ چاهي ٿو. هو سوچي ٿو تہ هندوءَ سان گڏ ڪونہ رهي سگهندو. هندوءَ کي ماري وجهندو، ڪهي ڇڏيندو. جڏهن هڪ پاڙيسرياڻي پاڙي جو ننگ ٿي وڃي ۽ يقين نہ ٿي ڪري تہ ڪو سندس پاڙيسري ڪيس ماري بہ سگهي ٿو. جنهن سان گڏ عيد ۽ ڏياري، گذاري آهي، جنهن سان گڏ ٻير ميڙيا آهن، پر جي اهو ماري تہ ان جو موت بہ اکين تي. ليکڪ پنهنجي ڪردار مان پاڻ ڳالهائي ٿو. "بهار ۾ مسلمان ڀائر تہ ماريا ويا، پر ان ۾ پيسوءَ ماءُ جو ڪهڙو ڏوهہ؟ ان کي ڇو ماريو وڃي؟ بيشڪ هن صوفين جي سنڌڙيءَ ۾ فساد ڪڏهن بہ نہ ٿيندا. ڪير اهڙو ظالم سنگدل ٿيندو. جو پاڙي جو ٻچاءُ نہ ڪندو ۽ بيواهن جو گلو ڪاٽيندو؟ سندس ڪنن ۾ ڪنهن ساڳيو لفظ

پڻکيو جيئي سنڌ، سندس من جو مونجهارو لهي ويو ۽ سندس دماغ جڻ کلين شيو تي ويو." (پاڙيسري)

"پاڙيسري" ڪهاڻي هڪ حجام جي ڪردار جي حوالي سان، ورهاڱي کان اڳ جي شڪارپور جو پورٽريٽ آهي. جنهن جو بنياد انساني فڪر، محبت ۽ احساس تي ٻڌل آهي. هن ۾ انساني جذبي ۽ رشتي کي دنيا جي ٻئي هر جذبي ۽ رشتي تي فوقيت ڏني، اياز جي فڪر جو دائرو پنهنجي ماڳ ۽ مڪان جي حوالي کي ٽوڙڻ ڪائنسواء ئي ڪائناتي دائري ۾ پهچي وڃي ٿو.

اياز جي ڪهاڻين جي هڪ خاص خوبي اها به آهي ته هن جون ڪهاڻيون هڪ جهڙيون نه آهن، بلڪ هر ڪهاڻي مختلف وزن ۽ رفتار جي آهي. "پاڙيسريء" وارو اياز، "سفيد وحشيء" ۾ مختلف آهي. "رولو" وارو اياز "ڪلڻي" واري اياز کان مختلف آهي. "ڪارو رنگ" وارو اياز "نظيران" واري اياز کان مختلف آهي. انهن ۾ جيڪا هڪجهڙائي آهي ته اها آهي، اياز جي رومانوي ٻولي. جيڪا هن جي اندر ۾ ويٺل شاعر جو عڪس چئجي ته بهتر ٿيندو. پر ان هوندي به، ڪيس سنڌي ڪهاڻيء جي باري ۾ پنهنجو نظريو آهي، "منهنجي نظر ۾ سنڌي هڪ جدا قوم آهن. سندن زندگي، سڀيتا، روايتن، ٻولي،نالا مطلب ته سيڪجهه هندستان جي ٻين پرڳڻن کان علحدو آهي. هي جو ساهتيه جو اثر آهي. ٻاهرين ماحول جو ليکڪ جي اندرين جذبن ۽ احساسن تي، ته سنڌ جو ادب به هڪ خاص شخصيت رکندو آهي، هو خاص رنگ ۽ ادا جو مالڪ ٿيندو ۽ اها خصوصيت جي ڪنهن ڪهاڻيء ۾ نه هوندي ته اها ڪهاڻي ڪانو جيان مور جي رفتار ڏسي، پنهنجي چال وساري ويهڻ جي مثال ٿيندي." (سفيد وحشي ٧)

ان طرح شيخ اياز سنڌ جي جديد مختصر ڪهاڻيء جو هڪ اهم ڪردار بڻجي اڀري ٿو. خاص ڪري ان صورت ۾ جو هن جون ڪهاڻيون اصلوڪيون آهن ته نج سنڌي ماحول جي عڪاسي به ڪن ٿيون. هن جي ڪهاڻين جا موضوع، ڪردار، ٻولي ۽ فڪر نج سنڌي آهي ۽ پنهنجي دور جي لاڙن ۽ نظرين کي پيش ڪندا نظر اچن ٿا. نه فقط ايترو، پر هو ماحول کي نئون رخ ڏيڻ ۽ اصلاح ڪرڻ جو ڏس به ڏيندو نظر اچي ٿو. هڪ طرف هو انقلابي آهي، باغي آهي ته ٻئي طرف هو حساس انسان. هو انسان جي جسم نه، پر هن جي روح ۾ نهاري ٿو.

"ڪارو رنگ" ئي ڏسجي ته هن ڪيئن هڪ اهڙي ڪردار کي پنهنجي ڪهاڻيء جو موضوع بڻايو آهي، جيڪا ڪنهن به لحاظ کان سورمي يا هيروئن بڻجي نه ٿي سگهي. ان ۾ هو ڪيئن ته ڪارو رنگ جي مخصوص سونهن کي محسوس ڪري ٿو. "هوء رنگ جي ڪاري هئي، جڻ ٽشي جي ٻٽ ڏنل. جڏهن وهنجي سنهنجي منهن کي ڪريم لائي نڪرندي هئي ۽ اها اُس ۾ رجي ويندي هئي، تڏهن هن جو منهن ٻهڪندو نظر ايندو هو. ڪاروڪارو خوبصورت رنگ جڻ ٽڙي پوندو هو." (ڪارو رنگ) نه فقط ايترو، پر هن وٽ ڪاري رنگ جي خوبصورتيء

جوجواب بہ آهي. هو اڳتي لکي ٿو "مون هن رنگ کي خوبصورت ڪيئن ڪوٺيو! پر مان توکان پڇان ٿو تہ ڪاري ڪاري رات، اٿيهين اونداهي، خاموشيءَ جي سير ۾ لڙهندي خوبصورت نظر نہ ايندي آهي ڇا؟" هي هڪ آزاد ۽ منفرد سوچ رکندڙ جو ذاتي خيال آهي. هو زماني جي ٺاهيل ماپن تي نہ ٿو هلي، بلڪ هن وٽ سونهن ۽ سايبيا جا پنهنجا ماپا آهن. بائبل ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي تہ "جڏهن حضرت عيسيٰ خراب ڪم ڪندڙن، وياج خورن، بدمعاشن سان گڏ ويٺو تہ ڇگن هن کي چيو تہ اي مسيح، تون هنن ٻرن سان ڪيئن ويٺو آهين. مسيح وراڻيو. آءُ هنن ٻرن لاءِ آيو آهيان، انهن سان تڏهن ويٺو آهيان." ڇگن کي تہ هرڪو چاهي ٿو. سهڻن جي پوڄا تہ هرڪو ڪري ٿو، پر سونهن فقط رنگ ۽ نقشن سان نہ آهي، بلڪ سونهن اها آهي، جيڪا اندر جا جذبا جاڳائي سگهي. اياز وٽ سونهن سچ جو نالو آهي، ۽ جڏهن ڪاريءَ وٽان سچ هليو ٿو وڃي تہ هو اڇي ٿيو ٿي پوي، يعني ڪوڙي ٿيو پوي.

هن ڪهاڻيءَ لاءِ خود اياز جي راءِ هيءَ آهي تہ ڪارو رنگ هڪ گهٽ معمولي (Sub normal) انسان جي طبيعت جي ڦير گهير جو نہ وسرندڙ احساس آهي. ان ڪهاڻيءَ کي ڪنهن غير ترقي پسند، ذهن جي بي معنيٰ ڦلابازي ادهم جي ميرانجهڙي تصوير ڪوٺيو تہ مون کي ڪو عجب نہ لڳندو. (سفيد وحشي ١٠)

"رولو" ۽ "شرابي" ۾ شيخ اياز هڪ رومانوي اديب ٿي ابريو آهي. هڪ اهڙو شخص، جيڪو پنهنجي ذات کي مختلف واسطن سان ڇاڻڻ چاهيندو هجي. وطن، قوميت، ذاتي احساس ۽ فڪر ان جا خاص محرڪ آهن. ٻاهرين دنيا ۽ اندر جي دنيا جا ٽڪراءُ، تضادات، انساني بنيادي قدر ۽ جذبا، اهي ئي آهن، هنن ڪهاڻين جو بنياد- "رولو" کي تہ هو مضمون ٿو ڪوٺي، "هن ڪتاب جو مضمون رولو (جو ڪهاڻي نہ بہ چئجي) سنڌ جي انهيءَ محبت سان ڀَرُ آهي. سنڌ ۾ اداڪار "رولو" پنهنجي وطن جي ڪنڊ ڪڙڇ سان دلچسپي رکي ٿو، سندس نظر تنگ يا محدود ناهي. پر ان حب الوطنيءَ جي جذبي جي پيدائش آهي، جو ڏسي رهيو آهي تہ مادر وطن هڪ ڦير گهير جي دؤر مان لنگهي رهي آهي ۽ ممڪن آهي تہ ان ڦير گهير ۾ سندس شخصيت باقي نہ رهي. سندس ٻولي اردوءَ ۽ هنديءَ جي جهڳڙي ۾ ناحق ناس ٿيو وڃي. سندس سرسبز ٿيڻ، پاڪستان ۽ هندستان جي سوال تي پنجابين ٻهارين جو نذرانو ٿي وڃن." (سفيد وحشي)

هي اديب لاءِ اهو مقام آهي، جتي خارجي زندگيءَ جون حقيقتون پنهنجي مڪمل تلخيءَ سان، هن جي مثالي سوچ تي اثرانداز ٿين ٿيون. هو پرماريت ڪندڙ قوتن جي مخالفت ڪري ٿو. اهي پرمار ڌاريا، غير وطني بہ ٿي سگهن ٿا، پنهنجا ۽ وطني ماڻهو بہ ٿي سگهن ٿا. هڪ هنڌ تہ هڪ اديب انسان ذات جي ڀلي لاءِ، پنهنجي ذات کي گم ڪري ڇڏي تہ ٻئي هنڌ پنهنجي ذات جي بچاءَ خاطر هو سڄي انسان ذات سان جنگ جوٽڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي. اهو ئي خاص متو فرانس جي جنگ ڪانپوءِ Post war واري وجوديت (Existantialism) جي فلسفي ۾ بہ هو فرانسيسي

اديب جان پال سارتر (Jan pul Sarter) جا ڊراما، ناول ۽ ڪهاڻيون اصل پنهنجي وجود جي بقاءَ لاءِ لڙجندڙ جنگ جون ڪهانيون آهن. اهوئي حال ڪجهه ورهاڱي واري دؤر ڪان وٺي اسان جي ادبي فڪر ۽ فلسفي جوڀ آهي. ۽ اهو اياز جي ڪهاڻيءَ جي پس منظر ۾ نظر اچي ٿو. غلط ريتن رسمن، جيئن "نظيران" ۾ نظر ايندو، يا سياءَ جي تبديلي، جيئن "ڪارو رنگ" ۾ نظر ايندو، يا غير ملڪين سان نفرت، جيئن "سفيد وحشي" ۾ آهي، يا پنهنجن صدين جي ساٿين لاءِ همدردي جيئن "پاڙيسري،" ۾ نظر ايندو يا وري "شرابي" واري وجود ڪان انڪاري ڪيفيت، انهن سڀني جي پويان، پنهنجي وجود جو دفاع ڪرڻ جو هڪ جذبو نظر اچي ٿو.

شيخ اياز جي ڪهاڻي جي هڪ وڏي خوبي، هن جي دلڪش ٻولي آهي. نه فقط هن جا ڪردار پنهنجن جذبن ۽ حالت پٽاندڙ ڳالهائين ٿا، بلڪ هن جوبيانيه انداز به نهايت خوبصورت آهي، "پاڙيسريءَ" ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو "خانو شاهي باغ ۾ پنهنجي هندو دوستن سان پڪت تي ويندو هو. جڏهن پڪت ڪن تي هٿ رکي شاهه جو ڪلام ڳائيندو هو ته "تڏي وسائج تر جي مٽي مٽيءَ متاهه جي پويان ٿئي پساهه. ته به نجاهه مڙهه ملير ڏي،" تڏهن اها عجيب فضا پيدا ٿي ويندي هئي، جو سندس دل چاهيندي هئي ته اتي مران، انهي ڏکهي تڏي ٻڙ جي درخت هيٺان، ٻڙ جا پتا منهنجي قبر تي ڦڙ ڦڙ ڪندا ڪرن ۽ ٻڙ جا ڏينو ڪري، منهنجي قبر ڪي گل گل ڪري ڇڏين. شاهي باغ جي تڏي تڏي هوا منهنجي قبر ڪي ٻهاري ڏئي، منهنجي قبر ڪي صفا ڪري ۽ جڏهن پڪت ڳائي، تڏهن ان جي ڏوهيڙي جون لهرون ۽ رابيل جي خوشبو، ملي منهنجي روح ڪي ڳدڳد ڪن ۽ مان قبر ۾ به سر ڌوڻيان، ڳايان، لهرايان." يا وري "رولوءَ" ۾ لکي ٿو، "بين جو آواز رات جي سناٽي ڪي چيريندو، ڪوهين دور نڪري ويو. چوطرف اوندهه هئي، پوري اماس. تارا هڪ ٻئي سان اشارا ڪري رهيا هئا ۽ انسان جي اڙٻنگائيءَ تي مرڪي رهيا هئا. تڏي تڏي هوا بدن ۾ سياٽو وجهي رهي هئي. ڏهه پندرهن منٽ مس گذريا ته هن پريان هڪ ڇوڪري ڏٺي، جا وڏيون وکون ڪنندي سهڪندي ٿي آئي ۽ ٻن چئن قدمن تان ڏک ڀري اچي ٻڪرار جي ڇاتيءَ سان لڳي.... ڪهاڙيءَ جي چمڪندڙ ڌار جو خيال نه ڪري، هوءَ پرينءَ جي بين جي آواز تي ڀنيوريءَ جيئن اڏري آئي. موت ۽ محبت تارازيءَ جي ٻڙ ۾ هئا، هن سودو قبوليو هو." اهڙيءَ طرح هن جي هر ڪهاڻي ٻوليءَ جي لحاظ ڪان تمام دلڪش آهي.

شيخ اياز سنڌ جي جديد ڪهاڻيءَ جي باني مان هڪ آهي، هن جون ڪهاڻيون اصلوڪيون ۽ نج سنڌي آهن، جن ۾ هن پنهنجي دور جي مڪمل عڪاسي ڪئي آهي. جيتوڻيڪ موجوده دور ۾ مختصر ڪهاڻيون هڪ جدا انداز اختيار ڪري چڪيون آهن، پر مقصد ۽ فڪر جي لحاظ ڪان شيخ اياز جون ڪهاڻيون اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن ته انگريزن جي تسلط واري دؤر ۾ به سنڌ جي بيباڪ اديبن پنهنجي ضمير جو ساٿ ڏنو ۽ انقلابي ادب تخليق ڪيو.

پروفيسر (ڊاڪٽر) ارجن "شاد"

# شيخ اياز، سنڌي شاعريءَ جو نئون جنم

سنڌي شاعري ڪرڻ ۽ شعر کي نئون جنم ڏيڻ ٻه علحديون ڳالهيون آهن. ڪيترا ئي شاعر خوبصورت شاعري ڪن ٿا، پر اهي ٿورا شاعر آهن، جن جي بدولت شعر ۾ هڪ شديد تغير اچي ٿو. شيخ اياز لاءِ فقط ائين چوڻ ته هن نهايت ئي اعليٰ درجي جي شاعري ڪئي آهي، اهو ڪافي نه آهي، بلڪ صورت حال جو صحيح اظهار به نه آهي. شعر جي طيءِ ٿيل خوبين مطابق ايازجي شاعريءَ جو جائزو وٺي، ان جي معيار مقرر ڪرڻ وارو نمونو، سنڌس بي مثل تخليقي صلاحيت تي روشني وجهڻ کان قاصر ثابت ٿيندو. شعر جي جدا جدا هيئتن جي تقاضائن موجب بهترين شعر به جوڙي سگهجي ٿو ۽ نسبتي چند ڇاڻ ۽ مشابهت معرفت الڳ الڳ شاعرن جي پيٽ به ڪري سگهجي ٿي، پر اهڙو ڪارنامو جو بلڪل منفرد شڪل اختيار ڪري سگهي ۽ جنهنجي خصوصيتن جو نروالو روپ سنگ بنياد ٿي، هڪ نئون مثال قائم ڪري، سو موقعو ڪنهن به ٻوليءَ ۾ قسمت سان اچي ٿو. شيخ اياز سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙي ئي شاعريءَ کي جنم ڏنو آهي، جنهن جي يگانيت شاهه لطيف کان پوءِ يعني ٽن سؤ سالن بعد ئي اجاگر ٿي آهي. شاهه صاحب، تصوف جي پس منظر سان، انساني قدرن جي حمايت ڪندي، شعر جي هڪ اهڙي طرز ادا خلقي، جنهن جهڙو مثال سنڌ کي ٻيهر نصيب نه ٿيو آهي. شاهه لطيف کان پوءِ انيڪ شاعرن جدا جدا نمونن ۾ پنهنجي شعر ذريعي سنڌي ٻوليءَ جي قوتن کي واضح ڪيو آهي، پر جنهن شاعر، پنهنجي تخليق جي طاقت سان خود ٻوليءَ ۾ جدت جو نئون رنگ پيدا ڪيو آهي، سو آهي شيخ اياز. جهڙيءَ طرح شاهه صاحب جي طرز ۾ ٻيو ڪوئي شاعر شعر نه چئي سگهيو آهي، اهڙيءَ طرح اياز جي ڍنگ ۾ ٻيو ڪو ئي شاعر شعر نه جوڙي سگهندو. ڇو جو اياز جڏهن شعر لکي ٿو، تڏهن هو فقط

ڪنهن فارم يا هيئت جي پيروي ڪرڻ لاءِ ان کي قلمبند نہ ٿو ڪري، پر اهو سندس شخصيت ۽ جذبات سان هم آغوش آهي ۽ اها هم آغوشيءَ واري ڪيفيت هن جي شعر کي جنم ڏئي ٿي.

ديس جي ورهاڱي سبب، اسين پنهنجو پيارو وطن وڃائي آياسين ۽ ٻئي پاسي خود سنڌ ۾ رهندڙ سنڌين جي اهڙي حالت بڻائي ويئي، جو ڪين اهو احساس ٿيڻ لڳو تہ پنهنجي وطن ۾ رهندي بہ ڄڻ بي وطن آهن. شيخ اياز بنيادي طور شاعر هوندي بہ سياست کان ڪنارو نہ ڪري سگهيو، ڇو جو اڄ جي دؤر ۾ سياسي حالتن کان هر ڪوئي متاثر ٿئي ٿو. اياز تہ هڪ نهايت ئي جذباتي انسان آهي (ڪاليج واري وقت کان وٺي، جڏهن اسان ٻنهي جي گهري دوستي هوندي هئي) ۽ تنهن کان وڌيڪ هڪ حساس دل شاعر. پنهنجي پياري ڌرتيءَ مٿان ڊڪٽيٽر شاهيءَ جو ظلم ڏسي، هن جي آزاد طبع جو جولان پيڙڪا کائي قلم جي ذريعي جوڌاري ٿهلجي ويو. سندس ان قسم جي انقلابي شعر کان هر سنڌي واقف آهي ۽ هتي ان جي حوالن جي گنجائش محسوس نہ ٿي ڪجي. هڪ هنڌ پاڻ لکي ٿو: "هيءَ شاعري انهيءَ پيڙا جو پڙلاءُ ئي تہ آهي، جا سياست مون کي ڏني آهي! جي مان سياست ۾ ڇڪجي نہ وڃان ها ۽ پنهنجي قول ۽ عمل سان پنهنجي ديس جي تقدير قيرائڻ لاءِ قيمت نہ ڪاوان ها، تہ منهنجي شاعريءَ کي اها جلا ڪٿان ملي ها، جا ٻول کي امرتا ڏيندي." ..... "جنهن ڏينهن انسان آزاديءَ جي اُميد پلي ڇڏي، ان ڏينهن قيامت ايندي، ڇو جو زندگيءَ جي وجود لاءِ ڪو بہ ڪارڻ نہ رهندو."

طبيعت جي اهڙي رجحان رکندي ۽ ترقي پسند شاعر هوندي بہ، هن جي شعر جي مکيہ خصوصيت اِها آهي تہ هن سياست کي محض موضوع طور ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪيو آهي. اياز جي شاعريءَ ۾ جيڪڏهن سماجواد، انسان دوستي ۽ سنڌ سان انتها محبت جو اظهار آهي تہ سندس وجوديت جو عڪس آهي، جيڪو هميشه هن جي جيءَ سان جڙيل رهيو آهي.

"اي ڪاش اهو تون ڄاڻين ها
آزاد هوا ڇا ٿيندي آ
اي ڪاش اِهو تون ڄاڻين ها
پرواز ٻنا پر ڪيئن هوندا
آزا د هوا ڇا ٿيندي آ."



خواب هجن آزاد تہ ٻيو ڇا گهرجي!
هاڻ تہ هن ڌرتيءَ تي سڀ ڪان
خواب وڏا ڏوهاري آهن
آزاديءَ جا خواب، انهن تي
بند اڳي ڪان ڀاري آهن

بيوس خواب، اکين ۾ تن جي
ڪـڏي زهر ڀري پئي آهي!
پر هي تن جي چٿنگ، انهيءَ سان
پيهر ٻاهه ڀري پئي آهي.

عام طور ائين سمجهيو ويندو آهي تہ آياز جي شاعريءَ جو لاڙو رومانيت پسنديءَ ڏي مائل آهي ۽ هن جي اظهار ۾ رومانوي رنگ زياده تر نظر ايندو آهي. مان سمجهان ٿو تہ اهو رايو انهن وٽان آيل ٿو ڏسجي، جيڪي حقيقت نگاريءَ جي مفهوم جو دقيانوسي ويچار رکن ٿا. حقيقتن جو بيان هڪ سٺي اخبار نويس کان بهتر ٻيو ڪير ٿو ڪري سگهي؟ وڌ ۾ وڌ بحروزن جو ويس پهرائي ساڳين خيالن کي شعر ذريعي پيش ڪري سگهجي ٿو. اهڙو نمونو پاڪستان ۽ هندستان جي اردو غزل گو شاعرن چڱي وقت کان وٺي اپنايو آهي، جنهن کان متاثر ٿي پاڪستان ۽ هندستان جي ڪن سنڌي شاعرن پڻ اهڙي قسم جو غزل چيو آهي، جنهن ۾ گهڻو زور ڦڙڪندڙ رديفن جي چونڊ تي ڏنو ويندو آهي. اڄوڪي سياست ۽ معاشرت جي اڻ وڻندڙ ڳالهين کي مبالغي آميز تحرير Rhetoric واري انداز ۾ پيش ڪيو ويجي ٿو ۽ ان کي "نئون غزل" جي نالي سان پڪاريو ويجي ٿو. اهڙي قسم جي غزل ۾ سوز و گداز جي اهم عنصر سان الوداع ڪري، غزل کي محض مٺاچري طنز جي نموني ۽ قافين- رديفن کي موجوده حالتن مطابق مڙهيل معنيٰ جي و ٽن سان پيش ڪيو ويجي ٿو. اتي مون کي شيخ اياز جو ويچار بلڪل صحيح ٿو لڳي: "حقيقت شاعريءَ جو بنياد آهي، ها، پر فقط بنياد ئي نہ آهي! منهنجو شعر حقيقت جي باري ۾ آهي ۽ حقيقت جي زبان ۾ آهي، پر مون کان اڳ ڪنهن حقيقت کي ائين پيش نہ ڪيو آهي." اياز جو هڪ هڪ بيت، هڪ هڪ وائي ۽ ٻيو اٿاهہ شعر سندس ان قول جو گواهہ آهي. هن جي تصوير نگاريءَ جو چشمو پلي قدرت جون انيڪ چيزون هجن، پر انهن منجهان حقيقت جو عڪس نهايت ئي شدت سان اپريل نظر ايندو آهي. سندس اٽڪل پنجويهن ڪتابن جي ڪنهن بہ صفحي تي نظر ورائبي تہ ان صورت حال جي پليءَ پٽ ساک ملندي. پنهنجي مٿئين ويچار کي واضح ڪرڻ لاءِ مان سندس ٻن بيتن جو ذڪر ڪريان ٿو:

"هاڻ نہ هرَ هرَ ٿو وجي، واجو وڄَ سمان،
ڌرتي ۽ آڪاس ڇڻ، ڪن ٿا آڳ سنان،
سورڻ! هي مهمان، پاسي ناهي پونہ جو."

O

ووءِ ڪراچي ڪامٺي، تنهنجو سهج سياءُ!
ڏيندي بيک کجي ويڻءِ، پيٽ ڪو نہ سماءُ،
مونکي تنهنجو گهاءُ، جٽائوءِ جٽن جيءَ ۾!

(جٽائو- اهو ساهوارو، جو سيتا کي بچائڻ لاءِ راوڻ سان وڙهندي گهائجي پيو هو.)

مارڪسوادي نقاد جماليت کي افاديت سان هم ڪنار ڪرڻ جي حق ۾ آهن. اِفاديت پنهنجي سر شعر ۾ برابر اهميت رکي ٿي، پر ان جي وجود سان جمالياتي حسن ۾ از خود اضافو اچي ويندو، اهو منهنجي سمجهه ۾ درست ويچار نه آهي. افاديت ۾ جا دلڪشي پيدا ٿئي ٿي، سا جمالياتي قدرن جي اپنائڻ سان نه ٿي ٿئي. ان ڪري شعر جي مطالعي ۾ فن جي خوبين تي روشني وجهڻ پارکوءَ جو پهريون فرض آهي. انقلابي شعر لکڻ مهل شاعر لاءِ وڏي ۾ وڏي دقت اِها هوندي آهي، ته هو ان کي سڪشي نعري بَازيءَ جو واهڻ نه ته ٿو بڻائي. اياز کي دنيا جي بهترين شاعرن ۾ ان ڪري ڳڻيو وڃي ٿو، ڇو جو هن جي شعر کي شعريت جوروح جلوه افروز ڪري ٿو.

انساني زندگيءَ جي حسين چهري ڏسڻ لاءِ اياز هميشه بيتاب آهي. جيڪي به قبيح حالتون انسان جي جيون کي بدنما بڻائڻ لاءِ ذميدار آهن، تن جي حمايت ڪئي اٿس، جن جي هجڻ سان انسان خوبصورت زندگي بسر ڪري سگهي ٿو. اياز فطرتي طور حسن ۽ محبت جو قائل آهي ۽ خود جسماني حسن جيڪي هن جي دل ۾ وقت بوقت طوفان برپا ڪيا آهن، تنهنجو دلبرانه انداز اسان کي هن جي انيڪ بيتن، گيتن ۽ غزلن ۾ملي ٿو. نمونې طور هتي سندس ٻه بيت پيش ڪجن ٿا:

هي جي ڇڪون رانشيون، رت سان ساري رات،
منهنجي نيڻن مان وسي، ڏوئي ٿي برسات،
تون ڇا ڄاڻين تات، جيڪا منهنجي تانگهه ۾.



○

آئون ته هان تولاءِ، ڪنهن سپني جو سپنو،
پر مون کي پنهنجو، تنهنجي جاڳ جڏهن ڪري!

شيخ اياز پنهنجي ڪتاب "ڪپر ٿو ڪن ڪري" ۾ شاهه صاحب وانگر لوڪ- ڪهاڻين پنيان منتخب ٿيل سرن جي سرن سان ڪافي وڏي تعداد ۾ بيت لکيا آهن ۽ پڻ انيڪ وايون قلمبند ڪيون اٿس. انهن بيتن ۽ واين ۾ جا جذبات جي حجت نظر آچي ٿي، تنهنجو نوع شاهه صاحب جي بيتن ۽ واين جي جذباتي نوڪيت کان نرالو آهي. شيخ اياز شاهه صاحب جي نقش قدم تي هلندي به هڪ انفرادي حيثيت حاصل ڪئي آهي. سنڌيءَ جي شبد ڀنڊار جو ڪلاسيڪل استعمال جنهن نزاڪت سان شاهه صاحب ڪيو آهي، تنهن جهڙو مثال وري ڪو نه ٿيو آهي. ساڳئي وقت شيخ اياز به سنڌي ٻوليءَ جي بنيادي شبد ڀنڊار جوجنهن لطافت سان استعمال ڪيو آهي، اهڙو مثال به هڪ يگانو مثال آهي. ان لحاظ کان اياز کي جيڪڏهن "ويهين صديءَ جو شاهه لطيف" چئجي ته وڌاءُ نه سمجهڻ گهرجي. شاهه لطيف سنڌي ٻوليءَ جي ذاتي حسن ۽ قوت کي وڏي پيماني تي ظاهر ڪيو آهي ۽ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته سنڌي ٻولي شعريت جي انهن اوچاين تائين پهچي سگهي ٿي ۽ اهڙين بلندين کي ڇهي سگهي ٿي، جن تائين پنهنجن ٻولين ۾ دنيا جا

عظيم شاعر پهچي سگهيا آهن. شيخ آياز سنڌي ٻوليءَ جي اهڙي تخليقي استعمال سان عالمي شاعرن جي معيار جو شرف حاصل ڪيو آهي. شاعري هڪ ڏات آهي ۽ ان ڏات جا اڻ کٽ انبار اياز جي حصي ۾ آيا آهن. اياز جي شعر ۾ جا لئه، ترنم ۽ موسيقيءَ مان پيدا ٿيل رواني نظر اچي ٿي، تنهن جي بي ساختگي هڪ حيرت انگيز ڪارنامو آهي. شاهه صاحب وانگر سه حرفيءَ جو شيخ اياز به ڀرپور استعمال ڪيوآهي، بلڪ سندس بيتن جي هر هڪ مصرع ۾ حرفن جو وَر وَر تڪرار اندرين موسيقيت جو ماحول پيدا ڪري ٿو. نموني طورڪجهه بيت پيش ڪجن ٿا:

ڳوريءَ ڳجرا پير ۾، چوريءَ ڪنڻ آچي،
ڳهر ڳهر گهنگهرو گونجندا، ميڙو پل تہ مچي!
نانگي اچ نچي، داتا تنهنجي دوار تي.



اي ڏيهي! مون پوڪيا، ڪنا جن جي ڪيت،
توکي اهڙا بيت، ٻيهر ملندا ڪين ڪي.
(ڪنا= تلوارون)



ڍنگر ڊانائون، پڙيا آچي پٽ تي؛
اونو ڳهر تڙ جو ائين، پنهنجولاتائون،
اڳ نہ ڏٺا آئون، ويڙهيچا اُن وات تي!.

شيخ اياز جي شعري خوبين جي چند ڇاڻ ڪرڻ لاءِ تفصيل وار مضمونن جي ضرورت آهي، ۽ در حقيقت هن جي شاعريءَ لاءِ پي. ايچ. ڊيءَ جي سطح واري تحقيق درڪار آهي. هتي صفحن جي پابنديءَ سبب زياده بہ نہ ٿو لکي سگهجي. شيخ اياز پنهنجي شعر ۾ جدا جدا وصفن جهڙوڪ اشارن، ڪناين، تشبيهن، استعارن، تلميحن، ترڪيبن، ديو- مالائي حوالن ۽ ٻين صنعتن معرفت جيڪو جمالياتي حسن پيدا ڪيو آهي، تنهن جو مثال دنيا جي شاعريءَ ۾ ڪن ٿورن هنڌ ملندو. سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسيڪي شبد- ڀنڊار ۽ نئين تهذيب جي تقاضائن موجب عام ماڻهن جي گفتار جي جديد زبان جوسنگم، سندس مخصوص عبارت ۾ اهڙي تہ پوري ميزان ۾ ملي ٿو، جو ائين پيو لڳي ڄڻ هن لفظن جو هڪ نئون ساز خلقيو آهي، جنهنجا سُر علحدا موسيقي نرالي ۽ آلاپ اجنبي آهن. ان ساز جي فوقيت کي هميشه هڪ تواريخي اهميت رهندي.

مدد علي سنڌي

# پنهنجا ساريم سومرا

ڪٿي هڪ ڏند ڪٿا پڙهي هيم" هنو مان، پڌ سان شرط رکي، ڌرتيءَ ۾ ٿُبي هٿي ويو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ ظاهر ٿيو ۽ چوڻ لڳو، "سرشٽيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ چار ڳاڙها ٿنيا آهن." اهو پڌي، پڌ پنهنجون چارئي سرخ آڱريون ڪيس ڏيکاريندي چيو، " ڪٿي هي آهي ته ناهن ." ۽ سچ پچ ته پنهنجي دؤر جا حساس دل شاعر ليکڪ امڙائي ٿي هوندا آهن. پنهنجي ذهن، سوچ ۽ ضمير موجب لکندا آهن/ پوڳيندا آهن/ لڙندا آهن ۽ پنهنجي ٿي هٿن سان لکي لکي پنهنجون آڱريون پنهنجي ٿي لال رت سان رڱي ويهي رهندا آهن. اها سوچ ٿي سگهي ٿو، ته هر ڪنهن شاعر/ ڪهاڻيڪار/ ليکڪ تي لاڳو نه ڪري سگهجي، پر يقين اهي ليکڪ جيڪي پنهنجي دؤر ۾ ايندڙ دؤر جا ڳاڙها ڪنهبي رتڙا سپنا ڏسند ا آهن/ ڏاڍ ۽ ڏمر جي زماني کي بدلائڻ جون ساپيائون ڪندا آهن، اُهي پنهنجي دؤر جا پيغمبر هوندا آهن. ۽ اهڙن ٿي ماڻهن لاءِ شاه سائين چئي ويو آهي؛

سچ سيائي جا ڪري، سائي ساميءَ روءِ.

شيخ اياز، به سنڌ جي صدين جي اها صدا آهي، جنهنجي گونج، جنهنجو پڙاڏو جنهنجو پڙلاءُ، صدين تائين سنڌ ۽ انجو ايندڙ نسل پڌندو رهندو، پڌي ڪنڌ ڌوڻي تپرس ۾ پنجي ويندو ۽ پڌي ان دؤر کي ياد ڪندو، جنهن دؤر ۾ شيخ اياز هيو، وقت سان وڙهيو، وقت سان ناهه ڪيائين/ سنڌ لاءِ سوچيائين، ۽ سنڌ جي سينڌ کي بدلائڻ جا سنهري گيت رچيائين. هي سکر/ هي شهر شڪارپور، ۽ هي ڪراچي، حيدرآباد ۽ هي سنڌ ۽ هند جون هوائُون، جن ۾ اياز ساه کنيو ان جون هوائون ۽ هي سمورو وايو منڊل، هن مهان شاعر جي هر هڪ سٽ جي گونجار کي ياد رکندو، ايندڙ زمانو انهن ماڻهن کي به ياد رکندو جن اياز کي ڏٺو/ اياز کي پڌو.

مونکي بہ انهيءَ ڳالهہ تي مانَ آهي تہ مان هھڙي مهان ڪويءَ کي گذريل ٢٦ ورهين کان پڙندو اچان. جيتوڻيڪ انهيءَ ڳالهہ کي ڪيترائي ورهيہ لنگهي ويا آهن، پر لڳي ائين ٿو، ڄڻ هن سان ڪالهہ گڏيا هئاسين. اياز جيڪو هن صدي تہ ڇا پر ايندڙ صدين جو بہ مهان ڪوي آهي، ان کي مون پهريون ڀيرو روح رهاڻ جي جشن ۾ ڏٺو، اهو زمانو ايوب خان جو هو، ملڪ جو ڪل والي وارث فيلڊ مارشل ايوب خان هوندو هو، ۽ سنڌ جا سمورا وڏيرا هر دؤر وانگر ان دؤر ۾ بہ ايوب خان جي بظاهر نہ لهندڙ سج جا پوڄاري هوندا هئا. ان دؤر جون سموريون سنڌي اخبارون ايوب خان ۽ سندس آل اولاد جي ڊگهي ڄمار جي دعائن گهرڻ سان گڏوگڏ هر وقت ۽ هر دم بيشرميءَ جي حد تائين سنڌ جي بنيادي مسئلن کان ڪن لاتار ڪرڻ سان اصل ٽمتار هونديون هيون، مجال هو جو ڪٿي ڪير ون يونٽ جي خلاف هڪ ٻڙڪ بہ ٻاهر ڪڍي! انهيءَ دؤر ۾ چڱا چوکا، ۽ ڏسڻا وائسڻا ماڻهو سنڌ کي جنوبي علائقو ۽ حيدرآباد کي حيدرآباد پاڪ لکڻ ۾ ڏاڍو فخر پيا محسوس ڪندا هئا. مونکي انهيءَ دؤر جي هڪڙي يادگيري آهي. مرحوم فيلڊ مارشل ايوب خان ٽنڊي محمد خان اچڻو هو، جتي وڏيرن/ اميرن/ پيرن کي ڪيس گلاب جي گلن ۾ تورڻو هو. بس وڏيرا، ٽنڊيرا جهڙوڪر ڇتا ٿي پيا هئا. ٽنڊي محمد خان جي ڪجهہ چڱن ماڻهن سان اسانجا خانداني ناتا هوندا هئا، اهي سڀ اچي ٽڪيا هئا اسانجي حيدرآباد واري اوطاق تي، ۽ سندن مارو هو مٿين منهن گلاب جي گلن وٺڻ تي. پوءِ ايوب مرحوم کي گلن ۾ توري پنهنجي قيمت وصول ڪيائون. يا پنهنجي منهن تي ڪارنهن مليائون، انهيءَ جي ڄاڻ خدا کي، بهرحال اهو هو، اهو وقت ۽ حالتون جنهن ۾سنڌ جي سَڄڻ، خالي هٿين، ذهن يعني سنڌي ليکڪن ايوب خان سان ويڙهہ ڪرڻ ۽ سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد جي شروعات پئي ڪئي. اهو دؤر، جن ڏٺو هوندو، انهن کي انهيءَ دؤر جي چٽي ياد هوندي. ۽ انهيءَ ڳالهہ کي لکندي توڻي چوندي ڪا بہ هٻڪ نٿي ٿئي انهيءَ دؤر ۾ اهو اياز ئي هو، جنهن جي انقلابي گيتن قومي هلچل کي اهڙو تہ ساهہ ڏنو، جو سنڌي اديب وقت جي آمريت واري بنهہ پوائنٽي حڪومت جي اکين ۾ اکيون وجهي ڇتائي وڏي واڪ "ون يونٽ ٽوڙيو، ۽ سنڌ جو وجود بحال ڪرايو". جا نعرا بلند ڪرڻ لڳا، انهيءَ دؤر ۾ ماهوار روح رهاڻ اسانجي دلپسند مخزن هوندي هئي، ۽ حيدرآباد جو جڳ مشهور تاريخي هال بيسنت هال انهن تاريخي ميڙن جو مرڪز هوندو هو. شيخ اياز ايندو هو تہ ماڻهو پلتجي پوندا هئا. اياز پنهنجي واتان پنهنجا نوان گيت/ نظم پڙهائيندو هو تہ ان وقت لڳندو هو جهڙوڪ آڪاش تي بجلي ڪڙڪي رهي آهي، تيز طوفان لڳي پيو، ڌرتيءَ جي هر شيءِ پئي اڏامي ۽ ڏڏي. انقلابي شاعر جي واتان انقلابي گيت ٻڌي وار ڪانڊارجي ويندا هئا. اسانجي بت ۾ سمورو رت تيز ڊڪون پائڻ لڳندو هو ۽ اسين موٽ ۾ سنڌ جو آواز، شيخ اياز، شيخ اياز، جا نعرا وٺي هٿندا هئاسين.

مونکي اڃا اهو زمانو ٻه ياد بيٺو آهي، جڏهن ايوبي آمريت شيخ اياز کي جيل ۾ وڌو هو. ۽ پاڻ آزاد ٿي حيدرآباد جي ريلوي اسٽيشن تي پهتي آيو تہ جڻ سڄو شهر اچي گڏ ٿيو هو، سندس آجيان ڪرڻ لاءِ. ان وقت ڏاڍو اتساهہ هوندو هو. نوجوان، پڙها، شاعر، اديب، سياسي ڪارڪن سڀ لٿي مهل حيدرآباد ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم نمبر ون تي اچي مڙيا هئا.

ان وقت اهو رواج هوندو هو تہ جيڪو بہ قومي سياسي اڳواڻ جيل مان آزاد ٿيندو هو، تہ سندس آجيان لاءِ دهلارين ۽ شرنائين وڄائڻ واري کي سڏيو ويندو هو، اياز جي آجياڻي لاءِ بہ دهلاري ۽ شرنايُن وارا آندا ويا هئا. نعرا جيئي سنڌ، سدا جيئي، ون يونٽ ٽوڙيو جا، جمهوريون. ريل آئي تہ نعرن ۾ ويتر واڌارو اچي ويو هو. فل سوٽ پاتل ڪوي اياز فرسٽ ڪلاس ڪمپارٽمينٽ مان لٿو تہ سيني ڪوي کي گلاب جي هارن سان جهنجي ڇڏيو هو. سڀ گڏ هئاسين. رسول بخش پليجو، حفيظ قريشي، طارق اشرف، يوسف ٽالپر، يوسف لغاري، حميد سنڌي، جيجي زينت چنا، مير ٿيبو، جام ساقي، مهر شاهہ، نديم، عنايت ڪاشميري، پروانو ڀٽي، محمد عمر شورو، عبدالحق عالماڻي، منير احمد مانڪ، شاهہ محمد شاهہ، اقبال ترين، مسعود نوراني، نياز همايوني، ابن حيات پنهور، نثار حسيني، يعقوب، امدا حسيني، اشفاق قاضي، امتياز قاضي، مطلب تہ ڪهڙا ڪهڙا ويهي ٽالا ڳڻائجن. پوءِ اياز کي هڪ وڏي شاهي سرڪس جي شڪل ۾ ان وقت جي دستور موجب پڪي قلعي جي احاطي ۾ دفن، سنڌ جي مهان سپوت شهيد هوش محمد شيديءَ جي قبر تي نيو ويو هو جتي سنڌ تي سر ڏيڻ جو وچن ڪيو ويو هو، ۽ پوءِ موتي اورينٽ هوٽل تي آيا هئاسين. جتي نواب يوسف ٽالپر طرفان شاعر جي مان ۾ ڊنر جو بندوبست ڪيل هو. اسين ڪارڪن تہ نعرا هڻدا واپس هليا ويا هئاسين، پر وڏا اديب ۽ ٻيا اندر هليا ويا هئا. شاعر سان گڏ.

اهو زمانو عجيب هوندو هو شاعر شيخ اياز ان وقت بہ پيرا جيل ڪاٽي چڪو هو، ان ڪري سندس جوش بہ ڏسڻ وٽان هوندو هو:

مـــان تـــوکـي گـــيـــت ڏيـان او ڌرتـي،
تـــون مـــون تـــي پـــئـي زنـجـيـــر وجهـين.



مـنـهـنـجـو اگـــهـــہ پـڇين تـــو آمـــر،
منـهـنـجا گـيـت ڳنـهـي سگـهـنـدين تـون!

حيدرآباد ان وقت سنڌ جي سياسي ۽ قومي هلچل جو مرڪز هوندو هو. انهيءَ ئي شهر ۾ سنڌي اديبن گڏجي شيخ اياز جي آزادي لاءِ گڏيل جلوس ڪڍيو هو، اهو زمانو ايوب خان جي آخري ڏينهن جو هو، حيدرآباد جي زينت پريس يعني ڪوڪر محلي مان اهو جلوس نڪتو هو، جنهن ۾ قاضي فيض محمد، ابن حيات پنهور، محمد عثمان ڏيپلائي، زرينہ بلوچ، نسيم ٿيبو، نياز همايوني، ۽ ٻيا

ڪوڙ نوجوان توڙي پڪا اديب هئن ۾ پلي ڪارڊ کڻي نڪتا هئا تہ رجعت پرستن گاڏي ڪاٽي مان اسان تي شيخ اياز جي خلاف نڪتل پمفليٽن جو وسڪارو ڪرايو هو.

پوءِ شاعر شيخ اياز سان باقائده منهنجي ملاقات ١٩٧٠ع جي شروعات ۾ ماهوار سهڻيءَ جي ايڊيٽر طارق اشرف جي معرفت هوٽل رنز ۾ ٿي. اها رات بہ مونکي انهيءَ ڪري چڱيءَ ريت ياد آهي. جو مون ان رات اياز سان گڏ زندگي ۾ پهريون پيرو ويهي پيتو هو. طارق اشرف تہ معذرت ڪري هليو ويو هو. پر اسان ويهي رهيا هئاسين. پوءِ هن سان منهنجي ڏيٺ ويٺ ايڏي تہ گهاٽي ٿي ويئي. جو اياز جڏهن بہ حيدرآباد ايندو هو. تہ مونکي رباني جي معرفت اطلاح ملندو هو. ۽ پوءِ مان، رباني، ع. ق. شيخ ۽ جويو صاحب اياز کي وٺڻ لاءِ اسٽيشن تي ويندا هئاسين.

اهو زمانو يحيٰ خان جو هو. اياز ۽ مون سميت پيا ڪيترا اديب عوامي ليگ ۾ شامل ٿي چڪا هئا. عوامي ليگ اسان جي امنگن ۽ سياسي سوچن جو اظهار هئي. شيخ اياز کي شيخ مجيب الرحمان عوامي ليگ جي سينٽرل ورڪنگ ڪميٽيءَ تي مقرر ڪيو هو. جڏهن تہ قاضي فيض محمد مرحوم سنڌ عوامي ليگ جو صدر هوندو هو. مان، ابراهيم سومرو وڪيل حيدرآباد عوامي ليگ جا ڊويزنل آرگنائيزر ۽ شيخ ستار وڪيل، شان بخاري، امداد محمد شاهہ، نبي بخش کوسو، رشيد ڀٽي، ڪراچي وارو منظور الحق، خليل ترمذي عوامي ليگ کي سنڌ ۾ جيئاريو ويٺا هوندا هئاسين. اياز جي سياسي سوچ ان وقت بہ اڳتي هوندي هئي. چوندو هو. "سنڌ جي مسئلن جو ڇوٽڪارو عوامي ليگ جي اقتدار ۾ اچڻ سان ئي ٿي سگهندو."

ايار جي گيتن سان ان وقت بہ سنڌ گونجندي هئي. نوجوانن جي چپن تي اياز جي انقلابي گيتن جي جهنڪار پئي جهلندي هئي. مونکي ياد آهي تہ عوامي ليگ جو صدر ۽ اسانجو محبوب اڳواڻ شهيد شيخ مجيب الرحمان ان وقت سنڌ جي دوري تي آيل هو. ۽ اسان بہ سائنس وجي انهيءَ دوري ۾ شامل ٿيا هئاسين. نواب شاهہ جي حامد علي ڪلب ۾ شيخ صاحب جي مان ۾ لنچ ڏنل هو. اتي استاد منظور علي خان کي بہ قاضي صاحب گهرايو هو. منجهند جو وقت هو. استاد منظور علي خان اچي ويٺو. شيخ صاحب جي آڏو پنهنجي آواز جو جادو جڳائڻ. پهرين تہ ڪوڙ ڪافيون ڳاتائين. پر آخر ۾ استاد منظور علي خان. جڏهن پنهنجي منڙي سر ۾ اياز جي وائي "سهندو ڪير ميار او يار. سنڌڙي تي سر ڪير نہ ڏيندو" ڪلاسيڪل انداز ۾ ڳاتي، تہ شيخ مجيب ڪيس داد ڏيڻ لڳو. ان وچہ قاضي صاحب مرحوم ۽ سائين جي. ايم. سيد کيس جڏهن انهيءَ وائيءَ جو مطلب ويهي سمجهايو، تہ هن بي اختيار ٿي چيو هو. " اهڙو انقلابي گيت پڌي مونکي عجب آهي تہ سنڌ جا مردا بہ ڇونڻا سجاڳ ٿين" ۽ پوءِ برابر مڙدا تہ ضرور سجاڳ ٿيا هوندا. پر ١٩٧٠ع وارين چونڊين ۾ سنڌ جي جيڏرن، چونڊن ۾ عوامي ليگ کي پٽ ڏيئي ڀاڻ کي

مڙدن ۾ ضرور شامل ڪري ڇڏي هو. مونکي ياد آهي تہ اياز سان اسين ان وقت مليا هئاسين، تہ اسان کي چيو هئائين، "ملڪ ۾ ڪوئي وڏو مهي ولوڙ مچڻ وارو آهي." ۽ پوءِ سنت ئي يحيٰ خان ۽ سندس ساٿاري ڇتا ٿي بنگال ۾ ڪاهي پيا هئا. اولهہ پاڪستان ۾ عوامي ليگ سان واسطو رکندڙ سمورا اچي پوهي ۾ پيا هئا. اياز کي بہ وٺي وڃي سکر جيل ۾ قيد ڪيو هئائون. ملڪ ۾ جهڙوڪ راڪاس گهمي ويو هو. مان ان وقت اياز جي آزاديءَ لاءِ سنڌي اديبن جو بيان لکي، جڏهن ٽاڪ منجهند جو پيرين پنڌ صحيحون وٺڻ لاءِ نڪتو هوس تہ رسول بخش پليجي ۽ ڪجهہ ٻين ڪانسواءِ گهڻن تڻن انهيءَ بيان تي صحيح ڪرڻ کان نہ رڳو نابري واري ڇڏي هئي، پر ڪن تہ ڇڙٻون ڏئي مونکي ٺاري ڇڏيو هو. شاعر اياز ان وقت جيل جي اندر هو. اتي ڪو بہ سائس حال احوال وٺڻ وارو نہ هوندو هو، پر اياز جا جذبا جيل اندر بہ جوان هوندا هئا. مون ڪوششون وٺي ڪنهن ماڻهوءَ هٿان اياز کي خط لکيو هو، جنهنجي جواب ۾ هن مونکي هڪ وڏو خط لکي ڪجهہ ڪتاب گهرايا هئا. ۽ مون جڏهن اهو خط وڃي جويي صاحب کي ڏيکاريو هو، تہ هن مونکي ڀاڪر پائي چيو هو، "اياز جي هن خط اسان ۾ نئون ساهہ وجهي ڇڏيو آهي."

اياز جي ان سموري دؤر جو اثر سندس شاعريءَ ۽ نثر تي آهي. "ڪپر ٿو ڪن ڪري" ۾ آيل نوٽ بوڪ جي ورقن پڙهڻ سان محسوس ٿي ٿو وڃي، تہ ان وقت اياز ڇا پئي سوچيو، يا سندس سياسي مستقبل بابت سندس ڪهڙي سوچ پئي جنم ورتو. اياز آزاد ٿيو، تہ آءٌ، ارباب سنڌي، نبي بخش ڪوسو سائس سکر گڏجي ويا هئاسين. ان رات سندس پراڻي سکر واري گهر ۾ ڪچهري ڪندي مون اهو محسوس ڪري ورتو هو، تہ اياز هاڻ عملي سياست کان ڪناره ڪش ٿيڻ چاهي ٿو. سنت ئي اڳتي قدم واري جي. ايم. سيد نمبر ۾ هن جيڪو مونکي خط لکيو هو. ان ۾ واضح طور تي اها ڳالهہ لکي هئائين، "مونکي پنهنجي سياسي واٽ پاڻ ئي چونڊڻي آهي، ۽ اها مون چونڊي ورتي آهي."

شاعر اياز سان ملاقاتون پوءِ بہ ٿينديون هيون، هو ڪنهن نہ ڪنهن ڪيس جي سانگي حيدرآباد ايندو هو. فاران هوٽل ۾ ترسندوهو. سندس ڪلائينٽ جو بندوبست ڪندو هو، ۽ مان اڪثر سندس لاءِ ساقيءَ جو ڪم سر انجام ڏيندو هوس. ڪيترا ڀيرا مرحوم پير حسام الدين راشدي، رباني، ۽ جويي صاحب، شاعر سان گڏجي رات جو دير سان نڪرندا هئاسين، ۽ اچي راحت سئنيما جي پرسان ڪشميريءَ جي هوٽل تي ماني کائيندا هياسين. هو سهڻي توڻي اسانجي مخزن اڳتي قدم تي گهڻو مهربان هوندو هو، ۽ پنهنجي نڪور شاعري مونکي ۽ طارق کي ڏيو اماڻيندو هو. هڪ ڀيرو مان سهڻيءَ جي ايڊيٽر طارق اشرف سان وڙهي ويٺس، تہ پاڻ مون تي ناراض ٿي پيو. ۽ حيدرآباد اچي منهنجو طارق اشرف سان صلح ڪرايائين. سندس چوڻ هو، سنڌي رسالن وارن کي پاڻ ۾ هرگز نہ وڙهڻ

گهرجي. انهيءَ دوران ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ٿيڻ جي آڇ اچي پهتي، تہ پاڻ حيدرآباد هليو آيو. حيدرآباد جي اورينٽ هوٽل ۾ ترسيل هو. ۽ رات جو هن نواب يوسف ٽالپر جي گڏس ناڪي واري ٽالپر مينشن تي ڪجهہ دوستن کي گهرايو هو. مان، يوسف ٽالپر، محمد عمر ميمڻ، جمال رند ۽ ڪجهہ ٻيا دوست اتي موجود هئاسين. ان دور ۾ مان روپوشي جي زندگي پئي گهاري، پر يوسف جي سڏ تي وڃي دعوت ۾ شامل ٿيو هوس. اتي اياز ٻڌايو تہ ڪيس وائيس چانسلر ٿيڻ جي آڇ پهتي آهي. مونکي ياد آهي تہ اتي چڙو پروفيسر محمد عمر ميمڻ ۽ مون ڪيس اهو عهدو قبولڻ کان روڪيو هو. باقي سيني انهيءَ ڳالهہ جي نہ رڳو آجيان ڪئي هئي، پر هڪ صلاحڪار ڪميٽي بہ جوڙي ورتي هئائون، جيڪا اياز کي وقتن بوقتن معاملن کي اڪتي ڪرڻ لاءِ سرگرمِ عمل رکٽي هئي. بعد ۾ شاعر، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بنجي ويو. وري ان دوران نہ سائس ملاقات ٿي، ۽ نہ ڪڏهن اهڙو موقعو آيو، جو پاڻ ۾ گڏجي سگهون. بهرحال شاعر سان جيڪا محبت هئي، ان ۾ ڪڏهن بہ گهٽتائي نہ محسوس ٿي. بعد ۾ زمانا بدليا، ملڪ ۾ ۵ جولاءِ ۱۹۷۷ع تي جنرل ضياءَ الحق جي مارشل لا اچي ۽ ان کان پوءِ شيخ اياز وائيس چانسلريءَ کان پلاند آجا ڪري وڃي پراڻي سکر پهتو. چئن ورهين بعد نيشنل سينٽر حيدرآباد ۾ ڪوئي ادبي فنڪشن هو. اتي ڪيس ڏٺم. نوڙي وڃي شاعر جي قدمن کي هٿ لاتم. هن مونکي ڏٺو. مون ڪيس ڏٺو. ۽ هن مرڪي مونکي پنهنجو نئون ڪتاب"وڄون وسڻ آئيون" ڏنو. ۽ انهيءَ تي لکيائين، "مدد علي سنڌيءَ جي نالي، آ هو جو مڙس مٽير، وسري وسري ڪينڪي." انهيءَ کان پوءِ هو بہ ڀيرا منهنجي گهر منهنجي دعوت تي آيو. بلڪ ڪيترا ورهيہ ناتال جي موڪلن دوران هو حيدرآباد جويي صاحب وٽ جڏهن بہ آيو تہ اتي اسان سال جي پڇاڙڪي رات ڪيترا ڀيرا گڏ ويهي گهاري هئي. شاعر اياز، ۽ جويي صاحب سان ڪيل اهي ڪچهريون، مان زندگيءَ جو هڪ وڏو سرمايو محسوس ڪندو آهيان.

اياز، بنيادي طور تي هڪ حساس دل شاعر آهي ۽ شاعر جي پنهنجي هڪ دنيا هوندي آهي، پر اياز شاعر هئڻ سان هڪ انسان بہ آهي. سندس ڏکهي جدوجهد ۽ وسيع اڀياس اسانجي آڏو آهي، هن سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ساهت کي گهڻو ڪجهہ ڏنو آهي. بلڪ ائين ڪٿي چئجي تہ ان ۾ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ نندي ڪنڊ ۾ هن مهل اهڙو ڪو بہ ليکڪ ڪونهي، جنهن پنهنجي ٻولي ۽ ساهت جا مٽ ويهي ائين ڀريا هجن، جئين اياز سنڌي ساهت کي مالا مال ڪيو آهي. مونکي اهو زمانو بہ ياد آهي، جڏهن سمورا ماڻهو اياز تي ويهي گند اڇلائيندا هئا. ان وقت ڏسٽن وائسٽن ڳائڻ اياز جو ڪلام ڳائڻ بند ڪري ڇڏي هو. ڪن سچٽن نقلي نالن ۾ ويهي اياز تي لکيو، پر اياز جي شاعري ڪنهن اوچي وڻ جيان آسمان سان ڳالهوين ڪندي پئي وئي، "اوچي وڻ جيان ايران ٿو، ايري تن کي هيٺ ڏسان ٿو، هو ڪي

ننڊ لڳن ٿا!" اڄ اياز جيترو لکيو آهي، ورلي ئي ڪنهن ليکڪ ايترو لکيو هوندو. اڄ ڪلهه شاعر انهيءَ ئي ڪراچيءَ ۾ حياتي گذاري رهيو آهي. جنهن شهر ۾ هن پنهنجي جواني گذاري هئي، ۽ جنهن شهر ۾ سندس شاعري جي جوڀن جنم ورتو هو. هڪ ڏينهن سندس ڪراچيءَ واري فليٽ تي ويس ته شاعر فليٽ جي ڪاري ڊور ۾ پئي ٽهليو. ڪيس لڪڻ وسيلي پسار ڪندي ڏسي منهنجي اکين مان ڳوڙها وهي آيا هئا. اهڙي ئي منهنجي دل ان وقت ڀرجي آئي هئي. جڏهن مان شاعر کي جناح اسپتال جي دل واري وارڊ ۾ ڏسڻ ويو هوس. اسپتال جي ڪمري ۾ شام جي ميرانجهڙي ۾ ڪوي اياز هڪ پلنگ تي اکيون ٻوٽيون ليٽيل هو. ۽ پير ۾ سندس زال ڪنهن ڳوڙهي سوچ ۾ ويٺي هئي. مون ننڍڙي ڪويءَ جا پير ڇهيا ته هن اکيون کولي مونکي ڏٺو. مونکي ڏسي مرڪي ڏنائين. محسوس ڪيم ته کيس دل جي دوري جي ڪائي پرواهه نه هئي. مونکي اهو معلوم هو ته ڪوي اياز حياتي جي ويڙهه سان وڙهي چاڻي پيو. پر هڙيءَ ريت مڙسيءَ سان ڪوي بيماريءَ کي مڙس ٿي منهن ڏيندو، اها ڳالهه مونکي ان مهل محسوس ٿي، چوڻ لڳو، "لڪڻ چاهيان ٿو، ۽ گهڻو ڪجهه لکي موت کي مات ڪندس!" سچ پچ ته هو سنڌ ۽ سنڌي ساهت جو املهه ورثو آهي، شال سدائين سنڌ سان گڏ هجي.

## اياز لطيف پليجو

# اياز پيار جو شاعر

جيڪڏهن مونکان پڇيو وڃي تہ شيخ اياز سان ملي، سندس نثر توڙي نظم پڙهي، منهنجي ذهن ۾ ڪهڙو تاثر اڀري ٿو، تہ آءٌ جيڪر پنهنجي مڪمل راءِ ڪي فقط هڪ لفظ ذريعي بيان ڪرڻ جي سگهہ ساريان. ۽ اهو لفظ هجي "پيار". ائين ئي، جيئن اوڊيسس جا حملا، هيلن جا داستان، ترواءِ جو گهيرو ۽ اسپارٽا جي وار پڙهي، هومر لاءِ زبان تي هڪ ئي لفظ چڙهي ٿو "جنگ" ۽ ائين جيئن سسئي جو راڙو ريلڻ، سهڻيءَ جو وسندي مينهن ميهر پار اولڻ، گهاتن جي گهر گهاٽ ڇڏي ڪنن ۾ گهڙڻ ۽ ڪاهوڙين جو ڏوڙ ٿيل ڏڙ سان، پر انهين پنڌ هلڻ پڙهي، لطيف متعلق ذهن جي اسڪرين تي هڪ ئي لفظ چمڪڻ لڳي ٿو "جدوجهد". بلڪل ساڳيءَ ريت، سنڌ جي فڪر ۽ فن جي باغ جي هن سڀ کان سرهي گل شيخ اياز جي گيتن،نظمن، بيتن ۽ واين کي حال سارو پڙهي ۽ پروڙي، آءٌ ان نتيجي تي پهتو آهيان، تہ اياز جي شاعريءَ جو ڳر سندس فڪر جونچوڙ، صرف ۽ صرف پيار آهي. پوءِ اهو پيار ڪنهن نرالي، حسين ۽ لاجواب فرد سان بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن سرمست ۽ سرويچ قوم سان بہ. ڪارونجهر جي ڪنهن موريا ڪيرتر جي ڪنهن ڳڻ سان بہ ٿي سگهي ٿو تہ دودي، چولي ۽ رني ڪوٽ جي ڪردارن ۽ ڀڳت سنگهہ جي ساٿين سان بہ. نہ فقط اهو، پر اياز تہ ان حد تائين بہ وڃي ٿو تہ-

"وڻ وڻ سان وهنوار ٿئي ٿو
پيار ٿئي و."

يا

"جڻ تہ پسيون ۽ پيرون منهن جا
پينر آهن پاٿر آهن."

پيار ڇا آهي؟ زندگيءَ جي طويل شاهراهہ جو هڪ پاسو جيڪو سڪ سرهائي ۽ آجپي ڏانهن وٺي وڃي ٿو. آجپي ڏانهن انڪري، جو آزادي بذات خود پيار جي سوڀ جو نالو آهي. آزادي ڇا آهي؟ ذهن ۽ جسم جي پنهنجي پيار ۽ پسند مطابق اظهار ڪرڻ ۽ زندگي گهارڻ جو حق. بنان ڪنهن دٻاءَ ۽ دهشت جي. جڏهن تہ زندگيءَ جي ان شاهراهہ جو ٻيو رستو پيار جي ابتڙ ڌڪار جو آهي، جيڪو ظلم، دٻاءَ ۽ غلامي ڏانهن وٺي ٿو وڃي.

پيار روايتي تصور جو بهشت ۽ ڌڪار، دوزخ. بقول اياز:

آهہ بهشت بہ ساڳي دنيا
۽ دوزخ بہ نياڳي دنيا
جنهن جنهن ماڻي ساسا راڻي
جنهن جنهن آهہ تياڳي دنيا
سا جوڳياڻي، ڇاڻي واڻي
پاتو آ تنهن دک جو هار."

هر دور جي عظيم ڏاهن جيان هڪ حد تائين اياز بہ نفرت ۽ ڌڪار جو درس ڏنو آهي، پر اها نفرت پيار ۽ آزاديءَ جي ويرين لاءِ آهي، هو انهن متعلق چوي ٿو:

"اڃا ڪُتا ڪارا ڪُتا
آپي شاهيءَ وارا ڪُتا
خاڪي وردي وارا ڪُتا
سارا پونجيءَ وارا ڪُتا
هاها سڀ هڪ جهڙا آهن."

پيار ۽ ڌڪار، جنت ۽ دوزخ ڏانهن وٺي ويندڙ اها شاهراهہ، هزارين تجربن، مشاهدن ۽ تاريخن جي باوجود هر انسان لاءِ اڄ بہ اوتري ئي اڻ ڏٺل ۽ اوندهہ آهي، بقول عمر خيام:

"ان رستي تي ويلن مان ڪوبہ موٽي اسان کي ڪجهہ نٿو ٻڌائي ۽ سچائي ڄاڻڻ جو هڪ ئي طريقو آهي تہ اسين پاڻ سفر لاءِ سنبرون."

پر ان جي باوجود، شيخ اياز ان اوندهہ ۽ خوف جي روايت کي رد ڪندي چوي ٿو تہ جيڪڏهن فتح ماڻيسين تہ پوءِ:

"تون مليئن مون کي تہ سارو جڳ مليو
ٻيو ڇا کپي منهنجي سڪي."

پر جي پنڌ اجايو ويو يا مڪاني بي ثباتي ئي مقدر بڻي، تڏهن بہ ناڪام نہ سڏباسين:

"ڪير چوي توکي ڳوليندي
منهنجي عمر اجائي ويئي
ڳولا خود بہ تہ آزادي آ
ساري عمر سڄائي ويئي."

شيخ اياز پنهنجي گنڀير ۽ گونجدار آواز ۾ چڱ سمجهائي ٿو ته پيار هڪ اهڙو رهبر ۽ رهنما آهي، جنهنجو هٿ جهلي جيڪڏهن هڪ وک به ڪنٽينسين ته امر ٿي ويندا سين. ڇاڪاڻ ته سوڀ رڳو ان جي ناهي ته آخري نشان تائين رسجي ۽ پنهنجي آدرشن جو انجام پسجي، پر جنهن به پيار ۽ آجپي جي واٽ تي هڪ وک به کنئي پوءِ چو نه کٽي ٻي وک کان اڳ ڪيس موت سان لانئون ئي لهڻيون پون، هو تڏهن به فاتح آهي، سوڀارو آهي؛

"محبت نه ڪڏهن مات ڪٽي موت هلي آءُ
سندم هوت هلي آءُ"

۽ ان راهه جو مسافر علي الاعلان چئي سگهي ٿو ته سپائي آءُ ڪٽي جسماني طرح جڳهن جي وچ ۾ رڻ به هجان، پر تڏهن به ياد رکو.

"مينهن جڏهن ماندائڻ ڪندا مان
ساري واريءَ سي تي وسندس."

هوندئن به تاريخ ان ڳالهه جو چٽو ثبوت آهي ته جيڪي انسان ڏڪار جون ڀاڙون اکيڙي، دلين جون ديولون جوڙيندا آهن، اهي نه فقط موت سان ڀڪين پوڻ ڪانڀوءِ به ڇارڻ بنجي پيار ۽ آزاديءَ جا چنگ وڄائيندا آهن، بلڪ سقراط، وڪٽر هارا، لورڪا، يا پلونرودا ۽ بنجمن مولائيس وانگر ظلم ۽ دهشت تي مٿي پڇاڻان به ڪاري وار ڪندا رهندا آهن.

اهي سڀ حقيقتون ۽ اهميتون ڄاڻندي به هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ کپي ته جيئڻ ته دنيا ۾ هر شئي هر لقاءَ، هر موقف لاءِ به رايا هوندا آهن، تنهنڪري ڪي ماڻهو اهو به چئي سگهن ٿا ته پيار، محبت آجپو آهي سڀ پيٽ ڀرئي جون ڳالهيون آهن بقول فيض؛

«اور بھی دکھ ہیں زمانے میں محبت کے سوا.»

برابر بک، بيوسي ۽ بدحالي زندگيءَ جون تلخ ترين سچايون آهن. پر تڏهن به پيار پنهنجي الڪٽ قوت ذريعي، انهن سڀني تي حاوي آهي. ڀلا تصور ڪيو، ڪنهن بک کان بيحال ماءُ جو، جنهن آڏو سندس معصوم ابهم به بک وگهي ڦٿڪندو هجي ۽ مانيءَ جوگراهه فقط هڪ هجي، پوءِ ماءُ جي چونڊ ڇا هوندي؟ پنهنجي بک يا پٽ جي؟ يا جيڪڏهن پاڻي ڦڙي لاءِ پريشان انسان آڏو سندس دل گهريو محبوب به اڃ وگهي تڙپندو هجي ۽ پاڻيءَ جو فقط هڪ ڍڪ هجي ته پوءِ هو، پنهنجي اڃ اجهائيندو يا پنهنجي ساهه کان مٺي صنم جي؟ ۽ انهن ٻنهي سوالن جا جواب شيخ اياز ڇاٽي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو:

"ماڻهو سڀ هڪ جهڙا آهن
هر ماڻهوءَ کي بک لڳي ٿي
هر ماڻهوءَ کي اڃ لڳي ٿي.

برابر صحيح آهي. پر ساڳي وقت؛

"پيار بنا ڇڻ هر ماڻهوءَ کي ساري دنيا سچ لڳي ٿي."

پيار کي هيچ ۽ حقير قرار ڏئي، پيٽ جي بک کي اوليت فقط اهي ڏئي سگهن ٿا، جيڪي پيار جي وسعت، گهرائي ۽ لا محدوديت کان واقف ناهن. پيار ته هن ڪائنات جو اهو اڻ کٽ سمنڊ آهي، جنهن جي ڪناري تي بيٺل شخص کي سندس نظر جو ڇيهه ئي، سمنڊ جو ڇيڙو ٿو لڳي، پر اها خبر ته فقط سڪائڻ کي هوندي ته سمنڊ ۾ جيئن جيئن اڳتي وڌبو، تيئن تيئن پاڻيءَ جي حد به ويندي اڳتي وڌندي.

پيار جو ڪوبه ڇيهه، ڪابه حد ۽ ڪابه انتها ڪانهي، ڇاڪاڻ ته پيار سرحدون قبول ئي ڪونه ڪندو آهي. مذهب، رنگ، نسل، جاگرافيائي ضابطا اهي سڀ هن سماج جي رجعتي ذهن جا هڪ ٻئي تي مڙهيل جبر آهن. پيار ته خوشبوءِ جيئن آزاد هوندو آهي. انڪري اياز جيڪو پيار جو پرچارڪ آهي، اهو به پنهنجو بنيادي دشمن جبر کي قرار ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو ته، "جبر بور جوازي جو هجي، ڪميونسٽن جو يا فوجي آمر جو، جبر، جبر آهي." بور جوازي ۽ آمريت جي مڙهيل پابندين تي ته هر دؤر ۾ وار ٿيندا رهيا آهن، ۽ پابنديون بي موت مرنديون رهيون آهن. پر اياز جا اهي جملا مڪمل طرح سچا تڏهن ثابت ٿيا، جڏهن برلن جي ديوار ٽٽي ٿي، بخارا، وارسا ۽ پراگ جا رستا جبر خلاف نعرن جون للڪارون بنجي ٿا ويا ۽ تڏهن فطرت جو سڀ کان وڏو تاريخدان، وقت اهو ثابت ٿو ڪري ته اقتصاديات ۽ سياست جي ماهرن جا دليل پلي وزنائتا هجن، پر پاسترناڪ، سولزينتسن، سيفرت، ڪنديرا ۽ انهن جو هزارين ميل پري ويٺل هم خيال ذات ڏٺي شيخ اياز، هن دور جي سڀ کان وڏي پيشن گوئي آهي.

پر هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته اياز جيڪو اوير يورپ جي جبر جو انت ڪئي سال اڳ ڏسي ٿو ڇڏي، ڇا اهو جيڪا اڳڪٿي پنهنجي ديس لاءِ ڪري ٿو، سا سوڀ ماڻيندي؟ ڇا سندس اهي لفظ پنهنجو تعبير پسي سگهندا؟

"باک جي ساک مان اڄ ڏئي ٿو ويچان
اڄ چئي ٿو ويچان
سچ لالاڻ سان
مڌ ريٽي جيان
نيٺ سنڌوءَ مٿان
ايرندو ساٿيو."

اهي تاريخ جا امر لفظ، سوپارا ٿيندا يا نه؟ ان جو ڳهٺو ٿنو دارو مدار اياز ۽ سندس فڪر جي پوئلڳن تي آهي. اسان تي آهي. سوچڻو اهو آهي ته اڄ جي هنن نازڪ ترين گهڙين ۾، اسين سنڌي جيڪي پيار جي پيروڪار آهيون، اهي پنهنجي زمينواري نڀائي رهيا آهيون. ڪٿي اسان غير ارادي طور ڏڪارجي ديون آڏو گوڏا ته نه کوڙي ڇڏيا آهن؟ اياز هڪ هنڌ لکيو آهي:

"جي نہ هيلن آ نہ هومر آ تہ پو يونان ڇا؟"

ڪيڏا نہ سولا، سادا، پر ساڳي وقت ڀيانڪ ۽ چرڪائيندڙ لفظ آهن. سياٽي پلا جي سنڌ سڪي ۽ ستابي هجي، پر اتي اياز ۽ لطيف جي بيتن ۽ واين جا پڙلاءُ نہ هجن تہ پوءِ؟ حيدرآباد ۽ ڪراچي تہ هجن، پر هوشوءِ جون للڪارون ۽ مورڙيي جون جرئتون نہ هجن تہ پوءِ؟ ٺٽو هجي، پر اتي اجرڪ ۽ جوين لڪائيندڙ نماڻا ۽ نازڪ بدن نہ هجن، دريا خان جون شجاعتون نہ هجن تہ پوءِ؟ ٿر هجي پر تتيءَ ۾ گهڙا پرڻ واريون سهاڳڻيون نہ هجن، روپلي جون سرفروش جرئتون نہ هجن؟ ۽ سڀ کان تلخ ترين امڪان تہ-

سنڌ هجي پر سنڌي نہ هجن تہ پوءِ؟

ڇا ان سنڌ کي سڪيو، سهڻو ۽ سدا حيات چئي سگهبو. ڇا پوءِ جيئي سنڌ جي نعري جو ڪو مفهوم هوندو.

اڇو تہ ڇوڏو ڇوڏو ٿيل دماغن کي ميڙي، هٿ ڪري، ٿورو سوچيون ۽ پوءِ يڪ ساهي جهنڪي سان اٿي بيهون ۽ شيخ اياز جي هنن تاريخي جملن تي عمل ڪري، ڏڪار جي ديون جا پرزا اڏائي ڇڏيون.

"رڳو ڳاهڻ تہ ضروري ناهي، ڪجهہ ڏاهڻ بہ ضروري آهي."

ثميره زرين

# تو جا سمجهي ست سا اڄ تائين اڻهاس

شايد ئي ڪو سنڌي هجي، جنهن شاهه لطيف کي نہ پڙهيو هجي. شاهه لطيف کان پوءِ ڪيترن ئي شاعرن سنڌيءَ ۾ شاعري ڪئي، جن مان ڪيترن جا نالا پڙهندڙن کان اڄ بہ نہ وسريا هوندا. پر جڏهن محمد ابراهيم جوئي جي زير ادارت نڪرندڙ ٽہ ماهي "مهراڻ" ۾ شيخ اياز جا بيت ڇپيا، تڏهن چڱو گرنار ۽ غلغلو مچي ويو. شيخ اياز جي شاعري تنهن دؤر جي سڀني شاعرن کان منفرد هئي. سندس بيتن کي پڙهي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ڀٽ جي ڀونءِ مان جيڪا عظيم هستي ايري سنڌي شاعريءَ کي اڻ مٽ سڳنڌ ڏئي وئي هئي، انهيءَ جو شڪارپور جي شيخ اياز سان ذهني ۽ احساساتي ڏاڍو ويجهڙائي جو ناتو هو.

۽ پوءِ شايد ئي ڪوئي سنڌي هجي، جنهن شيخ اياز کي نہ پڙهيو هجي. (نہ رڳو سنڌي، پر ٻيا بہ.)

ائين تہ شيخ اياز مهراڻ شايع ٿيڻ کان اڳ ۾ بہ لکندو هو ۽ نہ رڳو سندس شعر ۽ غزل "سنڌو" ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپجندا هئا، پر سندس ڪهاڻيون پڻ "اڳتي قدم" رسالي ۾ ڇپجنديون رهيون هيون. پر محمد ابراهيم جوئي جهڙو هڪ سڄاڻ ۽ پارکو جوهري جي هٿن، جڏهن هن جوهر کي پرکي سندس جوت جرڪائي پڙهندڙن آڏو ڪئي، تڏهن سڀني محسوس ڪيو تہ، هينئر شاهه لطيف جي درميان وارا فاصلا ميٽجي ويا ۽ هڪوار وري سنڌي ٻوليءَ جي ڀرپور خزاني ۾ اکرن جو اڻ ميو اضافو ٿي ويو. اکر، جن ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي ڀني مٽيءَ جو هڳاءُ هو — اکر، جن جي ميناج لاءِ ڪابہ تشبيهہ پوري نہ هئي.

پر شيخ اياز جي شاعري صرف لفظن جي جادوگري ۽ ٻوليءَ جي حُسن جو نالو نہ آهي.

مجموعي طور شيخ اياز جيتوڻيڪ جمالياتي شاعر آهي - پر سندس شاعريءَ

۾ اسان جي دؤر جي ڪم و پيش هر پهلوءَ جي تصوير نظر ايندي. سندس اوائلي خواهه هاٿوڪي شاعري، ۾ نوي ۾ ديس سان محبت ۽ پنهنجي دؤر جي اهنجن، اوٿائين، سک ۽ سونهن جو ذڪر ملندو.

جڏهن شيخ اياز جا خط پهريون ڀيرو "مهراڻ" رسالي ۾ ڇپيا، تڏهن پڙهي محسوس ٿيو ته، هڪ شاعر جي نثر نگاري ڪيڏي نه جاندار، ڪيڏي نه اعليٰ ٿيندي آهي.

جڏهن ساڳيو ئي قلم، ڪٿي ڪهاڻين تي طبع آزمائي ڪندو آهي ته، "پنهل ڪانپوءِ" ڪهاڻين جو مجموعو تخليق ٿيندو آهي. ڪهاڻين جو مجموعو پڙهي خيال ايندو آهي ته پنهنجي سوچ ۽ فڪر کي احساس جي شدت ۽ سچائيءَ سان بيان ڪرڻ ڄاڻي ڇڏيو آهي. مون شيخ اياز جي نقادن کي به پڙهيو آهي ۽ شيخ اياز کي به. ڪنهن کي ڪنهن جي راءِ جي روشنيءَ ۾ پرکڻ مون کي هميشه کان غلط نظر ايندو آهي.

فن جي تشريح ٿيندي آهي ته ڇا فنڪارجي به؟ مان نٿي ڄاڻان، جڏهن فن خود فنڪار جي مڪمل جامع تشريح آهي.

شيخ اياز جي خطن جي مجموعي "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" جي مهاڳ ۾ محترم محمد ابراهيم جوئي لکيو آهي ته؛ "فرانس جي عظيم مصور پال گاگن هڪ دوست ڏانهن خط ۾ لکيو هو ته، ماڻهوءَ جي هٿن جي حاصلات ئي ماڻهوءَ جي تشريح آهي" ۽ اسان جي آڏو هي ڍير مجموعا آهن. پنور پري آڪاس تي، جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، ڪلهي پاتم ڪينرو، وڄون وسڻ آئيون، ڪي جو ٻيجل ٻوليو، ڪپر ٿو ڪَن ڪري وغيره، جن ۾ اسان جي اڪوٽي شاندار تهذيب جا اهڃاڻ آهن. هاٿوڪي دؤر جا روپ، ڪروپ آهن ۽ آئيندي جون روشن ريکائون آهن.

رينا شهاڻي

# ڪاتِبَ جو قلم

(عمر خيام)

***The moving finger writes and having writ, makes on............***

مون کي ١٩٦٥ع جا اُهي ڏينهن ياد اچن ٿا، جڏهن مان پنهنجي پيڪي گهر، ڪلڪتي وينٽي هئس ۽ هڪ منظر اکين اڳيان تري اچيم ٿو- منهنجي ناچاڪ دادا جي کٽ جي چوگرد شعر شاعريءَ جي محفل لڳندي هئي ۽ موڪلن جا سڀا سڀا ڏينهن سنڌي شاعريءَ جي هڪ ڪتاب جو لطف ماڻيو ويندو هو. شعرن جا الڳ الڳ ارٿ (معنيٰ) ڪيا ويندا هئا ۽ بحث مباحثو پڻ ٿيندا هئا. ۽ اهو شاعريءَ جو ڪتاب ڪهڙو هو؟ شيخ اياز جو ان وقت نئون نڪتل ڪتاب- "ڪُلهي پاتم ڪينرو."

تو جا سمجهي سِٽ، سا آهي ڪاتيءَ ڪوٽ،
ڳائي ڳائي ڳوٽ، ڪَهندو ويو ڪينرو.



تو جا سمجهي سِٽَ، اها اڄ تائين اتهاس،
جنهن ۾ ڪَرَ موڙي آتيو، ڪوي ڪاليداس،
آجو جنهن جي اوٽ مان، وديا پتي واس،
پنائيءَ جي پٽ تي، جنهن جو نينهن نِواس،
جنهن ۾ منهنجو ماسَ، ڪوري آيو ڪينرو.

اهو پُستڪ (ڪتاب) شيخ اياز منهنجي چاچي منگهارام ملڪاڻيءَ کي ڀيٽ طور ڏنو هو. هڪ ٻيو ڪتاب" " جي ڪاڪ ڪڪوڙيا ڪاپڙي" پوءِ اياز صاحب منهنجي چاچي صاحب کي پنهنجن هٿن سان ڏنو هو. هيئن لکي:

قربن مان پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ کي
شيخ اياز

اهو سالن جا سال مون وٽ رهيو ۽ جنهن کي مون بار بارپڙهيو هو. اُن وقت مون کي خام خيال ۾ به ڪو نه هو تہ مان پاڻ شاعري لکنديس ۽ شيخ اياز مون کي پنهنجو ڪتاب اُبر چند پَسَ پرين" پنهنجي هٿن سان سوکڙيءَ طور ڏيندو. هيئن لکي:

سک سان ريتا لاءِ،
شيخ اياز
۱۹۹۰/۱۱/۲۵ع

اُن ئي شيخ اياز سان منهنجو پهريون مُکا مليو آڪٽوبر ۱۹۹۰ع ۾ "شام، سچل ۽ سامي" سيمينار ۾ ٿيو تہ منهنجي دل مان اُمالڪ هي سِٽون نڪري آيون:
شاعرا ڪير چوي نہ سَچاٿان توکي.
مون کي لڳو تہ مان نہ صرف سندس شعرن کان واقف هيس، پر سندس صورت ۽ سندس سموري شخصيت کان بہ واقف هُس. منهنجي ذهن تي چٽيل سندس عڪسن سان هيءُ جيئرو جاڳندو روپ هو بَهَو نهڪي ٿي آيو. (رواجي طرح سان ائين ڪو نہ ٿيندو آهي). اُن حقيقي چِٽ ۽ ڪلپنا جي چِٽ جي چِٽائي حيرت انگيز آهي. اڪيون پوريندي ئي اهو چِٽو چِٽر سامهون اچي ٿو ويجي.
هَن مون سان منهنجي ئي پستڪ "سريہ ياترا" جو ذڪر ڪيو، ۽ پوءِ پوني جو پروگرام ٺهي ويو.
مان ڪاتب جي ان قلم تان ٻلهاري آهيان، جنهن مون کان اهو بنگلو خريداريو، جنهن ۾ منهنجو چاچو منگهارام ملڪاڻي ديهانت کان ڪجهہ ڏينهن اڳ اچي رهيو هو ۽ مون هو جي صُحبت جو فيض حاصل ڪيو هو. مان ڪاتب جي ان آگر تان بہ ٻلهاري آهيان، جنهن اُن ئي بنگلي ۾ شيخ اياز جو چئن ڏهاڙن جو قيام ڪرايو. اُن ئي بنگلي ۾ اڪثر ادبي گڏجاڻيون ٿينديون رهنديون آهن ۽ ٿينديون رهنديون. مون اهو جاچيو تہ شيخ اياز ۾ نہ صرف هڪ ڪويراج جون، پر هڪ عالم، هڪ سنجيده، رَجَ ۽ مڇوئرڊ مَرَس جون مڙيئي خاصيتون آهن. اسان جي ليکڪن جي برعڪس هو ٿورو ڳالهائو آهي. گهڻو شانت (خاموش) رهندو آهي، پر جيڪي ڪجهہ چوندو آهي، اُن جي هڪ هڪ لفظ ۾ معنيٰ هوندي آهي ۽ هونديون آهن اُهي سوڊيون ۽ ڳوڙهيون ڳالهڙيون.
ڳالهيون تہ گهڻيئي ٿيون، پر هتي مان صرف چند ڳالهين جو ذڪر ڪنديس.
مون پنهنجي بالڪنيءَ کي بوگنولا Bonginvilla جو اُنهن سرخ گلن سان سجايو هو، جنهن ٻوٽي کي ۱۹۷٦ع ۾ بنگلور مان آئي، مون بالڪنيءَ جي بنهہ هيٺان زمين ۾ لڳايو هو. اهو ٻوٽو ويهہ فوٽ مٿي چڙهي، بنگلي جي اُتر اولهہ طرف واري ڪَنڊ تي ڇانئجي ويو هو. مون شيخ اياز ۽ بيگم اياز جي رهائش جو

بندوبست ان ڪمري ۾ ڪيو هو، جنهن سان گڏ اها بالڪني جڙيل آهي. پهرين شام، ماڙيءَ جي ان بالڪنيءَ ۾ اسين سڀ- شيخ اياز، زرينا، گنو سامتاڻي، هري موٽواڻي ۽ وشنو شهاڻي ويٺا هئاسين، ۽ ڪچهريون ڪري رهيا هئاسين. اُن وقت آهي ڳاڙها گل پرپور جوڀن تي هئا ۽ گهرا، رَتا، کهاڻا گلن جا ڇڳا منهنجن مُعزز مهمانن جي لاءِ ڪنڌ لوڏي آجيان ڪري رهيا هئا. اُن وقت ادي زرينا، انهن گلن ڏانهن اشارو ڪندي اسان جو ڌيان انهن گلن ڏانهن ڇڪايو ۽ هن نظم کي ڇنڊي ڇڏايو.

ٽڙي پوندا ٽارئين، جڏهين ڳاڙها گل الا لا!
تڏهن ملنداسين.

شيخ اياز جي نيڻن ۾ نور هو ۽ لبن تي سندس مخصوص معنيٰ پري مُرڪ!

گهمڻ ڦرڻ جو پروگرام ٺهيو هڪ پڪ نڪ جو انتظام ڪيو ويو. هڪ سهڻي، سَر سَبز مَاٿريءَ جي وچ ۾، جنهن جي چئني پاسي پهاڙ ئي پهاڙ آهن، هڪ ڊئم جي جڳهه Siteتي (جناب عطر سنگناڻيءَ جي مهربانيءَ سان) پوني کان ۴۰ ڪلو ميٽر پري، واراسگان Warasgaon لاءِ ٽن موٽرن ۾ اسين نڪتاسين ۽ قدرتي ماحول ۾ سارو ڏينهن گهاريو سين. اُن گروپ ۾ شيخ اياز ۽ زرينا سان گڏ، عطر سنگناڻي، وشنو شهاڻي، گنو سامتاڻي، هري موٽواڻي، ڊاڪٽر پرسوگدواڻي، تارامير چنداڻي ۽ ٻيا دوست به هئا.

پر ٻين ڳالهين سان گڏ هڪ خالص منظر، دائمي طرح سان منهنجي ذهن ۾ محفوظ آهي.

شام جو لڳ ڀڳ ٽين وڳي، پڪ نڪ تان موٽڻ کان پوءِ، منهنجي بالڪنيءَ ۾ اڪيلائيءَ ۾، منهنجي پسند کي ڌيان ۾ رکندي، بقول شيخ اياز جي "تنهنجي دل پسند موضوع Mystcism تي پنهنجا چند شعر پڙهي ٿو ٻڌايان." هن خاص ۽ صرف منهنجي لاءِ شعر پڙهيا.

پنهنجي شيتل، مڌر، سنگيت ڀرئي لهجي ۾ هُن پڙهڻ شروع ڪيو:

توُن منهنجو آواز آن، تون جو آدي سُر،
هيڏيءَ ساري سانت ۾، آ تنهنجي ڇُر ڀُر،
هڏن ۾ هُر ڪُر، سمنڊ ڀري تو ڪوڏ ۾.

(اپر چنڊ پس پرين صہ ۱۹۲ع)

ماري، پرڪرتي لڳي ٿي، جڻ تہ منهنجي ماءُ،
جڻ هو منهنجو پاءُ، آيريو آ آڪاس ۾.



آمي، هن سنسار ۾، تون آهين مون سان
مان ڇڻ پنهنجو پاڻ، پانهان ٿو تو ڪود ۾.

○

موٽايو آ پار، مون ۾ منهنجي مون،
امي! امي! تون، آهين شفق اوٽ ۾.
(ص- ١٦١)

۽ ان وقت منهنجي لاء، وقت اُتي جو اُتي بيهجي ويو ۽ ڪاتِب آڳر ڪجهہ
لمحن لاء لکڻ بند ڪري ڇڏيو.

**ملڪ نديم**

# ڪراچي شهر
# شيخ اياز جي شاعريءَ ۾

دنيا ۾ اهي خوشنصيب قوم سڏجي ۽ ڳڻجي ٿي، جنهن کي سمنڊ آهي، ڇاڪاڻ ته ڪالهه يا اڄ سمنڊ سڄي دنيا سان معاشي، ثقافتي تجارتي، سياسي، سماجي تاريخي، تهذيبي ۽ دوستاڻن لاڳاپن جو بي حد اهم وسيلو رهيو آهي. ان سان گڏ سمنڊ خود هڪ قوم جو اهو خزانو آهي، جنهن کي هزارين، بلڪ لکين سال مڪمل کٽائي ته ڇا، ان جي سؤٽي حصي کي به ختم نٿا ڪري سگهن. سمنڊ قومن جو ڪاڌو ۽ خوراڪ. سمنڊ قومن جو سون ۽ سينگار. سمنڊ قومن جو سِڪو ۽ سرمايو. سمنڊ قومن جو مال ۽ موتي. سمنڊ قومن جي سونهن ۽ سرهاڻ، سمنڊ قومن جو سک ۽ سڪاڻپ، سمنڊ قومن جي خوشحالي ۽ خوبصورتي. سمنڊ قومن جو دنگ ۽ دفاع آهي. قومون سمنڊ کي پنهنجي قومي جياپي جو ضامن سمجهي، ان جي بچاءُ ۽ وڌاءُ لاءِ زندگي ۽ موت جي ويڙهاند ڪنديون آهن. سرحد ۾ آيل سمنڊ جي هڪ انچ لاءِ به قومون نسل درنسل جنگيون جوٽينديون رهنديون آهن.

ساموندي ڌاڙيل، ڌاريا اڱراڙي ڪنڌڙ لشڪر، ڏيهي ۽ پرڏيهي ۾ ماري طبقا، ساموندي سرمايو، ساموند آمدني، ساموندي مال هڙپ ۽ هضم ڪرڻ لاءِ، ساموندي ڪناري تي وسندڙ قومن ۽ شهرن تي ڪاهون ڪندا آهن، قتلام ڪندا آهن ۽ قهر ۽ قبضا ڪندا آهن، پر تاريخ جي هر ڏکئي سکئي دؤر ۾، سمنڊ جون وارث قومون پنهنجيءَ بچاءُ ۽ دفاع لاءِ سدائين خبردار، سدائين با هشيار، سدائين ويڙهه لاءِ تيار رهنديون آهن. قومن جا اديب ۽ شاعر، انهن ساموندي ڌاڙيلن، اڱرائي ڪنڌڙ لشڪرن ۽ ۾ ماري طبقن کي، پنهنجي تخليقن ۾ فنڪارانه رنگ ۾،

علامتي انداز ۾. تشبيهن ۽ استعارن ۾ ڪڏنهن "مڇ" ڪڏهن "واڳون" ڪڏهن ڪا سامونڊي "بلا" ۾ پيش ڪري. پنهنجي قوم کي انهن کي هڪالڻ، ڊڪائڻ ۽ مارڻ لاءِ اڪسائيندا ۽ همٿائيندا ۽ مسلسل ويڙهه لاءِ تيار ڪندا آهن. انهن جون ادبي ۽ شاعرانه تخليقون، اهڙين بلائن سان، نسل درنسل ويڙهه جون شاهديون ڏينديون آهن. ان ويڙهه ۾ ڪڏهن جوش، ڪڏهن ڊر، ڪڏهن اڳتي، ڪڏهن پوئتي، ڪڏهن تيزي ۽ ڪڏهن ٿڪ جا ڏينهن ۽ لمحا ايندا آهن.

اهڙو اهڃاڻ شيخ اياز جي هن بيت ۾ ظاهر آهي:

سانجهيءَ ويرَ سمونڊ تي، رَتا رائُن رنگ،
وڙهندي ويريءَ سان ٿَڪا، الا منهنجا انگ!
نه هُو آسَ امنگَ، نه سا سگهه سرير ۾.

("سَر گهاتو" ڪپر ٿو ڪَن ڪري)

هن ويڙهه ۾ ورهيه، گذريو وڃن جواني جهريو وڃي:

مارينديءَ هن مَڇ کي، ڇا ڇا وَس ڪيام!
ڇَتيون ڇيهُون ٿي ويون، ڇڇي رَڇ پيامِ،
وڙهندي ورهيه ٿيامِ، اڃي وار اڇا ٿيا.

("سور گهاتو" ڪپر ٿو ڪَن ڪري)

نه رڳو ورهيه، پر هن جاکوڙ ۽ جنگ ۾ پيڙهيون گذري وينديون آهن. شاهه لطيف جي جنم واري سن ١٦٨٩ع کان وٺي شيخ اياز جي زندگي واري سن ١٩٨٩ع تائين، ٽن سون سالن جو عرصو ٿئي ٿو. سنڌي قوم پنهنجو وطن ۽ پنهنجي وطن جا شهر بچائڻ جي جدوجهد ۾ رڌل آهي. شاهه لطيف به ڪلاچيءَ جي ڪَنَ ۾ پيدا ٿيل مڇ کي مارڻ لاءِ اُياري ٿو، ته شيخ اياز وٽ به ڪراچي جي ڪن ۾ آيل مڇ مارڻ جو سڏ آهي. ڇاڪاڻ ته مڇ مارڻ کانسواءِ، ڪراچيءَ جا رهواسي محفوظ نٿا رهي سگهن. صدين کان هتان جو لوڪ پنهنجي گڏيل دشمن سان وڙهندو آيو آهي، اهو پرماري طبقو آهي، انکي علامتي طور مڇ سڏيو يا واڳو چئو، عوامي ۽ قومي ويڙهه جو تاريخي شعور رکڻ وارو فلسفي شاعر، شيخ اياز اظهار ڪري ٿو:

مانگر سامهُون مورڙي، ازل کان آهي،
اڄ تائين انسان جي، ويڙهه ڪٿي ناهي،
چڱو جو چاهي، اوني بنا اڄ ڪي.

شيخ اياز "سَر گهاتو" کان سواءِ "ڪراچي جا ڪَن" جي عنوان سان ڀائيتاليهه بيت لکيا آهن، جنهن ۾ اڄوڪي ڪراچيءَ جي سمورن پاسن تي روشني وڌي آهي. انهن بيتن ۾ مزدورن جو حال به آهي، ته سنڌ جو سوال به آهي. سيٺ جو سماج به آهي ته رهزن جو رواج به آهي. انهن شعرن ۾ تهذيب زوال پزير به آهي ته وڏيرو ۽ وزير به آهي.

بيتن ۾ لکير جي فقير ڪامريڊن جون لاتيون به آهن، ته درباري شاعرن

جون باتيون بہ آهن. حسن جو نيلام بہ آهي، تہ پريت جو پيام بہ آهي. انهن شعرن ۾ ڪراچي ڪنوار جي سونهن بہ آهي، تہ سونهن ۾ لڪل ظلم جي غلاظت بہ آهي. مطلب تہ پختو ترقي پسند شعور رکندڙ شاعر جي شاعريءَ ۾، نائي جي نظام ۽ سڪن جي سماج واري اڄوڪي ڪراچي جي مڪمل تصوير آهي. جنهن ۾ سمنڊ جي ڪناري تي سڀ کان اڳ ۾ آباد ٿيندڙ ملاح جي مڇ سان، اڃا بہ جنگ جاري آهي:

ڪنڌيءَ ڪيڏي سَن، ڪيڏو شور سمونڊ ۾!

*("ڪراچيءَ جا ڪُن" ڪپر ٿو ڪُن ڪري)*

شيخ اياز ڀرپور جواني جا ڪافي ڏينهن ۽ راتيون، تعليم جي سلسلي ۾ ڪراچي ۾ گذاريا. ڪراچيءَ تي شاعري ڪرڻ ڪانسواءِ، ڪراچيءَ تي سنڌس نثر ۾ تازو ڪتاب شايع ٿيو آهي، جنهن جو نالو بہ "ڪراچي جا ڏينهن ۽ راتيون" آهي.

هن پاڪسان کان اڳ ۽ پاڪستان کان پوءِ، ڪراچي جي ڪنڊ ڪنڊ، پيرن هيٺان لتاڙي آهي. ان ڪري هن کي پراڻي ۽ نئين ڪراچي جي زندگيءَ جو گهرو مطالعو ۽ مشاهدو آهي. انڪري ڪراچي شهر بابت هن جي سٽ سٽ ۾ سچ، لفظ لفظ ۾ حق، ۽ جملي جملي ۾ ڪراچيءَ لاءِ بي پناھ پيار، پنهنجائپ ۽ روحاني رشتي جو اظهار آهي. اهو روحاني رشتو قومي محبت ۽ حب الوطني تي ٻڌل آهي.

ڪراچي جي ماحول ۽ زندگي جي سمورن پاسن تي لکيل بيتن مان، هتي شيخ اياز جا ڪجھ بيت هيٺين سان هنداڻڻ ۽ ذهن کي روشن ڪرڻ لاءِ پيش ڪجن ٿا:

ووءِ ڪراچي ڪامڻي، تنهنجو سهجُ سياءُ!
ڏيندي بيک ڪجي وَٺينءَ، پَيٺ ڪونہ سماءُ،
مونکي تنهنجو گهاءُ، جَتائو جيئن جيءَ ۾!

*("ڪراچيءَ جا ڪُن" ڪپر ٿو ڪُن ڪري)*

هڪ پاسي ڪراچيءَ جون خوبصورت راتيون، ٻي پاسي سِڪن تي سونهن جي سودن جو گند، ۽ ٽين پاسي شعور ڏيڻ جي زميوار شاعرن جي عوام کان ڪٽيل داخلي حياتي جي تصوير، شيخ اياز هن بيت ۾ کهڙي نہ متاثر ڪندڙ انداز ۾ پيش ڪيو آهي؛

ڊيزل دونهون بَس جو، چنڊَ، ڪراچيءَ رات،
رڪشا روڪي ويشيا، سوچي ڳاهڪ گهاتَ
ڪٺفي، شاعر، باتِ، ڪافيءَ ڪوبُ مَشاعرو.

*(ڪراچيءَ جا ڪُن، ڪپ ٿو ڪُن ڪري)*

درباري شاعر ۽ ديسواسين جي شاعر ۾ فرق شاعر ڪيئن واضح ڪري ٿو.

لوڪ سنگتي ۽ ساٿيھ سچڻ ڪويءَ جون قيد ۾ ڪٽيل ڪارين راتين جو ڪراچي بہ ڪارڻ آهي.

مڇ جي علامت کان پوءِ شاعرن وٽ واڳوءَ جي علامت بہ معنيٰ خيز آهي؛

پـيـجي پـنـهـنـجي پٽ، واڳو مـنـگـهـي پـيـر جا،
جڻ ڪـــي آيــا هِت، وڏا وات پَٽــي ڪــري.
*(ڪراچيءَ جا ڪُن، ڪپر تو ڪُن ڪري)*
هــو غالـــب جو هـــر وطـــن، ونــي ڏيــدَ هـــزارَ،
ويـنـــو وچ مـــشــاعـــري، جهـــونـــو نمـڪ خُوارَ،
ڏسَ ڪـيـڏي بـيـــداد ۾، دادَ گـهـــري تـــو يـارَ!
آهُ، پـنـائـيءَ بـارَ، ڪـاريـون راتـيـون قـيـدَ جون!
*("ڪراچيءَ جا ڪُن" ڪپر تو ڪُن ڪري)*
ڪراچي جي ڪافي هائوسز جي انقلابين ۾ ڪيتين، پيلن، ٽرن برن جي انقلابي ڪارڪنن لاءِ شيخ اياز جو پنهنجو منفرد رايو آهي:
ڪـافـي گـهـــر ۾ ڪـيـتـــرا، لـيـنن- وادي لـوڪَ،
روز ڪـــراچيءَ ڪَنـدَ ۾، اردوءَ ۾ ڪـــن پـــوڪَ،
هـــا، هُو سـڳرَ تـــوڪَ، ڳاڙهـا ڳيـــرو سـنـڌ جا!
ڪراچي صنعتن جو شهر آهي، صنعتون سرمايه داري نظام جون بنياد آهن، هن وري قومي سرمايه دار جي نظام زر هَوَس پرستي، ڪوڪلائپ ۾ ويران روحن ڪي جنم ڏنو آهي:
جڙون پـنـهـنـجي جيءَ جون، ڪـپـي آيـا پـاڻ،
بـاهـر جهـر مـر بـنگـلا، انـدر پيـنـگـا پـانَ،
مـدائـي جا مـــاڻ، نـوڪـر چاڪـر مـوٽـرون.
ساڳي ڪيفيت ۾ اياز جو هي بيت ڪراچيءَ جو ويجهو ماضي ڏيکاري ٿو:
بابـو بـنـدر روڊ تـي، سـانـجهـيءَ ويرَ هـشـامَ،
ايـنـگـهـي تـي انـگـريـز جي، اچان تـائـين تـرامَ!
جِهرِمِر جِهـرِ مِر شـامَ، مـاڻـهـو پاڇا مُوت جا.
*("ڪراچيءَ جا ڪُن" ڪپر تو ڪُن ڪري)*
اياز کي اهو شعور آهي ته ڪراچي جون وڏيون وڏيون ماڙيون، وڏا فليٽ، وڏا بنگلا، پورهيت مارن يعني اسانجي هڏن تي بيٺا اهن:
وسـڪـيءَ وچ گـلاس ۾، ڪـٽـي ڪـالـيـاواڙ!
اُتـــر آڪـــين نـــيـــرَ ســـــان، لَهو لَهو لاڙ،
مـــاڙي اَبَ نـراڙ، پـنـهـنـجي هـڏن ڍيـر تـي!
*("ڪراچيءَ جا ڪن" ڪپر تو ڪُن ڪري)*
۽ ان نظام جي انت جو چٽاءُ اياز هن بيت ۾ ڏنو آهي:
ڏس مـيـلـي ۾ قـوڪـشـا، اڏري قـاتـا نـيـٺ،
سمجهين تو اي سيٺ، ڳهلا منهنجي ڳالهه کي؟
*(ڪراچيءَ جا ڪن" ڪپر تو ڪُن ڪري)*

شيخ اياز جو هڪ ٻيو ڪراچي تي گيت نما نظم آهي، جنهن جي پنهنجي معني، مطلب، چسَ ۽ رَسَ آهي:

ناهي ڪو آڪاس،
ڪراچي ۾!
دونهون دونهون سارا ماڙا،
چورنگي يا چاڪي واڙا،
چنڊ ڪٿي ڪيئن سواس،
ڪراچي ۾!
ڏک تيو آ ڪارو ناٿو،
ڪاٿو راتي اگهه وڪاٿو،
مومل چاهي؟ ماس-
ڪراچي ۾.

*(چنڊ چنبيلي ول- شيخ اياز-٦٣)*

شيخ اياز جڏهن ڪشمور ۽ ڪراچي کي مانسرو ور مان ايندڙ سنڌو ندي ذريعي ڳنڍي ٿو:

مانسرو ور مان جڏهن سنڌو
وهندي ايندي آهي،
پوءِ ڪراچي تائين پهچي،
ساگر سان هڪ ٿيندي آهي،
تنهنجي لاءِ ڪويتا منهنجي
ائين ڳائيندي آهي.

*(ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي-٨٢)*

مطلب ته شيخ اياز جي ڪراچي تي ڪيل شاعري هڪ مڪمل قومي نظريو پيش ڪري ٿي. ان سان گڏ شاعري ڪراچيءَ جي جبلن ۽ سمنڊن جي جڏهن صدين کان رهواسي شاعر طرفان ڪراچيءَ جي ترقيءَ سميت، ڪراچيءَ جي مظلوميءَ جي تاريخ به آهي، ته ظلم خلاف تلوار به آهي.

انور "فگار" هَڪڙو

# نيارو پنڌ

جهڙي طرح ڪائنات کي پرکڻ لاءِ ذاتي مشاهدي يا تجربي جي ضرورت ٿي محسوس ٿئي، تهڙيءَ طرح مهان ڪوي جي ڪويتائن يارچنائن کي پرجهڻ ۽ پروڙڻ لاءِ خاص مطالعي ۽ مشاهدي جي ضرورت ٿي پيش اچي. هر هڪ پڙهندڙ پنهنجي پنهنجي مشاهدي ۽ مطالعي جي آڌار تي ڪويتائن جي گهرائيءَ تائين وڃي سگهي ٿو. اهوئي ڪارڻ آهي جو، ڪنهن به هڪ ڪويتا جو تاتپرج هر هڪ پڙهندڙ پنهنجي پنهنجي خيال سان ڪندو آهي.

آفاقي شاعريءَ جي تشريح هر هڪ نقاد مختلف نموني ڪندو آهي ۽ اها آفاقي شاعري هميشه پائنده هوندي آهي، جا ڪنهن به دؤر ۾ مات نه ڪائيندي آهي. هر هڪ دؤر جو نقاد ان کي پنهنجي پنهنجي دؤر جي جديد ڪسوٽين ۽ قدرن تي پرکيندو رهندو آهي ۽ اهو سلسلو هميشه هر دؤر ۾ قائم رهندو آهي ۽ آفاقي شاعري جيئن پوءِ تيئن نئين زندگي ماڻيندي آهي. اها پنهنجي خطي جون حدون اورانگهي دنيا ۾روشني ٻنجي چمڪندي رهندي آهي. اهوئي سبب آهي جو شاعريءَ کي انساني ضمير جي بين الاقوامي زبان چيو ويو آهي.

اياز جي شاعري به آفاقي شاعري آهي، جا ڪڏهن به مات ڪائي نه سگهندي، هن مضمون ۾ آءُ پڙهندڙن آڏو اياز جي ابتدائي دؤر جي فڪر ۽ ان کان ٿورو پوءِ تائين پنهنجي خيالن جو اظهار ڪريان ٿو.

مبارڪ علي اياز ولد غلام حسين شيخ ٢- مارچ ١٩٢٣ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم هندو سنڌي اسڪول نمبر٣، ۽ورنيڪيولر اسڪول ٢- مان حاصل ڪئي. سيڪنڊري تعليم شڪارپور جي نيو ارا هاءِ اسڪول مان حاصل ڪرڻ

ڪانپوءِ سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور ۾ داخل ٿيو، جتان هو وڏيڪ تعليم بي-اي پاس ڪري آخر ايل- ايل-بي جي تعليم ڪراچيءَ مان پرائي وڪالت جي پيشي سان وابسته ٿي ويو.

شيخ اياز جڏهن پهرين درجي انگريزيءَ ۾ سائين ڪيڏلداس وليرام بيگواني "فاني" وٽ پڙهندو هو، ۽ "فاني" جي اثر هيٺ ئي هو، ته شاعريءَ ڪيس گولهي لڌو. ان جونتيجو اهو نڪتو، جو ننڍڙي ٻالڪ جو پهريون جديد غزل، شڪارپور مان شايع ٿيندڙ ماهوار رسالي سُدرشن جي جنوري- فيبروري ١٩٢٨ع جي شماري ۾ شايع ٿيو هو، اهو رسالو بهاري لال هريرام ڇاٻڙيا جي ادارت هيٺ شايع ٿيندو هو. شيخ اياز جي هن پهرين تخليق جو عنوان هو "مردِ خدا".

شيخ اياز پنهنجي ان ابتدائي تخليق متعلق لکيو آهي؛ "سدرشن ۾ شايع ٿيل منهنجي غزل جي تخليق به عجيب تجربو هئي. انهن ڏينهن ۾ مون شڪارپور جي جماڻي هال لئبريري مان سوامي رام تيرٿ جون اڙدوءِ ۾ ڇپيل ڊائريون پڙهڻ لاءِ وتيون هيون، جن ۾ رام تيرٿ جي زندگي ۽ ان جا مشاهدا ڏنل هئا. انهن ڊائرين ۾ "نظير" اڪبر آبادي جا مخمس "ڪوڙي نه رک ڪفن ڪو" وغيره به شامل هئا ۽ ڀين جا ڪجهه غزل به اٿاريل هئا. مون اهي ڊائريون ڇوويهه ڪلاڪ ساندهه پڙهيون هيون ۽ مون کان ڪاڏو پيتو به وسري ويو هو. اها ڪيفيت ايجا طاري هئي ته اوچتو مون کي هڪ غزل سجهي آيو هو، جنهن ۾ به ٿي لفظ ان غزل جا هئا. جو مون سوامي رام تيرٿ جي ڊائرين ۾ پڙهيو هو. ان وقت مون کي بحر وزن جو ڪوئي علم نه هو، پر جنهن وقت اهو غزل ڇپيو هو، مون کي فاني صاحب ٻڌايو هو ته ان ۾ بحر وزن جي ڪا خاص غلطي نه آهي.

شيخ اياز جي زندگيءَ جي اها پهرين تخليق هئي جنهن جي گهرائيءَ ۾وجبو ته ائين معلوم ٿيندو ته واقعي عظيم شاعر جي تخليق جو پهريون پڙاڏو ئي، هن جي عظمت جو ضامن هو. ان ۾ هڪ انقلاب به هو. اهو انقلاب اهو هو ته، ان دؤر ۾ رڳو حسن ۽ عشق جي تعريف، گل، بلبل ۽ زير اضافت سان غزل کي پري، فخر محسوس ڪيو ويندو هو، پر هن ننڍڙي انقلابي شاعر، ان کان بغاوت ڪئي ۽ غزل جو رخ بدلائي ڇڏيو.

شيخ اياز. انهي تخليق کان پوءِ فانيءَ جي رهبري ۽ رهنمائيءَ ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو. ان دؤر ۾ "فاني" صاحب جي شاعري به گل ۽ بلبل جي ذڪر کان منهن موڙي چڪي هئي.

شيخ اياز جو ڪلام پوءِ ماهوار رسالي "سندو" ۾ ڇپيو هو. ان وقت هن نه فقط شاعريءَ طرف توجهه ڏنو، پر ڪهاڻيون به لکندو هو. "سندو" ۾ جيڪي سندس ڪهاڻيون ڇپيون سي هيون. "سهڻي سير ۾" (سيپٽمبر ١٩٤٢ع) "هڪ شمع جا به پروانا" (ڊسمبر ١٩٤٢ع) "ٻروچڪي رت" (جنوري ١٩٤٧ع) اهي ڪهاڻيون نه رڳو اياز جو ادبي سرمايو آهن، پر سنڌي ادبي تاريخ جو به پيش بها

خزانو آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي اسان جي عظيم شاعر جي ابتدائي تخليق جون ڪڙيون آهن، اياز ورهاڱي کان اڳ شاعرن جي هيڏي وڏي سات مان اڪيلي سر آتي انقلابي گيت ۽ نغما سرجڻ لڳو هو، جي بيحد مقبول ٿيا.

سائين محدم ابراهيم جويو صاحب چوي ٿو تہ:

"اياز جا انقلابي گيت ۽ نغما سندس طالب علميءَ جي ڏينهن ۾ بہ ڳايا ويندا هئا.

او باغي او راڄ دروهي پـارت ۾ بـلـوي جا بانـي.

مون کي ياد آهي تہ پاڪستان کان اڳ، سنڌ جي صوبائي اليڪشن ۾ اياز ۽ بہ چار ٻيا دوست ڪراچي مان هڪڙي ريتي ڊوئيندڙ ڪٽاري لاريءَ ۾ چڙهي ٿرپارڪر ضلعي ۾ هڪ سيٽ لاءِ ڪامريڊ عبدالغفور جان سرهندي جي چونڊ لڙڻ واسطي ڳڏجي نڪتا هئاسين ۽ پورو مهينو ٿر جي پٽن ۾ ان لاريءَ جي ڊانڊي تي چڙهيا پٽڪندا رهيا هئاسين ۽ لائوڊ اسپيڪر تي اياز سان گڏ اياز جو گيت:

انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب ڳاءِ!

جيئن زمين آسمان

جي ڪلي پئي زبان

ڪنڊ ڪنڊ، چونڪ چونڪ

شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ

جيئن ڏئي آتي جواب– انقلاب!

ڳائيندا رهيا هياسين."

شاعر جون ڪيڏيون نہ اڏول ۽ سگهاريون تخليقون هيون، جي وقت جي مزاج بدلائڻ جي پوري پوري طاقت ۽ سگهہ رکي سگهيون ٿي. هن انقلابي شاعر پنهنجون ڪويتائون لکي، ڪنهن مٽ ۾ نہ وڌيون، پر اهي وڏي واڪ پڙهيون.

شيخ اياز ١٩٤٧ع ۾"اڳتي قدم" نالي هڪ رسالو جاري ڪيو، جوسنڌ ۾ ترقي پسند تحريڪ جي تاريخ جي پهرين ڪڙي آهي. هن وڏي دليريءَ سان ڪليو ڪلايو رجعت پرستيءَ جي خلاف بغاوت ڪئي. ان وقت جي ملڪي ماحول کي مدنظر رکي، جيڪڏهن "اڳتي قدم" رسالي تي نظر وجهبي، تہ اهو اياز جو ان دؤر جو لافاني ڪارنامو نظر ايندو. هن رسالي جي هڪ پرچي ۾"سوچيو ۽ بغاوت ڪريو" جي عنوان هيٺ اياز جا خيالات ڏنل آهن، جن مان چند پڙهندڙن لاءِ پيش ڪريان ٿو:

"جڏهن عيد نماز ٿيندي آهي، تڏهن امير فخر مان خيرات ڪندا آهن ۽ ڪيئي غريب پينو، پنهنجي خودداري ڪچلي، انهن اڳيان هٿ ڦهلائيندا آهن.

امير صدقو ۽ زڪوات ڏيئي پنهنجي لاءِ بهشت ۾ جايون مخصوص (Reseve)Å ڪرائيندا آهن ۽ غريب بک وگهي چوري ڪري، دوزخ جي جنم ٽيپ ڪائيندا آهن.

چوندا آهن تہ هڪ ڪرستان پادري ديول ۾ برسات پوڻ لاءِ دعا گهري چيو تہ: ”مٺا مسيحا، تون هنن آدمين تي رحم ڪر جي برسات لاءِ دعا گهرڻ تہ آيا آهن، پر ساڳي وقت ڪنهن بہ ڇٽي نہ آندي آهي. تنهنجي رحمت مان دنيا جو اعتبار نڪري ويو آهي.“

چوندا آهن تہ صوفي شاعر جو معشوق مذڪر آهي ۽ نہ مؤنث انجو سبب اهو آهي تہ سچي محبت صرف مرد سان ٿي سگهي ٿي ۽ عورت سان نہ.

صوفي سرمد بہ هڪ هندو ڇوڪري سان عشق ڪيو هو ۽ چوندو وتندو هو، ”خدائي من ابهي چند است يا غير“ يعني تہ منهنجو خدا ابي چند آهي يا ڪو ٻيو. بيڪس فقير جو ڪنعبي سوناري سان عسق مشهور آهي.

پر مان چوان ٿو تہ اسلام ۾ پردي جي رواج سبب صوفي شاعر ڌاري عورت سان محبت ڪرڻ جو وجهہ ڳولي نہ سگهندو هو. ۽ ان ڪري لاچار مرد سان محبت ڪندو هو. اجا بہ سنڌي شاعر جي ڪاليج ۾ نہ پڙهيا آهن. سي شعر ۾ معشوق کي مذڪر جو خطاب ڪندا آهن.

چوندا آهن تہ اڪبر جهانگير ۽ شاهہ جهان اسلام جا پر شوڪت ۽ انصاف پسند بادشاهہ ٿي گذريا آهن، پر خبر اٿو تہ اڪبر انارڪليءَ جي معصوم محبت کي چيپائي، ڪيس ديوار ۾ پورايو هو. باقي خود تہ مينابزار ۾ روز نئين راجپوت شهزاديءَ کي دام ۾ آڻيندو هو.

جهانگير هڪ وفادار سپہ سالار شير افگن کي مارائي، سندس زال نورجهان سان شادي ڪئي هئي.

شاهجهان تاج محل جي معمارن جا هٿ وڍايا هئا تہ جيئن هو ٻيو تاج محل نہ ٺاهي سگهن.

لعنت وجهو تاريخ نويس تي، جن دنيا جي شاهہ جهان کي ساراهيو آهي. هو تہ انسانيت جا خوني هئا، جن جون عمارتون ۽ مقبرا عوام جي ڏاڍي ڏکي محنت ۽ سادي سودي محبت جو مذاق اڏائي رهيا آهن. جن اشوڪ ۽ اڪبر کي ساراهيو آهي، جن تاج محل ۽ قطب مينار تي صفحا سياه ڪيا آهن. جن پاٺي پٽ ۽ مياڻي جي دليري ڇٽي آهي، تن تاريخدانن عوام جي جذبات سان مسخري ڪئي آهي. ڪين اها خبر نہ آهي تہ ڪيئن عوام جو لهو وهيو آهي. سندن پورهئي ۽ پيسي جو ناجائز فائدو ورتو ويو آهي.

ساراهہ آهي ان شاعر جي، جنهن شڪنتلا لکيو. ساراهہ آهي ان معمار جي، جنهن تاج محل جو نقشو ٺاهيو. ساراهہ آهي ان مصور جي جنهن اجنتا جي غار ۾ تصويرون ڪڍيون. ساراهہ آهي ان موسيقار جي، جنهن سرگم کي مڪمل ڪيو. لعنت آهي انهن تاريخدانن تي، جن شهنشاهن کي ساراهيو آهي. لعنت آهي شهنشاهيت ۽ جمهور دشمنيءَ تي، شاعر، معمار، مصور، موسيقار عوام جا خادم ها، جن عوام جي امر خدمت ڪئي آهي، شهنشاهہ عوام جا آقائون ها، هنيلا

آقائون پورا لاخدائون.

اِهي آهن اياز جا ان وقت جا باغياڻا خيالات. تاريخ جا ورق تہ کولي ڏسو! اهڙو ڪو ٻيو مثال ڪٿي ملندو؟ پنهنجي نظريئي سان سچائي جو اهڙو ڪو ٻيو نظير نہ آهي؟ ايڏي ٻي ڊپائي ۽ سماج کي بدلائڻ جي سگهہ ۽ اهڙو روشني پکيڙيندڙ ڏيئو ڪو ٻيو هٿ ٻہ ڪٿي سگهيو هوندو؟

سائين ابراهيم جويي چوائي: ١٩٤٦ع ۾رسالو "اڳتي قدم" نڪتو. جنهن سنڌي ادب جي ترقي پسند لاڙن کي جاڳايو. گڏ ڪيو ۽ پاڻ پرو ڪيو. اياز ان رسالي جا فقط ٽي پرچا ڪڍيا، پر ان ٿورڙي حياتيءَ ۾، هن رسالي سنڌي ادب جي نڪ ۾ جا غلاميءَ جي ناڪيلي پيل هئي، اها لاهي ڦٽي ڪئي ۽ ان کي اڳتي وڌڻ لاءِ پنهنجو مقصد راهہ ۽ پنهنجو ارادو عطا ڪيو.

اڳتي قدم کان هڪ قدم اڳتي وڌو ۽ اياز کي ڏسو تہ هو ڇا ٿو سوچي، هو پنهنجي ٻوليءَ جي خالي جهوليءَ کي ڏسي، وقتي طور مايوس بہ ٿئي ٿو ۽ اتساهہ پيدا ڪري ٿو. هو ڏسي ٿو تہ اسان جو ادب دنيا جي ادب سان برميچي نٿو سگهي. هو ڏسي ٿو تہ اسان جو ادب زندگيءَ جو ترجمان نہ آهي، هو اهو محسوس ٿو ڪري تہ ادب سماج کان ڪٽيل آهي. ادب کي فقط پنهنجي تسڪين لاءِ رچيو ويو آهي هتي ادب براءِ ادب تہ سرجيو آهي. پر ادب براءِ زندگي سرجڻ لاءِ ڪوبہ تيار نہ آهي."

هو انهن سيني ڳالهين تي سوچي ٿو. هن کي چوطرف ڪاري ڀاٽ نظر اچي ٿي ۽ ان ڪاري ڀاٽ جي ڪک مان هو هڪ سج اڀارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ اسان کي ٻڌائي ٿو تہ اسانجو ادب ڇا آهي.

وڏوا جو مـــــــڙهـــــ آهـــي ادب،
اڄڪـلـهـــ سـنـڌي ٻـولـيءَ جو.
ويـنـدو نـيـٺ وسـامـي هـاءِ،
ٽـمـڪـي ٽـمـڪـي ڪـو ڏيـئـو!
ڪـيـسـين جلـنـدي رهـنـدي جوت،
ويـــري جنـــهـــن جو واڇوڙو!
ڪـرنـدا آخر ڪـوٽ ڪـڏهـن،
مـــــارونـــڙا! او مـــارونـــڙؤ!
ڀـولـي گـولـي نـاهـي "ايـاز"،
ان جو وس فـــقـــط واڪـــو.

ڪهڙي تہ عجيب نفسياتي ڪيفيت آهي شاعر جي، هن ڪيڏو شدت سان محسوس ڪيو آهي. سندس اڪريل سٽون سندس درديلي ڪيفيت پڙاڏو آهن.

اياز اهڙي اونداهي دؤر ۾ ادب جي ان مڙهہ ۾ روح ڦوڪي ان کي جيارڻ جو وچن ڪري، اڳتي وڌي ٿو ۽ اسان کي اڳتي وڌڻ لاءِ اتساهي ٿو. چوي ٿو:

"تون لکر جي ٽانو ۾ پاڻي پي رهيو آهين، مان توکي بلور جي صاف ڪوزي ۾ مٺي آڇيان ٿو. تون منهنجي مٺي کان ڇرڪين ٿو، ڇو ته تون انهيءَ بيٺل تلاءَ جي پاڻيءَ تي هري ويو آهين. توکي اهو ٻاڙو پاڻي گهر ويٺي ملي ٿو، تنهنڪري تون اها تڪليف به نٿو وٺين ته تون اهو شفاف جهرڻو ڳوليءِ لهين، جنهن جي پر تان تنهنجا وڏا ڪجهه صديون اڳ لڏي آيا هئا. مون انهيءَ ساڳئي جهرڻي جي پاڻيءَ تي انگورن جون وليون پوکي انهن جي ميوي جي رس مان هيءَ مٺي جوڙي آهي. تون انهيءَ مان چکي چکي ڏس شايد توکي امر ڪري ڇڏي."

اياز جي جدوجهد جي انهن سبقن اڳتي وڌڻ جي اڏول يقين ڏيارڻ ۽ منزل تي پهچڻ، منجهيل ماحول کان بغاوت جي اعلانن ۽ انقلاب جي وڄايل نغارن جو آواز رجعت پرست جي ڪنن جا پردا ڦاڙي ذهن جي اونداهي غفا ۾ لهي ويو. هتي رڙيون ڪيون، هل هنگاما ڪيا ۽ سوين فتوائون جاري ٿيون. "ادب ڪي آڙ ۾" لکيا ويا. چاچا نه ڪيو ويو.

ڏسو! دنيا وارو ڏسو! اياز جي سچ جو پورهيو ڏسو! اڄ نئين نسل جي هٿن ۾ "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" ته آهي. "ڪلهي پاتم ڪينرو" ته آهي، "وڄون وسڻ آئيون" ته نظر ايندو. پر "ادب ڪي آڙ ۾" ڪنهن ڏٺو به نه هوندو. سچائيءَ جون تحريرون ساهه کنديون رهنديون آهن ۽ ڪوڙين فتوائن واريون ۽ بي بنياد تحريرون پنهنجي موت مري ويون آهن. اياز اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته قلم تلوار جي ڌار کان تيز آهي.

اياز مشاهدا ماڻڻ ۾ سڀ کان گهڻو آهي. هن جي اک جهڙي ٻي اک نه آهي. هن زندگي ۾ جيڪي پڙهيو ۽ پرجهيو آهي، اهو پنهنجي پڙهندڙ تائين رسايو آهي. هو هميشه جاڳيو آهي ۽ ٻين کي جاڳائڻ لاءِ بيت، گيت، وايون، غزل، نظم، دوها، ۽ همرچا وڏي واڪ پڙهي ٿو.

اياز جي ان سموري جدوجهد جو ڪاٿو ڪرڻ لاءِ ادبي تاريخ ته کولي ڏسو، "ڪي جو ٻيجل ٻوليو" ۾ سائين ابراهيم جويي جو مهاڳ ته پڙهي ڏسو. "خط انٽرويو ۽ تقريرون" ۾ رشيد ڀٽي مرحوم جا خيالات ۽ ان دؤر جي ڪٿا ته پڙهو. پنهنجي منزل ۽ ماڳ تي رسڻ لاءِ اياز ڪيڏا ڪشالا ڪڍيا آهن. هو ڪٿي به ڏڏيو نه آهي. هن پنهنجو سفر جاري رکيو آهي ۽ ڀٽائي جي پونءَ کي مايوسيءَ جي غفائن مان ڪڍي چانڊاڻ جو ڏيهه ڏيکاريو ۽ روشن ڪيو آهي. هن ڀٽائيءَ سان تسلسل کي ملايو آهي.

آءَ ڀٽائي آءُ، تنهنجي کهه منهنجيون اکيون،
ڏس مون تنهنجو ڪينرو، پوريو ٿاهي پاءُ.
ساڳيو جوڳ جڙاءُ، ساڳيا سڏڙا ساز جا.

اڳ ۾ هيس شاهه، ٿل مون کي سمجهي سگهين!
سنڌڙي تنهنجو ساهه، جرڪيو منهنجيءَ جيءَ ۾.

اياز جو نظم هجي يا نثر، جڏهن بہ ان جو مطالعو ڪبو تہ اسان کي ائين محسوس ٿيندو تہ، هو اسان کي شڪارپوري لهجي کان وٺي ٿري، معياري ۽ لاڙي لهجن سان روشناس ڪرائيندو رهي ٿو. هو نثر ۾ ڳالهايل ٻولي Spoken Language ڪم آڻي ٿو. جنهن ڪري پڙهندڙ ان مان ايترو متاثر ٿئي ٿو، جو هن جي فن ۽ فڪر جو متوالو بنجي وڃي ٿو.

اياز جي فڪر تي هيءَ هڪ سطحي مضمون آهي. اياز جي فن ۽ فڪر جي گهرائي ۾ وڃڻ سان اسان جي دل ۾ اياز لاءِ بي پناه محبت ۽ پيار جو ساگر ڇوليون هڻندو آهي ۽ دل هميشہ چوندي آهي تہ اياز سنڌي ٻوليءَ جي ترقي لاءِ هميشہ سنڌ ڌرتيءَ تي ٽلندو رهي.

جهڙيءَ طرح ٽالسٽاءِ جي موت کان ڏهہ سال اڳ، چيخوف يالٽا کي لکيو هو تہ مون کي ٽالسٽاءِ جي موت کان خوف ٿيندو آهي. ان جي موت تي منهنجي زندگي ۾ ويراني اچي ويندي، تهڙيءَ طرح اسان کي بہ اياز جي موت کان خوف ٿيندو آهي.

امير علي چانڊيو

# "اياز" جي شاعري- هڪ مطالعو

شيخ اياز جي شاعري تقريبن اڌ صديءَ تي پکڙيل آهي، اها صدي جيڪا پنهنجي جِلو ۾ ڪيئي جنگيون، بحران (Crisis) ۽ انقلاب رکي ٿي. انهيءَ صديءَ ۾ انساني تهذيب، تجريديت جي هڪ اهڙي نئين دوَر ۾ داخل ٿي چڪي آهي، جنهن ۾ اخلاقي قدر، مدنيت جا طريقا ۽ ثقافتي اظهار جا پراڻا طريقا ختم ٿي رهيا آهن. هيءَ صدي هڪ اهڙي صدي آهي، جنهن کي سائنسي ڪونيات (Cosmology) جي صدي سڏي سگهجي ٿو. سائنس جي همه گير ڦهلاءَ حيات انسانيءَ جي ڪايا پلٽي ڇڏي آهي. آرام آسائش جا نوان وسيلا هڪ طرف ايجاد ڪيا ويا آهن ته ٻئي طرف انهن جي استعمال انساني معاشري لاءِ اڪيچار مسئلا پيدا ڪري ڇڏيا آهن. سائنس ايتري وسعت حاصل ڪري ورتي آهي جو ڏسندي ڏسندي "زمان و مڪان"(Time and Space) جو قديم جهڳڙو، آئن اسٽائن جي نظريئه اضافيت (Theory of relativity) ڪان پوءِ ختم ٿي ويو. علت ۽ معلول، جنهن تي قديم سائنس جا بنياد بيٺل هئا، سا جديد طبيعيات جي ڪُن ۾ غرقاب ٿي ويئي. هيءَ ڪائنات جنهن ۾ اسان رهون ٿا، سا روز تبديل ٿيندڙ ۽ غير معين آهي. نئين طبيعيات جي ڪري هائزن برگ جو نظريو آهي، جنهن مادي (Matter) جي ختم ٿيڻ جو اعلان ڪيو. عقل کي ناقابل يقين ۽ ناقابل وثوق قرار ڏنو. ايٽم (Atom) جيڪو ڪالهه تائين جزو اڻ ٽٽ هو، سو ڪيترن ئي ٽڪرن ۾ تقسيم ٿي چڪو آهي. هينئر ته ڊاڪٽر عبدالسلام جي نظريي دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڊاڪٽر عبدالسلام پنهنجي تجربن جي ذريعي مثبت ۽ منفي

(Negative and positive) جو فرق ختم ڪري ڇڏيو. علم الفلڪيات جي ترقيءَ ڪائنات ۾ اونداها سوراخ Black-Holes جي راز تان پردو کڻي، ڪائنات کي معدوميت جي انڌيرن ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي. ان ئي صديءَ ۾ انساني ٻڪي Em-bryo کي ماءُ جي پيٽ بدران ٽيسٽ ٽيوب ذريعي پيدا ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ٿي چڪو آهي. انساني ٻڪي Embryo مان پنهنجي پسند جي جنس جو انتخاب ڪرڻ ۽ ان جي ٽيسٽ ٽيوب ۾ پرورش، توارث جي نظريي تي ٻهاڙ ڪيرائي ڇڏيا آهن. ٽيليفون ۽ وڊيو ريڪارڊر جي استعمال انسان تي نت نوان راز منڪشف ڪيا آهن. هوائي اڏامن ۾ جيٽ (Jet) کان ڪانڪارڊ(Concord) ۽ خلائي شٽل (Space Shuttle) تائين هڪ سلسلو آهي. ايڪس-ري کان بعد الٽرا سونو گرافي ۽ ليزر(Laser) جي دريافت ۽ ان جي ڪارنامن انسان کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. نہ صرف ايترو پر پراڻو صنعتي نظام ۽ اُن تي ٻيٺل بوسيده معاشرو جديد ۽ مخالف يوٽو پيائي Anti-utopian معاشري ۾ بدلجي رهيو آهي. هن صديءَ جو معاشرو عقليت پسندي، زياده پيداوار جو جنون ۽ خودڪار شينيت (Automization) تي ٻڌل آهي. هر شيءِ ٽيڪنيڪل ۽ هنري مهارت، ايتري قدر جو انتظاميہ بہ عقلي بنيادن تي هلائي پيئي وڃي.

اپالو (Appollo) يارهن ۽ نيل آر مسترانگ تہ هاڻي قصہ پارينہ ٿي ويا آهن جنهن شاعر ۽ حساس ماڻهوءَ جي جمالياتي تسڪين جي مرڪز چنڊ، متعلق نئين ڄاڻ ڏني تہ اُهو پُرندڙ مٽي، خشڪ پٿر ائين زمين ۽ بي آب وگياهہ ويراني کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. اڄ ڪلهہ جي تهذيب ۾ سگريٽ، شراب خوري، هيروئن.، مارفا، ميري جُوانا، ايل ايس ڊي، نائيٽ ڪلب ۽ انهن ۾ رمبا، جاز ۽ مائيڪل جيڪسن جي تيز ڌنن وارن نغمن تي بيٺڪي رقص ڪان سواءِ ٻيو ڇا آهي! ٻئي طرف ذيابيطس، بلڊ پريشر، هارٽ- اٽيڪ، ڪينسر ۽ ايڊز (Aids) آهن. اضمحلال، بوريت، نقاهت، (Depression) تہ آهي ئي آهي. پرهيز جو هيءُ عالم آهي تہ سوچڻ تي ۽ جذبات کي قلمبند ڪرڻ تي بہ ڊاڪٽر ڪان اجازت وٺڻي ٿي پوي. اهڙي ڪيفيت واري ماحول ۾ شاعر جون ذميواريون ڪيتريون نہ وڌي وڃن ٿيون.

ظاهر آهي جديد صديءَ جو جديد شاعر بہ ان پوري پس منظر جو حصو آهي اِن ڪري ڪجهہ حقيقتن جو هن بذاتِ خود مشاهدو ڪيو آهي ۽ ڪيترن حقيقتن جي ڄاڻ هين دستياب ذريعن وسيلي حاصل ڪئي اٿس. اِن پوري اڌ صديءَ جو ڪرب ۽ پيڙا هو پاڻ بہ ڀوڳي رهيو آهي جديد نظرين جي ڀرمار ۽ ٻيا ڪيترائي حوالا ڪنهن سچاڻ شخص کي مخمصي ۾ مبتلا ڪري ڇڏين ٿا. خود اهڙي پيچيده صورتحال ئي هڪ وڏو دردِ سر آهي. ان سان نبرد آزمائي ۽عهده برائي هڪ

نمائينده شاعر جي سڃاڻ آهي. "اياز" جي شاعريءَ تي لکڻ ۽ ان جو ڪماحقہ احاطو ڪرڻ ڇڻ اڄ صديءَ جو احوال لکڻو آهي يا ان کي سندس شاعريءَ جي آئيني منهنجا ڏسڻو آهي. "اياز" جي شاعريءَ ۾ ڪيترائي حوالا آهن. جن تي مڪمل طرح بحث ڪرڻ جي گنجائش هن مضمون ۾ نہ آهي.

سنڌ جي جديد شاعريءَ جا ابتدائي خدوخال بہ هن ئي صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ نکرڻ شروع ٿيا. پر اُهي ايترو همہ گير نہ هئا جو پنهنجي دؤر جي نمائندگي ڪري سگهن. دراصل اهڙو مربوط تخليقي ڪم، جنهن کي پنهنجي دؤر جو نمائينده چئي سگهجي، ان جي ابتدا صديءَ جي آخرين اڌ ۾ ٿي ۽ اُن ڪم جو سهرو "اياز" جي سر تي آهي. اِهوئي سبب آهي جو "اياز" سنڌي شاعرائي ادب (Contemporary Sindhi poetry) کي سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪيو آهي.
ڇڻ سندس شاعري، سموري جديد سنڌي شاعريءَ جو منبع يا سرچشمو آهي، نہ صرف ايترو، پر سندس شاعري اڃا بہ سنڌي شاعريءَ جي گلشن جي آبياري ڪندي پيئي اچي. "اياز" جي شاعريءَ جو جيڪڏهن ڇيد ڪرڻ ويهجي تہ ان ۾ ٿلهي ليکي ٽي رويا عام واضح نظر ايندا. اُهي آهن؛

اشتراڪيت، انسان دوستي ۽ وطن پرستي (قوم پرستي اِن ۾شامل آهي).
"اياز" جي شاعريءَ ۾ اهي ٽي رويہ ڪو اتفاقن شامل نہ ٿيا آهن، پر اِن ۾ سندس شعوري ڪوشش جو عمل و دخل آهي ۽ ان جي پٺيان هڪ وڏو پس-منظر پڻ موجود آهي. "اياز" جنهن دؤر ۾ پنهنجي شاعريءَ جي ابتدا ڪئي تہ ان وقت ٻي مهاڀاري لڙائي پنهنجي حشر سامانين سميت ختم ٿي چڪي هئي. هن جنگ ۾ پهريون ڀيرو ايٽم بم جو استعمال ڪيو ويو. ٻئي طرف غير منقسم هندستان ۾ آزاديءَ جي تحريڪ پنهنجي جوڀن تي هئي ۽ سنڌ بمبئيءَ کان آزاد هڪ جدا پرڳڻي جي حيثيت ۾ موجود هئي. اشتمالي انقلاب پنهنجا پير پختا ڪري چڪو هو. ان جي لهر پوري دنيا کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو هو. ان ڪري هندوستان جا اديب ۽ شاعر بہ ان جي اثر کان بچيل ڪونہ رهيا. ايتري قدر جو ١٩٣٥ع ۾ ترقي پسند اديبن جي هڪ انجمن جو بنياد رکيو ويو. جنهن کي "انجمن ترقي پسند مصنفين" جي نالي سان موسوم ڪيو ويو. ۽ ان جا مقاصد ۽ منشور ڇپائي پڌرا ڪيا ويا. ان وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ صرف چند اهڙا شاعر هئا. جيڪي سنڌيءَ طرح سماجوادي فڪر ۽ اشتماليت جي اثر هيٺ شاعري ڪرڻ لڳا. اهڙن شاعرن ۾ نارايڻ شيام، ڪيئلداس فاني ۽ شيخ اياز شامل آهن. اڃا جديد سنڌي شاعريءَ جو تاڃي پيٽو جڙي رهيو هو تہ مٿان هندوستان جو ورهاڱو ٿي ويو ۽ لڏپلاڻ جو ويلو اچي ويو. سوين انسان هِتان کان هُت ۽ هُتان کان هِت نقل مڪاني ڪرڻ لڳا. آزاديءَ جي اهڙي اثر هيٺ هندوستان ۾ نئين ماحول ۾ اجنبيت جو شڪار ٿيڻو پيو ۽ هر شيءِ وکري ويئي. نئون معاشرو ۽ نئون ماحول. جتي تهذيب ۽ سماجي اقدار هِن ديس کان

مختلف هئا. هتان جا متمول خاندان، هندستان ۾ مفلسي ۽ ڪلاشي جو شڪار ٿي ويا. اِن ڪري انهن جي ڪابہ ڪاوش تباهي ۽ بربادي واري ماحول ۾ با آور ٿيڻ مشڪل ڳالهہ هئي. پنهنجو ديس ڇڏي، پرديس وڃڻ وارن کي ڏاڍن ڏکن ڏاڪڙن جو منهن ڏسڻو پيو. سنڌي شاعر هندوستان ۾ ڪٿو ڪٿو ٿي ويا ۽ معاشي جاکوڙ جي چڪر ۾ ڦاسي پيا. پويان سنڌ ۾ سمورو ميدان اياز لاءِ خالي ٿي چڪو هو. سنڌ ۾ سندس قد ڪاٺ جو ڪوبہ شاعر ان وقت موجود ڪونہ هو ۽ بئي طرف هو پنهنجي ئي ديس ۾ هو، اِن ڪري هو ڪنهن بہ اجنبيت جو شڪار نہ هو، جو ڪنهن ابتري chaos ۾ ڦاسي پوي. پر اياز پنهنجي لاءِ جيڪو طريقہ ڪار Line of action مقرر ڪيو هو، سو هو ان تان نہ هٽيو، ڪيس آزاديءَ کان پوءِ واري حالتن جو ڀرپور منظر Vision هو. اِن ڪري هن آزادي کان پوءِ واري ماحول سان ٺاهہ نہ ڪيو. پر ان جي خلاف ڀرپور ردعمل جو ڦهلاءَ ۽ واڌاري لاءِ سچي مقصد ۽ سچي لڳاءَ سان ڪم ڪندو رهيو، يا ائين ڪٿي چئجي تہ واچوڙن ۾ لاٽ ٻاريندو رهيو. اياز ترقي پسند فڪر کي مختلف حوالن ۽ علامتن جي ذريعي عام ڪندو رهيو. سندس ان دؤر جي شاعريءَ ۾ سمورو زور سماج وادي ۽ انسان دوستيءَ تي رهيو آهي. اِها انسان جي محبت ئي آهي، جيڪا اياز کي هڪ ئي وقت سماجوادي ۽ رومانويت پسند بڻائي ٿي. ڀلا انسان کان زياده رومان ڪائنات ۾ آهي بہ ڪٿي؟ اِهوئي سبب آهي جو اياز رومان جي علامت بڻجي اڀري ٿو، جنهن ۾ انسان دوستي ۽ سماجوادي فڪر ملي هڪ ٿي وڃن ٿا.

صنوبر جي سايي ۾ ويهي رهون،
چَمي جيئن سڳهي چند تنهنجو چڳون،
گهڙي لئي گناهِ محبت ڪريون،
نہ شايد وري زندگيءَ ۾ ملون.
سنڌ ءِ جسم جي اجنبي آرزو،
سندم روح ۾ اِئين ڦري ڪو بڪون،
جيئن رڻ ۾ ڪائي هرڻي ڦري،
ڪري ڪنهن مٺي نهر جي جستجو.
هتي آءِ آغوش ۾ نازنين،
تمنا سدا آهہ جنت نشين،
محبت گنهگار آ پر حسين،
پرين، او پرين، او پرين، او پرين!
ڪٿان آئي آهين ڪتورا ڪٿي،
قريب اچ تہ تنهنجي اکين کي چمي،
پيئان ڳيت سان زندگي جي ڇڪي،

هـلـي آءُ اي هـيـر پـنـجاب جي،
پيـارينـم پنهنجي اکين مـان شـراب،
ڇني ڏينم پنهنجي چپن مان گـلاب،
نـ آ کـو حـسين جسـم جهـڙو ثواب،
گـنـهـگـار آهـيـان مـگـر لاجواب.

ويهين صديءَ کي جيڪڏهن پوئين اڌ کان ڪاٽا ڪري ڏسجي تـ اُها اڳين اڌ جي مقابلي ۾ شاعريءَ جي ميدان ۾ ويران ۽ اجڙيل معلوم ٿيندي. ڇاڪاڻ تـ ان دؤر ۾ تقليدي ڪلاسيڪل رجحان جو زور هو، جنهن ۾ آزادانـ شاعرائي حساسيت جي کوٽ هئي. ان دؤر جي نمائنده شاعرن، گدا، قليچ وغيره جي شاعريءَ ۾ هڪ طرف غنايت (Lyricism) جي اڻاٺ هئي تـ ٻئي طرف اُها پنهنجي موضوع ۽ هيئت ۾ تجريديت جو شڪار هئي. اُن وقت جي شاعريءَ ۾ سطحيت، آورد ۽ ناصحانـ انداز غالب هو. ان دؤر جي شاعري جعلي ڪلاسيڪيت (Pscudo classicism) جي بگاڙ جو شڪار رهي آهي. فني باريڪيون، لفاظي، لساني اصولن ۽ روايتي گهاڙيٽن جي سختيءَ سان پابندي کي ئي معراج ڪمال سمجهيو ويندو هو. خيال جي علويت، تخليقي صلاحيت ۽ فڪري بلنديءَ ڏي توجهہ نـ ڏنو ويو. شاعري زياده تر ناصحانـ ۽ طنزيہ هئي، جنهن ۾ مذهبي جوش، سياسي تنقيد ۽ ذاتي هجو عام هئي. اِن دؤر جي شاعريءَ ۾ زندگيءَ جي ننڍين جزيئات کي اهميت حاصل ڪانـ هئي. فطرت جو ذوق، قدرتي نظارا، خوبصورت ڳوناڻي زندگي ۽ عام ماڻهوءَ جي حياتي کي نـ صرف نظرانداز ڪيو ٿي ويو پر شاعري اجاين صوفيانـ خيالن جي هٿ ۾ يرغمال بڻيل هئي. هر ڳالهہ کي ڇڪي تاڻي وحدت الوجود جي فلسفي سان ملايو ٿي ويو. اهڙي شاعري غير لچڪدار، محدود ۽ غير وسعت پزيرهئي، جو ان جي ذريعي جذبات جي شدت ۽ تخيل جي زور کي سمائي سگهجي. ان دؤر ۾ اياز جي شاعري روايتي گهاڙيٽن ۾ نئين شراب وانگي نظر اچي ٿي. سندس روماني خيالات بہ جاندار آهن. اچو تـ سندس روماني شاعريءَ تي هڪ طائرانـ نظر وجهندا هلون:

جلـد اچ چنـڊ رات آ مـنـڙا.
هـر خوشي بـي ثـبـات آ مـنـڙا،

OOO

گـل ڇڻـن تـا شـراب تـو ڇلـڪـي،
ڇا سـنـدءِ بـات بـات آ مـنـڙا.

OOO

مـرمـريـن جسـم، احـمـريـن اکـڙيـون،
هـاءِ! تـنـهـنـجو شـبـاب ويـجهـو آءُ.

OOO

شبنم آلود لب ڪشي سون وٽ،
مثل برگِ گلاب، ويجهو آءُ.

ooo

نہ ماهتاب، نہ هو آفتاب آ، سائين!
مگر اياز ڪيو انتخاب آ، سائين!

ooo

اسان جي روح ۾ جنهن جي نفيس خوشبو آ،
اهو بدن بہ مثالِ گلاب آ، سائين!

ooo

بي ڪيف آ فضائي گلستان، ڪڏهن تہ آءُ.
اي موسمِ بهار گريزان، ڪڏهن تہ آءُ.

ooo

تولاءِ ڪالهہ رات ڏنو جام مئي پيام.
ناياب آهہ راحتِ انسان، ڪڏهن تہ آءُ.

ooo

مشڪ بُوٽي ويو هو منهنجو چمن،
تنهن جي زلفن ۾ ليٽي پئي هئي رات.

ooo

تنهنجي من ۾ منهنجو ديرو، مُنهنجي من ۾ تنهنجو آکيرو،
تون منهنجي آن توڙي اُجلي، مان تنهنجو هان توڙي ميرو.

ooo

رات اسان رابيل سنگهي سي، هن جي تن سان ڀيٽ ڪئي سي،
رنگ روپ ۾ وَن واس ۾، منڙو يار 'اياز' مٿيرو.

اياز پنهنجي رومانويت ۾ پنهنجي ڏوهہِ جوانيءَ جي جذبن جو اظهار نهايت خوبصورت پيرائي ۾ ڪيو آهي. پوءِ اهو خواهہ غزل هجي يا نظم هجي يا گيت هجي. اياز نهايت فنڪاري ۽ خوبصورت انداز ۾ سنڌي شاعري ۾ ممنوع Taboo جي پابندين کي جهنجهوڙيو آهي. اهڙي قدم کڻڻ لاءِ هو ڪو فاحش Vulgar نہ ٿو ٿئي. ۾ روايت جو هڪ تسلسل آهي، جنهن کي ڪٿي هو اڪيي هلي ٿو. ۾ روايت جي اهڙي تسلسل کي ورتڻ لاءِ جيڪو ڏانءُ گهرجي، سو اياز وٽ ڀرور انداز ۾ ملي ٿو ۽ هو ان کي پوريءَ طرح نڀائي ٿو.اِها ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ آهي جو اياز روايت کي نئون روپ ڏيئي، ان ۾ جدت پيدا ڪري ٿو. هُو اوپرن ۽ ڏارين لفظن جي بدران مقامي ۽ مانوس لفظ ڪتب آڻي، اِهو سڀ ڪجهہ ڪري ڏيکاري ٿو. مثلا گلاب،

بوسه، دهن ، لب وزلف وغيره. اياز انهن جي جاءِ تي پنهنجي زبان جي عام استعمال جا لفظ ڪم آڻي، هڪ طرف شعر ۾جدت پيداڪري ٿوتہ ٻئي طرف ممنوع Taboo ڪي بہ جهنجهوڙي رکي ٿو. اچو تہ اياز جو هيءُ شعر ڏسون.

چپ چميءَ لئہ ايريا، سامهون آهي چوڏهينءَ چنڊ،
کهڙو سندر سپنو آهي، جيون جو سپنو.
تنهنجي ڇاتي آتي آتي، نيڻ بہ تنهنجا نينڊ،
دانهون دانهون تنهنجون ٻانهون، پيار پلين تي چو.
اوءِ اسان ڏي چنڊ نہ اهڙا ليئا پاءِ ميان،
چرڪ ڀري جاڳي نہ پوي، آسپرين هاڻ ستو.

هن غزل ۾ اياز جنهن رنگ ۾ محبوب جي جوانيءَ جي واکاڻ Appreciation ڪئي آهي سا داد لائق آهي. عاشق جا چپ چميءَ لئي آتا هجن ۽ سامهون محبوب بہ چوڏهينءَ چنڊ جهڙو هجي تہ پوءِ واقعي جيون ڪان وڌيڪ سندر ٻيو ڪهڙو سپنو ٿي سگهي ٿو! اها هڪ آفاقي حقيقت آهي، جنهن جو اپٽار اياز جي متئين شعر ۾ ملي ٿو. اياز جو اِهو سندر سپنو انساني حسن جي دلڪش جذبي مان سرججي ٿو.

| | |
|---|---|
| رات جي وقت تنهنجي عُرياني، | ائن ڀري ٿوبهار ۾ هر گل، |
| پر تو و ماهتاب آ گويا. | ڏس تہ تنهنجو شباب آ گويا. |

| | |
|---|---|
| مرمرين جسم، احمرين اکڙيون، | ياد آيو اياز کي هو جسم، |
| هاءِ تنهنجو شباب ويجهو آءُ. | اي شبِ ماهتاب ويجهو آءُ. |

شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ جنهن محبوب جو تصور ملي ٿو سو نسواني محبوب آهي ۽ اياز جنهن محبوب جو ذڪر ڪري ٿو. سا ڪا پرستان جي پري نہ آهي، پر مٽي ۽ گوشت جي نهيل عورت آهي. اياز جي عشق جومحور عورت آهي ۽ سندس تصور بہ عورت جو جسماني ۽ جنسي تصور آهي. اياز جو عشق ڪو افلاطوني يا يوٽوپيائي (Utopian) عشق نہ آهي. پر هو اهڙي محبوب جو متلاشي آهي، جيڪو انساني احساس ۽ جذبن جوعڪاس هجي. اياز جنهن عشق جي ڳالهہ ڪري ٿو، ان جو بنياد صوفيانہ توارد تي نہ پر فرائڊ جي عاشقاڻي Erotic ۽ معمہ حل ڪندڙ Oedipus complex تي آهي.ٻئي طرف فارسيءَ اڙدو شاعريءَ ۾ مرد پرستيءَ جو غلبو رهيو آهي. پر اياز وٽ اهڙو ڪوبہ تصور نٿو ملي، جيڪو هن ڇاٽايل مٿين شعري روايتن مان حاصل ڪيو هجي. سنڌي شاعري جيڪا منڍ ڪان وٺي هندي ۽ سنسڪرتي شاعريءَ ڪان متاثر رهي آهي، تنهن ۾ آهي ئي روايتي تصورات موجود آهن، جيڪي هندي شاعريءَ ڪان سنڌي شاعريءَ کي ورثي ۾ مليا آهن. اِن ڪري

هندي شاعريءَ جي حوالي سان سنڌي شاعريءَ ۾ محبوب جو تصور نسواني رهيو آهي. اِن ڪري اياز وٽ بہ اهڙو ئي تصور هئڻ قدرتي ڳالهہ آهي. البت ايترو فرق ضرور آهي، جوهندي شاعريءَ ۾ عورت کي اهڙو مقام ڏنو ويو، جيڪو شايد پوري دنيا جي شاعريءَ ۾ موجود نہ آهي.هندي شاعريءَ ۾ عورت کي سيتا، پاروتي ۽ ٻيا اهڙا روپ ڏيئي، مذهبي تقدس ڏنو ويو. ڪيس ديويءَ جي مقام تي رسائي، ان جي پوڄا ڪئي ويئي. اياز وٽ محبوب جو تصور نسواني ضرور آهي، پر اُهو هندي تصور کان جداگانہ آهي. اياز وٽ جيڪا جماليات آهي سا بہ لذت پسند Hedon-istic آهي. ان جو سلسلو بہ سندس تصورِ حسن سان ڳنڍيل آهي.

اياز جنهن دؤر ۾ غزل لکڻ شروع ڪيو تہ اُهو دؤر واقعتاً غزل جو دؤر هو. سنڌ ۾ طرحي مشاعره ۽ انهن جو رواج غزل جي مقبوليت جي نشاندهي ڪن ٿا. ظاهر آهي سنڌ جي اڪثر شاعرن جو توجهہ بہ غزل تي ئي مرڪوز رهيو آهي ۽ هر ڪس و ناڪس ان صنف ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳو. اهڙي ماحول ۾ اياز بہ غزل کان ڪيئن ٿي پاسي رهي سگهيو. غزل جيئن تہ مقرره هيئت (Form) واري صنف آهي، اِن ڪري ڪنهن بہ طرح اياز لاءِ اهوممڪن نہ هو تہ ڪو هو ان ۾ هيئتي تبديلي آڻي سگهي. البت اهڙي ماحول ۾ اياز پاڻ کي هرويرو ٺيٺ روايت پسند غزل گو سڏائڻ پسند نہ پئي ڪيو. ان ڪري هن پنهنجي غزلن ۾ روايتي تشبيهن، استعارن ۽ ڪناين جي جاءِ تي نيون تشبيهون ۽ نوان استعاره آڻي پاڻ کي متعارف ڪرايو ۽ غزل کي هيئت جي تبديلي کان بغير جدت سان روشناس ڪرايو. گويا اياز، سانگيءَ کان پوءِ پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن جديد سنڌي غزل جو بنياد رکيو. ڇاڪاڻ تہ معاشرت جي قديم تصورن ۾ ئي انقلابي تبديليون اچي ويون هيون، ان ڪري انهن تصورن کي غزل ۾ سمائڻ لاءِ ٻوليءَ کي بہ نئون رنگ ۽ نئون روپ ڏيڻ ضروري هو.

The modern poet has the task of rehabilitating a tired and drained language so that it can convey meanings once more with force and with exactitude. This task of qualifing and modifying language is perennial, but it is imposed on the modern poet as a special burden.

جتي اڳي سورنهن سينگار جون شيون،ميندي، مِسي مساڳ ۽ ڪجل وغيره تي مشتمل هيون، اتي شيمپو، روش، مسڪارا ۽ ٻين ڪيميائي شين جورواج عام ٿي ويو. ايتري قدر جو محبوب جي روايتي زلفن جي ڪيفيت بہ اها نہ رهي،جيڪا تيل سان ڳنڍيل وارن جي هئي. اهڙي ماحول ۾ اياز بحيثيت سرخيل (Pioneer) شاعر جي پنهنجي ذميوارين کي محسوس ڪيو ۽ سنڌي غزل کي جدت سان روشناس ڪرايو. هڪ طرف اياز غزل جي زبان کي نئون رنگ ڍنگ ڏنو تہ وري ٻئي

طرف هن غزل جي بحر ۽ وزن ۾ بہ هڪ نئون موڙ ڏنو. اياز پنهنجي غزلن ۾ عموماً روايتي ڏکين بحرن ۽ رڪنن کان اجتناب ڪيو آهي. ان لاءِ نہ تہ ڪو اهي ايازلاءِ ايترا مشڪل هئا، جو انهن ۾ ڪجهہ لکي نہ پئي سگهيو. پر اهو بہ سندس جدت طراز طبع جو هڪ ڪارنامو آهي تہ هن صرف اهڙا وزن ڪنيا آهن، جيڪي سنڌي شاعري ۽ ان جي غنائي قدرن سان بلڪل ٺهڪندڙ آهن يا ويجها آهن. چاڪاڻ تہ سنڌي ٻولي صوتي لحاظ کان نهايت نرم ۽ ملائم ٻولي آهي. ان ڪري اُها عربي يا فارسي صوتيات جي اصولن تي ٻڌل وڏا وڏا ۽ ڳرا بحر آسانيءَ سان هضم نہ پئي ڪري سگهي. اهو ئي سبب آهي جو اياز ٢٣ بحرن مان صرف چند منتخب بحرن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. پر پوءِ بہ هُو انهن ۾ سنڌي موسيقيءَ واري لئي کي چٽو ڪرڻ ۾ پوريءَ طرح ڪامياب ٿيو آهي.

نہ ماهتاب، نہ هُو آفتاب آ، سائين!
مگر اياز ڪيو انتخاب آ، سائين!
اسان جي روح ۾ جنهن جي نفيس خوشبو آ،
اهو يدن بہ مثالِ گلاب آ، سائين!

هن غزل ۾ آفتاب ۽ ماهتاب جهڙ بہ اهڙا لفظ آهن، جيڪي قديم ۽ ڪلاسيڪي غزلن ۾ عام ملندا ۽ انهن جو ايترو تہ ورجاءُ ٿي چڪو آهي جو جڻ اهي گسي ويا هئا. انهن جي هر هر ورجاءُ قاريءَ کي ايترو تہ پريشان ڪيو آهي جو هو ڪابہ توجهہ ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهي. انهن لفظن جي هر هر ذڪر، قاريءَ کي آسمان ۾ نظر ايندڙ ماهتاب ۽ آفتاب ڏانهن متوجهہ پئي ڪيو آهي. پر باوجود غور و فڪر جي بہ ڪيس انهن ۾ ڪا اهڙي خاص ڪشش معلوم نہ ٿي ٿئي، چاڪاڻ تہ هو روزانو آفتاب ۽ ماهتاب کي آسمان تي اڀرندو ۽ لهندو ڏسي ٿو. ان تي باريڪ بينيءَ سان غور ڪري ٿو، پر انهن ۾ ڪيس ڪابہ اهڙي نئين ڳالهہ نظر نہ ٿي اچي،جنهن کان هو متاثر ٿئي. ڇو تہ هُو انهنکي روزانو ڏسي ڏسي تقليل افاديت (Diminishing utility) جو شڪار ٿي ويو آهي. هالي هتي جيڪڏهن اياز جي جاءِ تي ٻيو ڪو پراڻو شاعر هجي ها تہ ضرور آفتاب ۽ ماهتاب جو ورجاءُ روايتي معنيٰ ۾ ڪري ها. ٻئي طرف اياز لفظ تہ اهي ئي ڪتب آندا آهن، پر انهن جواستعمال ڪنهن بہ تقابلي يا تشبيهي معنيٰ ۾ ڪم نہ آيو آهي يا ڪٿي ايئن چئجي تہ اياز هتي آفتاب ۽ ماهتاب کي تشبيهي انداز ۾ ان ڪري استعمال نہ ڪيو آهي،جو انهن جو تشبيهي حسن هر هر جي ورجاءُ ڪري گهٽجي ويو آهي.ان ڪري اياز ڪوشش ڪري اهڙيون تشبيهون ڪم آنديون آهن جو اِهي قاريءَ کي بور بہ نہ ڪن ۽ حقيقت (Realty) جي ويجهو بہ هجن. چاڪاڻ تہ اڄڪلهہ جوپڙهندڙ سائنسي دور ۾ رهي ٿوءِ ڪيس خبر آهي تہ آفتاب هڪ وڏو قدرتي ايٽمي ري ايڪٽر Atomy reactor آهي. اِن ڪري هو اهڙي فينٽيسي Fantasy کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندو ۽ نہ ئي ان مان

کو حظ حاصل ڪندو. ٻئي طرف ڏسجي ٿو تہ چڻ شاعر قانونِ تقليل افاديت کان پوريءَ طرح واقف آهي. ان ڪري ئي هو آفتاب ۽ ماهتاب جي نفي ڪري ٿو تہ نہ بابا! نہ ڪو هو آفتاب جي تشبيهي انداز کي نظرانداز ڪري، حقيقت پسنديءَ جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ انسان ڏانهن اشارو ڪري ٿو ۽ انسان ئي اشرف المخلوقات آهي. غزل جي مطالعي ۾ ئي اياز جديد غزل جي تقاضائن جو پورو پورو خيال رکيو آهي. ٻي مصرع ۾ 'نفيس خوشبو' جو 'بدن گلاب' سان تلازمو ڇا نہ هڪ جهڙائي پيدا ڪري ٿو. اياز حسن جو اطباق پنهنجي محبوب تي ڪري ٿو ۽ سندس محبوب جو حسن ئي سندس سوال جو جواب آهي.ڪيڏو نہ نازڪ ۽ نفيس خيال آهي. 'اياز' سوال ڪري ٿو تہ 'خدا ڇا آهي؟' جواب آهي 'حسن' يعني ٻين لفظن ۾ 'حسن' ئي خدا آهي. 'اياز' 'حسن' لفظ ڪم آڻي، هڪ طرف خدا جي وجود جي شاعرائي تعريف ڪئي آهي تہ ٻئي طرف فلسفہ جماليات جي هڪ اهم ۽ خاص الخاص موضوع کي ڇيڙي ڇڏيو آهي. شعر هڪ طرف تمام خوبصورت آهي تہ ٻئي طرف اهم پڻ. يوناني 'حسن' جي تعريف ڪندا هئا تہ حُسن خدا آهي ۽ خدا حُسن آهي. Beauty is God and God is beauty نہ صرف ايترو پر اها تعريف گهڻ وڌ مسلمان صوفين وٽ بہ عام آهي. صوفي مفڪر چوندا آهن تہ "الله جميل" يعني الله جي تعريف ڇا آهي؟ 'حسن' يا 'سهڻو'! افلاطون بہ تقريبن ايئن ئي چيو آهي تہ "هر اُها شيءِ حسين آهي، جيڪا حقيقت اوليٰ سان متعلق آهي." نہ صرف ايترو پر افلاطون تہ وجود مطلق کي ئي 'حسنِ ازل' سڏيو هو. مشهور نو-اشراقي فيلسوف فلاطينوس بہ پنهنجي فلسفي جو بنياد ان تصور تي رکيو آهي. نواشراقي مسلمان فلسفي فارابي، اخوانِ صفا ۽ ابن سينا وغيره سڀ ان تصور جا قائل هئا. ايراني صوفي شاعرن 'وجودِ مطلق' 'حسن ازل' کي 'شاهدِ حقيقي' يا 'محبوب ازلي' سڏيو آهي ۽ اِهي صوفي شاعر ڪائنات ۾ هر جاءِ ان حسن جو جلوه ڏسن ٿا. عطار چوي ٿو:

تاب در زلف و وسمہ درابرو- سُرمہ درچشم و غازه بر رخسار،
رنگ در آب و آب درياقوت- بوئي در مشک و مشک در تتار.

( تنهنجي وارن ۾ تاب ۽ ابروءَ ۾ ڪاراڻ/ ڪجل
اکين ۾ سرمو ۽ ڳلن تي لالي لڳل
ايئن جيئن پاڻيءَ ۾ رنگ ۽ يا قوت ۾ پاڻي
مشڪ ۾ خوشبو ۽ مشڪ بہ تاتار جي.)

**حافظ شيرازي چوي ٿو:**

اگر برقع برافگندي ازان روئي چومہ روزي،
مدام از نرگسِ مستش جهان پر شور شر بودي.

(جيڪڏهن تون پنهنجي چنڊ جهڙي چهري تان برقعو لاهين
تہ سارو جهان تنهن جي مست اکين جي نرگس سان سدائين
شور شر ٿي ويجي.)

'عرفي' جو خيال آهي:

برافگن پرده تا معلوم گردد،
کہ ياران ديگري رامي پرستند.

(پردو مٿي ڪر تہ خبر پوي تہ يار
ٻئي ڪنهن جي پرستش ڪري رهيا آهن.)

'نظيري' اِن ڳالهہ کي اڃا وڌيڪ وڌائيندي چوي ٿو:

يک چراغ است درين خانہ واز پر تو آن،
هر کجا مي نگري انجمني ساختہ اند.

(هن گهر ۾ هڪڙو ڏيئو آهي جنهن جي لاٽ ۾
جيڏانهن بہ ڏسين هڪ انجهن ٺاهي آهي.)

'صائب' چا ٿو چوي:

تو بصد آئينہ از ديدنِ خود سير نئہ،
من بہ دوچشم ز ديدارِ توچون سيرشوم.

(تو سؤ ييرا آئينو ڏٺو آهي، پر پنهنجي ڏسڻ مان ڍءُ نہ ٿيو اٿئي.
مان فقط ٻن اکين سان تنهنجي ديدار مان ڍءُ ڪيئن ڪري سگهندس.)

'نظيريءَ' جو هيءُ خوبصورت شعر اِن ڏس ۾ پيش ڪجي ٿو:

هر شب برلب و رخسار و گيسومي زنم بوسہ،
گل ونسرين وسنبل راصبا درخرمنِ است امشب.

(ساري رات تنهنجي چپن ڳلن ۽ وارن کي چميون ڏئي رهيا آهن،
۽ گلن نسرين ۽ سنبل جي جهڳٽي ۾ اڄ رات واءُ کهلي رهيو آهي.)

'اياز' جو نظريہ حسن، سندس پوري شاعريءَ ۾ نمايان آهي. اِها ہي ڳالهہ آهي تہ 'حسنِ مطلق' موضوعي بہ آهي تہ معروضي بہ- پر اياز جنهن حسن جي تصور جو قائل آهي، سو زياده تر معروضي آهي ۽ جامد آهي. جامد اِن لحاظ کان تہ 'اياز" جنهن حسن جي تصور جوقائل آهي. اِن جو بنياد فرائڊ جي نظريي تي آهي. فرائڊ جو چوڻ آهي تہ 'حسن جنسي خواهش جي تخليق آهي.' ٻين لفظن ۾ ڪئي ايئن چئجي تہ اياز نسواني حسن جو دلداده آهي.

مـــشـل بـوئـي بـهـــار آئـي آ، تنهنجي اکڙين جو مٺي وسائي آ.
جنـهـن بـنـان زنـدگـي اجائـي آ. مـسـت و بـيـخـود سـجي خدائي آ.

تنهنجي من ۾ منهنجو ديرو، منهنجي من ۾ تنهنجو آکيرو.
تون منهنجي آن توڙي اجلي، مان تنهنجو هان توڙي ميرو.
رات اسان رابيل سنگهي سي، هن جي تن سان پيٽ ڪئي سي،
رنـگ روپ ۾، ون واس ۾، مـــنــڙو يـار 'ايـاز' مـڻـيـــرو.

'اياز' جي شروع واري غزلن ۾ غزل جون سڀ خوبيون بدرجهء اتم موجود آهن. سهلِ متمنع، رفعت تخليل، گهرائي ۽ گيرائي، حسن و عشق، معنيٰ و مفهو، غمِ يارو غمِ روزگار ۽ ساغر و شراب مطلب تہ غزل جا ڪُل لوازمات موجود آهن. اچو تہ اوهان جي ياد تازه ڪرڻ لاءِ 'اياز' جي غزلن مان چند بند ڪثون؛

تـسي جلـي آڳ عـــشـــق جي مـــون ۾،
حـــســن جو انـتـــخاب آهـيـــان مـــان.

OOO

هر حقيقت کان مٿي آهي مجاز، هاڻ ڪـثـو سـاري خدائي پـئي آثـو!
هر عبادت کان چگو آهي شباب. مون کنيون آهي فقط چنگ ور باب.

OOO

ســـيـــرِ ديـرو حـــرم 'ايـاز' ڪـري،
بـهـتــــر آ ڪـوئـي يـار، مـــوئـي آءُ.

OOO

بـغاوت ڪئي آ مـون ديـرو حـرم سـان،
جهڪـايـان ڪثي مـان جبين تون ڪثي آنهہ.

مان هن ڪان اڳ ۾ بہ اِها ڳالهہ لکي آيو آهيان تہ 'اياز' هڪ جدت طراز شاعر آهي. اِن ڪري ان کي غزل جو ئوس روايتي روپ پسند نہ آيو.هن چاهيو تہ هو ان ۾ ڪونہ ڪو تجربو ڪري جيڪو محض تجربي جي حد تائين نہ هجي، ۾ ان کي سندس متاثرين جو حلقو پڻ آزمائي ۽ حقيقتن ٿيو بہ ائين آهي تہ موجوده نوجوان شاعر سندس اهڙن تجربن مان مستفيد ٿين پيا. جڏهن تہ 'شيخ اياز' اهڙي تجربي جي ابتدا شروع کان ئي ڪري ڇڏي هئي، پر هن رفتار کي ڪجهہ آهستي رکيو تہ جيئن جديد غزل، جدت جي منزلن کي ڇهڻ لڳي تہ پوءِ ئي ان ۾ نئين تجربي جي گنجائش پيدا ڪري سگهبي. ان ڪري 'اياز' پنهنجي ان نئين تجربي ۾ پنهنجي غزل مان 'تغزل' کي خارج ڪري ڇڏيو. چاڪاڻ تہ فارسي، اڙدو خواه سنڌيءَ جي غزل گو شاعرن جو سمورو زور ۽ ڪوشش 'تغزل' تي صرف ٿيندي هئي. هر ڪو شاعر اِهائي ڪوشش ڪندو هو تہ هو 'تغزل' کي پائي سگهي. هڪ

طرف 'تغزل' 'لڪير جو فقير' جي مصداق هو، نہ ان جي قالب ۾ ڪا انقلابي تبديلي آئي ۽ نہ ئي ان جي بيان، ان جي زبان ۾ اسلوب ۾ ئي ڪو فرق آيو. 'تغزل' پوريءَ طرح تصنع جو شڪار ٿي چڪو هو جنهن ۾ صرف معشوقن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪي ئي سڀ ڪجهہ سمجهيو ٿي ويو. نتيجتن شعرن مان شعريت غائب ٿي ويئي ۽ غزل مان ڪيف و سرور وارو حصو ختم ٿي ويو هو نہ صرف 'اياز' پر عام طور قارئين بہ ان مان تنگ ٿي چڪا هئا. غزلن مان آفاقي لهجو (Cosmic note) مفقود ٿي ويو. ان ۾ عبرانيت (Hebraism) تخصيصيت (Particularism) ۽ تثنيت (Dualism) جا محرڪ اچا تائين تيزيءَ سان ڪار فرما ها.

ٻئي طرف 'اياز' ڪي بہ 'تغزل' نہ آنڙيو. ڇاڪاڻ تہ سنڌي عروضي شاعريءَ جي خالق 'گل' بہ پنهنجي غزل مان 'تغزل' ڪي اوپرو سمجهي ڪڍي ڇڏيو هو. ان مان لڳي ٿو تہ شايد 'تغزل' جو عنصر 'اياز' جي خيال ۾ بہ سنڌي شاعريءَ سان ٺهڪندڙ نہ آهي، اِن ڪري هَن غزل کي بہ ان مان آزاد ڪرايو.اِن ڪري 'اياز' 'تغزل' جي بجاءِ پنهنجي پوءِ واري شاعريءَ جو بنياد ٽي-ايس-ايلئٽ (T.S.Eliot) واري ڏسيل خارجي لوازمات (Objective Corelatives) مجازيت (Symbolism) ۽ مقامي تمثيل (Local allegory) تي رکيو آهي ۽ ان کي سنڌي Sindhinize ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اچو تہ ڏسون 'اياز' پنهنجي غزلن ۾ پنهنجي نئين تجربي کي ڪيئن ڪتب آندو آهي.

آڻ ٽيٽي کي چاهين، تنهن جي ٽيٽي سان نہ پوي،
ڏس ٽيٽي جون ٽوٽيون ٽنيا! ڪنهن کي ڳولين ٿو.

دانهون ٿو درياهہ ڪري، ٻڌ ڪَن ڪَن جا ڪڙڪا،
ٻيڙيءَ ٻيڙيءَ ۾ اوٻوڙا ڪنهن کي ڳولين ٿو.

هيءَ سَيَن نہ ڏيندي چين، اٿي ڏس! ڪوئي آيو آ پيارا،
هي شايد ساڳيو رمتو آ، اڳ جيئن اچايو آ پيارا.

هيءَ پنهنجي ڪرٽي پرٽي آ، پر سنڌ اياز نہ مرٽي آ،
آخر هيءَ رات گذرٽي آ، تو ڇو گهبرايو آ پيارا.

اهڙيءَ طرح 'اياز' جا ٻيا بہ ڪيترائي غزل آهن، جيڪي اِن تجربي جي نشاندهي ڪن ٿا.هونئن تہ موضوع ۽ معروض جي خوبصورت اتصال مان ئي خوبصورت غزل سرجندو آهي، پر 'اياز' پنهنجي موجوده تجربي ذريعي غزل مان موضوع يا داخلي عنصر کي ڪڍي هڪ نئون رجحان تخليق ڪيو آهي. 'اياز' غزل ۾ جنهن تجربي جو بنياد رکيو آهي، سو 'گل' واري تجربي کان قدري مختلف آهي. 'گل' جو سمورو زور نيٺ ٻوليءَ جي استعمال مٿان هو، جنهن ڪري ان مان شعري

خواص مفقود ٿي ويا. پر ’اياز‘ هڪ طرف ٻوليءَ ۽ لفظن جي ٺيٺ هجڻ سان گڏ انهن جي صحت جو به خيال رکيو آهي ته ٻئي طرف انهن کي نئون آهنگ ۽ نئون روپ عطا ڪيو اٿس. ’اياز‘ غزل جي زبان کي عام فهم، آسان، سادي ۽ روزانه مروجه ٻوليءَ سان همڪنار ڪيو آهي. ’اياز‘ کان اڳ غزل جتي پنهنجي ماحول جي حالات کان بي نياز صرف تصوراتي ۽ تخيلاتي دنيا ۾ گم هو، تنهن کي ’اياز‘ سياسي، معاشرتي ۽ ماحولياتي حوالن جي ويجهو ڪري ڇڏيو آهي. اڳي جتي غزل ۾ ڪفن، لاش، مقتل ۽ عدوءَ جو ذڪر هو، ’اياز‘ ان ڪان سنڌي غزل کي نجات ڏياري آهي. هاڻي پراڻن مقرر لفظن جي بدران ’اياز‘ خود ٻوليءَ جا نوان قرينا ايجاد ڪري ٿو. هو اهڙا لفظ ڪم آڻي ٿو.جيڪي هن ماحول لاءِ اوپرا نه آهن، پر اُهي هن ئي ماحول ۽ سرزمين جي پيداوار آهن. انهن سان ’اياز‘ جي قلبي وابستگي آهي ۽ انهن مان سندس انفراديت جهلڪي ٿي. ’اياز‘ جي غزل ۾ لاآبالي پڻ ضرور آهي. پر سندس غزل شاعرانه ديوانگيءَ جو تحفو نه آهن. پر سندس غزل ڳوڙهي مشاهدي، وسيع علميت ۽ غوروفڪر جو نتيجو آهن. اياز پنهنجي همعصر شاعرن ۾ سيني کان وڏيڪ پڙهيل لکيل شاعرآهي، ڪيس مغربي خواه مشرقي ادب جي مروج گهاڙيٽن ۽ رجحانن جي وڏي ڄاڻ آهي.پر ان جي باوجود سندس غزل جو انداز نه مغربي آهي نه مشرقي پر ٺيٺ سنڌي آهي. ’اياز‘ جي غزل جو خمير سنڌي آهي، جنهن ۾ سنڌي معاشري جي تاڃي پيٽي جو تجزيو ۽ تنقيد ملي ٿي. ’اياز‘ جي ’ڀؤنر ڀري آڪاس‘ واري غزلن ڪانپوءِ واري غزلن ۾ سندس وائي ۽ گيت جي زبان، لهجي ۽ لئي جو شديد غلبو آهي. ’اياز‘ جا ڀوءِ واري دؤر جا نه صرف غزل پر نظم به ساڳئي اثر هيٺ تخليق ٿيل ٿا ڏسجن. اوهان ’اياز‘ جي غزلن جي تقطيع ڪري ڏسو ته انهن جو وزن به اهڙوئي آهي، جيڪو گيت لاءِ چند وديا ۾ ڄاڻايل آهي. ’اياز‘ جا شاذو نادر ئي ڪي اهڙا غزل ملندا جن ۾ محزوفات وارن وزنن جو وڌيڪ استعمال ٿيو هجي ۽ انهن جي ردم Rhythm ۽ گيت جي ردم Rhythm ۾ ڪو ٿورو ئي فرق ڏسڻ ۾ ايندو. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ’اياز‘ غزل کي ’سنڌيت‘ جورنگ ڏيڻ ۾ فني طور به ڪافي جاکوڙ ڪئي آهي.اهڙن غزلن لکڻ وقت هو اهڙا ئي سُر منتخب ڪري ٿو. جيڪي پڙهندڙ يا ٻڌندڙ لاءِ نامانوس نه آهن. اهائي هڪ اهڙي خوبي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ’اياز‘ پڙهندڙن جي نفسيات ۽ انهن جي ذهني تقاضائن کي به ڄاڻي ٿو. ان ڪري ’اياز‘ قاريءَ جي بلڪل ويجهو پيو لڳي. ڇڻ هو پنهنجي جذبن جي نه پر قاريءَ جي جذبن جي ترجماني پيو ڪري. اسان هيٺ سندس چند غزلن جي تقطيع پيش ڪريون ٿا ته جيئن اندازو لڳائڻ ۾ آساني ٿئي.

ميلي ۾ تون تنها تنها، ڪنهن کي ڳولين ٿو؟
اک ۾ڳوڙها،هٿ ۾ گجرا، ڪنهن کي ڳولين ٿا؟

'اياز' جو هيءُ غزل بحر "صوت الناقوس' ۾ آهي، جنهن جارڪن هيٺن بيهندا،

فعلن-فعلن-فعلن-فعلن-فعلن-فعلن- فع
ميلي-۾ تون- تنها- تنها-ڪنهن ڪي-ڳولين-ٿو
اڪ ۾- ڳوڙها-هٿ ۾-ڳجرا- ڪنهن ڪي-ڳولين-ٿو
فعلن-فعلن-فعلن-فعلن-فعلن- فعلن- فع

OO

گهر گهر گهنگروءَ گونج نٿين،
هونءَ تہ ناچو آهي هڪَ.
فعلن-فعلن-فعلن-فعلن

OO

ڪَڪريون منهنجو ويس ميان،
آءُ اگهاڙو، ڪير چوي.
فعلن-فعلن- فعلن-فعلن

OO

جي واڳ وٺين ها ڏاگهن جي،
ڇوڪاڻ ڪڍين ها ڏيرن جي.

اهڙيءَ طرح 'اياز' جي مجموعہ ڪلام 'وڄون وسڻ آئيون' ۾ ڪل پنجٽيهہ غزل آهن، جن مان تقريبن اناويهہ بحر 'غريب' يا 'صوت الناقوس' ۾ آهن.باقي بچيل غزل 'رمَل'، 'متقارب' ۽ هڪ اڌ ٻئي بحر ۾ آهن.اِن مان قارئين خود اندازو لڳائين.

'علم العروض' جي ماهرن سالم بحرست ڄاڻايا آهن.جيئن بنيادي رنگ ٽي آهن، تيئن بنيادي وزن بہ ست آهن ۽ ٻيا بحر لفظن جي حرڪت ۽ سڪون وارين مختلف حالتن جي ڪري، هيئين اصولن موجب ٺهن ٿا. حرفن مان ٺهندڙ لفظ زِير، زَبر، پيش يا جزم اچڻ جي ڪري، پنهنجا آواز مٽائين ٿا. جن مان اڪيلي حرف ڪي 'مفرد' ۽ مرڪب ڪي 'جُزو' چون ٿا. ان جا وري ٽي قسم آهن (١) سبب (٢) وتد (٣) فاصلہ ۽ اڳتي وري هر هڪ جا ٻہ ٻہ قسم آهن. انهن جي تقسيم جو دارومدار بہ حرڪتن تي آهي. جيئن ٻن حرفن واري لفظ کي 'سبب' سڏين ٿا.جيئن 'غَمْ' يعني پهريون حرف متحرڪ ۽ ٻيو ساڪن هجي تہ ان جو نالو 'سبب خفيف' ۽ جيڪڏهن لفظ جا ٻئي حرف متحرڪ هجن، جيئن 'ڪَذَ' تہ پوءِ وري ان کي 'سبب ثقيل' سڏبو. جيڪڏهن وري لفظ ۾ ٻن جي بدران ٽي حرف هجن تہ ان جو نالو 'وتد' سڏبو. اهڙيءَ طرح مختلف بحرن جا رڪن جڙن ٿا. وزنن ٺاهڻ جي ضرورت ان ڪري پيش آئي تہ جيئن هر ڪو ماڻهو موسيقي يا راڳ جي پيچيده اصولن کان واقف نہ آهي.اِن ڪري ان کي ڪو اهڙو سولو طريقو ڪڍي ڏجي تہ هو علم

موسيقيءَ جي ڄاڻ کان بغير بہ شعر چئي سگهي ۽ شاعري ڪري سگهي. مٿين ڇاٽايلن ست بحرن مان اڪيلي هلي مذڪوره اصولن موجب ڦير ڦار آڻڻ سان مزيد وزن حاصل ٿين ٿا.جن جو ڪل تعداد ۲۹ بيهي ٿو ۽ نوَ بحر ٻيا بہ ٺاهيا ويا آهن. جيڪي استعمال ۾ گهٽ اچن ٿا. اهڙيءَ طرح زحافات مان جيڪي بحر نڪرن ٿا. انهن جا مختلف نالا رکيا ويا آهن.

سنسڪرت ۽ هندي زبان ۾ بہ شعرو شاعري لاءِ ڪافي قاعدا ۽ قانون موجود آهن، جن کي مدِنظر رکي شعر لکيا ويا آهن. اڪثر ماڻهن ۾ اهو خيال غلط فهميءَ تي مبني آهي تہ ڪا هندي شاعري بغير وزن ۽ قاعدن جي آهي. هنديءَ ۾ شاعريءَ جي علم يا علم العروض کي 'پنگل' چوندا آهن. 'انپراس' قافيو ۽ 'ٽڪانت' رديف کي چوندا آهن. 'النڪار' علم البديع، 'سنگيت' موسيقي ۽ 'ڇند' بحر وزن کي سڏيندا آهن. اعراب يا حرڪت کي 'ماترا' سڏين ٿا. جهڙيءَ طرح هنديءَ ۾ بہ آهي. هنديءَ ۾ ڪل سورهن ماترائون آهن، جن کي 'ڪَلَ' سڏجي ٿو. برج ڀاشا ۾ بہ لفظ جي پڇاڙي هميشہ متحرڪ هوندي آهي ۽ سنڌيءَ ۾ بہ اڪثر ائين آهي، جيئن تہ هندي ٻولي، ديوناگري رسم الخط ۾ کاٻي کان ساڄي طرف لکي ويندي آهي. ان ڪري اسان بہ اڳتي هلي تقطيع ۾ نشانيون کاٻي کان ساڄي لکنداسون.

هر 'بَرن' تي ڪجهہ ماترائون ٿين ٿيون ۽ ننڍين يا وڏين ماترائن کي 'بِرت' سڏين ٿا. 'بِنجن' اهي حرف آهن جن تي ڪابہ حرڪت نہ هوندي آهي. 'پنج سمان' ماترائن مان 'لگهہ' بڻجي ٿو، ان 'پنج سمان' ماترائن سان باقي ٻارهن ماترائن ملائڻ سان 'بِنجن'، 'گرَ' ۾ تبديل ٿئي ٿو. يعني هڪ حرف متحرڪ ۽ هڪ ساڪن سان ملائڻ سان بہ 'گر' جڙي ٿو. اهڙيءَ طرح هتي بہ عروض جي قاعدن وانگر ئي 'سبب'، 'وتد' ۽ 'فاصلہ'جي نموني ۾ لفظ ٺهن ٿا.جن جا نالا مختلف رکيا ويا آهن. جهڙوڪ 'ڪرتال' ۽ 'تومر' وغيره- سموري هندي شاعري اهڙن اصولن تي ٻڌل آهي. جن کي عام طور سنڌيءَ ۾ 'ڇند'جي اصولن سان ڄاتو وڃي ٿو. تقطيع جي اصولن موجب هر وزن ۾مفرد حرف ۽ جُز يا پدلاءِ خاص نشانيون مقرر ٿيل آهن. بار بار جي ورجاءَ کان بچڻ لاءِ صرف نشانيون لکي وزن جي نشاندهي ڪري ڇڏبي آهي. مفرد حرف لاءِ '۸' نشاني ۽ مرڪب لاءِ (-) نشاني مقررٿيل آهن. ڇند ۾ تقطيع کي 'بنٽ' سڏبو آهي. ان ۾ بہ نشانيون مقرر ٿيل آهن. لگهہ لاءِ '۱' ۽ گر لاءِ 'ڪ' آهي. بحر 'صوت الناقوس' جنهن جو استعمال اياز وٽ تمام گهڻو آهي، سو هنديءَ ۾ بہ ڪافي استعمال ٿئي ٿو. اڃو تہ ڏسون تہ انهن جي نشانين جي ڪهڙي صورت بيهي ٿي.

فَع لن فَع لن فَع لن فَع لن فَع لن فَع لن فَع لن فَع لن

۸۸، ۸۸، ۸۸، ۸۸، ۸۸، ۸۸، ۸۸، ۸۸، ۸۸

يا

فَع لن فع لن فَع لن فع لن فَع لن فع لن فَع لن فع لن

هندي ڇند ۾ نشانين جي صورت هيئن بيهندي.

فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فع

ڪ ڪ، ڪ ڪ، ڪ ڪ، ڪ ڪ، ڪ ڪ، ڪ ڪ، ڪ ڪ، ڪ ڪ.

فَعَلَن فَعَلَن فَعَلَن فَعَلَن فَعَلَن فَعَلَن فَعَلَن فَعَ

١١ڪ، ١١ڪ، ١١ڪ، ١١ڪ، ١١ڪ، ١١ڪ، ١١ڪ، ١١.

'بنت' يا تقطيع کان پوءِ معلوم ٿيو ته انهن ۾ ڪيتري نه مماثلت آهي. پڙهندڙ پروڙي ويا هوندا ته واقعتن 'اياز' اهڙا بحر منتخب ڪيا آهن، جيڪي ڇند جهڙا آهن. سنڌي شاعريءَ جون ڪيترين ئي صنفون ڇند جي اصولن تي رچيل آهن. گيت ۽ وائي وغيره ته ڇڻ آهي ئي ڇند لاءِ. اهڙي نموني 'اياز' جي ان پوري جاکوڙ جو مقصد به ان کان سواءِ ٻيو ڪونه آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي شاعريءَ ۾ وزن به اهڙا ڪتب آڻجن جن جو روح هن سرزمين سان مليل اچي.

اِن ڳالهه ۾ ڪو شڪ نه آهي ته 'اياز' متنوع ۽ منفرد تجزيا ڪيا آهن. اُهي فني خواهه ٻي طرح گهڻ-ڏساوان آهن، جيڪو سنڌس ئي خاصو آهي. اياز جيڪي شاعريءَ جي مختلف گهاڙيٽن ۾ تجربا ڪيا آهن، سي سنڌي شاعريءَ ۾ اڳ ۾ خال خال نظر اچن ٿا. 'اياز' جا هيئتي تجربا منفرد ان لحاظ کان به آهن ته هن انهن ۾ روايت جي تسلسل کي برقرار رکندي انهن تجربن کي متعارف ڪرايو آهي. 'اياز' سنڌي ٻوليءَ ۾ آزاد نظم ۽ نظم معري (Blank verse) کي متعارف ڪرايو. نه صرف ايترو پر اياز انهن ۾ پنهنجي ضرورت موجب تبديليون آنديون،جنهن جي ڪري انهنجي مخصوص شڪل نکري نروارٿي، جيڪا اسان جي سنڌي هيئتي ترڪيبن کي ٻين ٻولين جي شاعريءَ کان منفرد بڻائي ٿي ته جيئن انهن تي مغرب جي ڇاپ لڳل نه هجي. 'اياز' پنهنجي تجربن جي ذريعي انهن کي سنڌي رنگ عطا ڪيو آهي. اسان وٽ مثنوي کي ڇڏي باقي نظم جون هيئتون يا شڪليون مقرر آهن، جن کي گڏي 'مسمط' سڏجي ٿو.هر بند ۾ مصرعن جي تعداد جي قيد قار ڪري، اُن جون اٺ شڪليون مقرر ڪيون ويون آهن، جن کي الڳ الڳ نالا ڏنا ويا آهن. جيئن مثلث، مربع، مخمس، مسدس، مسبع، مثمن، متسع ۽ معشر وغيره.انگريزي شاعريءَ ۾ به اهڙا شعر ٿا ملن.انگريزي شاعري ۾ بند کي اسٽينزا Stanza چون ٿا ۽ اَٺ- سٽي يا ڏهه سٽي بند کي اسپينسيرين اسٽينزا Spencerian stanza چئجي ٿو. اسان جي سنڌي شاعريءَ ۾ استاد شاعرن وٽ انهن جي هيئت بلڪل جامد ڏٺي، يعني جيئن بحر الفصاحت يا رياض البلاغت جهڙن عروضي ڪتابن ۾ انهن جي شڪل متعين آهي. جيڪڏهن ڪو نظم مربع آهي ته ان ۾ چار مصرع يا سٽن جو هڪ بند هوندو. نظم ڪيترو طويل هجي ان جي ڪابه پابندي نه آهي. هر بند جون ٽي مصرع پاڻ ۾هم قافيه ۽ بند جي آخري مصرع علحده هوندي. ان جي شڪل هيئن بيهندي: الف الف الف ج/ ب ب ب الف/ص ص ص د وغيره.اهڙي طرح

مسمطي نظمن جي شڪلين جو تعين ٿيل آهي. هاڻي اچو تہ ڏسون تہ 'اياز' انهن جامد هيئت وارن نظمن جي هيئت ۾ ڪهڙيون تبديليون ڪيون آهن ۽ روايت سان لاڳاپو بہ نہ ٽوڙيو اٿس. مثال طور هي نظم ڏسو:

ٿو وڃان خنجر بڪف،
چيري انهن جي صف بصف،
اي پرين! تنهن جي طرف، تنهن جي طرف!
اي پرين تو لاءِ مان،
جيسين مران وڙهندو رهان،
ڪاش! توکي موت ڪان اڳ ۾ ڏسان!

هيءَ مثلث جي هڪ شڪل آهي، جنهن ۾ 'اياز' هي نظم رچيو آهي. روايتي مثلث جي شڪل تقريبن هيئن آهي: الف الف ج/درج/ ب ب ج پر 'اياز' ان کي هيئن ڪري ڇڏيو: الف الف الف/د د د/ج ج ج وغيره يعني هر بند بغير وراڻي جي ۽ پاڻ ۾ هم قافيہ. نہ صرف ايترو پر مٿين نظم ۾ وزن جي رڪنن ۾ بہ ڦير ڦار ڪئي وئي آهي. جيڪو سنڌيءَ ۾ واقعي هڪ تجربو آهي. پهرئين بند جو وزن هيءُ آهي:

فاعلاتن فاعلن
مستفعلن مستفعلن
فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

ٻئي بند جو وزن بہ ساڳيو آهي. مزي جي ڳالهہ اِها آهي تہ 'اياز' بحر ۽ رڪنن جي ترڪيب اهڙي رکي آهي، جنهن کي علم العروض جا ماهر ڀلي قابل اعتراض سمجهن، پر پوءِ بہ چئبو تہ 'اياز' جي تجربي جي پهچ (Approach) عقلي ضرور آهي. هر بند جي پهرين ۽ ٽين مصرع بحر رمل ۾ آهي ۽ هر بند جي پهرين سٽ ۾ هڪ رڪن، هڪ محزوف ۽ هر ٽين سٽ ۾ بہ رڪن ۽ هڪ محذوف ڪتب آندل آهي ۽ ٻي مصرع وري بحر رجز ۾ آهي ۽ اهڙيءَ طرح ترتيب وار هر بند جي ٻي مصرع ساڳئي بحر ۾ آهي ۽ ان ۾ بہ رڪن سالم ڪم اچن ٿا. نتيجتن پوري نظم ۾ تقريبن ڏن ساڳي ئي برقرار رهي ٿي ۽ قافين جي مناسب ترتيب جي ڪري رِدم Rhythm ۾ بہ ڪو خاص لنگ نظر ڪونہ ٿو اچي. هيءُ هڪ انوکو تجربو آهي، جيڪو 'اياز' ٻين ڪيترن ئي نظمن ۾ پڻ آزمايو آهي. اچو تہ سندس هڪ ٻيو نظم بہ ڏسندا هلون:

سونهن تنهنجي جو هميشہ گيت ڳاتو آهہ يا نہ؟
سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آهہ!
سمنڊ تي پاساوراڻي چانڊني جيئن صبح جو،
۽ اُفق مان سج ڪڍي پهرين ڪني جيئن صبح جو،
واءُ ۾ خنڪي هجي ۽ ڏنڊ ڪجهہ ڇايو هجي،
دور شاعر جي نظر ۾ دور ڪجهہ آيو هجي،
ڇئو برابر آهہ يا نہ؟

هاء! غم تنهنجو هيئين سان آنءُ لاتو آه يا نه؟
سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آهه!
لڙڪ تنهنجي تي سڄي دنيا وڃايو روپ رنگ،
ٽهڪ تنهنجي تي سڄي عالم وڃايو جلترنگ،
تون خوشي، تون آلهه غم، پيو زندگي ۾ آه چا،
تنهنجي جهاتيءَ کان سوا دل جي دري ۾ آه ڇا!
چوءِ برابر آهه يا نه؟

'اياز' هن نظم ۾ به پنهنجي جودتِ طبع جون جولانيون ڏيکاريون آهن ۽ هڪ نئين تجربي جو بنياد رکيو آهي. هونئن ته هيءُ نظم مسمطي هيئت واري نظمن جي لحاظ کان 'مخمس' جو هڪ قسم آهي. پر 'اياز' ان ۾ وري مستزاد جو اضافو ڪيو آهي. هڪ طرف 'اياز' 'مخمس' جي هيئت ۾ ردوبدل ڪيو آهي ته ٻئي طرف وري وراڻورڪي، ان ۾ مستزاد جو اضافو ڪيو آهي. اصل مخمس جي شڪل ذهن ۾ رکڻ کان پوءِ ئي 'اياز' جي تجربي جو داد ڏيئي سگهجي ٿو. اصل مخمس جي شڪل هن ريت آهي:

الف الف الف الف ج/ ب ب ب ب ج/ د د د د ج

يا

الف الف الف الف ج/ ب ب ب ب ط/ د د د دص، 'اياز' وري هيءُ طريقو اختيار ڪيو آهي:

پهرين سٽ الف ۽ ان کان پوءِ مستزاد ۽ وري الف الف ۽ ب ب ۽ پوءِ هيءُ جملو "سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آ" ۽ پوري بند جي صورت وجي هيئن بيهندي.

الف + مستزاد/ الف ب ب + مستزاد/الف + مستزاد/ن ن ص ص+ مستزاد.

'اياز' سنڌي شاعريءَ کي سچ پچ ته پنهنجي تجربن ذريعي مالا مال ڪري ڇڏيو آهي. ايتري قدر جوهينئر سنڌي شاعريءَ ۾ ٻاهران ڪنهن به صنف اڌاري وٺڻ جي ضرورت باقي نه رهي آهي.مسمطي هيئت واري هڪ ٻئي نظم ۾ 'اياز' جو هيءُ تجربو ڏسو:

ڏو ڏڙام
اف غلام!
هير تي غريب ڪي،
اک لڳي وٺي هئي،
آه! بدنصيب ڪي، ڪَل نه پر پئي هئي،
بادشاهه جو پلنگ!
نرم نرم رنگ رنگ!
رڙ ڪئي پريان ڪنيز،
"پاندان! پاندان!"

لنڊ آ عجيب چيز- هي سٽو رهيو جوان،
چوبدار ڪٺي هڪل،
هو اٿيو ڏٺي اُچل.

هيءَ نظم بنيادي طور مسدس جي نئين شڪل آهي، جنهن ۾ 'اياز' ٽلهه جو اضافو ڪيو آهي، يا ڪٿي ايئن چئجي تہ مستزاد معڪوس آندو اٿس. وزن جي لحاظ کان بہ هڪ نئون تجربو سامهون اچي ٿو. نظم ۾ مسدس جي پيٽ ۾ هيٺيون تجربو ڪيو ويو آهي.

مسدس جي هيئت:

الف الف الف الف ب ب/ ج ج ج ج د د/ض ض ض ض ڪ ڪ، پر 'اياز' ان ۾ هيءَ تبديلي آندي آهي:

ٽلهہ: الف الف/ج ب ج ب ط ط/ص د ص د ح ح/ وغيره.

ان کان سواءِ 'اياز' غزل جي هيئت ۾ بہ نظم لکيا آهن. ان کان سواءِ مثنوي، ترجيع بند ۽ ترڪيب بند بہ سندس شاعريءَ ۾ موجود آهن.

"اياز" روايت کان مڪمل طور سرڪشيده نہ آهي، پر هو ان ۾ اختراع ۽ انفراديت ذريعي جدت آڻي ٿو. سندس اِهو عمل معروضي سطح تي چئن ڏسائن تي ڦهليل آهي. جنهن ۾ هيئت، ٽيڪنڪ، اسلوب ۽ زبان شامل آهن. جدت ڪو ايترو آسان ڪم نہ آهي، جومحض سرسري تلاش ۽ معمولي ڪاوش سان حاصل ٿي سگهي. پر ان لاءِ ذهني خلاقي، زبردست مطالعو، گهرائي، وسعتِ نظر ۽ زبردست فني شعور ضروري آهن، ڇاڪاڻ تہ ڪنهن نئين شيءِ جو اختراع بہ اهڙو ئي ڏکيو عمل آهي، جهڙو ڪا شيءِ ايجاد ڪرڻ وارو عمل. 'اياز' پراڻن پيمانن کان بغاوت ضرور ڪري ٿو، پر سندس بغاوت تخريبي نہ پر تعميري آهي، ڇاڪاڻ تہ 'اياز' تخريب ذريعي پنهنجي سامهون ايندڙ هر شيءِ پيش ڪري ٿو، اِهو ئي هڪ وڏي تخليقڪار جو ڪم آهي.

جديد شاعري مغربي طرز ادا ۽ طرزِ فڪر کان وڌيڪ متاثر ٿي آهي. ان ڪري مغربيت جي حوالي سان ئي جديد شاعريءَ ۾ Dadaism، Futurism، Surreal-ism ۽ Stream of consiousness شعور جو وهڪرو جو رواج عام ٿيڻ لڳو. سنڌي شاعري ١٩٤٧ع کان پوءِ مغرب جو سڌو سنئون اثر قبول ڪيو تہ ٻئي طرف اُهي رجحان اڙدو ادب جي معرفت سنڌي ادب ۾ بہ تيزي سان سرايت ڪرڻ لڳا.

انهن ۾آزاد نظم، نثري نظم بہ شامل آهن. آزاد نظم (Free verse) ۽ نثري نظم هڪ ئي وقت فرانس ۾ شروع ٿيا، جيڪي دراصل اتان جي مادي تهذيب ۽ فرسٽريشن جي عڪاسي ڪن ٿا. ساڳيءَ طرح مصوريءَ ۾ تجريدي مصوري بہ ان جو مظهر آهي تہ جيئن انساني ذهن ۾ پچندڙ لاوا ڪي ڪنهن طرح رواني ملي سگهي ۽ ان جي اڳيان ڪابہ رڪاوٽ هئڻ نہ گهرجي. آزاد نظم جنهن ڪي فرانس ۾

Verse libre سڏيو ٿو وڃي، سو انگريزيءَ ۾ Free verse جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ آهستي آهستي پوري عالمي ادب ۾ عام ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته آزاد نظم کي اظهار جو آسان وسيلو سمجهيو ٿو وڃي، جنهن ۾ ايجاز، اختصار، وحدت ۽ بيساختگي Spontaneous Flow آهي.

'اياز' به اهڙن رجحانن کان متاثر ٿيو آهي ۽ انهن کي سنڌي ادب ۾ روشناس ڪرايو اٿس. 'اياز' سنڌي زبان جو شايد پهريون شاعر آهي، جنهن آزاد نظم جي فني تقاضائن کي چڱيءَ طرح پروڙيو آهي ۽ انهن کي نڀايو آهي. 'اياز' جي آزاد نظم ۾ اشاريت، اظهار جي شدت ۽ رواني موجود آهي. 'اياز' عروضي بحرن جي رڪن جي گهٽ وڌائي، صوتي زيرو بم ۽ قافيي جي آميزش سان آزاد نظم ۾ به هڪ زبردست غنائي تاثر پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. عام طور آزاد نظم تي اِهو اعتراض ڪيو ويندو آهي ته آزاد نظم صرف پڙهڻ لاءِ آهي پر ڳائڻ لاءِ نه آهي. اِن اعتراض ۾ پنهنجي جاءِ تي وزن آهي. پر 'اياز' جو تجربو آزاد نظم کي به ڳائڻ لائق بڻائي ڇڏي ٿو. جيتوڻيڪ 'اياز' عام شاعرن وانگر گهڻا آزاد نظم نه لکيا آهن، مگر پوءِ به جيڪو ڪجهه لکيو اٿس، سو آزاد نظم جي فني تقاضائن تي پورو بيهي ٿو. هن آزاد نظم خوب سمجهي ۽ سوچي لکيو آهي. اچو ته 'اياز'جي هڪ اڌ آزاد نظم جو فني جائزو وٺندا هلون:

| | |
|---|---|
| ايتري فرصت هجي، | فاعلاتن فاعلن |
| رات ساري چنڊ جا چارا ڏسان! | فاعلاتن فاعلاتن فاعلن |
| واهه جي ڪڙتي پيل جي ڇانوَ پاڻيءَ مٿان. | |
| | فاعلاتن فائلاتن فاعلاتن فاعلن |
| ڪجهه گهڙيون لڙهندو رهان | فاعلاتن فاعلاتن فاعلن |
| ڪجهه سرءَ جي شام ۾ سوچان سڙان، لوچان لهان، | |
| | فاعلاتن فاعلان فاعلاتن فاعلن |
| ڪنهن پکيڙي جي مثال | فاعلاتن فاعلات |
| صبح سانجهيءَ ٿي رهان | فاعلاتن فاعلن |
| داڻي پاڻيءَ جي پٺيان! | فاعلاتن فاعلن |
| زندگي منهنجي تخيل ۾ مگر | فاعلاتن فاعلاتن فاعلن |
| ڇهڪ واري ڇهنب، ڪنڊريل ڪنب آ! | فاعلاتن فاعلاتن فاعلن |

مٿيون نظم جيتوڻيڪ آزاد نظم آهي، پر رڪن جي ڪمي بيشي ۽ قافيي جي آميزش هئڻ ڪري نظم ۾ نغمگي ۽ لئي پيدا ٿي آهي، جنهن ڪري ڪٿي به اهو محسوس نه ٿو ٿئي ته اسين ڪو آزاد نظم پڙهي رهيا آهيون. 'اياز' نظم جو سٽاءُ به اهڙو رکيو آهي جو قاري شروع شروع ۾ ڏن ۾ آهستي آهستي مٿي چڙهي ٿو يعني ابتدا واري لائين ٻن رڪنن سان شروع ٿئي ٿي ۽ ٽين لائين تي چار رڪن ٿي

وجن ٿا، گويا رواني شدت کي پهچي وري اتان پهرين لائين واري لئي تي لَهي اچي ٿي ۽ پوءِ وري اُن ۾ يڪدم تيزي آڻي چوٿيءَ تي پُڄائي ڇڏي ٿو. ان کان پوءِ وري ان کي پهرين ڏاڪي تي هلائيندي هلائيندي، وچ واري لئي تي رکي نظم کي ختم ڪري ٿو. ان نظم جو ڇيهه (End) نه صرف فني طرح خوبصورت آهي پر فطري به آهي.

آءُ پؤنر هر جائي — فعلن فعلن فعلن
مڪڙي مڪڙي جو رس چوسيان — فعلن فعلن فعلن فعلن فعل
سونهن پنيان سودائي — فعلن فعلن فعلن، فع
مڪڙين جي ٿي ميڙ ۾ گذريو سارو جيون منهنجو،
فعلن فعلن فعلن فعل فعلن فعلن فعلن
وچڙيو آهي سدا ڪنڊن سان ليڪن دامن منهنجو.
فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن
گهڙي گهڙي مون سوچيو آهي — مفاعلن فعلن فعلن فع
مڪڙيءَ مڪڙيءَ سان آ ڪنڊو — مفاعلن فعلن فعلن
پؤنر انهيءَ تي پوءِ به مرن ٿا! — فعلن فعل فعلن مفاعلن
هن جيون جي ڦلواڙي ۾، — فعلن فعلن فعلن فعلن
بنا ڪنڊي گل ڇو نه ٽڙن ٿا! — مفاعلن فعلن مفاعلن

هن نظم جي پهرين سٽ ۽ ٽين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه آهن، چوٿين ۽ پنجين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه آهن ته ٻئي طرف وري سٽ نمبر اٺين ۽ ڏهين پاڻ ۾ هڪجهڙو قافيو رکن ٿيون. "اياز" هن نظم ۾ عروضي رڪن جي رعايت رکي، ان کي موسيقيءَ جي اهڙي سُرن سان نهايت خوبيءَ سان ميلاپ ڪيو آهي، جو مصرعن جي وڏي ننڍي هئڻ جي قطع نظر نظم پابند هيئت وانگر پيو لڳي. هونئن ته الفاظ ۽ بحر جي بي ربط ميل کي شاعري به نه ٿو سڏي سگهجي. پر "اياز" هتي وزن جو انتخاب ۽ رڪن جي تجنيس حرفي Alliteration کي قافيي ۽ ميل سان مربوط ڪري، هڪ اهڙي وحدت سموئي ڇڏي آهي جو نظم شاعرانه نثر ۽ آزاد نظم جي روايتي انداز کان بلڪل علحده نظر اچي رهيو آهي.

انگريزن جي دؤر حڪومت دوران سنڌي عروضي شاعريءَ کي وڌڻ ۽ ويجهڻ جو سٺو موقعو مليو، ان ڪري اُها پڙهيل لکيل ماڻهن جي شاعري ليکجڻ لڳي. ٻئي طرف شاعرن جو هڪ پيو طبقو به هو جيڪو اڻ پڙهيل ماڻهن تائين محدود هو. انهن کي سگهڙ يا عوامي شاعر سڏيو ويندو هو. اهڙن شاعرن ۾ اڪثريت اڻ پڙهيل ماڻهن جي هئي ۽ انهن جي ٻڌندڙ ۽ پسند ڪرڻ وارن جو حلقو به ٻاهراڙيءَ جا اڻ پڙهيل ماڻهو ئي هئا. اهڙن شاعرن جي شاعريءَ جون صنفون ۽ گهاڙيٽا به قديم لوڪ گيتن وارا هئا جن ۾ مناجاتون، مداحون، ڪافيون، ڏوهيڙا، بيت، مولود

۽ سي حرفيون وغيره خاص آهن. ٻئي طرف عروضي شاعر آهي ني ساڳيو فارسي شاعريءَ واريون روايتي هيئتون ڪتب آڻيندا هئا. جن ۾ مثنوي، غزل، رباعي، قطعو ۽ نظم وغيره اچي وڃن ٿا. اهي تعليم يافته شاعر وري سنڌ جي ڪلاسيڪي يا روايتي هيئتن ۾ شعر لکڻ کي عيب سمجهندا هئا. اِن ڪري انهن ان پاسي توجهه ڪرڻ ئي ضروري نه سمجهيو. اِن ڪري سنڌي شاعريءَ جو روايتي ۽ اصلي روپ ئي پڙهيل ماڻهن جي ذهنن مان محو ٿي ويو. پر ورهاڱي ڪان پوءِ ان ڳالهه جو سهرو "اياز" ڏانهن وڃي ٿو، جنهن متروڪ الاستعمال صنفن ۽ روايتن کي پڙهيل ڪڙهيل شاعرن ۾ وري جياريو ۽ روشناس ڪرايو. نه صرف ايترو پر "اياز" پنهنجي زور بيان ذريعي انهن کي مقبول پڻ بڻايو. گيت به اهڙين صنفن مان هڪ آهي. جنهن کي "اياز" باقاعده طور سنڌي شاعريءَ ۾ متعارف ڪرايو جو اهو هينئر سنڌي شاعريءَ جو خاص جزو پيو محسوس ٿئي. گيت بنيادي طور تي نسواني شاعري آهي، جن کي عورتون ڳائينديون هيون. گيت لاءِ ڪا هيئت مقرر نه آهي ۽ نه ئي ان لاءِ ڪا موضوع جي پابندي آهي. گيت انگريزي شاعريءَ جي ليرڪ (Lyric) جي قريب آهي. گيت جو ميدان Canvass بلڪل قدرتي نظاري Landscape وانگر ڪشادو آهي. گيتن ۾ زمين، جهنگل، بادل، برسات ۽ ڪليل فضائن جو ذڪر ملي ٿو. گيت ۾ موسيقي ۽ ان جي مزاج ۾ رقص جي ڪيفيت ٿئي ٿي. گيت جو مزاج ملائم ۽ نرم ٿئي ٿو. جنهن ۾ درد، فرقت، الوداع، عورت جي جسم جي تعريف ۽ ان جا ٻيا لوازمات اچي وڃن ٿا. جيتوڻيڪ نقادن گيت لاءِ ڪو موضوع مقرر نه ڪيو آهي، پر پوءِ به "اياز" پنهنجي گيتن جي بناوت اها رکي آهي، جو گويا موضوع جو تعين ٿي ويو آهي ۽ سندس همعصر شاعرن جو گيت ڏانهن رويو. اِن ڳالهه جي تصديق ڪري ٿو. اچو ته "اياز" جا ڪجهه گيت ڏسون؛

آءُ، سرنهن گل ڪيا، مينهن پيا، آءُ، پرين آءُ!
هاءِ، ڪَهي تو بنا جڙ ته اترواءُ- آءُ پرين آءُ!
آءُ، ٻني آ هوا، مينهن پيا، آءُ!
آءُ، ملاقات ۾ ڏينهن پيا، آءُ!
آءُ، سرنهن گل ڪيا، مينهن پيا، آءُ!

مٿئين گيت ۾ ، الف، همزي ۽ نون غني جي ورجاءُ (Repitation) مان هڪ مسلسل لئي پيدا ٿئي ٿي ۽ محسوس ٿئي ٿو ته شاعر ان جي ردم ۾ طبلي جي ٿاڦ يا ڏن پري آهي. جنهن جي ڪري هن گيت جي آلاپ ۾ جسم جو ترنگ به شامل ٿي وڃي ٿو ۽ گيت هڪ پڪار يا التجا جي صورت اختيار ڪري ٿو. جنهن ۾ مختلف موسمن جي حوالي سان شاعر پنهنجي تنهائي جي ڪيفيت کي اجاگر ڪري ٿو. مٿئين گيت ۾ اهڙيون ڪيفيتون يڪجاءِ ڪيون ويون آهن، جو جسم جو ترنگ، موسمون، گل ڦل، ٿڌي هوا جو ڇهاءُ ۽ محبوب سان ملڻ جي تمنا، گڏجي هڪ

ڀرپور گيت جي شڪل اختيار ڪرن ٿيون. "اياز" جي اڪثر گيتن ۾ اهائي يا اِن سان ملندڙ جلندڙ ڪيفيت معلوم ٿئي ٿي جيڪا "اياز" جي گيتن جو موضوع پڻ آهي.

منهن جا پرين!
او بانورا! او سانورا!
گهر ۾ گهرين،
چوري ڪرين، ڳنڍو ورين،
مان لک چوان، پيرين پوان،
پر جو مڙين، او شل جڙين،
منهنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!
سورج ويو جيئن ڏرڪندو،
۽ شام لهرايون چڱون،
آئين، نظر تون مرڪندو...
ڪيڏيون نہ گهرايون هيون،
مِنهن ۾ سنڌ ۽ اي آشنا!
سَوسَو سنيها جن ڏنا!

مٿين گيت ۾ نون، واؤ ۾ الف ۽ ٻئي بند ۾ نون، واؤ ۽ ڪاف جي امتزاج جي ڪري، گيت ۾ موسيقيت جي شوخ ميلاپ جي جهلڪ ملي ٿي ۽ گيت ۾ وڇوڙو، جدائي ۽ انتظار جي ڪيفيت گڏجي، گيت کي پر اثر بڻائين ٿيون.

آئـي تـنـهـنـجي ســار، او يــار!
او پــرڏيــهـــي!
سَرهــي سَرهــي ســار ائـين جيــئـن،
مُڪــري جي مــهـــڪــار، او يــار،
او پــرڏيــهـــي!

"اياز" جي مٿين گيتن جي مطالعي کان پوءِ پڙهندڙ خود گيت جي موضوع متعلق ڪا راءِ قائم ڪرڻ ۾ آساني محسوس ڪندا. "اياز" جي مطالعي مان اِها بہ چٽي ڄاڻ ملي ٿي تہ گيت جي ٻولي (Diction) ڪهڙي هئڻ گهرجي؟ "اياز" پنهنجي گيتن لاءِ ڪومل ڪومل ۽ سُندر لفظن جو انتخاب ڪري ٿو. جيئن تہ گيت هندي صنف آهي، اِن ڪري "اياز" اُن ۾ ڪٿي ڪٿي هلڪا هلڪا هندي لفظ ڪم آڻي ٿو تہ جيئن ان جي ماهيت ۽ اصلي رس برقرار رهي. "اياز" پنهنجي اڪثر گيتن ۾ چند جو استعمال ڪيو آهي تہ وري ڪٿي ڪٿي عروضي بحرن جو استعمال رڪنن جي تبديلي ۽ گهٽ وڌائي سان بہ ڪري ٿو. "اياز" جي گيتن منجهان ڪا خاص هيئت مقرر نہ ٿي ڪري سگهجي. پر پوءِ بہ "اياز" جا گيت اِن ڏس ۾ ڪافي

رهنمائي ڪن ٿا. سندس گيتن جي هيئت اڪثر جڳهن تي مسمطي نظمن جي مشابهہ آهي. جن مان گهڻن جي شڪل مثلث ۽ مربع جهڙي آهي ۽ ڪٿي ڪٿي مستزاد وانگر وراڻو ڪم آندو اٿس. "اياز" جا ڪي ڪي گيت، وائيءَ جي بدليل صورت ۾ بہ ملن ٿا. بهرحال "اياز" مضوع خواه هيئت جي لحاظ کان گيت جو حق ادا ڪيو آهي. فني طور بہ "اياز" جا گيت، قاعدن ۽ قانونن پٽاندر هلن ٿا.

"اياز" نہ صرف گيت لکيا آهن، پر هن "سنڌي بيت"، "وائي" ۽ "دوهي" ڏانهن بہ توجہ ڏنو آهي. سنڌي ماڻهوءَ لاءِ بيت ڪا اوپري شيءِ نہ آهي. پر هو بيت کي شاهہ جي حوالي سان ڄاڻي ٿو ۽ اُن جي قدرن کان مانوس پڻ آهي. البت "وائي" جي جاءِ تي "ڪافي" اچي ويئي هئي ۽ اها سنڌي شاعريءَ ۾ ايترو تہ سرايت ڪري ويئي آهي جو سنڌي ماڻهو وائين کي بہ ڪافيون سمجهڻ لڳا هئا. ان ڪري پوءِ وارن شاعرن وائيءَ جي بدران ڪافيءَ کي هڪ مستقل صنف طور پنهنجو ڪيو. سنڌي عروضي شاعرن ڪافيون تہ لکيون آهن، پر وائي بلڪل رواج ۾ نہ هئي. "اياز" اهو پهريون عروضي شاعر آهي، جنهن ان موتيءَ تان زماني جو گرد و غبار لاهي، ان کي چمڪائي اڇو اجرو ڪري، وري شاعريءَ جي بازار ۾ ڪڍي آيو. آخرڪار "اياز" وائي کي سنڌي عروضي شاعرن ۾ متعارف ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي. هينئر جديد سنڌي شاعر جيڪي وائي لکي رهيا آهن. سو "اياز" جي محنت ۽ جاکوڙ جو نتيجو آهي.

"وائي" جي هيئت اها ئي آهي جيڪا شاهہ سائين جي رسالي ۾ ملي ٿي. "اياز" ان کي جيئن جو تيئن کنيو آهي، البت هِن اُن ۾ ڪٿي ڪٿي ٿوريون گهڻيون تبديليون بہ ڪيون آهن، جنهن ڪري ڪٿي ڪٿي گيت ۽ وائي جي شڪل ملنڊڙ جلنڊڙ لڳي ٿي. اِن ڪري وائي ۽ گيت ۾ حدِ فاصل قائم ڪرڻ ۾ دشواري درپيش اچي ٿي. "اياز" جو اهڙو تجربو ڪيترو ڪامياب ٿيو آهي، تنهن جو تعين وقت ڪندو. پر وائيءَ کي نئيٺ سنڌي صنف طور تسليم ڪرائڻ ۽ رائج ڪرائڻ جو سهرو "اياز" جي سر تي آهي. "وائي" جي هيئت وانگر ان جو موضوع بہ مقرر آهي. "وائيءَ" جو موضوع عمومي طور تصوف، مابعد الطبيعات، وڇوڙو، سوز و غم، تنهائي، روح راڙو ۽ انتظار. يا مجموعي طور ائين چئي سگهجي ٿو تہ "وائي جو موضوع حزينہ (Tragic) آهي. پر "اياز" وائي جي موضوع ۾ وسعت آندي آهي. "اياز" وائي کي جديد شعري تقاضائن ۽ جديد خيالن سان همڪنار ڪيو آهي. "اياز" اها سموري ڪوشش اِن ڪري بہ ڪئي آهي تہ جيئن هو "وائي" کي سنڌي شاعريءَ جي واحد صنف بڻائي پيش ڪري، جنهن ۾ هر موضوع سمائجي سگهي ۽ ان جي موجودگيءَ ۾ ٻي ڪا ڌاري صنف اڌاري وٺڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿئي.

"اياز" وائي ڏانهن خاص توجہ ڏنو آهي ۽ اُن تي محنت ڪئي آهي. پر "اياز" جون شروعاتي ڏوڙ واريون وائيون، "وائيءَ" جي روح کان ڪوهين پري آهن. هِن ان

دور ۾ ڪيترين ئي وائيون لکيون آهن. پر انهن مان صرف چند وائين کي ئي "وائي" واري حيثيت ڏئي سگهجي ٿي. ڇاڪاڻ تہ "اياز" جون اهي وايون اندازِ بيان. هيئت. ٻولي ۽ موضوع جي لحاظ کان نظم زياده ۽ وايون گهٽ آهن. ڪجهہ وايون پيش ڪجن ٿيون:

اي زمانن جا ضمير!
تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ.

آدميءَ کيو ڪوهہ و صحرا، ماہ و انجم کي اسير!
تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ.

OOO

آءُ زنـدان جي جهــروڪـي مـــان نــهـــار.
ڪـهــڙي پـيــاري رات آ.
آسمانن مـان ڪِري ٿـو چانڊنيءَ جو آبشار.
ڪـهــڙي پـيــاري رات آ.

OOO

تـرس اي حــســنِ ازل-
اڄ تـــ مـــنـــهـــن جو روح رهجي ٿـــي نـــہ تــــو!
تــرس اي پــرده نـشــين. پــردو هــٽـــائـي چار پــل.
تـرس اي حــســنِ ازل.

OOO

پـنـيـٽ پـنـيـٽ پـڙڪـن پـڙڪـن.
راڳ اســـان جا! راڳ اســـان جا!
شعلہ شـعلہ سارو عالم. جڳمڳ جڳمڳ سارو جيون.
پـنـيـٽ پـنـيـٽ پـڙڪـن پـڙڪـن.
راڳ اســـان جا! راڳ اســـان جا!

بهرحال اِها ڳالهہ نهايت غير متعصبانہ انداز ۾ چئي سگهجي ٿي تہ "اياز" جون اهڙيون وائيون. جيڪي هن "پوئنر پري آڪاس" ۾ ان کان اڳ واري دؤر ۾ لکيون. سي "وائيءَ" جي تقاضائن ڪي پورو نٿيون ڪن. "اياز" ان دؤر ۾ وائيءَ جو ڪامياب شاعر نہ هو. پر جيئن تہ هن "وائي" کي بيهر متعارف ٿي ڪرايو. ان ڪري اهڙي تجربي ۾ ڪي خلا رهجي وڃڻ. هڪ قدرتي ڳالهہ آهي. پر ايترو ضرور چئبو تہ "اياز" پنهنجي ان تجربي کي اڳتي وڌائڻ لاءِ مشق سخن جاري رکي ۽ آخرڪار "وائيءَ" جي صنف کي پنهنجي روح ۾ اوتي ڇڏيو. "اياز" جون پوئين دؤر واريون وائيون ان ڳالهہ جون امين آهن. مثال طور چند وائيون پيش خدمت آهن:

دیسَ ڇڏي پرديس رُلي ٿي، دلڙي ٿي ديوالي ڙي!
دلـڙي ٿـي ديـوانـي ڙي!
منَ سوري ٿو ڪنهن جي مالها، ڪير ڪِڇيءَ جي ڪانئي ڙي!
دلـڙي ٿـي ديـوالـي ڙي!
نينهنَ نديءَ جيئن ڇوليون ماري، لهر لهر مستاني ڙي!
دلـڙي ٿـي ديـوانـي ڙي!
چوڏهينءَ چنڊ بہ اهڙو ناهي، جهڙو منهن جو جاني ڙي!
دلـڙي ٿـي ديـوانـي ڙي!

OOO

رڪنـدي رات گـذاري ڙي، مـون رڪندي رات گـذاري ڙي،
پنهنجو پيار پکيئڙي جهڙو، ماڻهو ماڻهو ماري ڙي،
مون رڪندي رات گذاري ڙي.
آءُ اجايل ڪهـايل ڪـهـايل، سامـهـون ساري واري ڙي،
مون رڪندي رات گذاري ڙي.
سـارو ڏيهــ ڏمـرجي آيـو، مـون جو تـند تـنواري ڙي،
مون رڪندي رات گذاري ڙي.

پوئين دؤر ۾ "اياز" نهايت سٺيون ۽ ڪامياب وائيون لکيون آهن. پر پوءِ بہ اڪثر جڳهن تي غلاف Overlaping ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اِن لاءِ شايد اِهوئي چئي سگهجي ٿو اِها بہ "اياز" جي تجربي جي هڪ ڏِس آهي. مثال طور هيءَ وائي ڏسو باقي اَهلِ علم خود فيصلو ڪن.

امــن جا امـــڪـــان، ڪـيـــڏا نـــاهــن جڳ ۾!
سـمجهـن ٿا سڀ ڪجهہ وڙهي، نـاس ڪندا نادان!
امـن جا امـــڪـــان،
نـاڳـا ســاڪيءَ ڪي ڏڪي، ڏنـو نـيٺ جهـان.
امـن جا امـــڪـــان،
آهــي ڏيـڪـاري ڪـــســي، يـرا تـوڪـــان يـرقـــان.
امــن جا امـــڪـــأن، ڪـيـــڏا نـــاهــن جڳ ۾!

"وائي" ڪان پوءِ "بيت" جي معتبر صنف آهي، جيڪا سنڌي شاعريءَ جي پنهنجي ۽ روايتي صنف آهي. سنڌي بيت جي صنف نيٺ سنڌي ڳوٺائي زندگيءَ مان جنمي آهي ۽ ان جو تاڃي پيٽو بہ سنڌي ماحول جي ضرورتن مطابق جڙيو آهي. سنڌي زبان جي عظيم ترين شاعر حضرت شاهہ لطيف سائين کان وٺي، اڄ تائين ڪيترائي اهڙا معتبر نالا ملن ٿا، جن بيت ۾ تجربا ڪيا ۽ ان کي وسعت بخشي آهي. بيت جي هيئت جيتوڻيڪ محدود آهي پر ان جو موضوع لامحدود آهي. سنڌي

بيت، هيئت، موضوع ۽ ميل جي لحاظ کان دراصل هڪ اهڙي صنف آهي، جو ان جي موسيقي ۽ مزاج بہ سنڌين جيئن سڀاجهڙو، نرم ۽ ڪومل آهي. بيت ڌيمي لهجي، رسيلي زبان ۽ سوزوگداز واري صنعت آهي. اِن ڪري ان کان ٻاهر نڪري بيت جو ڪامياب شاعر ٿي نہ ٿو سگهجي. بيت آسلوب ۾ پل صرات وانگر نازڪ آهي. بيت اهڙي تہ نفيس ٻولي ۽ انداز ۾ ذري برابر بہ ٻوجهہ سهڻ جي طاقت نہ آهي. اِن ڪري بيت چوڻ لاءِ ٻوليءَ جي سادگي، نفاست ۽ نزاڪت جو هڪ طرف خيال رکڻو ٿو پوي تہ ٻئي طرف وري علويت (Syblimity) فني خواهہ تخليقي تقاضائن کي پڻ مدِنظر رکڻو ٿو پوي. "اياز" "ڀونر ڀري آڪاس" جي مهاڳ ۾ بيت متعلق لکي ٿو؛

"منهنجي بيت جي هيئت قديم شاعريءَ جي بيت جهڙي آهي، باقي ان جي موضوع ۾ جدت آهي. بيتن ۾ ڪم آندل ٻولي ٺيٺ سنڌي آهي، ڇو تہ بيت جي ٻوليءَ ۾ فارسي آميزيءَ جي گنجائش بلڪل نہ آهي ۽ هندي آميزيءَ جي گنجائش بہ گهٽ آهي. بيت سنڌي زبان جي منفرد صنف سخن آهي. شايد ئي دنيا جي ڪنهن ٻوليءَ جي شعر ۾، هر قافيہ لفظ اٺين سٽ جي وچ ۾ ملندا، جيئن بيت ۾ آهن. اهو سنڌي بيت جو ڪمال آهي تہ ان جي پهرين ۽ ٻوٽين سٽ جي آخر ۾ نہ قافيو آهي نہ رديف، پر ان جي باوجود بيت ۾ ترنم ۽ ياڻ ۾ ميل هر صنف سخن کان زياده آهي. اهو خيال غلط آهي تہ سنڌي بيت ناموزون شعر آهي، جيتوڻيڪ ان جو فارسي بحر وزن سان ڪوئي تعلق نہ آهي. بيت جي تقطيع بہ ايتري پختگيءَ ۽ گرفت سان ٿي سگهي ٿي، بيت جي تخليق نهايت مشڪل آهي ۽ سٺو بيت اهوئي لکي ٿو سگهي جنهن کي روح ۾ رواني ۽ ٻوليءَ تي بي انتها قدرت هجي. سنڌي بيت الهامي شعر آهي، آيت آهي."

"اياز" کان اڳ ۾ بہ بيت جي هڪ طويل روايت ملي ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۾ بيت جا وڏا وڏا شاعر پيدا ٿيندا ۽ عوام ۾ مقبوليت جو درجو ماڻيندا رهيا آهن. پر عروضي شاعري ڪرڻ وارن شاعرن ۾ صرف چند نالا اهڙا ملي سگهندا، جن بہ هن صنف سخن کي باعثِ فخر سمجهيو هجي. جيڪڏهن انهن ڪٿي چند بيت چيا بہ آهن تہ اهي ان روائتي ۽ فڪري جمود جو شڪار. ورهاڱي کان پوءِ "اياز" بيت کي باقاعده اختيار ڪيو، ان کي عروضي شاعرن ۾ رائج ڪيو ۽ مقبول بڻايو. "اياز" بيت جي هيئت Diction ۾ اڪيچار نوان لفظ داخل ڪيا آهن ۽ ان کي نئون ڍنگ ڏنو آهي نہ صرف ايترو پر "اياز" بيت جي نازڪ صنف تي نئين علم، نون نظرين ۽ نون رجحانن جو بار رکي ڇڏيو آهي. ظاهر آهي تہ "اياز" جن حالتن ۾ بيت کي هڪ ناگزير سنڌي شاعرائي صنف طور اجاگر ڪرڻ جي ابتدا ڪئي، تہ اُن وقت عروضي شاعريءَ جو زور هو ۽ "اياز" لاءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونہ هو تہ بيت جي روائيتي هيئت کي جيئن جو تيئن قبول ڪندي، اُن جي انداز ۾ هيئت Diction ۾

تبديلي آئي، ان کي نئين ماحول موجب بڻائي. اهڙي اتفاقي Haphazard طريقي، سان بيت ۾ هنديءَ جا قرڙات غير مانوس لفظ استعمال ڪري، بيت کي ڇيهو رسايو آهي. ان ڪري بيت مان ڪن هندن تي موسيقيءَ وارو اهم جزو ڪمزور ٿي ويو آهي، جنهن ڪري "اياز" جو بيت ٿورو ڀاڙو پيو لڳي. "اياز" جا بيت جيڪي "اڪن نيرا ڦليا"، "جهڙ نيشان نہ لهي" ۽ ٻين مجموعن ۾ آيا آهن، سي پنهنجي گرجدار Bombastic ٻوليءَ جي ڪري غور طلب آهن. "اياز" پنهنجي پوين مجمون ۾ ناموس ۽ ثقيل لفظ ڪتب آڻي، بيت جي اسلوب (Style) کي ڳورو بڻائي ڇڏيو آهي. لانجئينس (Longinus) لکي ٿو تہ: "جيڪو ليکڪ لفاظيءَ سان ڀريل زبان لکي ٿو، سو گويا علويت (Sublimity) جي مذاق اڏائي ٿو اِن سلسلي ۾ هو لکي ٿوَ تہ "He blows a little pipe and blow it ill" (هو توتاري وڄائي ٿو، پر اها مردار وڄائي ٿو) اِن سلسلي ۾ هو مثال ڏيندي، اُن وقت جي ليکڪن ايمفي قراطس، هيگيسياس ۽ ميطرس مٿان نقطہ چيني ڪندي چوي ٿو:

"Who in their frequent moments of inspiration, instead of playing the genious are simply playing the fool."

(ڪي آرٽسٽ پنهنجي اُتساهہ جي اڪثر گهڙين ۾، هڪ جينيس جو ڪردار ادا نٿا ڪن، پر هو احمق جو ڪردار ادا ڪن ٿا.)

ان کان پوءِ هو اڳتي هلي ڇٽيءَ طرح لکي ٿو:

Speaking generally it would seem that bombat is one of the hardest things to avoid in writing. For all those writers who ae ambitious of lofty style, through dread of being comvicted of feebleness and poverty of language, slide by a natural gradation into the oppositie extreme. "Who fails in great endeavour, nobly fails", is their creed. Now bulk when hollow an affected, is always objectionable, whether in material bodies or in writings, and in danger of producing on us an impression of littleness: "Nothing", it is "is drier than a man with the dropsy."

(عموماً ايئن چئي سگهجي ٿو تہ تحرير ۾ سمع خراشي مشڪل سان لنوائي سگهجي ٿي. جيتوڻيڪ اُهي اديب جي اوچي اسلوب جا دلداده آهن، اُنهن کي ٻوليءَ جي ٻنلائپ ۽ سڪڻي پڻي جي ڀَر کان، قدرت فطري طور درجي بدر جي مختلف طرف ڏانهن لاڙي ٿي. جيڪو بہ انهيءَ عظيم ڪوشش ۾ ناڪامياب ٿئي ٿو، اهو پنهنجي موقف ۾ شان مان سان ناڪامياب ٿئي ٿو. اڪثريت جا ڪوڪلي ۽ ٽيڳرائپ واري آهي، هميشہ لاءِ اعتراض جوڳي لڳي ٿي توڙي اُها مادي شين ۾ هجي، توڙي تحرير ۾ ۽ اسان کي پنهنجيءَ ڪمتريءَ جو ڏيک ڏئي ٿي. اها ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ اُها اُليءَ ورتل ماڻهوءَ جي اُڄ وانگر (٠)

پوءِ بہ ايترو ضرور چئبو تہ "اياز" بيت ۾ جيڪو تجربو ڪرڻ ٿي چاهيو سو هو يقينن ڪاميابيءَ سان ڪري ويو آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ "اياز" تنوع پسند آهي. هو جامد ۽ متين اصولن ۽ روايتن ڪان بغاوت ڪري ٿو. "اياز" بيت جي گهاڙيٽي جي راهہ ۾ ديومالائي قيودو قوانين کي ڪڏهن ٻاهر ڪڍيو آهي. جنهن ڪري نثري نظم لکندڙ شاعرن جي همت بہ وڌي آهي تہ آهي بہ بيت ڏانهن رخ ڪن.

چئي سگهندين چند، توڏي مان ڇو ٿو تڪيان،
ڏئي سگهندين چند، مون کي پار پرينءَ جا.



چوءِ، مان ڪنهن جي ڪاڻ، رلان پيو راتڙيون،
چوءِ، ڪنهن جي چاندڻ، هرڪايو منهنجو هينئون.



وَرِڌَ اَوَستا ۾ پيو، ساريان جوڀن ڏينهن،
اس نہ ساڳي اس آ، مينهن نہ ساڳيا مينهن،
اڄ نہ اڳوڻان نيهن، چاچا ويسر واريو!



جڏهن جُهري ماس، پوءِ ڏسان تون آن ڪٿي؟
منهنجو سَواس سگنڌ ۾، هو جو تنهنجو سَواس،
مون ۾ ڪو وشواس، پيدا ڪري ڇو نہ ٿو؟



هيءُ نہ آدم زاد، پڳ پڳ جهڙيون پيشون،
جن جي لوٽ ڪسوٽ سان، تربر سڀ برباد،
پيڙي پونجي واد، پاليا ڏيهہ ڏڪاريا.

هتي صرف نموني لاءِ چند بيت پيش خدمت ڪيا آهن. ورنہ "اياز" جي ڪلام ۾ پيا بہ اهڙا ڪيترائي بيت موجود آهن. "اياز" جي بيتن جو اِهو هڪ پهلو آهي، جنهن ۾ قاريءَ کي بيت پڙهندي ڪجهہ ڳوراڻ محسوس ٿئي ٿي. پر ان ڪان سواءِ "اياز" جي بيتن جا ڪيترائي پيا پهلو بہ آهن. "اياز" تمام سٺا بيت بہ لکيا آهن. انهن جي ٻوليءَ کي جديد ۽ روماني رنگ ڏنو اٿس. نيون نيون تشبيهون تخليق ڪيون اٿس. جنهن ڪري سندس اسلوب منفرد پيو لڳي. بهرحال ٿلهي ليکي ائين چئي سگهجي ٿو تہ "اياز" جي بيتن جو هڪ خاص اسلوب آهي، جيڪو ڪيس پنهنجي همعصر شاعرن ڪان هر طرح منفرد بڻائي ٿو.

ويهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ادب جي ميدان ۾ وڏيون تبديليون آيون آهن، انهن جو اثر شاعرائي ادب تي بہ نمايان آهي. ادب ۽ شاعرائي ادب ۾ خاص طور

جديد نظريا مختلف طريقن سان داخل ٿيا. پر اسان جي عروضي شاعري جنهن پرائي محور تي بيٺل هئي، ان تي ئي بيٺل رهي. جڏهن تہ خود هندوپاڪ جي اڙدو ۽ هندي شاعريءَ جو روح بہ تبديل ٿي چڪو هو. پر اسان جا شاعر اهڙين سارين تبديلين کان قطعن لاپرواهہ ۽ پنڊ پاهڻ ٿي رهيا. صرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا شاعر بہ مس ملندا، جن وٽ سياسي شعور هو ۽ باقي اقتصاديات جهڙي اهم شعبي کان تہ بلڪل اڻ واقف هيا. "انقلاب فرانس" جي اثرات کان اسان جو اديب بلڪل ڪٽيل هو. اِن ڪري "رومانوي تحريڪ" جي ڪيس ڪابہ خبر ڪانہ هئي. ايتري قدر جو اشتمالي انقلاب جي بہ ڪيس ڪا ڄاڻ نہ هئي. اتماليت، انسان دوستي، نيچريت، جمهوريت ۽ حقيقت پسنديءَ جهڙن نظرين سان تہ سندنِ ڪو سَروڪار نہ هو. هوڏانهن ١٩٣٥ع ۾ هندوستان ۾ ترقي پسند اديبن "انجمن ترقي پسند مصنفين" جي نالي سان ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ نهايت زور شور سان هلائي ڇڏي. جنهن ڪري ترقي پسنديءَ سان گڏ ٻيا ڪيترائي نظريا ادب ۾ متعارف ٿيا. پر پوءِ بہ اسان جا شاعر روايتي ۽ فرسودا شاعريءَ کي ٻکيا رهيا. اِن ڪري اسان جي شاعري نهر Saturation جي حد تي پهچي چڪي هئي. اِن ڪري اُن ۾ انقلابي تبديلين جي ضرورت هئي، خود ان وقت جي ٻوليءَ ادبي زبان بہ ڪُٺل پيٺل ترڪيبن جي سهاري هلي رهي هئي، جيڪا جديد شعري تقاضائن سان لاڳاپيل نہ هئي. فارسيءَ جي جاءِ تي انگريزي ۽ سنڌي دفتري زبانون ٿي چڪيون هيون. ان ڪري ماڻهن مان فارسي داني جو شوق بہ ختم ٿي ويو هو. ماڻهو انگريزي ۽ سنڌي ڏانهن باقاعدہ مائل ٿي چڪا هئا. اِن ڪري فارسي گاڏڙين ٻوليءَ کي عام سنڌي پڙهيل ماڻهو هضم نہ ٿي ڪري سگهيا. ضرورت هئي تہ ٻوليءَ کي سادو، عام فهم ۽ عوامي بڻائجي تہ جيئن ادب مان عام ماڻهو بہ لاڀ پرائي سگهن. اهڙي عوامي ٻوليءَ ۾ نوان قرينا متعارف ڪرائڻ جي ضرورت هئي. جو اُها جديد رجحانن ۽ لاڙن کي پاڻ ۾ سمائڻ جي سگهہ پيدا ڪري سگهي.

اسان هن کان اڳ ۾ بہ اِن طرف اشارو ڪري آيا آهيون تہ "اياز" ان سموري ڪم کي پاڻ مٿو ڏنو ۽ هن سڀ کان اول شاعريءَ جي مروج هيئت Diction ۾ تبديلين آڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن اُن کي عوام جي ويجهو آڻي بہ سگهجي ۽ جديد بہ بڻائي سگهجي. حالات مطابق هڪ اهڙي جديد ٻوليءَ جي ضرورت هئي، جنهن جي نشاندهي جڳ- مشهور انقلابي اڳواڻ مائوزي تنگ ڪئي آهي؛

"Our artists and writers should work in their own literature, but their duty first and foremost is field, which is art and to understand and know the people well. How did they stand in they lacked an adepast?........ They failed to understand language quate knowledge of the rich and lively language of the massess of the people. Many artists and writers, are ofcourse unfamiliar

with the people's language, and thus their works are not only wirtten in a language, without savour or sap but often contain awkward expression of their own coinage which are opposed to popular usage... all artists and witers of high promise must, for long periods of time, unreservedly and whole-heartedly go into the midst of the masses, the masses of workers, peasants and soldiers, they must go to the only broadest, the richest sourse to observe, learn, study and analyse all men, all classes, all kinds of people, all the vivid patterns of life and struggle and raw material of art and literature, before they can proceed to creation. Otherwise, for all your labour, you will have nothing to work on and will become the kind of empty headed artists or writers.'

(اسان جي آرٽسٽن ۽ اديبن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪم ڪرڻ گهرجي. پر ان ۾ هنن جي اوّلين اهميت نہ رڳو آرٽ ۽ ادب آهي پر پنهنجي عوام جو شعور ۽ شناخت آهي. هو ماضيءَ ۾ ڪيئن لکن ٿا؟... ڪين ٻوليءَ جي شاهوڪاري ۽ زنده دليءَ جو پتو نہ آهي. اڪثر آرٽسٽ ۽ اديب عوام جي زبان سان نا آشنا آهن ۽ انهن جي تخليقن ۾ اهڙي ٻولي ڪم آندل آهي، جن ۾ ساءُ سواد ۽ رس چس نہ آهي پر انهن پنهنجي ٺاهہ ٺوهہ وارو اڻ گهڙيو ۽ اڏنگو اظهار ڪيو آهي جو عوام جي استعمال ۾ نہ آهي. ڪافي لنبي عرصي لاءِ سڀني آرٽسٽن ۽ اهم اديبن کي، ڏکهي عرصي تائين پوريءَ دل سان ۽ رک رکاوَ کان سوا پورهيت عوام، ڪسانن ۽ سپاهين ۾ وڃڻ گهرجي انهن لاءِ فقط هڪ ئي نشريات آهي جا تخليق جو بهترين ذريعو آهي ۽ اها آهي عوام کي چڱيءَ طرح جاچڻ جو چڻ، اُن مان سکڻ ۽ سڀني انسانن، طبقن جو زندگيءَ جو مطالعو ۽ تجزيو ڪرڻ. زندگيءَ جا چٽا طور طريقا ۽ ادب لاءِ خام مواد جي ادب جي تخليق کان اڳ ڄاڻ ضروري آهي. نہ تہ اوهان کي پنهنجي محنت جي باوجود ڪجهہ ڪم ڪرڻ لاءِ نہ ملندو ۽ اوهان خالي هٿين اديب ٿي رهجي ويندؤ.)

"اياز" نہ صرف ٻوليءَ جي صوتياتي اثرن کي پنهنجي شاعريءَ لاءِ استعمال ڪيو آهي، پر لفظن جي اوڪ ڏوڪ ڪري، نوان لفظ، نيون تشبيهون، نوان استعارا ۽ نيون علامتون آنديون آهن ۽ ٻئي طرف پنهنجي شاعريءَ جي زبان کي جديد دؤر جي تقاضائن سان لاڳاپو پڻ ڪيو آهي.

"اياز" شروع کان ئي ترقي پسند تحريڪ جي اثر هيٺ رهيو آهي، پر پوءِ بہ سندس شاعريءَ جو غالب حوالو رومانيت ئي آهي ۽ "اياز" ان ۾ ٿورو گهڻو انسان دوستيءَ جي نظرين جو اضافو آندو آهي. اِهوئي سبب آهي جو "اياز" جي اُن دؤر جي شاعريءَ ۾ داخليت جي جهلڪ نظر اچي ٿي. پر آهستي آهستي هو انسان دوستيءَ جي چڪر جي ڪري، داخليت جي غفائن مان نڪري، معروضي حقائق ۾

يقين رکي ٿو جتان سندس شاعريءَ ۾ نئين دؤر جو آغاز ٿئي ٿو. جنهن کي اسان رومانيت کان حقيقت طرف موٽ (Return from Romanticism to reality)

جو نالو ڏيئي سگهون ٿا. "اياز" جي شاعريءَ جو اهو دؤر (Stage) آهي، جتي هو وڏ ۾ وڏ انسان دوست نظر اچي ٿو. ۽ اها انسان دوستي ئي آهي، جيڪا "اياز" کي عام انسانن جي مسئلن ڏانهن متوجہ ڪري ٿي ۽ هو سنڌي ادب ۾ ترقي پسندانہ نظرين جو علمبردار ٿيو آهي. "اياز" جي اِها انسان دوستي صرف ڌرتيءَ جي حوالي سان آهي، جنهن ۾ سڀ ڌرتيءَ جاوا، سواءِ رنگ روپ، نسل، زبان ۽ مذهب جي "انسان" جي دائري ۾ اچن ٿا ۽ انهن جا ڏک درد، شاعر جا پنهنجا ڏک درد ٿي وڃن ٿا. "اياز" هڪ هنڌ چوي ٿو:

اڄ تہ چئي ڏي، اڄ تہ چئي ڏي، اڄ تہ علي الاعلان،
منهن جو ڪوئي ديس نہ آهي، منهنجو ديس جهان،
منهنجو ڪوئي نانءُ نہ آهي، مان آهيان بس انسان

هڪ ٻئي شعر ۾ "اياز" ڌرتيءَ جي حوالي سان اِن ڳالهہ جي اجا چٽي وضاحت ڪري ٿو تہ انسان جو ڪوبہ ديس نہ آهي. سندس ديس سموري ڌرتي آهي. سموري ڌرتيءَ ڏانهن اشارو ڪري، "اياز" بين الاقوامي ڀائيچاري -Interna tional Brotherhood جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ پاڻ کي ڪنهن هڪ قوميت سان وابستہ نہ ٿو رکي ۽ انسان مٿان انسان جي جبرو تشدد جي هيئن مذمت ڪري ٿو:

او انسان!
او انسان!
ڪنهن کي ٿو مارين!
هيءُ ماڻهوءَ جو ٻچڙو آهي،
هي جو پٿر کان ڏاڍو آ،
ڪؤنپل کان ڀي ڪچڙو آهي،
او حيوان!
او حيوان!
ڪنهن کي ٿو مارين!
هن جو توسان وير بہ ڪهڙو،
هن جو ديس بہ ساڳي ڌرتي،
هي بہ تہ ماڻهو آ تو جهڙو!
او نادان!
او نادان!
ڪنهن کي ٿو مارين!

"اياز" جي انسان دوستيءَ ۾ آدميت جي تقاضائن سان وفاداري شرطِ اول آهي. هو انسان کي انسان سان وڙهڻ کي نفرت جي نگاهن سان ڏسي ٿو ۽ ان کي مانهپي جي اصولن جي خلاف سمجهي ٿو. هو انسان جي زندگيءَ جي نمو پذير قوتن جو شيدائي آهي. هو ان جي برڪتن مان هر ڪنهن کي مستفيض ٿيڻ جو حق ڏئي ٿو. انسان دوستيءَ جا اهي جذبا "اياز" جي تاريخي شعور جي عڪاسي ڪن ٿا ڇاڪاڻ تہ هو انساني زندگيءَ جي مصائب جو منظر نامو تاريخ جي تهن ۾ ڏسي چڪو آهي.

هي قابيل!
هُو هابيل،
ساڳي ڪک جا ٻئي رهواسي،
هڪڙو ٻئي جي رت جو پياسي!
توکي مُصحف پڙهڻو آهي،
دور ستارن جي ڏاڪڻ تي،
جنت تائين چڙهڻو آهي.

"اياز" پنهنجي هن تمثيلي نظم ۾ "هابيل"۽ "قابيل" جي ڪشمڪش ڏانهن اشارو ڪيو آهي. اِهو "هابيل" ۽ "قابيل" انساني سماج جا ٻہ ڪردار آهن، جن ۾ مفادات جي جنگ جاري آهي. قاتل ۽ مقتول ٻئي انساني اولاد آهن ۽ سندن نسليت بہ ساڳي آهي، پر پوءِ بہ هو هڪ ٻئي جي خون جا پياسا آهن. "اياز" انهن کي آدميت جو مصحف پڙهڻ جو تاڪيد ڪري ٿو. ڇاڪاڻ تہ انسان کي ستلون جي جهان کان بہ مٿي جنت تائين ترقي ڪرڻي آهي. "اياز" جي شاعريءَ جو اهو روپ انسان دوستي ۽ امن جو مظهر آهي. "اياز" جي اِها انسان دوستي ۽ عالمي برادريءَ جو سڏ مذهبي ڪٽرپڻي کان بالاتر آهي. اها همہ گير دعوت محض انسانيت تي مبني آهي.

مذهبي ڇوت ڇات کان بالاتر هڪ ٻيو خوبصورت نظم- جنهن ۾ "اياز" مذهبي بنيادن تي هلايل جنگ کان نفرت جو اظهار ٿو ڪري. هو امن کي پيار ڪري ٿو ۽ جنگ کان ڌڪار ڪري ٿو. هن نظم ۾ ٻہ ڪردار آهن هڪ "هندو" آهي ۽ ٻيو "مسلمان" آهي. اچو تہ اياز جو هيءُ نظم ڏسون؛

هي سنگرام!
سامهون آ
نارائڻ شيام!
هن جا منهنجا
قول بہ ساڳيا
ٻول بہ ساڳيا،
هو ڪوتا جو ڪاڪ ڏٺي، پر
منهن جا رنگ- رتول بہ ساڳيا

ڍث بہ ساڳيو،
ڍول بہ ساڳيو،
هانءُ بہ ساڳيو
هول بہ ساڳيو
هن تي ڪيئن بندوق ڪٽان مان!
هن کي گولي ڪيئن هڻان مان!
ڪيئن هڻان مان!

"امن ۽ جنگ" جي موضوع تي هن کان زيادہ بهتر نظم شايد ئي ڪو لکيو ويو هجي. "نارائڻ شيام" هڪ امن پسند شهريءَ جي علامت آهي. جيڪو جنگ جي "ڪارڻ" لاءِ هڪ چيلينج آهي. سندس سيني ۾ بہ اهڙي دل ڌڙڪي ٿي، جيڪا انساني دل آهي، ڪا وحشي يا پاڳل جي دل نہ آهي. هو "ڪوتا جو ڪاڪ-ڏئي" بہ آهي. هوبہ "جنگ" کان متنفر آهي ۽ هن جو پيغام بہ "امن" آهي. هو بہ بي قصور آهي ۽ مظلوم آهي. ٻئي طرف "شاعر" هڪ جنگي سپاهيءَ جو نشان Sym-bol آهي. جڏهن هو (شاعر) بندوق کڻي جنگ لاءِ ڪاهي پوي ٿو تہ ڪيس سامهون سندس ئي دوست نارائڻ شيام نظر اچي ٿو جو جنگي سپاهي نہ آهي. پر جنگي سپاهيءَ (شاعر) کي خبر آهي تہ هن جون سوچون بہ جنگ لاءِ نہ آهن. هو هڪ امن پسند شهري آهي. جيڪو هن جنگ جو سبب بہ نہ آهي، پوءِ بہ ڇا سبب آهي جو هو مٿس بندوق تاڻي بيٺو آهي. نظم جي ساري خوبي ان ۾ آهي تہ شاعر جي هڪ علامت آهي، سو "هن کي گولي ڪيئن هڻان مان." جي لفظن ۾ پنهنجي مجبوري ظاهر ڪري ٿو. يعني هو گولي هڻڻ نہ ٿو چاهي پر پسِ پردہ ڪا اهڙي طاقت آهي، جيڪا کيس گولي هڻڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي. اِن کان پوءِ." ڪيئن هڻان مان" جو ورجاءُ نظم ۾ زور (Stess) پيدا ڪري ٿو (۽ ڪلائيمڪس طور ائين لڳي ٿو تہ گويا بندوق سندس هٿن مان ڇڏائجي ڪري پيئي آهي) گويا پس پردہ جنگ ڪرائيندڙ اصل قوت لاءِ بہ هن ۾ پوشيدہ نفرت پڙڪو ڪائي اٿي ٿي ۽ هِن ۾ زيرلب اهڙين سوچن جو اظهار نظر اچي ٿو. جنگ ڪندڙ شخص (شاعر) بہ لاحاصل ويڙهہ لاءِ، بندوق کڻڻ تي ندامت جو اظهار ڪندي نظر اچي ٿو ۽ پڇتائي ٿو تہ مان بلاقصور انسان کي جيڪو محبتن جو پرچارڪ آهي، گولي ڪيئن هڻان؟

"اياز" جي انسان دوستي ڪا خلا ۾ لڙڪيل شيءِ نہ آهي ۽ نہ ئي اُها ڪا غير مرئي شيءِ آهي، جنهن جو ٺوس بنياد نہ هجي. "اياز" جي انسان دوستيءَ جو تصور متحرڪ تصور آهي. سندس انسان دوستي ڌرتيءَ جي ناتي سان واڳيل آهي. "اياز" انسان دوستيءَ جي حوالي سان جڏهن بہ ڳالهہ ڪري ٿو تہ اُها خاص "ڌرتي" آهي. اِن مان هرويرو اِهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪو "اياز" بين الاقوميت جي نفي ڪري ٿو. پر هو پنهنجي تشخص تي ضرور زور ڏئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ

"ڪُل" جو تصور "جُزو" کان بغير ممڪن نہ آهي ۽ اهو "جزو" ئي آهي جيڪو "ڪُل" جو ڪارڻ آهي.
"اياز" جي فن ۽ ڏرتيءَ جي حوالي جيڪو ڳهرو ۽ ڳهاٽو سڀنڌ آهي، سو رڳو ذهني تجنس، فڪري تلاش ۽ جذباتي رَو جو نتيجو نہ آهي، پر اهو پنهنجي دؤر جي حقائق ۽ حالات جي ارتقائي تصور ۽ باريڪ جائزي تي مبني آهي. جيتوڻيڪ "اياز" سياستدان نہ آهي، پر هُو زبردست سياسي شعور جو مالڪ ضرور آهي. هو تاريخ جي جدلياتي عمل، طبقاتي آويزش ۽ قومن جي ڪمال ۽ زوال جي سببن کان چڱيءَ طرح واقف آهي. "اياز" کي بغداد ۽ اسلام آباد جهڙين بستين تعمير ڪرڻ جي هوس نہ آهي. پر ڪيس پنهنجي جنم ڀوميءَ جو احساس آهي. ڪيس خبر آهي تہ هو هِن ڌرتيءَ جو قلمڪار آهي، جنهن تي ڪيترين ئي ذميوارين عائد ٿين ٿيون. رينان ٺيڪ لکيو آهي:

"One belongs to ones century and race, even one reacts against one's century and race."
"A great man of letter is the creature as well as creater of the age in which he exists."

(هرڪوئي پنهنجيءَ صدي ۽ قوم جو آهي پوءِ هن جو ردِعمل ڀل تہ پنهنجيءَ صديءَ جي خلاف ڇو نہ ٿئي.)
"اياز" وِرهاڱي کان اڳ واري سنڌ بہ ڏٺي هئي ۽ ان کان پوءِ بہ سنڌ جون تيزيءَ سان بدلجندڙ حالتون بہ سندس سامهون آهن. سنڌ کي ان وقت تهذيبي ۽ معاشي مسئلا سامهون هئا. سنڌ مان سنڌي ڳالهائيندڙ هندو جيڪي سنڌ جي ثقافتي ورثي ۽ معاشي خوشحاليءَ جو سبب هئا. سي لڏپلاڻ ڪري هندوستان وڃي رهيا هئا ۽ انهن جي جاءِ تي هڪ سازش هيٺ هندستان مان ايندڙ تڙيل ۽ بڪايل پناهگير، جن جي زبان ۽ ثقافت قطعي مختلف هئي. انهن کي سنڌ جي وسائل جو وارث بڻايو پئي ويو ۽ انهن کي بي انتها مراعات ذريعي مالي طور ڀڻ ڀاڻيرو پئي ڪيو ويو. جيئن تہ سنڌي ماڻهو ان وقت بيوروڪريسيءَ ۾ نہ هُئڻ برابر هئا، اِن ڪري وڏا وڏا بيوروڪريٽ نوڪرين ۾ بہ ٻاهران آيل پناهگيرن کي نوازي رهيا هئا. ٻئي طرف فوجي جيڪي هڪ صوبي جي نمائندگي ڪن ٿا، تن کي نون بيراجن جي آڙ ۾ زمينون الاٽ ڪري گويا سنڌ کي هڪ فوجي ڪالوني ٺاهڻ جي سازش سٽي ويئي. ٻين لفظن ۾ ڪئي ائين چئجي تہ سنڌ هڪ نوآبادياتي نظام مان نڪري، ٻئي نوآبادياتي نظام ۾ داخل ٿي رهي هئي. "اياز" جي ذهن ۾ اِهي خدشا جنم وٺي ئي چڪا هئا تہ مٿان اسلام جي نالي ۾ ون-يونٽ مڙهجي ويو. سنڌ کي بلا شرڪت جي پنجاب جي تسلط هيٺ ڏنو ويو ۽ سندس صوبائي حيثيت جيڪا انگريزن جي زماني کان بحال هئي، ان کي ختم ڪيو ويو. مغربي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ لاهور کي قرار ڏيئي آڳي باقي ڪسر پوري ڪئي ويئي. سنڌي ٻوليءَ

جي صوبائي حيثيت کي ختم ڪري، اڙدوءَ کي صوبي ۾ لازمي قرار ڏنو ويو. ماستر ڪان وني پنيوالي تائين پرتي به لاهور مان تي رهي هئي ۽ سنڌ ڌرتيءَ جي اصل وارثن کي لاوارث ڪيو پئي ويو. اهڙي صورت حال ۾ ظاهر آهي ته هڪ قومي سوچ رکڻ واري شاعر جي حيثيت ۾ "اياز" جو فرض هو ته هو پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ به ڪو ذهني خاڪو مرتب ڪري ۽ پنهنجي ماڻهن کي آگاه ڪري ته سندن اردگرد ڇا وهي واپري رهيو آهي. ون يونٽ ڪان پوءِ سنت ٿي مارشل لا نافذ ٿي وئي. ان دؤر ۾ ته بلڪل اِها حالت هئي:

سـنـڌڙي تـنـهـن جو نـانءُ وتـو،
ڪـاريـهـر تـي پـيـر پـيـو.

اِن ڪري"اياز" جي سموري رومانيت ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ جذبات پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ متحرڪ ٿي ويا ۽ سندس شاعريءَ ۾ جسماني محبوب جي جاءِ تي سنڌ ڌرتي کي جڳهه ملي. سندس درد وڪرب وطن جي درد ۾ بدلجي وڃن ٿا جيئن جيئن سنڌ بابت سندس گهاوَ گهرا ٿيندا پيا وڃن. تيئن تيئن سندس شاعريءَ ۾ جوش ۽ جذبي جو تلاطم پيدا ٿيندو وڃي، سندس سيني ترجيحات ۾ اول ترجيح وطن کي حاصل آهي، جنهن لاءِ "اياز" لکي ٿو. "اياز" سنڌ جي ڏکن سورن ۾ ايترو ته گم ٿي وڃي ٿو، جو سندس سنجيده جذبن ۾ هڪ طوفان ڪڙو ٿي وڃي ٿو ۽ هو سنڌيءَ جو انقلابي ۽ رزميه شاعر ٿي وڃي ٿو. ڌرتيءَ جا سور سندس سينو ساڙين ٿا ۽ هو بغاوت جي آگ ۾ ڳجي اٿي ٿو:

سهندو ڪير ميار، او يار! سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو!
جهول جهلي جنهن وقت پنائي، ڪرندا ڪنڌ هزار، اويار!
سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو!
نيٺ تہ ڍهندي، ڪيسين رهندي، ڏوکي جي ديوار، او يار!
سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو!

اهڙيءَ ريت "اياز" جا جذبات ضبط جو بند ٽپجي، ڪيس قوم پرستيءَ جو نعرو هڻائن ٿا ۽ اِها گونج سندس شاعريءَ ۾ عموما ڪليل لفظن ۾ ملي ٿي ته ڪٿي علامتي اظهار ۾ به اهائي جهلڪ نظر اچي ٿي:

تـنهـن جي ڪوثر تـوکي پهـتي، مـون کي ڏينم ڇڏي،
ڪـعـبي ۾ پي ياد اچي ٿي، مـون کي ڪـينجهـر جي.

OOO

سـنـڌڙي تـوکـي سـ ٿي، ۽ تـوکـي سـنـڌڙيءَ سـار،
دلـڙي تـوکـان ڏار نـہٌ آهي، ڏار نـہ تـي سـگـهـنـدي.

OOO

هيءَ پنهنجي ڪرٽي پرٽي آ، پر سنڌ "اياز" نہ مرٽي آ،
آخر هيءَ رات گذرٽي آ، تو ڇو گهبرايو آ پيارا.

OOO

سنڌ ديس جي ڌرتي توتي، پنهنجو سيس نمايان،
مٽي ماٿي لايان.
ڪينجهر ڪان ڪارونجهر تائين، توکي چشمن چايان،
مٽي ماٿي لايان.
تنهنجيءَ مٽيءَ منجهہ ملان جي، آءُ امرتا پايان،
مٽي ماٿي لايان.

"اياز" جي شاعري، جيڪا هن سنڌ جي حوالي سان لکي آهي، اُن ۾ اظهار ۽ ابلاغ نقطئہ عروج تي پهچي ويا آهن. "اياز" ان حوالي سان جيڪا بہ شاعري ڪئي آهي تہ اُن کي دوام بخشي ڇڏيو آهي. ورنہ اهڙي شاعري ۽ پروپيگنڊا ۾ ڪو ٿورو ئي فرق هوندو آهي. پر "اياز" ان ۾ عصري شعور ۽ حقائق جو روپ پري پروپيگنڊا ۽ شاعريءَ ۾ حدِ فاصل قائم رکي آهي. ٻئي طرف وري ڪيترائي نوجوان سنڌي شعر ڏاهي، نعري بازي واري شاعري ڪري پاڻ کي شاعر ميڃائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن، پر شاعريءَ جوروح انهن کان ڪوهين پري بيٺو آهي. "اياز" پنهنجي قومي گيتن ۾ بہ شعريت جو دامن هٿان نہ ڇڏيو آهي. اچو تہ "اياز" جون چند امر سٽون پڙهي ڏسون. جن مان "اياز" جي قومي فڪر ۽ سياسي شعور جي پروڙ پوي ٿي.

اي قوم! ٻڌا يا ٿي قصا، ڪلهہ توکي مون تقريرن جا،
اڄ باغيءَ باغيءَ جي سر تي، ٿو تاج ڏسان تعزيرن جا.

OOO

ڪو ڪيئن نہ ٻوڙي مقتل ڏي، آ رت ۾ خوشبو ميندي‍ءَ جي،
ڪو ڪيئن نہ موڙي زندان ڏي، تا زلف ڇڪن زنجيرن جا.

OOO

هر دوکي جي ديوار ڊٺي، ۽ ان جي سر سر سان نہ ملي،
اڄ ٻوڙي هوڪو ديوانو ٿو، کولي بند اسيرن جا.

"اياز" جي انسان دوستي، دردمندي، همہ گير محبت، آفاقي تہ آهن، پر انهن جون جڙون پا خمير سندس وطن جي ڌرتيءَ مان کڄن ٿا. سندس انسان دوستي، جنهن جو ذڪر سندس شاعريءَ جي جان آهي، ان جو محرڪ اول بہ سندس ڌرتي آهي ۽ سندس ڌرتيءَ جو انسان آهي. "اياز" جي انسان دوستيءَ جو هر حوالو "اول خويش پوءِ درويش" منجهان نڪري ٿو. سندس ساريون محبتون ۽ سندس پيار جا هڙ حوالا سنڌ سان علامتي طور يا سڌيءَ طرح ڳنڍيل آهن. سنڌ جي غريب جو هر

نشان سندس نزديڪ ڪفر آهي. هو هر سچائي ۽ هر صداقت کي سنڌ جي ڪسوٽي تي پرکي ٿو. هن جي جنگ به سنڌ لاء آهي ته آمن به سنڌ لاء. جيڪڏهن نفرت آهي ته اها به سنڌ لاء ۽ محبت آهي ته اها به سنڌ لاء. "اياز" پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌ جا رزميه جديد انداز ۾ لکيا آهن. انهن ۾ جيتوڻيڪ جنگ جي منظر نگاري نه آهي، پر "اياز" پسِ پرده اهڙي منظر ڏانهن اشارا ڪيا آهن، جنهن ڪري سندس اهڙا سمورا شعر جديد ڪلاسيڪ (Neo-classic) بڻجي ويا آهن.

"اياز" پنهنجي اهڙن شعرن ۾ نه صرف سنڌ جو "شهرِ آشوب" لکيو آهي، پر هن ته انهن ۾ غدارن، پيرن، وڏيرن، سياستدانن، ملا مولوين ۽ پنهنجي مفاد Vested intersts جو نعرو هڻڻ وارن کي پڻ وائکو ڪيو آهي. "اياز" پنهنجي قومي شاعريءَ ۾ ابهام جي بجاءِ اظهار ۽ ابلاغ جو ڀرپور حق اداڪيو آهي. هو پنهنجي قومي شعرن ۾ رڳو نعريبازي ۽ جذبات تائين محدود نه ٿوٿئي، پر مستقبل جولائحئہ عمل به ٻڌائي ٿو ته وات جي خطرن ۽ خدشن جي نشاندهي به ڪري ٿو. مشهور انقلابي شاعر مايا ڪووسڪي (Mayakovski) پنهنجي نغمن لاء گولي برابر بڻجڻ جي دعا گهري هئي:

| | |
|---|---|
| I want the pen | مان چاهيان ٿو ته قلم |
| to equal the gun, | بندوق جي برابر ٿئي |
| to be listed | ۽ شمار ڪيو وڃي |
| with iron | لوهہ جيان |
| in industry. | صنعت ۾ |
| And the politbureau's agenda | ۽ پولٽ بيورو جي ايجنڊا تي |
| item-I | پهريون اسم |
| To be stalin's Report on | استالن جي رپورٽ ٿيڻ لاء |
| The output of poetry........ | شاعري هئڻ گهرجي |

"اياز" کي اها شيءِ ته ملي جو هو چوي ٿو،
تـــي ســـــاري ســـنـــڌ "ايـــاز" نـــچي،
ڇا ڇم ڇم آنـــدڻـــي ڇيــــــرن جي.

پر "اياز" ڀرپور عصري شعور رکندڙ شاعر آهي، کيس اِها خبر آهي ته شاعري يا قلم جي طاقت ذريعي پنهنجو پيغام ته پهچائي سگهجي ٿو، پر قومن جي تقدير بدلائي نه ٿي سگهجي. تقدير بدلائڻ لاء ڪنهن ٻي تدبير جي ضرورت به هوندي آهي. مايا ڪووسڪيءَ جو ذهن نارسا صرف قلم جي حقيقت تي ڪتي ويو، پر اڄ جو "قومي شاعر" "اياز" اجا هڪ ٻي حقيقت جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ اُن جي طاقت کي تسليم ڪري ٿو. ڇاڪاڻ ته کيس تاريخ عالم جي شعور مان اهڙي

ڪڙڪ پيل آهي تہ قلم جي حقيقت کي عملي روپ ڀرائڻ لاءِ اُها زيادہ اهم حقيقت آهي. نہ تہ قلم جي حقيقت صرف نعري بازي رهجي ويندي ۽ عملي روپ ڪڏهن بہ ڌاري نہ سگهندي.

اُها حقيقت جنهن طرف "اياز" اشارو ڪري ٿو، سا آهي:

تون هونءَ بہ مرندين ڪاڇي ۾-
اڄ نــاهــر وانــگــر ڇال ڏئـــي،
تـــون آءُ پـــهـــــاڙيءَ پــاڇي ۾.

OOO

تون گـوليـون هيٺ هلائي ڏس!
۽ ڪـنـهـن پـٿــر جي اوٽ ڏئـي،
هـن ڌرتـيءَ کي ڌڌڪـائـي ڏس!

OOO

هـر گـولـيءَ کـي ڪـا ٻـولـي آ،
جا هـر ڪـو ڄاڻـون ڄاڻـي تـو-
تـون چونـديـن هـيءَ پـرولـي آ...

OOO

پـــر سوَلـــي هــيءَ پـــرولـــي آ،
تون ڪنهن جو ٻانهو ناهين ڙي،
جي گـولـي تـنـهـنجي گـولـي آ.

"اياز" کي ان ڳالهہ جو ڀرپور احساس آهي تہ گيت برابر قومن ۾ جوش ۽ جذبو تہ پيدا ڪري سگهن ٿا ۽ بغاوت يا انقلاب لاءِ تيار ڪري سگهن ٿا، پر انقلاب جو ڪو ميڊيم ٿئي ٿو، سو "گولي" آهي. ميڊيم کان سواءِ انقلاب محض نظريو ئي رهجي ويندو. ان ڪري ميڊيم هڪ حقيقت آهي. سنڌ جي قومي شاعر جي حيثيت ۾ هن پنهنجي ذميواري پوري ڪري ڇڏي آهي ۽ هن پنهنجي ديس جي نوجوان جي سوالن جو جامع جواب ڏئي ڇڏيو آهي. A.W.Auden ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايو آهي:

"A great poet must give the right answer to the problems which perplex his generation."

(هڪ عظيم شاعر کي انهن مسئلن جو صحيح جواب ڏيڻ گهرجي جي هن جي همعصرن کي مونجهاري ۾ وجهن ٿا.)

ڪـنـهـن بـہ آزادگـي، نـاهـي روئـي وتـي،
تـــون تـــشــين تــلُ تــي، رات تــارن پـــري،
جهاڳ جهڙ جي تہ ڏس، ڏات ڇا تمڪندي،
آگ جي راڳ جي- تـــيءُ ڪــائـــي جيـــي،
تون بہ تي ڪا جيي، تـون بہ تي ڪا جيي!

ان کان سواءِ "اياز" جا ٻيا نظم "ڇي گنٽويرا جي موت تي" "ويٽ ڪانگ جو سائگان تي حملو" ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي نظمن ۾ "اياز" ان حقيقت جي کولي نشاندهي ڪئي آهي.

"اياز" جو فڪر ڌرتي ۽ ڌرتيءَ تي رهندڙ ماڻهن مان جلا حاصل ڪري ٿو ۽ گردو پيش جي مادي حقيقتن کي داخلي ڪيفيتن سان ملائي ٿو. هو غمِ زندگيءَ جي بجاءِ غمِ دوران کي ترجيح ڏئي ٿو. "اياز" ذاتي غمن ۽ سورن جو روئڻو نه ٿو روئي. ڇاڪاڻ ته سندس زندگي به سنڌ لاءِ وقف آهي. اِن ڪري هو اجتماعي مسئلن کي ڪثي ٿو. اِهو ئي سبب آهي جو سندس شاعري، خاص طور نظمن ۾ انقلاب پسنديءَ جو غلبو نظر اچي ٿو. ورهاڱي کان پوءِ استحصال پسند ۽ موقع پرست ماڻهن کي موقعو ملي ويو. جيڪي حڪومت ۽ ذرائع پيداوار تي قابض ٿي ويٺا ۽ ڦرلٽ ڪندا رهيا. ملڪ ۾ استحصال پسند طبقو اعليٰ بيوروڪريٽ، فوجي جرنيل ۽ ڪارخانيدارن جي صورت ۾ واضح ٿي سامهون آيا. جن ملڪ جي وڏيرن جاگيردارن، پيرن ۽ ٻين اسلام جي ٺلهي نعري هڻندڙن جو ڀرپور ساٿ ڏنو ۽ نتيجتن معاشري ۾ طبقائيت جي ڦوٽ وڏيڪ وسيع ٿيندي ويئي. غريب، غريب تر ۽ امير امير تر ٿيندو ويو ۽ ٻئي طرف انهن مان هڪ طبقي جي حمايت ۽ مدد ۾ سفيد سامراج پيش پيش هو. جيڪو تجارتي منڊين، امداد، قرضن، نوآبادين، فوجي اڏن ۽ سي آئي اي جي ايجنٽن جي صورت ۾ سرگرمِ عمل هو. اهڙي عوامل "اياز" کي محنت ڪش، مزدور، هاري ۽ پيڙيل عوام جي حمايت ۾ قلم کڻڻ تي مجبور ڪيو. "اياز" جي دل ۾ اِها دڪندڙ آڳ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي حوالي سان زياده نمايان آهي.

هي گيت لهوءَ جي لڙڪن جا هي گيت سلهاڙيل سڏڪن جا،
هي گيت اڌاٺل ڪيرن جا ۽ آنڌيءَ ۾ آڪيرن جا،
هي گيت بکايل ٻارن جا ۽ مستقبل جي تارن جا،
درماندنِ جا مزدورن جا ۽ ڪيتيءَ ڪورن جا.

"اياز" "مزدور جي ٻار جو گيت" نالي هڪ تمام سٺو نظم لکيو آهي، جنهن ۾ هن مزدور جو ٻار ڏيکاريو آهي ۽ اُهو بک ۾ پاهه ٿيل ٻار آهي. ٻار ڪارخاني ۾ پنهنجي پيءُ سان گڏجي وڃي ٿو ۽ اُتي ٿلهي متاري وڏي پيٽ واري سيٺ کي ڏسي ٿو جيڪو ويهي ويهي ۽ ڪائي ڪائي ٿلهو ٿي پيو آهي. هو ڪوبه ڪم نه ٿو ڪري صرف حڪم هلائي ٿو. ان منظر ۾ ٻار جي ذهن ۾ ڪيئي سوال جنم وٺن ٿا. ڪيس پنهنجو بک ۾ پاهه ٿيل جسم ۽ سيٺ جو وڏو پيٽ، ماءُ جو رئو ۽ گهر ۾ مانيءَ کان بغير رڪيل ٽڏو ٽئو. سندس گهر جو منظر، سندس پيءُ ۽ ماءُ ۽ سيٺ جي ڪاڏي پيتي جو تضاد، سڀ سندس اکين سامهون اچي وڃن ٿا.

طــرو وڏو ابــا جو،
ڇرو وڏو ابـــا جو،
رئـو وڏو امــان جو،
تئـو وڏو امـان جو،
پيٽ وڏو سيٺ جو،
پيٽ وڏو سيٺ جو.

"اياز" معصوم ٻار جي سوچن کي هن نظم ۾ نهايت فنڪاريءَ سان چٽيو آهي. "طرو وڏو ابا جو" ۽ (رئو وڏو) ۾ ڪيس پنهنجي پيءُ ماءُ جي عظمت نظر اچي ٿي. ٻئي طرف "ڇرو وڏو ابا جو" ۽" پيٽ وڏو سيٺ جو" هڪ عجيب تلازمو پيدا ڪن ٿا. سيٺ جي وڏي پيٽ کي ڏسي، ڇوڪري جو ذهن يڪدم "ڇري" ڏانهن هليو وڃي ٿو. "ڇرو" بغاوت ۽ تشددجي علامت آهي. ان کان پوءِ ٻار اڪٽي ڳائي ٿو،

ڳيـــا ڳيـــا روٽلا،
ڪـسي ويو ديس جا
بـڪ بـري ديـس جي
لڪ بـري ســيـٺ جي
پيٽ برو سـيـٺ جو
پيٽ برو سـيـٺ جو
نـيـٽ اهـو سـيـٺ جو
پـيـٽ وڏو ڦـاٽـنـدو
ڇرو وڏو ابــــا جو

" پيٽ وڏو" "ســيـٺ" "بڪ" "مزدور" ۽ ان جو بڪ ۾ ٻاهر تـيل ٻار ۽ اُن جون سوچون نئين نسل جون سوچون آهن، جنهن جي ذهن ۾ استحصال، ڦرلٽ ۽ هڪ طبقي جي اجاره داري (Monopoly) جي خلاف ايتري شديد نفرت آهي، جو اهونفرتن جو سلسلو "وڏي ڇري" ۽ "وڏي پيٽ" جي تلافيءَ تائين پهچي چڪو آهي. "اياز" معصوم ٻار جي طوطلي زبان مان "ڳيا ڳيا روٽلا" "ڪسي ويو ديس جا" ۾ هڪ طرف روٽيءَ جي اهميت کي واضح ڪيو آهي تہ ٻئي طرف نئين نسل جي نظر ۾ ان سموري صورتحال جو پيدا ڪندڙ اهو ئي سيٺين وارو استحصال پسند طبقو آهي، جيڪو ٻئي جي مزدوري ۽ محنت جي زور تي دولت ڪمائي ٿو. "اياز" هن نظم جوڪلائيمڪس (Climax) بہ خوبصورت رکيو آهي، جنهن ۾ جذبن جي شدت جي صحيح عڪاسي ٿيل ٿئي آهي ۽ جديد نظم جي تقاضائن کي پوريءَ ريت نڀايو ويو آهي.

"اياز" "ٽري ٻار جو گيت" ۾ تہ اجا وڌيڪ هينانءُ ڏاريندڙ منظر چٽيو آهي. جنهن ۾ هن هڪ معصوم ٽري ٻار جو پنهنجي ماءُ سان مڪالمو هڪ خوبصورت

انداز ۾ نظم ڪيو آهي. "اياز" پنهنجي هن نظم جي ذريعي بک ۽ غربت کي جنهن انداز ۾ اجاگر ڪيو آهي، سو "اياز" جهڙي باڪمال شاعر جو ئي ڪم آهي. اِهو سڀ ڪجهه سندس گهري ترقي پسندانه سوچ مان سرجيو آهي.

آ ڳـدري جي ڦـار، امـان!
اڄ پـورو نـاهـي چنـڊ - اسـان ڪـي بُک بـه ڏاڍي آ!
ڏاڙهـونءَ ڪڻ چوڏار، امـان!
هـي تـارا تـارا مـنـڊ - اسـان ڪـي بـک بـه ڏاڍي آ!
هي چنڊ امان! هي منڊ امان!
پر سڀ کان ڀورو جنڊ امان!
هي تنهنجو ڪورو جنڊ امان!

مٿئين نظم ۾ "اياز" هڪ قحط زده يا پس مانده ترين معاشري (ٿر) جي صورتحال کي چِٽِندڙ انداز ۾ واضح ڪيو آهي. هن نظم ۾ هڪ پيٽ بکايل ٻينگر ماءُ سان ڳالهائي ٿو. ماءُ جيڪا ٻارن کي آٽت ڏيڻ لاءِ ڪورو جنڊ پيهين ٿي. بکايل ٻار اڌپوري چنڊ کي ڳدري جي ڦار سمجهي ٿو ۽ آسمان ۾ چمڪندڙ ستارن کي ڏاڙهونءَ ڪڻ. ڀهراڙيءَ ۾ جنڊ جو آواز رات جي وِڳڙي ۾ تمام مٺو لڳندو آهي ۽ ان کي ٻار موسيقيءَ جهڙي شيءِ سمجهي وڏيڪ ننڊ ڪندا آهن. پر ٻينگر "چنڊ"، تارن ۽ جنڊ جي آواز کي بيڪار سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏي ٿو ۽ برابر چوندو رهي ٿو ته "اسان کي بک به ڏاڍي آ" چنڊ يا تارا ڪائنات ۾ حسن جي علامت آهن ۽ هرڪو ماڻهو نوجوان هجي يا ٻار سڀ انهن کي خوبصورت ۽ حسين سمجهندا آهن. ٻار ته چنڊ ۽ ستارن جي حسن کان زياده متاثر هوندا آهن. اِن ڪري ته ڪنهن شاعر چيو آهي "اڪ انوکا لاڏلا کيلن ڪومانگي چاند" ۽ انهن جي وٺ ۾ وٺ خواهش ڪندا آهن. پر هن نظم ۾ جيڪا خاص خوبصورتي آهي، سا اِها آهي ته "اياز" هتي پنهنجي نظريئه جماليات جو اظهار ۽ وضاحت ڪئي آهي. جماليات فلسفي جي هڪ شاخ آهي، جنهن جو موضوع، حسن ۽ ان سان لاڳاپيل مسئلا آهن. مفڪرن حسن متعلق مختلف خيالن جو اظهار ڪيو آهي. جنهن ڪري جماليات جا مختلف مڪاتيبِ فڪر وجود ۾ آيا. اهڙو ئي هڪڙو مڪتبِ فڪر انقلابِ روس کان پوءِ وجود ۾ آيو آهي. اِن ۾ فرد ۽ معاشري جي تعلق تي زور ڏنو ويو آهي. فرد جي محرڪات جي جدلياتي ماديت جي روشنيءَ ۾ تعبير ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. هِن نظم ۾ "اياز" جي نظريئه جمال جي هڪ جهلڪ سامهون اچي ٿي. "اياز" هن نظم ۾ جماليات جو مادي تعبير ڪندي نظر اچي ٿو. "اياز" هڪ طرف "حسن" جو قدر شيءِ جي ڪارج سان ۽ ٻئي طرف انساني احتياج سان وابسته ڪري ٿو. اليگزانڊر بيوروف جي فنونِ لطيفه جي جاچ جي قائم ڪيل معيارن مان به ٿئي ٿي، جنهن ۾ هو تخليق کي معياري تذهن سمجهي ٿو، جڏهن خارجي معيار ۽ داخلي اقدار جو جدلياتي اتحاد پيش ڪري. "اياز" هن نظم

۾ نينگر جو سخت بڪايل آهي، تنهن لاءِ چنڊ ۾ ڪابہ خوبصورتي نہ آهي، پر ڳڌري جي ڦار ان ڪان وڌيڪ قدر رکي ٿي. اهڙيءَ طرح تارن جي جهرمر جو خوبصورت منظر بہ هن لاءِ ڪشش نہ ٿو رکي. پر ان ڪان وڌيڪ سٺو ڏاڙهونءَ جي ڳَڻ جو تصور آهي. اِن مان معلوم ٿئي ٿو تہ خوبصورتيءَ جو معيار معاشري ۾ فرد جي حالات سان تغير پذير آهي. علمِ نفسيات جو بنيادي مسئلو بہ انسان تي ڪار فرما داخلي ۽ خارجي محرڪات ۽ ان تي انهن جي ردِعمل جي عملن Actions جي تشريح آهي. ٽراٽسڪي Leon Trotsky هڪ هنڌ لکي ٿو؛

"It is unquestionably true that the need for art is not created by economic conditions. But neither is the need for food created by economics. On the contrary, the need for food and warmth creates economics."

ٽراٽسڪي اِن بحث کي اڳتي وڌائيندي لکي ٿو تہ فرد هِن معاشري جوُ هڪ جزُ آهي ۽ سندس سمورا تعملات (Actions) معاشري جي حالتن سان وابستہ آهن؛

"Gnerally speaking, artistic work of man is continuous. Each new class places itself on the shoulders of its preceding one, but this continuity is dialectic, that is, it finds itself by means of internal repulsions and breaks. New artistic needs or demands for new literary and aristic points of view are stimulated by economics, through the development of a new class, and minor stimuli are supplied by changes in the position of the class, under the influence of the growth of its wealth and cultural power. Artistic creation is always a complicate turning inside out of old forms, under the influence of new stimuli which onginate outside of art. In the large sense of the word, art is a hand maiden. I is not a disembodied element feeding on itself, but a function of social man in disolubly tied to his life and environment..

(عام طرح، ماڻهوءَ جي فني تخليق ڪي تسلسل آهي. هر نئون طبقو پاڻ کي پراڻي طبقي جي ڪلهن تي ويهاري ٿو، پر اهو تسلسل جدلياتي آهي. يعني تہ پاڻ کي اندروني ڌڪار ۽ اُن تي روڪ ٽوڪ سان پائي سگهجي ٿو. نيون فني ضرورتون يا گهرجون يا اُدبي يا فني نئين نظرياتي نڪتہ نگاهہ کي اقتصاديات اُتساهي ٿي، جا هڪ نئين طبقي جي اُوسر سان اچي ٿي، ۽ ڪجهہ اُتساهہ اُن طبقي ۾ ڦير گهير ڏئي ٿي جو دولت ۽ ثقافتي اقتدار پيدا ڪري ٿو. فني تخليق پراڻن گهاڙيٽن ۾ اهڙي اٿل پٿل آڻي ٿي، جا مونجهاري ڪان وانجهي نہ آهي ۽ انهيءَ لاءِ محرڪ ڳالهيون اُهي آهن

جي آرٽ کان ٻاهر وجود ۾ اچڻ ٿيون. انهيءَ لفظ کي وسيع معنيٰ ڏجي ته اُن کي ٿلهي يا ڇڙَن داسي ڇئي سگهجي ٿو. اهو پنهنجي وجود کان الڳ پاڻ تي پلجي نه ٿو سگهي پر هڪ سماجي انسان جو ڪارج آهي جو هن جي زندگيءَ ۽ ماحول سان دائمي وابستگي رکي ٿو.)

ٽراٽسڪي بحث کي مڪمل ڪندي لکي ٿو.

To a materialist, religion, law, moral and art represent separate aspects of one and the same process of social development. Though they differentiate them selves from their industrial basis become complex, strengthen and develop their special characteristices in detail, politics, religion, law, ethics and aesthetics remain, nonetheless, functions of social man and obey the law of his social arganization."

(هڪماديت پرست لاءِ مذهب، اخلاقيات ۽ آرٽ سماجي ترقيءَ جي طور طريقي جا مختلف پهلو آهن. جيتوڻيڪ اهي صنعتي بنيادن کان الڳ آهن، اهي زياده پيچيده ٿيندا وڃن ٿا ۽ تفصيلي طور سياست، مذهب، قانون، اخلاقيات ۽ جماليات پنهنجون خاصيتون پيدا ڪري، اُنهن ۾ ترقي ڪن ٿا. پر پوءِ به اهي سماجي انسان جي ڪارج جو حصو رهن ٿا ۽ سماجي تنظيم جا قانون مڃن ٿا.)

مون هن کان اڳ ۾، هن ئي مضمون ۾ ڪنهن هنڌ تي "اياز" کي فرائڊي، جماليات جو نظريو رکندڙ سڏيو آهي. هتي اُن جو جواز ۽ عدم جواز ۾ پوڻ جي گنجائش نه آهي، پر مان ايترو ضرور چوندس ته ان ۾ ڪو ايترو تناقض نه آهي.

انساني سماج رفته رفته ارتقاءَ جون منزلون طئي ڪري ٿو. اِها ارتقا ڇئن منزلن مان گذري مڪمل ٿيئي آهي. ٿلهي ليکي انساني سماج انفراديت پسنديءَ جي رجحان جي غلبي جي ڪري جاگيردارانه ۽ سرمائيدارانه نظام وجود ۾ آيا. وقت جي رفتار سان گڏ مادي ضرورتون نه پوريون ٿي ٿيون، پر پيداوار جا ذريعا چند فردن جي هٿ هيٺ رهيا ۽ سماج کي ڪنهن به طرح انهن تي حقِ استرداد حاصل نه هو. بقا جي اِن جنگ (Survival for the fittest) ۾ ذهني ۽ جسماني طاقت کي انصاف جو معيار مقرر ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت انساني سماج ۾ استحصال لاءِ جائز سبب تلاش ڪيا ويا. ڪجهه انسان اِن استحصال جي ذريعي عيش و عشرت جي زندگي بسر ڪرڻ لڳا ۽ ٻئي پاسي انسانن جي اڪثريت کي انهن جي اوبر جيترو به ميسر نه هو. هڪ طرف انهن جا ڪُتا کير پيئندا هئا، ته ٻئي پاسي غريبن جا ٻار دوا لاءِ ڪرڙيون هڻي جان ڏيندا هئا. سماج جي ايڏي وڏي تضاد، هر انسان کي سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ۽ انسان جو شعور نوان قدر ۽ نيون سوچون ڪٺي اُڀَتي وڌيو ۽ اهڙيءَ طرح عوامي انقلاب سماج ۾ ڪَرَ موڙڻ شروع ڪيا. "اياز" نه صرف اِن سموري سماجي عمل جو حصو رهيو آهي، پر هُو ان کي

پنهنجي سماج جي داخلي تضادن جي تناظر ۾ پرکيندو رهيو آهي، ان مان اڪتساب ڪندو رهيو آهي. شاعر جيئن تہ معاشري جو هڪ فرد آهي، اِن ڪري سماج جا مختلف طبقا مٿس اثر انداز ٿيندا رهيا آهن ۽ هو هر عمل جو ردِ عمل جي صورت ۾ جواب ڏيندو رهي ٿو. "اياز" جو اِهو شعور جدلياتي پهلوءَ ڏانهن ڪافي لڙيل آهي. اِن ڪري "اياز" جي شاعريءَ ۾ آفاقيت (Universality) جا اڪيچار گڻ موجود آهن. سندس شعور هڪ طرف انسان دوستي ۽ ٻئي طرف معاشرتي جدليات مان اُسرجي ٿو. انهن رجحانن جو اتصال اياز کي هڪ اشتراڪي حقيقت پسند So-cialist realist شاعر جي حيثيت ۾ اسان اڳيان آڻي ٿو. برٽالڊ بريخت Ber-tolt Brecht اشتراڪي حقيقت پسنديءَ جي متعلق لکي ٿو:

"our conception of realism needs to be broad and political, free from aesthetic restrictions and independent of convention. Realist means: laying society's causal network/showing up the dominant viewpoint of the dominators/wrting from the stand point of the class which has prepared the broadest solutions for the most pressing problems afflicting human society/ emphasizing the dynamics of development/ concrete and so as to encourage abstraction."

اسان جو حقيقت نگاريءَ جو تصور، وسيع تر سياسي، جمالياتي روڪ ٽوڪ کان آزاد، ۽ روايت کان بالاتر هجڻ گهرجي. حقيقت نگار جي معنيٰ آهي تہ سماج جو نتيجہ خيز تاڃي پيٽو ڏيکاري، برسرِ اقتدار طبقي جي نڪتہ نگاهہ کي پيش ڪري جنهن نهايت اهم مسئلن لاءِ حل ڳوليو آهي، ترقيءَ جي تيز رفتاريءَ لاءِ روز لڳائي، اهڙيون ڳالهيون ڪري جي ٺوس هجن ۽ ويراڳ کان وانجهيل هجن.

جيئن جيئن سماجي قدر بدلجن ٿا، تيئن تيئن ماڻهن جي رويي ۾ بہ تبديلي اچي ٿي، جنهن سان گڏ ماڻهن جي زبان ۽ ادب وغيره تي بہ اثر ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح فڪر سان گڏ، شعري هيئت، شعر جي لسانيات ۽ ڳانڍاپو وغيره ۾ بہ گهڻي قدر تبديليون اچن ٿيون. انساني تجربا ارتقاءَ جو ئي نتيجو آهن ۽ انسان جي زبان ۽ لساني اظهار بہ انسان جي تجرباتي ترقيءَ سان گڏ وڌندو رهيو آهي. "اياز" بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ نوان شعري تصورات پيش ڪيا آهن. ظاهر آهي تہ ان وقت جي پراڻي وضع واري ٻولي سنڌس جديد شعري تصورن جي معيار مطابق نہ هئي. اِن ڪري "اياز" کي ان ڳالهہ جو احساس ٿيو تہ زماني جي بدلجڻ سان لفظن جي معنيٰ بہ بدلجي وڃي ٿي. ان ڪري "اياز" مروجہ شعري لغت کان هٽي، سالن کان مستعمل لفظن کي ڇڏي، زبان جا نوان شعري قرينا تخليق ڪيا. اِن سلسلي ۾ سوسين لينگر (Susane langer) اِن حقيقت ڏانهن اشارو ڪندي لکي ٿي:

"The power of language to keep step with the expansion of experience through the long course of history lies in the tendency of words to mean more than they designate."

(تاريخ جي لنبي دؤر ۾ زبان جي قوت کي تجربي جي اظهار سان قدم ملائي هلڻو آهي ۽ اها قوت لفظن جي اُن کي با معنيٰ بڻائڻو آهي ۽ ٽاڻڻو نہ آهي."

جديد شاعريءَ ۾ هڪ هڪ لفظ پاڻ سان گڏ پورو تصور کڻي هلي ٿو ۽ لفظ کي لغاتي معنيٰ تائين محدود نہ آهي. اِن ڪري جوشاعري نهايت لطيف فن آهي. جنهن ۾ لفظن جي ڪاريگريءَ ذريعي، برش، رنگ ۽ موسيقي کان بغير ئي تاثرات ۽احساسات سامائجن ٿا. اِن ڪري شاعريءَ جون فني تقاضائون ان ڳالهہ جي اجازت نہ ٿيون ڏين تہ ڪو شاعريءَ ۾ هر تصور جي بار بار اپٽار ڪئي وڃي. اِن ڪري شاعر لفظن جو علامتي استعمال ڪندا آهن. "اياز" بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ اهڙيون ڪيتريون علامتون ڪم آنديون آهن، جن مان ڳاڙهو (Red) رنگ سڀ کان وڌيڪ پسنديده آهي. ان جو اظهار مختلف موقعن تي مختلف حقائق جي علامت آهي.

(۱) ڳاڙهو (رنگ) اشتراڪيت جي علامت آهي.
(۲) ڳاڙهو (رنگ) جنگ يا شهادت جي علامت آهي.
(۳) ڳاڙهو (رنگ) انقلاب جي علامت آهي.
(۴) ڳاڙهو (رنگ) جنس (Sex) جي علامت آهي.

وينگس ڳاڙهو ويس، پيلا گل پلاند ۾،
مهڪيو سارو ديس، آئي بوءِ بنست جي.

OOO

پياريندم پنهنجي اکين مان شراب،
چني ڏيندم پنهنجي چپن مان گلاب.

OOO

بهار تي نہ آهه ڪوئي پروسو، اچو اچو!
شباب مان گلاب رات پر چنو، اچو اچو!

OOO

جڻ تہ ڪهنبو ڍڪي ڪنهڙي تي،
ڪائي ميندي‌ءَ رتي ڪنوار آئي.

OOO

هَيءِ هَيءِ ڏاڙهونءَ جهڙا ڳلا!
هَيءِ هَيءِ جوين جاڙ ڪَنيا!

کنهن ڪاريءَ چگهہ تي رات ڪٽي، ڪنهن ڳاڙهي ڳل تي باک ڦٽي
ايئن وقت ڪٽيو ايئن عمر لٽي، سڀ سانگ سجايو آ پيار!.

OOO

ٽڙيو آهه ڏاڙهون، ڪڙيو آ بسنت،
ڦٽو ڦٽ، ٽٽو آهه ٽاڪو اڃو.

OOO

تنهن جي جهوليءَ ڪهڙا گل؟
او آرائين!
نيٽ تہ ڪڙندا ڳاڙها گل؟
ها ها سائين!
نيٽ تہ ٽڙندا ڳاڙها گل!

OO

اي ڪيجهر تو تي ڳاڙها گل،
جو واءُ ڦلاري ويٺو آ،
هن سونهريءَ جي سَر سَر جي،
سو سونهن اجاري ويٺو آ.

OOO

وائي لال لبيس جي،
ڪهر ڪهر وَنيءَ وات،
ڪَٽي ڪَنبيَ ڇڏي ويا.

OOO

جهومڪ جهلي ايئن، ڳاڙهي روپ ڳتول تي،
تارو هجي جيئن، پرسان چوڏهين چنڊ جي.

OOO

مون چيو ميندي‌ءَ ڪيت ڪي "اتي ڦٽي پٺ!"
مون ڪي ڪيئي سوءِ، رَتا ڪهرجن هٿڙا.

OOO

سڏ سهانگي، مَڏ مهانگو، سرجو سودو ڪير ڪري!
موکي ويني مٺ پري،
جي تو جيءَ جياپو گهرجي، آءُ نہ ڳاڙهي لاءِ ڳري،

OOO

موکي ويني مٺ پري.
پنهنجي رت ۾ ريٽو جهندو، آپ تائين جهوليندو،
اهڙو ڏينهن بہ ايندو.
رت جو بدلو رت ئي آهي، هر ڪو بدلو ڏيندو،
اهڙو ڏينهن بہ ايندو.

لاڳي نيٺ تہ لهڻي آهي،
هيءَ هيءَ مينديءَ پونو ڙي.
هاء جواني جهونو ڙي.

مٿي "اياز" جي شاعريءَ مان ڳاڙهي (رنگ) جا چند مثال پيش ڪيا آهن. ورنہ سندس شاعري اهڙين علامتن سان ڀريل آهي. مذڪوره علامت جذباتي ۽ نفسياتي رجحانن جي مظهر آهي. جنهن ۾ شاعر جي ذات بہ شامل آهي. اِن ڪان سواء بہ "اياز" جي ڪلام ۾ ڪيترو ئي علامتي اظهار ملي ٿو. پر انهن سڀني تي تفصيل سان لکڻ لاءِ وقت درڪار آهي. بهرحال "اياز"جي شاعريءَ ۾ هڪ ٻي وڏي علامت "ٿر" آهي. "ٿر" جو سڌو سنئون اظهار تہ شاهہ جي اثر هيٺ نظر اچي ٿو. پر پوءِ بہ شاهہ جي "ٿر" ۽ "اياز" جي "ٿر" ۾ وڏو فرق آهي. "اياز" جي "ٿر" ۾ حسياتي لحاظ کان ڪٿي ڪٿي ٽي-ايس ايليٽ (T.S.Eliot) جي مشهور نظم بنجر زمين The waste Iand جون سارونيون ملن ٿيون، اجا بہ ايئن چئجي تہ "اياز" اُن جي ڪينوس ۾ ڪيترا ئي واڌارا Improvements ڪيا آهن. "اياز" جو ٿر انڪشافات جو هڪ مسلسل عمل آهي. جنهن ۾ شاعر آد-جڳاد کان سفر ۾ آهي.هي سفر شاعر جي ذات جي اندر جاري آهي، پر ردِعمل طور سندس انڪشافات مادي دنيا سان ٽڪرائجن ٿا ۽ سندس اِن ذات جي سفر جا اولڙا Reflcctions ئي سندس شاعريءَ جو تاڃي پيٽو جوڙين ٿا. انڪشافِ ذات جي هن عمل ۾ "اياز" پنهنجي حقيقي شڪل کي تناسخ ۾ تبديل ٿيندو ڏسي ٿو.جيڪو وجود ڪائنات کان وٺي هيل تائين هليو اچي ٿو ۽ جيڪي هو ڏسي ٿو، سي سڀ صورتون بديهي آهن.

پٽ پنيهر ريت، چُر چُر هرڻيءَ پيرڙا،
سانهي سڄ سَريت، ٿر تي ليٽي ٿانهري.

OO

سَر تي نِوڙيون سومريون، جَهپا ڏين نہ جَهل،
جهومڪ جهومڪ پاپڙيون، جهرمر جهرمر ڳل،

OO

جرڪي پيا جهانجهہ ۾، ڪائي انگ اَٿل،
ڇاڇا پيارا پَل، واريا سي جي واٽ ۾.

OO

چوٽري مٿان چنڊ، آيري آيو آب مان،
ڪِچ برڪائي ڪامٺي، من ۾ سارو منڊ،
آڏيءَ رات اڪنڊ، سرهو سات سرير جو.

OO

ڏيئا منجهہ ڏَهَر، چوٽري چوٽري چمڪيا،
آڏيءَ اتــــر واءُ جي، تــــــر ۾ آهـــــ ٿَهَر،
تــوبــن پــوهــ پَهَر، سَو ســاروٽــيــون ســيءَ ۾.

OO

ڪيئي چيل چپليون آيون، تــر جا ڪانوَ پري،
مـنـهـنـجو پـنـڌ پـري،
پک پکيــڙي مــور هوا ۾، ســرلا ســڏ ڪري،
مـنـهـنـجو پـنـڌ پـري،
ڪارونجهر تي پهتو آهي، ڪو ڪو ڏينهن ٺري،
مـنـهـنـجو پـنـڌ پـري،
ڪڻ-پنکرجو ڪنٽ نہ ڪوئي، جيئي ڪير مري!
مـنـهـنـجو پـنـڌ پـري،

OOO

پــلـــي آس تـــر مــــان نـــ آ تـــو هـــرن،
پــتـــائــي! ڏسين تـــو وجون تـــيـــون ورن؟
اُتــر ڏانــهــن پــڪـــرال پـــهـــڪـــا ڪـــيـــا،
ڪـــري رنـــگ آڳـــر اِجهـــــو تـــــا وســــن!
پـــون تـــــا نـــوان ڳنـــڊ ڳنـــديـــر ۾،
پـــٽـــن تـــي وري ڪَرَ ڪـنـيـــا ڪـونـيـــٽـن،
جَهــلـــن تـــا پـــيـــا جيءَ جهـــولـــٺـــا،
چلــن تـــا، مـــتـــاهـــان چمـــر تـــا چلـن!
پـنـا پــوڙ وســنــديــون پـــڪـــر پـــوس تـــي،
ڪـهـٺي وقت ڪـــان تـيـون ڪـهـتـائـون ڪـڙن!
پـــڳائـــون ڪـــڙا ڪـــوڙ جي ڪـــوٽ جا،
پـلـيـا ڪـونـہ پـيـرن مـتـان پـيـڪـڙن!
ڏئـــــو ڏيـــهـــــــ آ ڏرت، ڏاڍو ڏڪــار،
ڪـريـن مـــاڙ ڪـــائـي تـہ مـــوذي مـــرن.

"اياز"، "تر" جنهن علامتي انداز ۾ استعمال ڪري ٿو، سو ڪو جامد تجربو نہ آهي، پر هڪ روان تجربو آهي. جنهن جو موضوع ڪان معروض ڏانهن هلي ٿو. اِها علامت ڪليت جي حامل آهي، جنهن سان ڀيا ڪيترائي تصور وابستہ آهن. اِن ۾ تنهائيءَ جو احساس آهي، ويرانو آهي، تپندڙ واري آهي، گرمي آهي، مٺي پاڻيءَ جي شديد آرزو محسوس ڪري ٿو. "تر" انفراديت جواشارو آهي، جنهن جي جاگرافي، ثقافت، تهذيب ۽ موسم وغيره سڀ مختلف آهن. تر آزادي ۽ پيار محبت جي علامت آهي، جتي تعصب نہ پر رواداري آهي. "جو ڪيڙي سو ڪائي" تي عمل

ٿئي ٿو. وطن جي محبت آهي، خوشحالي، ماڻهن جون تڪليفون ۽ ڏک سور به آهن.
ايليٽ جي بنجر زمين The waste land ۽ "اياز" جي ٽر جو طريقو (Method) ساڳيو آهي ۽ ائين ٿو لڳي تہ گويا "اياز" ايليٽ جي "دي ويسٽ لينڊ" جو جواب شڪوه لکيو آهي. ايليٽ پنهنجي نظم دي ويسٽ لينڊ The waste land جي علامت لنڊن لاءِ استعمال ڪري ٿو. جنهن ۾ زندگي صرف ميڪانيڪي آهي ملازمت يا بيروزگاري، سوشل سيڪيورٽي ۽ بيون شيون زندگيءَ جي خشڪ هئڻ جي شڪايت ڪن ٿيون. ڪارخانہ (Industry) واپاريت Commercialism آلودگي (Pollution) ۽ مايوسيءَ زندگيءَ کي بي رونق بڻائي ڇڏيو آهي. روحاني سڪون اڻ لڀ آهي. پيار ۽ محبت جو تصور بہ مشيني ٿي، جنس (Sex) تائين محدود ٿي ويو آهي. وڌيڪ وستار لاءِ پڙهندڙن لاءِ ايڊمنڊولسن Edmond wil-son جي مضمون مان هڪ ٽڪرو اقتباس طور پيش ڪريان ٿو. جنهن مان دي ويسٽ لينڊ The waste land جو لب لباب سمجهڻ ۾ مدد ملي سگهندي.

"The terible dreariness of the great modem cities is the atmosphere in which "The waste land" takes place amidst this dreariness, breif, vivid images emerge, brief pure moments of feeling are distilled, but all about us we are aware of nameless millions performing barren office routines, wearing down their souls in interminable labours of which the products never bring them profit. People whose pleasures are so sordid and so feeble that they seem almost sadder than their pains. And this. "The waste land" has an other aspact, it is a place not merely of desolation, but of anarchy and doubt. In our post war world of shattered institutions, strained nerves and bankrupt ideals. life no longer seems serious or coherent, we have no belief in the things we do and consequently we have no heart for them."

(مختصر ڇتا تصور اڀرن ٿا. جذبات جي پاڪيزگيءَ جا مختصر پل چمڪن ٿا ۽ اسان کي ساڃاهہ ڏين ٿا انهن گمنام لکين ماڻهن جي آفيسن جي ڦلهي نيرَ سان ڪارڪرت ڪن ٿا. ۽ پنهنجي پٽ کوهہ ۾ لڳل آهن جا اڪت آهي ۽ جن مان ڪين ڪجهہ هَڙ حاصل نہ آهي. انهن ماڻهن جي جذبات ايتري ڪَڌي ۽ هڪ هيٺي آهي جو هو پنهنجي هر پيڙا کان وڌيڪ پيڙيل لڳن ٿا. ۽ اها بنجر زمين ان جو ٻيو ڪو پهلو نہ آهي. اها نہ فقط ويراني جي جاءِ آهي پر نراج واد ۽ شڪ شبهو بہ اتي پلجي ٿو. جنگ کان پوءِ جي دنيا ۾ جنهن ۾ ادارا تباهہ ٿي چڪا آهن. رڳون تاڻجي ويون آهن ۽ آدرش ڏيوالا ٿي ويا آهن. زندگي ڪنهن ڳالهہ لاءِ سنجيدي يا سلسلي وار نہ

تي لڳي. اسان کي پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۾ اعتبار نہ رهيو ۽ نتيجتاً اسان کي اُن سان دل نہ آهي.)

دي ويسٽ لينڊ جو الميو اهو آهي تہ زندگي، موٽر ڪارن جي گيس جي ڌپ، چمنين جي دونهين ۽ مشينن جي آواز ۾ گم ٿي ويئي آهي. شاعر اڌو گابرو اصلي لندن ۾ زنده آهي، سوبہ تصوراتي دنيا تخليق ڪري زندگي گذارڻ جو جواز ڳولي ٿو. پر "اياز" جو "ٿر" اگهاڙو Baren ۽ خشڪ Drought ضرور آهي. پر اِها ڪيفيت يا حالت عارضي آهي. وري وسڪارو ٿيندو، سڪر سٽائو ٿيندو، ٿاريليون نوان لباس پائينديون ٿر جي ڌرتي رنگين ويس وڳا پائيندي، خوشين جو سمون ايندو ۽ خوبصورت جوانڙيون پاٿيءَ پرڻ ويل گڏجي ڳائينديون. ڪونيٽ ۽ ڦوڳ ڦلاربا، مولسريءَ جي خوشبو سرحدن کي اورانگهي فضائن کي مهڪائيندي. بادل پوري ٿر مٿان ڪاهہ ڪندا ۽ مصنوعي ديوار انهن کي روڪي نہ سگهندي. "اياز" جي "ٿر" ۽ ايليٽ جي دي ويسٽ لينڊ ۾ اِهو بہ فرق آهي تہ ايليٽ جو ڊرائنگ روم جي مصنوعي خوشبوئن ۾ دم گهٽجي ٿو. پر "اياز" ڪليل فضائن ۾ نيري آڪاش هيٺ، مولسري ۽ ڏنار ڪٿوري جي خوشبوءِ مان طراوت حاصل ڪري ٿو. ايليٽ جنهن ماحول جو ذڪر ڪري ٿو، سو مصنوعي آهي، پر "اياز" جو ماحول قدرتي آهي. ان ڪري ايليٽ جي نظم ۾ زندگيءَ کان بيزاريءَ جي ڪيفيت آهي. قنوطيت ۽ فراريت جي بوءِ اچي ٿي. پر "اياز" وٽ اهڙي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ "اياز" جي "ٿر" ۾ جيئڻ لاءِ ڪشش آهي ۽ جيوت جو اتساه موجود آهي. جيتوڻيڪ زندگي ڪا اتي بہ آسان نہ آهي، پر اتي جيڪي زندگيءَ جون مشڪلاتون (Hardships) آهن، سي قدرتي آهن، اتان جي انساني مزاج مطابق آهن. وڏي ڳالهہ تہ اُهي مصنوعي ماحول جي پيدوار نہ آهن. اِن ڪري ايليٽ جي برعڪس "اياز" وٽ رجائيت پسندي آهي. "اياز" هتي ايترو حقي (Original) نہ آهي، جيترو شاهہ سائين. پوءِ بہ هو پنهنجي پوري ابهام (Allusion) ۽ راز (Mystery) جي باوجود مقصد مراد ۽ پنهنجي امنگز (Emotions) جو ڪامياب ابلاغ ڪري سگهڻ ۾ ڪامياب رهيو آهي. "اياز" جي شاعريءَ ۾ هيون بہ ڪيتريون ئي علامتون استعمال ٿيون آهن. جن تي مختصر نموني ۾ روشني وجهڻ بہ هن مضمون جي دائري کان ٻاهر آهي. اِن ڪري اسان هتي صرف چند منتخب ۽ وري وري ايندڙ علامتن جو ذڪر ڪيو آهي. جن جي ذريعي "اياز" پنهنجو فڪر ۽ تجربو پيش ڪيو آهي.

"The business of the poet can be stated simply. The poet deals with human experience in worlds, words are symbols of concepts which have acquired connotation of feeling in addition to their denotation of concept."

(شاعر جي ڪارڪرت آسان ٻوليءَ ۾ چئي سگهجي ٿي. هڪ شاعر انساني تجربن کي لفظن ۾ بيان ڪري ٿو. لفظ تخيل جون علامتون آهن جن کي تخيل معنيٰ بخشي آهي ۽ جن مان تخيل اُڀري آيو آهي.)

"اياز" جي شاعريءَ ۾ "موت" لفظ جو ورجاءُ ٻه تمام گهڻو نظر اچي ٿو. "موت" جيڪو بديهي حقيقت آهي. جيتوڻيڪ "اياز" کي ان جو بالواسطه تجربو نه آهي، پر ڪيس ان جو استقرائي (بلاواسطه) علم ضرور آهي. اڄ هي مري ويو، اڄ هو مري ويو. ماءُ مري ويئي، پيءُ مري ويو يا ڪو عزيز دوست مري ويو. ڪو بيماريءَ ۾، پر ڪي انسان اهڙا بہ آهن، جيڪي اعليٰ آدرشن لاءِ مرن ٿا. آزادي لاءِ مرن ٿا. ڪي ديس لاءِ مرن ٿا. بهرحال موت اڻ ٽر آهي ۽ "اياز" ان کان انڪاري نہ آهي.

مـتـي ڏٺي مـوت کـي، ٻـہ طـرفـا طـمـنـا،
ســارا بـي مـعـنـيٰ، جيـئـڻ مـرڻ ڏاڪـڙا.

OOO

ڇا مــان ڪـيــان مــوت جو، آئـي آدريـاءُ؟
يـا مــان هِن مـهـمــان کـي، چوان اڄ نـہ آءُ،
اجا آهـي چيـٽ ۾، ڪـيـڏو چنـد چٽـاءُ،
هـينـئـون آت هـڳاءُ، ڪـيـئـي گـل گـلاب جا.

OOO

تـوکـي چاڻـنـٺ ٽان ڏکـي، مـيــان مـوٽـايـان،
ڪـيـئـي گـيـت اجا اٿـم، چڏ تـہ آهـي ڳايـان،
جن سان چوڏهين چنڊ جيئن، جڳ کي جرڪايان،
۽ پوءِ اپنـايـان، مــرڪـي مـوت امــاس کـي.

OOO

آءٌ حـيـاتي آهـيـان، مـان ڪـيـئـن ٿـيـندس فـوت،
متان مون کي موت، ڇهندي ئي ڇرڪي وڃي!

OOO

تنهن جو موت! ڇهاءُ ايئن، جيئن ڪو پشمينو،
جڻ منـهـنـجو سـيـنو، سـيـنـي لاتـو سـپـريـن.

OOO

نہ ڄاڻان تہ مون سان ڪڏهن تون ملين؟
ويئي آن تہ تنهنجو ورڻ ڪونہ آ،
چون ٿا تہ نئين زندگي آ اِها،
چون ٿا تہ ڪنهن جو مرڻ ڪونہ آ.
لڳاتار آهي سفر جندڙي،
ٻہ ٽي ڏينهن پيرو پرڻ ڪونہ آ.

ڪنهن شاعر ڪيترو نہ صحيح چيو آهي.

موت نے کردیا لاچار وگرنہ انسان،

ھي وہ خود بین کہ خدا کا ہي نہ قائل ھوتا.

دنيا جي سيني مفڪرن ۽ وڏن وڏن شاعرن "موت" متعلق ضرور سوچيو ۽ لکيو آهي ۽ "موت" جون مختلف توجيهون پيش ڪيون آهن. پر موت تي گهڻو بحث وجودي فيلسوفن (Existentialist philosophers) وٽ گهڻو ملي ٿو. جن ان کي پنهنجي ڪتابن ۾ باقاعده شامل ڪيو ۽ ادب ۾ اُن کي هڪ اهم موضوع بحث بنايو آهي. اهڙن وجودي فيلسوفن مان ڪيرڪ گارڊ (Kierkgard) جيسپرس (Jaspers) هيڊ گر (Heidegger) سارتر (Sartre) ۽ البر ڪاميو (Camus) وغيره اچي وڃن ٿا. وجودي فيلسوفن جو چوڻ آهي تہ موت هميشہ خوف (Dreadfulness) سان هم معنيٰ رهيو آهي. اُن جو سبب پريشاني Anxiety چاڻايو وڃي ٿو. جيڪا ڪنهن احساسِ گناه يا ٻئي ڪنهن اڻ ڄاڻايل سبب جي ڪري لاحق ٿي سگهي ٿي. پر موت (Death) جي اڪيلائي -Loneli ness, جي پريشاني Anxiety ۽ احساس ترڪِ لذات مان جنم وٺي ٿي. اجا اڳتي هلي ڪيرڪ گارڊ هيڊ گر جي ان ڳالهہ جي وضاحت ڪندي پريشاني۽ Anxiety کي ڪجهہ بہ نہ (Nothing) جي تصور سان ڳنڍي ٿو. لاشئي جي تصور جا اثر ئي آهن. جواب آهي. پريشاني Anxiety. اِن پريشاني۽ Anxiety جا ڪارڻ ٻڌائيندي چوي ٿو تہ نويڪلائي يا مڪمل تنهائي (Completely alone) جي احساس جي شدت "ذات" کي دنيا کان ڌار ڪري ڇيهون ڪري ڇڏي ٿي، جنهن تي ان نامعلوم يا گمنام يڪتا (Anonymous one) جو غلبو رهي ٿو. جنهن ۾ مٿس؛

"Am reveals to him authenticity and in-authenticity as possibilities of his being. These basic possibilities of human being, which is always mine, show themselves, in anxiety as in them selves, without being obstructed by any inwondly beings to which human being at first and for the most part clings."

(جنهن ۾ هن هستي۽ جي سچائي ۽ ڪوڙ جو انڪشاف ڪيو آهي. اهي انسان جا بنيادي امڪان، جي هميشہ لاءِ منهنجا آهن، پنهنجي۽ اٺ تڻ ۾ ڏيکارجن ٿا جن کي ٻيا دنيا جا ماڻهو روڪي نٿا سگهن ۽ جنهن کي ماڻهو ڀهرين ۽ ڪافي عرصي لاءِ ڇهنيل رهي ٿو.)

"موت" جي اِن انديشي Dread پيدا ڪرڻ ۾ مختلف مذهبن جي تبليغي ڪتابن جو عمل و دخل وڏيڪ آهي. مذهبن طرفان سڪرات ۽ عالم برزخ متعلق پيانڪ پروپيگنڊا، انساني اعصاب کي شل ڪري ڇڏيو آهي. پر گوتم ٻڌ هڪ اهڙو مذهبي پيشوا ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي پڪشوئن کي حياتيءَ دوران ئي سخت تپسيا جي ذريعي موت جي عذاب کي جيئري ئي ڀوڳڻ جي تعليم ڏني. گوتم پاڻ خود پنهنجي تپسيا سان واقف ڪرايو (Enlighted). تجربات جي ذريعي موت جي پريشانيءَ Anxiety کان ماورا ٿي ويو. اهڙن تجربن جي ذريعي انسان "موت" جي پريشانيءَ Anxiety مان گذري زندگي پائي ٿو ۽ موت جي حقيقت جو اعليٰ شعور (Supreme consciouness) يا "پراجنا" حاصل ڪري ٿو. اِن اعليٰ شعور جي ڪري سندس تصور ۾ ٻه هستيون وڃي باقي بچن ٿيون. هڪ عالم جي ذات ۽ ٻيو معلوم جو وجود. انسان ان منزل تي پاڻ کي جوهر اعليٰ سان ڳنڍي ٿو. جوهر نه پيدا ٿئي ٿو نه فنا ٿئي ٿو. اِن ڪري نه ڪوئي جمي ٿو نه مري ٿو. جڏهن انسان جو شعور جوهر اعليٰ (Higheste ssence) جي حقيقت واري مٿين منزل تي رسائي حاصل ڪري ٿو ته هو موت جي پريشانيءَ Anxiety کان ماورائيت حاصل ڪري ٿو. ان لاءِ موت جو خوف ڪا اهميت نه ٿو رکي، ڇاڪاڻ ته هو پاڻ کي لا- فنا تصور ڪري ٿو.

اِن ڪري "اياز" وٽ موت جو تصور درد و ڪرب کان وڌيڪ رجائيت جي علامت آهي. ڇاڪاڻ ته انسان لا-فنا آهي ۽ موت محدود Finite کان لا محدود Infinite ڏي ارتقا پذيري جي علامت آهي. هتي "اياز" جو تصور صحفِ سماوي جو Antithesis آهي. "اياز" جي تصور ۾ آواگون جو پڙاڏو ملي ٿو. موت "اياز" جي شاعريءَ جي حوالي سان رجائيت يا نرواڻ جي علامت آهي. جيڪا شيءِ گهٽ شاعرن کي نصيب ٿي آهي.

اڄ ڪلهه جديد شاعري عموماً اهڙي شاعريءَ کي سمجهيو وڃي ٿو، جنهن ۾ ڊرائنگ روم جي مصنوعي گلن، قالين، ٻين آرائشن جي سامان، سگنل، گندي گهٽي Slums، سگريٽ، چمنيون، ڪارا ڏامري روڊ، وسڪي، ووڊڪا، ايمبولنس، امپالا، ليموزائن، آٽو رڪشا، ڪمپيوٽر، آپريشن ٿيٽر، پونءِ ۽ ڳرندڙ زخمن جو ذڪر هجي. مطلب ته جديد شاعري، جديد تهذيبي ماحول وارن شهرن جي ريتن ۽ رسمن مان پيدا ٿئي ٿي. عام طور جديد شاعر، شاعريءَ کي ٻهراڙيءَ کان وڏن شهرن Metropoliton ڏانهن ڪشي ويا آهن. پر "اياز" وڏن شهرن جي زندگيءَ Metropoliton life کان ٻهراڙيءَ جي زندگي Pastoral life ڏانهن آيو آهي. ورڊس ورٿ (Words worth) اِها ڳالهه تصوراتي دنيا کي مدنظر رکي قبل از

وقت ڪئي هئي. پر "اياز" صنعتي دور Industrialism ته ڇا پر خودڪاريت Automization جي دؤر جي خوفناڪ تجربات کان پوءِ ئي اها ڳالهه چئي آهي. اِن ڪري اُن ۾ زياده صداقت آهي، جو پڙهندڙ اُن کي محسوس ڪري ٿو ۽ ان جي اهميت کي سمجهي ٿو. ڊرائينگ روم جي گلدان ۽ مولسريءَ جي پيٽ مان اها حقيقت واضح ٿئي ٿي. "اياز" جديد دؤر جي شاعريءَ ۾ کليل فضائن، شاداب وادين، چراگاهن، گلن ڦلن ۽ نهرن ۽ جهرڻن جي ڳالهه ڪئي آهي. هو شهر جي بي جان ۽ مصنوعي ماحول کان پڙهندڙ کي کليل ۽ زنده ديهي ماحول ڏانهن آڻي ٿو، جيڪو فطرت جي قريب آهي. قاري شهر جي گهٽيل ماحول کان ٻاهر نڪري تسڪين حاصل ڪري ٿو، ڇو ته سندس زندگي شهري ماحول جي دٻاءَ Tension جي عذاب ۾ ورتل آهي. "اياز" جي وڏي خوبي اِها آهي ته هو اِهو سڀ ڪجهه جديد شاعريءَ جي ڪينوس تي رهندي ڪري ٿو. "اياز" نه صرف رڳو گلن ڦلن ۽ ساوڪ سبزيءَ جون ڳالهيون ڪري ٿو، پر هو پنهنجي زبردست معاشرتي شعور جي ذريعي نئين تهذيب سان نوان رابطا جوڙي، نئون ماحول پيدا ڪرڻ گهري ٿو، جو هِن دؤر ۾ آئيڊيل ٿي سگهي.

"اياز" نئين تهذيب جي تقاضائن موجب لفظن جا نوان معنوي لاڳاپا تلاش ڪري ٿو ۽ پنهنجي تجربن کي زنده علامتن ذريعي واضح ڪري ٿو. "اياز" نوس مادي حقيقن جي حوالي سان زندگيءَ جو معروضي ادراڪ ۽ نقطهءِ نظر پيش ڪري ٿو. هو پنهنجي زبردست تخليقي صلاحيت ذريعي ماضيءَ جي لفظن منجهان ئي جديديت جو تصور پيدا ڪري ٿو. "اياز" جي اهڙي روان دوان تخليقي صلاحيت جو ثبوت سندس هڪ ٻي علامت "چنڊ" ۽ "چاندوڪيءَ" مان ملي ٿو. چنڊ "اياز" جي جنسي خواهشن جو مظهر آهي. هتي "اياز" پنهنجي فطرت جي جمالياتي منظر (Natural aesthetical vision) جنسي جذبي تي منطبق ڪري، پيش ڪيو آهي.

ستارن جي سيج تي، سُتس ساري رات،
پڌري ٿي پريات، چُميندي ڪنهن چنڊ کي.

ooo

چوسيون چاندوڪيون، تنهنجي منڙي منهن مان،
راتين جو روڪيون، واڳون اسان وقت جون.

ooo

ڪوڪو ماڻهو مون ڏٺو، جهڙو چوڏهينءَ چنڊ،
هر ڪنهن مَنڊَ نه منڊُ، هرڪا اک نه آئڙي.

ooo

آۃ اها لس ليٽ، جنهن تي چمڪي چانڊني،
آيران اوچي چنڊ ڏي، ٻوڙيان ڪيئي ٻيٽ،
ساگر ڪهڙي پيٽ، تارن هيٺ تلاءُ سان.

OOO

چوڏري مٿان چنڊ، ايري آيو آپ مان،
ڪَچ ۾ ڪائي ڪاميٽي، مَن ۾ سارو منڊ،
آڏيءَ رات اکنڊ، سرهو ساٿ سرير جو.

OOO

چانڊوڪي ۽ چنڊ، رهشو آهي راتڙي،
ڪهڙيءَ لاءِ کهمنڊ، چگو ناهه چڪور سان.

اِن کان سواءِ "اياز" جي شاعريءَ ۾ "بادل"، "برسات"، "پياس"، "گلاب"، "رابيل"، "ڏکڻ- هير" ۽ "مورنهوڪا" وغيره سڀ جنسي جذبي جون علامتون آهن. "اياز" پنهنجي شاعريءَ جي ذريعي ٻيون به ڪيتريون ئي علامتون، استعاره ۽ نيون تشبيهون خلقيون آهن.

آزاديءَ کان پوءِ پاڪستان خصوصن سنڌ جي تهذيبي تاريخ ۾ هڪ نئين دؤر جو آغاز ٿئي ٿو. اِن دؤر ۾ نونِ علمن ۽ نون نظرين جي درآمد ٿئي ٿي. جنهن ڪري لئين دؤر جا لوان مسئلا ۽ نوان لقطئہ نظر جنم وٺن ٿا. هڪ طرف پيري مريدي، جاگيرداري ۽ وڏيرا شاهي، جامع تصورات ۽ روايات هيون ته ٻئي پاسي مغرب جي جديد فلسفي ۾ نظرين جو زور آهي. هيءَ دؤر آهي جنهن ۾ قديم ۽ جديد ۾ زبردست ڇڪتاڻ پيدا ٿئي ٿي. اهڙي ٽڪراءَ جي پيٽ ۾ ثقافت جو هڪ نئون منظر پيدا ٿيو آهي. "اياز" جو اِهوڏيک ٻين مڙني همعصر شاعرن جي مقابلي ۾ نهايت شفاف آهي. اِن ڪري "اياز" طبقاتي معاشري جو قائل ئي نه آهي. طبقاتي معاشري جو ذڪر "اياز" پنهنجي هڪ سهڻي نظم ۾ ڪيو آهي. جنهن ۾ سندس همعصر ۽ مشهور ترقي پسند شاعر فيض احمد فيض جي هڪ مشهور نظم "دڪتي" جي گونج واضح طور ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. "فيض" جي مذڪوره نظم ۾ به اِن طبقاتي احوال جي عڪاسي ٿيل آهي. فيض جي نظم جون ڪجهه سٽون:

یہ چاہیں تو دنیا کو اپنا بنالیں،
یہ آقاؤں کی ہڈیاں تک چبالیں،
کوئی اُن کو احساسِ ذلت دلائے،
کوئی اُن کی سوئی ہوئی دم ہلائے.

"اياز" به ساڳئي پس منظر ۾ هڪ نظم لکيو آهي، جيڪو "پولر پري آڪاس" ۾ شايع ٿيو آهي. "فيض" پنهنجي نظم ۾ اشاريت کان ڪم وٺندي ڳلين ۾ رلندڙ ڪتن جو ذڪر ڪيو آهي. پر اسان ان پس منظر ۾ ڪتي جي فطرت تي غور

ڪريون ٿا تہ معمو حل ٿي وڃي ٿو. ڪتو سڀني جانورن کان وڌيڪ وفادار جانور مشهور آهي. سندس ڪم ئي مالڪ جي فرمانبرداري ۽ وفاداري آهي. ان ڪري ڪتي کي احساسِ ندامت ڇو ٿئي؟ ڪتي کي احساسِ ندامت تہ تڏهن ٿئي، جڏهن هو پنهنجي مالڪ جي نافرماني ڪري ۽ پنهنجي فطرت جي خلاف ڪجهہ ڪري. "فيض" جي نظر ۾ بہ اهوئي ڏيڪاريل آهي تہ هو پنهنجي فطرت جي خلاف ڪجهہ ڪري، ۽ هو پنهنجي فطرت کان نہ بدليو آهي. مان تہ ائين چوندس تہ هتي پيڙيل طبقن جي علامت طور "ڪتي" لفظ جو استعمال ئي صحيح نہ آهي. اِن مان شاعر جي مشاهدي جي کوٽ جهلڪي ٿي. ڳلين جو ڪتو تہ وري بہ آزاد آهي، هو پنهنجي مرضيءَ مطابق ڀاهوڙ ڪري سگهي ٿو.

ٻئي طرف "اياز" پنهنجي نظم ۾ "چاڪيءَ جو ڏاند" جي علامت ڪم آندي آهي، جيڪا برمحل ۽ برجستہ آهي. "اياز" جنهن "ڏاند" جو ذڪر ڪري ٿو، سوزبردست مشقت (Toil) ڪري ٿو. هِن ۾ قوت آهي ۽ طاقت آهي، چنانچہ ٻچي سگهڻ جي طاقت آهي ۽ مالڪ سان وڙهي سگهڻ جي سگهہ آهي، هو محنت ۽ مشقت ڪري ٿو، پر سندس اکيون بند آهن ۽ جسم بہ ٻڌل آهي. هو ٽتيءَ ٿڏيءَ پيو هلي ۽ عيوض ۾ ڪيس رکي سکي بہ پيٽ ڀري کائڻ جيتري نہ ٿي ملي. محنت هُو ڪري ٿو ۽ وقت بيوقت تڪيلف هُو سهي ٿو جهبڪ هو کائي ٿو. پر سندس محنت جو ثمر چاڪي کائي ٿو. جيڪو ڪيس جوٽي وجي ٻئي ڪنهن ڪم جي ٻلي ٿيو آهي.

سوچيو آهہ انهيءَ تي ڪڏهين هن چاڪيءَ جي ڏاند!
اکيون بہ هن جون بند، تہ آهي جسم بہ هن جو ٻاڌ،
ٻئي سڄي آ هن جي ڦٽ ڦٽ، سٽ سٽ جي آ راند-
سوچيو آهہ انهيءَ تي ڪڏهين هن ويهي هيڪاند!

OOO

رکي سکيءَ تي راضي آهي، ٽتيءَ ٿڏيءَ پيو ڪاهي،
ڦٽ ڦٽ جو هو عادي آهي، ڪٽ پٽ هن ۾ ناهي،
او شل سهنو ساهي، پاڇاري لاهي سا لباهي،
ٿونهي تي ٿونهي سان، هِن چاڪيءَ جو چڪر ڊاهي!
آخر ڪيسين جڳ جي جاندهہ اولڏي ائين گهلبي؟

ڏاند راتو ڏينهن يا پوري چمار ڳهائي ۾ هڪ ئي چڪر ۾ هلي ٿو. اِهو چڪر برائيءَ جو چڪر Vicious circle آهي. پاڇاري ڪنڌ ۾ ۽ آڪيڙا اکين تي، "اياز" "ٿونهو" لفظ استعمال ڪري ٿو. "ٿونهو" هڪ طرف "طاقت" کي ظاهر ڪري ٿو تہ ٻئي طرف "نفرت" کي. "اياز" پوري "چڪر" کي "طاقت" جي ذريعي ڊاهڻ جو قائل آهي. چاڪاڻ تہ طبقاتي ڪشمڪش ۾ طاقت کان بغير نظام مان جان ڇڏائڻ جو تصور اجايو آهي. هاڻي پڙهندڙ حضرات خود غور ڪن تہ "اياز" جو

هيءَ نظم "فيض" جي مذڪوره نظم کان ڪيترو نہ بهتر Superb آهي ۽ ان طبقاتي معاشري جي اونچ نيچ کي ڪيڏي نہ خوبصورت انداز ۾ واضح ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ طبقاتي معاشري ۾ "محبت" ئي اهڙو عمل آهي، جنهن جي استحصال مان ڪي طبقاتي معاشرو لهي ٿو.

ان کان سواءِ "اياز" جي ٻين ڪيترن ئي شعرن ۾ "فيض" جي ڪلام جي گونج ملي ٿي. اها مماثلت ڪا ارادي نہ آهي، بلڪ اڪثر وڏن شاعرن جي شاعريءَ ۾ آفاقيت (Universality) جي ڪري، سندن ڪلام ۾ هڪجهڙائي نظر ايندي آهي. مواد جي ورتاءَ (Treatment) ۾ ڪڏهن ڪڏهن، ڪن شاعرن کان نفيس ۽ باريڪ نقطا رهجي ويندا آهن. ڪي وري پنهنجي مشاهدي جي تيزي ۽ تجربي جي گهرائي جي ڪري پنهنجي ورتاءَ (Treatment) کي زياده بهتر نموني ۾ مڪمل ڪري سگهندا آهن. اِن ڪري ساڳئي خيال ۽ ساڳي زمين ۾ ٻن شاعرن جي ڪلام ۾ فرق نظر ايندو آهي. "فيض" پنهنجي هڪ نظم ۾ غمِ دوران ۽ غمِ جانان جي ڳالهہ اِجهو هيئن ٿو ڪري:

جابجا بکتے ہوئے کوچہ وبازار میں جسم،
خاک میں لتھڑی ہوئی خون میں نہلائی ہوئی،
جسم نکلی ہوئي امراض کے تنوروں سے.
پیپ بہتی ہوئی گلتی ہوئی ناسوروں سے.
لوٹ جاتی ہے ادھر کو بھی نظر کیا کیجئیے.
اور بھی دکھہ ہیں زمانے میں محبت کے سوا،
راحتیں اور بھی ہیں وصل کی راحت کے سوا.

هاڻي اچو تہ "اياز" جو هيءَ نظم ڏسون:

دردِ محبت ڇا ٿيندو آ،
دردِ محبت تون ڇا ڄاڻين؟
ڪنهن جي عارض و لب جي دوري،
ناهہ ضروري،
ٻيو تہ تہ ڇا ڇاتي ايندو آ،
۽ دل کي تڙپائيندو آ،
دردِ محبت تون ڇا ڄاڻين؟
دردِ محبت ڇا ٿيندو آ......

مٿين نظمن ۾ ٻنهي شاعرن جي محبت مادي تصور تي مبني آهي، جنهن ۾ شاعر دردِ محبت ۽ غمِ دوران ڏانهن سفر ڪري ٿو يا داخليت کان خارجيت طرف موٽي ٿو. شاعر جڏهن پنهنجي تصوراتِ محبت جي بند خول کان ٻاهر نڪري ٿو تہ تہ مفلسي، تنگدستي ۽ فاقہ ڪشيءَ جو منظر هر طرف آهي. انساني زندگيءَ جو

حسين تصور پاش پاش آهي. "فيض" پنهنجي نظر ۾ "کو چنه وَ بازار ميں بکتے ہوئے جسم»، «خاک ميں لتھڑی ہوئی خون ميں نہلائی ہوئی.»، «جسم نکلے ہوئے امراض کے تنوروں سے»"خاڪ ۾ لٿڙي هوئي خون ۾ نهلائي هوئي." "جسم نڪلي هوئي امراض ڪي تنورون سي" ۽ "پيپ بهتي هوئي گلتي هوئي ناسورون سي" جهڙا جملا استعمال ڪري هڪ دردناڪ منظر Pathelic Scene پيدا ڪري ڇڏيو آهي، جنهن مان ياس ۽ بي وسيءَ جي بوءِ اچي ٿي. شاعر غمِ جانان تہ ڇا پر غمِ دوران جي اندر جهاتي پائي دهلجي وڃي ٿو ۽ بيزاريءَ جي ڪيفيت ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو ۽ شاعر ڏکيل لفظن ۾ پنهي ڪان راهِ فرار اختيار ڪندو نظر اچي ٿو.

ٻئي طرف "اياز" پنهنجي نظم ۾ ابهام پيدا ڪري، اشارن ۾ ڳالهہ ڪئي آهي ۽"پيو بہ ڇاڇا ٿي ايندو آ" جو جملو گهڙي غمِ دوران ڪي وسعت بخشي ڇڏي آهي، جڏهن تہ فيض وٽ "غمِ دورانِ" جو موضوع محدود پيو معلوم ٿئي. "اياز" پنهنجي نظم ۾ هلڪڙائي ڪري ڪو ڏڪائتو ڏيک Pathetic Scene پيدا نہ ڪئي آهي، جيڪو قنوطي شاعر جو وطيرو آهي. پيو تہ فيض محبت کي "ڏک" سڏي ٿو، جيڪو اڻ سونهندڙ Crude لفظ آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ فيض جي محبت سطحي (Superflous) آهي ڇاڪاڻ تہ پيار مٿاڇرو ٿي سگهي ٿو پر محبت سان اهڙو ويل وهائڻ غلط آهي. محبت دک نہ آهي. "اياز" "فيض" جي اِن ڳالهہ جي تصحيح طور لفظ "دردِ محبت" ڪم آڻي ٿو. هو "عارض و لب" جي دوريءَ کي ئي "دردِ محبت" نہ ٿو ڄاڻي. پر سندس نظر ۾ "دردِ محبت" اعليٰ شيءِ آهي. "اياز" "دَردِ محبت" لفظ ڪتب آڻي محبت جي مفهوم کي وسعت بخشي آهي. هن نظر ۾ "اياز" جنهن محبت جو ذڪر ڪري ٿو سا سچي Origi-nal آهي. "فيض" پنهنجي نظم ۾ غمِ دوران ۽ غم جانان ۾ هڪ جهڙائي (Balance) قائم رکندي نظري اچي ٿو. سندس سمورو زور غمِ دوران تي آهي. جڏهن تہ حقيقت ان جي برعڪس آهي، ان ڪري "اياز" غمِ جانان ۽ غمِ دوران ٻنهي جي حقيقت کي تسليم ڪري ٿو. فيض محبت کي "دک" سڏي ٿو ۽ "اياز" "درد". ٻنهي لفظن تي گهري ويچار ڪان پوءِ اها ڳالهہ مِٿي پوندي تہ "اياز" جي نظم ۾ وڌيڪ گهرائي آهي.

اسان صرف اها ڳالهہ ڪري چپ ٿي وڃون تہ "اياز" محبت جا نغما ۽ وطن جا گيت لکيا آهن تہ اها زيادتي ٿيندي. "اياز" انسانيت ۽ محبت جا گيت تہ برابر ڳاتا آهن، پر هو اوسي پاسي جي حالتن کان بہ بي خبر نہ رهيو آهي ۽ وقت جي نبض تي سندس هٿ رهيو آهي. هن جتي طبقاتي اونچ نيچ جي خلاف نظم لکيا آهن تہ اتي هن پنهنجي ديس جي سياسي حالتن تي بہ ڪرڙي نظر رکي آهي. هِن پنهنجي

شاعريءَ ۾ مختلف تمثيلي نظمن جي ذريعي، اهڙين ڳالهين جي نشاندهي ڪئي آهي ۽ ان جي مذمت پڻ ڪئي آهي. "اياز" حساس شاعر آهي ۽ هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ملڪ ۾ مارشلائون بہ ڏٺيون آهن تہ ايوب خان واري آمريت بہ ڏٺي آهي. "اياز" پنهنجي دؤر جي آمريت جي تصوير ڪشي نهايت سهڻن لفظن ۾ ڪئي آهي. "اياز" پنهنجي هڪ نظم ۾ آمريت کي "ڪارو حبشي" ۽ "موت" جي علامتن ذريعي چٽيو آهي. اچو تہ سندس خوبصورت نظم تي نظر وجهندا هلون.

موت ڪارو اداس حبشي آه،
جو ڏسي مينهن، واچ، سناٽو،
۽ ٽپي زندگيءَ جي ديوار،
ڪنهن ڪلي ريگزار ۾ پهتو،
رات جي ريت تي پري تائين،
نہ ستارو نہ ڪوئي ٽانڊاٽو،
ڪير ڄاڻي تہ ڪنهن طرف ڪيڏانهن،
ٿو وڃي دور دور ڏوڪيندو!

"مينهن"، "واچ" ۽ "سناٽو" زندگيءَ جي پرامن، روان دوان هئڻ ۽ معاشري جي مثبت حرڪت جي علامت آهن. "زنجير" آمريت جي اوسي پاسي جهموري قدرن جون رڪاوٽون آهن. تن کي اورانگهڻ جو مطلب آهي زندگيءَ جي مثبت قدرن جي نفي ڪرڻ. "رات جي ريت" آمريت جي برابر آهي، جنهن ۾ روشني تہ ڇا پر ڪو ٽانڊاٽي جو ٽمڪو بہ نہ آهي. "روشني" "ستارا" ۽ "ٽانڊاٽو" بهتر زندگيءَ طرف رهنمائي ڪرڻ جي علامت آهن، "ترقي" ۽ "واڌاري" جون نشانيون آهن جن جي آمرانہ دؤر ۾نفي ڪئي وڃي ٿي. "روشني" ضرورياتِ زندگيءَ مان هڪ اهم شيءِ آهي ۽ اها بلامعاوضہ قدرت طرفان هر عام وَ خاص لاءِ آهي. "روشني" هتي خوشحاليءَ جي علامت بہ آهي. مطلب تہ آمرانہ دؤر ۾ اهي عام بهبود جون شيون بہ چند فردن جي رحم و ڪرم تي آهن ۽ هر فرد کي انهن جي استعمال جو اختيار نہ آهي. آمر" پنهنجي اقتدار کي طول ڏيڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا نہ منصوبا ٺاهيندا آهن ۽ ان لاءِ هر جائز ناجائز جو سهارو پڻ وٺندا آهن. "ڪنهن طرف ڪيڏانهن" ۽ "دور دور ڏوڪيندو" ان ڳالهہ جو دليل آهن. هن نظم ۾ "اياز" جو پيرائتو اظهار نهايت چيندڙ آهي. "اياز" هن نظم ۾ علامتي اظهار جي ذريعي "آمريت" جا وڪا پڌرا ڪيا آهن ۽ ان جي منفي.چٽن Designs کي موت جهڙو ڪارو حبشي ۽ آڻ وڻندڙ ظاهر ڪري، هڪ طرف آمريت کان نفرت جو اظهار ڪيو آهي تہ ٻئي طرف ان کي ننديو آهي.

اِن کان سواءِ "اياز" مارشل لا تي بہ لکيو آهي. اچو تہ سندس هيءَ نظم ڏسون:

هـن ديـس سـجي كـي سـائـي آ،
هـر شـام افق تـي لـيـمـي جيـئـن،
چا هـيـدي هـيـدي آئـي آ،
۽ ان جي كـاري "كـان كـان" ۾،
كـو ديـو ڦـري ٿـو ڌرتـيءَ تـي،
جنـهـن منـهـن ۾ پـاتـي چائـي آ.

"سائي" علامت آهي مارشل لا جي. "سائي" هڪ سرد مهريءَ Repulsive effect واري بيماري ٿئي ٿي. "سائي" انسان کي ڪائي ڪوڪلو ڪري ڇڏيندي آهي. هن بيماريءَ ۾ مريض کي هر شيءِ هيدي هيدي لڳندي آهي. "رَتَ" جي بدران انسان جي جسم ۾ "صفراء" يا "پت" جي زيادتي ٿي ويندي آهي. جگر جو فعل متاثر ٿي، صحتمند خون جي بدران پيلي پت خارج ڪندو آهي، جنهن ڪري انسان اکيون، ننهن ۽ لهل ٿي پوندو آهي. هن بيماريءَ ۾ انسان جي مجموعي ڪارڪردگي متاثر ٿي پوندي آهي. "ديو" مارشل لا ريگيوليشن جي علامت آهن، جن جو ڌهڪاءُ چوڌس هوندو آهي. "اياز" "سائيءَ" جي علامت استعمال ڪري مارشل لا جي حقيقي روپ يا ڪردار کي پڌرو ڪيو آهي، ٻئي طرف وري اها ڳالهه باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس تہ اِها بيماري تيستائين رهندي، جيستائين ڪنهن مناسب علاج ذريعي ان جي جرثومي کي ماريو نہ ٿو وڃي يا اِها بيماري جسم يا جگر جي ڪمزوريءَ جي ڪري وري وري حملو ڪري سگهي ٿي. ان ڪري ان جو مناسب ۽ ترت علاج، اِن جي جراثيم جي پاڙ پٽڻ ۽ اُن کي ماري ناس ڪرڻ ئي آهي.

"اياز جو فڪر، سندس شاعريءَ جي رچاءَ سان گڏ ترقي ڪندو آيو آهي، هو متحرڪ خيالات جو شاعر آهي ۽ سندس خيال وقت جي تقاضائن کي پنهنجي پيٽ ۾ سمائي تخليق جو روپ اختيار ڪن ٿا. چاهي ان ۾ گيت هجي، غزل، وائي هجي يا نظم ۽ دوهو هجي يا بيت سندس هر صنف ۾ ڌرتيءَ جي خوشبو ملي ٿي. سندس فڪر پنهنجي ڌرتي ۽ اُن جي مسئلن مان غذا حاصل ڪري ٿو. سندس چوڌاري وهندڙ واپرائجندڙ واقعا ۽ مادي حقيقتون "اياز" جي داخلي ڪيفيت سان گڏجي ڌرتيءَ جي نغمن جو روپ اختيار ڪن ٿيون. ڌرتي سندس محبتن جو مرڪز ٿي وڃي ٿي. ۽ هن منزل تي سنڌ ڌرتي جيڪا سندس محبوبہ هئي، هاڻي اُن جي حوالي سان هڪ ٻي خوبصورت ترين محبوبہ بہ سندس زندگيءَ ۾ داخلي ٿئي ٿي. جنهن جو "اياز" مشتاق آهي ۽ بي چينيءَ سان انتظار ڪري ٿو. اها آهي ديس جي آزادي، جنهن سان سندس زندگيءَ جو گهرو رشتو آهي. "اياز" جي پوئين دؤر واري شاعريءَ ۾ جنهن محبوبہ جو ذڪر ڪثرت سان ملي ٿو، سا اهائي آهي "آزادي"، جنهن جون سارونيون ۽ انتظار سندس روح کي بي چين ڪري ڇڏين ٿيون. سندس شاعريءَ جا سب مسئلا اِن معاملي کي حل ڪرڻ جا رستا تلاش ڪن ٿا.

مان ائين آزمايل،
جيئن وهائو توڙ تائين
صبح جي پهرين سنبهي کي ڀڏي ٿو
تون اجا آڳي نہ آهين
ڪيترو ويران گهر توکي سڏي ٿو
هيءُ دروازو اجا توليءَ کليل آ
۽ اجا تائين تہ مون کي ننڊ ناهي،
۽ ائين توليءَ اجايل
ايترو ترسي سگهان ٿو
جيترو ڪوئي نہ ترسي.
ڇا چوان؟ پل پل وڃي ٿي،
رات پر پايل وڃي ٿي.
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟
تون اڃين ٿي، تون اڃين ٿي،
دور سنڌوءَ تي نچين ٿي،
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟
آءُ آدرياءُ تنهنجو،
چنڊ جيئن ٿهلاءُ تنهنجو.
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟

جارج ايوري (George Every) پنهنجي ڪتاب شاعري ۽ خود ذميواري Poetry and personal Responsibility ۾ هڪ هنڌ اعليٰ شعر جون خصوصيتون ٻڌائيندي لکي ٿو:

"The best poem is the most sensitive not only to the thoughts and feelings of the author, but to those of other people with when he is in constant communication."

بهترين شعر نہ رڳو شاعر جي خيالات ۽ جذبات کي حساس بڻائي ٿو پر جن سان هن جو دائمي ربط آهي، انهن کي بہ متاثر ڪري ٿو.

مائهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!
خاموشي بي انت سمندر
جنهن جو ڪو تيراڪ نہ آهي،
جي معنيٰ جا موتي، تن جو
هر ڪوئي هيراڪ نہ آهي،
مائهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!

روز سياست تي بہ گهٽوئي
تن جي گفت وشنيد ٿئي ٿي،
پوءِ بہ آهي نابين، انهن جي
ديد بظاهر ديد ٿئي ٿي!
ماڻهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!
پوءِ بہ ڪنهن آمر جي اڳتان،
سچ چوڻ کان لهرائن ٿا.
"ڪو آهي جو سچ چئي ڏي!"
هڪبئي ڏي هو وجهائن ٿا.
آهي ٿورا حرفَ حقيقت
جي اُن ۾ اَجهاءُ نہ آهي،
سچ بنهہ آسان ٿئي ٿو،
پر جي سَچَ چوڻ ڪو چاهي!

لنهيءَ کان سواءِ بہ "اياز" جي شاعريءَ ۾ پيا بہ ڪيترائي اهڙا شهپارا موجود آهن، جيڪي مٿين ڪسوٽيءَ تي پورو لهن ٿا.

ٽي-ايس-ايليٽ، ڊانتي (Dante) تي لکيل پنهنجي هڪ مضمون ۾ خيال ڏيکاريو آهي تہ فلاسافيءَ لاءِ شاعريءَ ۾ جڳهہ ناهي "Philosophy has no place in poetry" ايليٽ جي مذڪوره راءِ بلڪل اهڙي آهي، جهڙي افلاطون پنهنجي خيالي رياست مان شاعرن کي خارج ڪرڻ لاءِ ڏني هئي. شاعري برابر فلسفي جو پڪو ميڊيم (Medium) ٿي نہ ٿي سگهي. پر فلسفيانہ خيالات کي پاڻ ۾ ضرور سمائي سگهي ٿي. اِن ڪري ايليٽ کي پنهنجي اِها راءِ تبديل ڪرڻي پيئي. پوءِ هن اِها ڳالهہ تسليم ڪئي تہ شاعريءَ ۾ فلسفيانہ خيالن جي لاءِ گنجائش موجود آهي. هو صاحب وضاحت ڪندي لکي ٿو:

"Though, philosophy has its place in poetry, it is only as some thing which we "See" among other things with which the poet presents us, a set of ideas which penetrate in world, as in the case of the Divina Commedia, in the case of such a poet as lucretius, the philosphy sometimes seems antagonistic to the poetry only because it happens to be a philosophy is not rich enough in feeling..... incapable of complete expansion into pure vision. Furthermore, The original form of philosophy can not be poetic."

(جيتوڻيڪ فلسفي جي شاعريءَ ۾ جاءِ آهي. پر اها ٻين شين سان خلط ملط ٿي وڃي ٿي. جا شاعر اسان اڳيان پيش ڪري ٿو جيئن الاهي طربيہ Divine comedy ۾ آهي. ليوڪريش جهڙي شاعر جي شاعري فلسفي سان متضاد ٿي وڃي ٿي ڇاڪاڻ جو اهو فلسفو آهي ۽ احساسن سان مالا مال نہ آهي ۽ خالص تصور ۾ ڦهلاءَ جي قابل نہ آهي. ٻيو تہ فسلفي جو اصلي روپ شاعراڻو نہ ٿو ٿي سگهي.)

بهرحال شاعر کي نقادن ايتري حيثيت ضرور ڏني آهي تہ هو اڳ ۾ ايجاد ٿيل فلسفي کي پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪري. "اياز" جي شاعري جيئن تہ ٻين ڪيترن ئي ڳالهين ۾ آزاد آهي، اهڙيءَ طرح سندس فلسفو بہ محراب جيان نہ آهي يا ڪٿي ائين چئجي تہ "اياز" صرف شاعر آهي، پر علامہ اقبال وانگر شاعر فلاسافر Poet philosopher نہ آهي. پر ايترو ضرور چئبو تہ اياز کي دنيا جي مختلف فلسفن جي ڄاڻ آهي ۽ انهن مان هو متاثر بہ ٿيو آهي. اِن ڪري هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ان تي خيال آرائي ضرور ڪئي آهي پر "اياز" جي مجموعي شعري مطالعي کان پوءِ آءٌ اِن خيال جو آهيان تہ اياز جي شاعريءَ مان ڪنهن خاص فڪر ۽ فلسفي جي واضح نشاندهي نہ ٿي ٿئي، جنهن کي ڪٿي "اياز" جي شاعريءَ جو نچوڙ سڏجي. اِن ڏس ۾ "اياز" خود وڏي مخمصي جو شڪار نظر ٿو اچي. اِن کان سواءِ بہ جڏهن شاعر هن ڪائنات ۾ اک کولي ٿو تہ سندس ذهن ۾ اڪيچار سوال جنم وٺن ٿا، جن جو اڪثر واسطو مابعدالطبيعياتي مسائل ۽ Epistemological حقائق سان ٿئي ٿو. اهڙن مسئلن ۾ سندس سوچ بديهيات کان شروع ٿئي ٿي ۽ ماوراءِ حقائق ڏانهن ارتقاءِ پذير رهي ٿي. "اياز" جو بہ انهن مسئلن سان واسطو پوي ٿو. هو "وجود" ۽ "حقيقت" جي تلاش ۾ ايترو تہ ڦاسي پيل ٿو ڏسجي جو سندس پورو فڪر هڪ فلسفيانہ ملغوبہ (Philosophical complex) پيو لڳي. بهرحال پوءِ بہ هو ڪنهن صوفي شاعر وانگر "تون" ۽ "مان" تائين ضرور پهچي ٿو. ڪڏهن هو مشتڪڪ (Seeptic) آهي تہ ڪڏهن فلسفہ تمثال (Idealism) ۾ يقين رکندو نظر اچي ٿو. ڪڏهن ماديت پسند (Materialist) آهي تہ ڪڏهن هو بلڪل انڪاري Nihilist ٿيو وڃي. جڏهن هو "تون" ۽ "مان" کي تسليم ڪري ٿو تہ اتي هو صرف پراڻي صوفي مفڪرن جي ڳالهہ ورجائي ٿو. تہ وري ڪڏهن هو "تون" جي نفي ڪري صرف "مان" تي اصرار ڪري ٿو. لهٰذا اها ساڳي ڳالهہ آهي، جيڪا ابن عربي، منصور ۽ سچل وٽ اڳ ئي آهي.

مان ٻڙڇي، مان ڪهاءِ، مان ئي وار وجود تي
مان ئي هان پڇتاءِ، مان ئي پيار پرينءَ جو.

OOO

آءُ اڪيلو آهيان، ماڻهوئڙن جي ميڙ ۾،
ايان ڇاتر ڪينڪي، جو آهيان ڇا آهيان،
آهيان يا ناهيان، سو به نه آيم سمجهه ۾.

OOO

تون سوري، تون سڌ، تون ئي ساهه سرير ۾،
تون ئي مون سان گڏ، تون ئي منهن جو مَٽ ڳهرو.

OOO

مان ئي آهيان حسن ازل جو، مان ئي هان بد صورتي،
مان پوڄاري، مان ئي مندر، مان ئي پنهنجي مورتي.

OOO

تون ئي منهنجي ننڊ آن، تون ئي منهنجي جاڳ،
مان آهيان تنهنجي جيءُ، تون آن منهنجي آڳ.

OOO

مان ئي بن هان، مان ئي بنسي، مان رادا، مان شيام،
مان جمنا جون لهرون، جن تي چنڊ ڪري آرام.

OOO

ڪجهه به نه هوندي سڀ ڪجهه آهي، سرتيون هي سنسار،
ساري جڳ مڳ جهون سان آ، اڪتي آ الڌوڪار.

OOO

ڪهڙو غيب شهود؟
سڀ ڪجهه تون ئي آهين!
چنڊ به تنهنجي چاري ۾ آ، توکي سڄ سجود،
سڀ ڪجهه تون ئي آهين!
ماڻهوءَ کان وڌ ڪوئي ناهي، ماڻهوءَ جو معبود،
سڀ ڪجهه تون ئي آهين!
آيو آ عدم کي جهاڳي، تنهنجي لاءِ وجود،
سڀ ڪجهه تون ئي آهين!
تون ئي روز صليب سجائين، تون ئي آن موعود،
سڀ ڪجهه تون ئي آهين!
تون ئي آهين، پنهنجي منزل، تون ئي لا محدود،
سڀ ڪجهه تون ئي آهين!

"اياز، "وجود" متعلق جيڪا راءِ ظاهر ڪري ٿو، اُن تي ڪنهن هڪ خيال
جي مُهر لڳائي نه ٿي سگهجي. ڇاڪاڻ ته ڪڏهن هُو تشڪيڪ پسند آهي ته

جڏهن هو دهريو Atheist آهي. ٿلهن لفظن ۾ ڪٿي ائين چئجي تہ دهريو Atheist اهو شخص آهي، جيڪو چوي تہ "خدا ڪونہ آهي" (There is no God). "ايا‌ز" بہ ساڳي دعوي ڪئي آهي:

تون بہ تہ آهين ڪونہ، وڃان تہ مان ڪيڏانهن وڃانءِ!
مسجد جا مينار آسونهان، جن کي ڪوبہ پتو نہ،
وڃان تہ مان ڪيڏانهن وڃانءِ!
يا
مان سمجهان ٿو تون ڪٿي ناهين،
هي ڊونگ ڪنهن رچيو آهي!

هي آهي خيالات آهن، جيڪي هن ڪان اڳ ۾ نتشي ۽ سارتر وغيره ظاهر ڪيا آهن. سارتر هڪ هنڌ چوي ٿو:

"Iam going to tell you a colossal joke: God doesn't exist."
(مان اوهان کي ڪلاسيڪل چرچو ٿو ٻڌايان: خدا جو وجود ناهي.)

"ايا‌ز" "تون" جي وجود جي نفي ڪونہ ٿو ڪري، پر ان جي موجود نہ هئڻ تي پريشان آهي، يعني ٻين لفظن ۾ چئجي تہ "ايا‌ز" اهڙو "دهريو" (Atheist) آهي، جيڪو عقيده Dogmatic يا مثبت Positive دهريو نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس اهڙي اعتقاد جو بنياد ڪو ان يقين تي نہ آهي تہ هن وٽ اهڙو ڪو مثبت علم آهي، جنهن جي ذريعي واجب الوجود جي وجود جي نفي ثابت ٿي هجي. پر سندس موجود هئڻ لاء ڪنهن علم جي ضرورت آهي، جيڪو ان کي ثابت ڪري، جڏهن انسان کي اثبات لاء ڪو اهڙو يقيني ثبوت نہ ٿو ملي تہ پوء اِها فطري ۽ عقلي تقاضا آهي تہ هو اهڙي اعتقاد کي رد ڪري ڇڏي. هتي "ايا‌ز" ماورائي علمِ انساني جو حامل نہ آهي، هو تہ عام انساني تعقل جي فيصلي تي يقين ڪري ٿو. "ايا‌ز" جا مذڪوره شعر اِن ڳالهہ جو ثبوت پيش ڪن ٿا.

انسان جڏهن هن مادي ڪائنات ۾ اک کولي ٿو تہ ان وقت سندس ذهن ڪنهن اڻ لکيل تختي (Trabula rasa) وانگر هوندو آهي ۽ آهستي آهستي مادي حقيقتون متس منڪشف ٿيڻ لڳنديون آهن ۽ سندس ذهن تي انهن مادي شين جا تصور عڪس پذير ٿيندا رهندا آهن. سندس ذهن ايترو ئي هوندو آهي جو مادي شين جا تصور عڪس پذير ٿيندا رهندا آهن. ۽ مادي شين جي حقيقت ئي ان ۾ مَس سمائجي سگهندي آهي. هو "عالمِ هويت" ۾ رهندي صرف "اعيانِ ثابتہ"، "ظلال" ۽ "قيوم" جهڙي تصور ڪري سگهي ٿو. يعني انساني ذهن بمشڪل "عرض" کي ئي گهيراءِ Encompass ڪري سگهي ٿو، پر "جوهر" کي سمائي نہ ٿو سگهي. "جوهر" جي اصل حقيقت بابت هو سوچي ضرور ٿو. پر سندس سوچ، بديهيات

تائين محدود آهي. جيڪي شيون هو روز مره جي زندگيءَ ۾ ڏسي، وجود مطلق کي به قياس ڪري ٿو. "اياز" جو خدا جو تصور An thropomorphism جي نظريه تي منطبق ٿئي ٿو. پر "اياز" جو مجازي محبوب به خوبصورت ترين انسان آهي. تنهن لاءِ "اياز" تون کي مثال Syombolize ڪري وٺي ٿو ۽ اُن لاءِ به "تون" جو تخاطب استعمال ڪري ٿو ۽ اڳتي هلي اِها "تون" وجود مطلق جي علامت طور ڪم اچي ٿي جڏهن ته، خدا جو تصور An thropomorphism ۾ تعميم آهي پر "اياز" تخصيص اختيار ڪئي آهي. يعني "اياز" جو محبوب هڪ منتخب انسان آهي، اِن ڪري هو "خدا" کي به اُن "تون" جي حوالي سان ڏسي ٿو.

واري ڇڏيو مون، توسان ملڻ آسرو،

يا

ماڻهوءَ کان وڌ ڪوئي ناهي ماڻهوءَ جو معبود.

اِها "اياز" جي تصور جي ابتدا آهي، پر اڳتي هلي، هُو سوچڻ لڳي ٿو ته اِها "تون"، "مون" کان ٻاهر ڪيئن ٿي سگهي ٿي. "مان" جڏهن "تون" متعلق سوچيان ٿو ته جڻ "تون" کي وجود ڏيان ٿو. اِن ڪري اها "تون" به "مون" ۾ ئي آهي. تڏهن ته هو چوي ٿو: "آءٌ امرتا آهيان، آدي جڳادي."

جڏهن هو "مان" تي زور ڏئي ٿو ته اتي "مان" منجهان سندس مراد "وجود" آهي. تڏهن "اياز" جو نظريه وجودي مفڪرن سان وڃي ملي ٿو. جيئن سارتر(Satre) چوي ٿو ته "وجود جوهر تي مقدم آهي." (Existence pre-cedes essence) اِها به لڳ ڀڳ اهڙي ڳالهه آهي، جيڪا اعيائي فلاسافر In-dealist philosopher ڪندا آهن. پر هتي سارتر ان کي چالاڪيءَ سان ٻيو رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سارتر پنهنجي هڪ طويل تقرير ۾ اِن ڳالهه تي بحث ڪيو آهي. ان تقرير ۾ هن هڪ مثال ڏيئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ڪنهن انسان جي ٺاهيل شيءِ مثال ڪتاب يا چاقو، جنهن جو تصور ۽ اڳ موجود ان جي ٺاهڻ جي ترڪيب جيڪا اُن تصور جو ئي حصو آهي ۽ دراصل هڪ ئي فارمولا آهي. ڪاريگر انهن ٻنهي تي هڪ جيترو توجه مرڪوز ڪيو. بس چاقو هڪ طرف هڪ شيءِ آهي، جنهن کي هڪ مخصوص انداز ۾ ٺاهيو ويو آهي ۽ ٻئي طرف اهو هڪ خاص مقصد پورو ڪري ٿو. چاڪاڻ ته اِهو ممڪن ئي نه آهي ته ڪو ماڻهو "چاقو"، "چاقو" جي ڪمن ڄاڻڻ کان سواءِ ٺاهي، يعني "چاقو" جو "جوهر" يعني فارمولو ۽ خصوصيات جو اهو مجموعو جيڪو ان جي تخليق ۽ تعريف جو سبب بڻيو آهي، سو ان جي وجود تي مقدم آهي. ٻين لفظن ۾ ڪئي ائين چئجي ته سارتر "غايت" کي "جوهر" سڏي ٿو. هو چوي ٿو ته اهڙيءَ طرح هڪ "چاقو" يا "ڪتاب" جي وجود جو تعين منهنجي اکيان ٿئي ٿو ۽ اُن جي "غايت" ان کان اڳ ۾

مقرر ٿي آهي تہ پوءِ ظاهر آهي تہ "غايت"، "وجود" تي مقدم آهي. يعني ان جي تخليق يا "جوهر" ان جي "وجود"تي مقدم آهي. جڏهن اسان "خدا" جو تصور بحيثيت خالق ڪريون ٿا تہ هو هڪ ملڪوتي ڪاريگر جي روپ ۾ نظر اچي ٿو. اسان خواه ڪهڙي بہ نظريہ تي يقين رکندا هجون. پوءِ اهو خواه ڊيڪارٽ (Descarte) يا ليبنيز جو ئي ڇو نہ هجي، تہ ان مان اسان اِن نتيجي تي پهچي سگهون ٿا تہ ارادو گهٽ تہ ادراڪ کان پوءِ پيدا ٿئي ٿو يا گهٽ ۾ گهٽ ان سان گڏ وجود ۾ اچي ٿو اِن ڪري خدا جڏهن تخليق ڪري ٿو تہ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو تہ هو ڇا تخليق ڪري رهيو آهي. اهڙيءَ طرح خدا وٽ انسان جو تصور، ڪاريگر جي ذهن ۾ "چاقو" جي تصور سان مشابهت رکي ٿو. خدا هڪ خاص انداز ۽ تصور موجب انسان جي تخليق ڪري ٿو. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن هڪ ڪاريگر هڪ خاص تعريف ۽ فارمولي مطابق چاقو ٺاهي ٿو. اِن لحاظ کان هر فرد واحد هڪ مخصوص تصور جي عملي شڪل آهي، جيڪا خدا جي ذهن ۾ اڳ ۾ ئي موجود هئي. ارڙهين صديءَ جي الحاد ۾ خدا جي تصور کي دٻايو ويو. پر پوءِ بہ اِهو خيال تہ "جوهر وجود تي مقدم آهي" برقرار رهيو. اهڙي قسم جو ڪونہ ڪو خيال اسان کي هر جڳهہ تي ملي ٿو. انسان جي پنهنجي هڪ فطرت آهي. هيءَ انساني فطرت جنهن تي انسان جي تصور جو بنياد رکيل آهي، هر انسان ۾ ملي ٿو. اِن جو مطلب اِهو ٿيو تہ هر فرد انسان جي ڪلي تصور يعني تصور انسان جو هڪ مثال آهي. ڪانٽ جي نظر ۾ اِها ڪليت، جهنگلي وحشين ۽ بورزوا وغيره سڀني انسانن تي حاوي آهي. اِن سڀني جي هڪ ئي تعريف آهي ۽ هڪ ئي بنيادي صفت. هتي بہ فرد جو "جوهر" ان جي تاريخي وجود تي مقدم آهي. جنهن سان اسان کي تجربي ۾ واسطو پوي ٿو.

ان بحث ۾ مفروضہ ڪهاڻيءَ کان پوءِ سارتر وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ "دهري وجوديت"، جنهن جو هو نمائنده آهي، سختيءَ سان اعلان ڪري ٿو تہ خدا جيڪڏهن موجود نہ آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪا اهڙي هستي ضرور موجود آهي، جنهن جو وجود "جوهر" تي مقدم آهي، جو پنهنجي عقلي تصور کان اڳ ۾ موجود آهي. اها هستي انسان آهي.

وجودي مفڪر انسان جي اول وجود تي زور ڏين ٿا. جيڪو ڪائنات ۾ پنهنجي ذات جو مقابلو ڪري ٿو. اِن ڪري "اياز" چو ٿو،

ڇا مان ئي آهيان، چانڊوڪيءَ ۾ چنڊ جي،
پر جي مان ناهيان، ڇا آهي سنسار ۾؟

"اياز" وٽ بہ "مان" ئي اصل آهي، جنهن مان هر تصور ڦٽي نڪري ٿو ۽ اها "مان" "فرد" جي علامت آهي، جيڪو سڀ ڪجهہ آهي. جيئن چاهي تيئن ڪري. هوئي هر شيءِ جو ذميوار آهي. "هو فقط آهي" ۽ ان هئڻ ۾ بہ سندس ئي وجود جي

تصور جو دخل آهي. اهڙيءَ طرح هو، بي انتها آزادي حاصل ڪري ٿو. ايتري قدر جو سندس واسطو ٿري گهري وري به لاشيئت (Nothingness) سان پوي ٿو.

ڪنهن به نه ڄاتو ڪونه آ، اڪثي ڇا آهي؟
هي جو ڪارنيار آ، ڪاڏي ٿو ڪاهي،
ازل ابد وچ ٿي، بسنو جو ناهي،
ڏسن نه ڪنهن ڏاهي، ڏنو اِن اسرار جو.

OOO

توکان اڳتي آهه ڇا، تو پر به نه هڪڙي وک،
ڏوران تنهنجي ڏِک، توکان ڏور پڻي ڇڪي.

پر "اياز" ڇا ويچار اتي به دنگ نه ٿا ڪن ۽ ان اسرار جي ماهيت معلوم ڪرڻ لاءِ هُو غور و فڪر ۽ جستجو کي ترڪ نه ٿو ڪري. هو سوچي ٿو ۽ برابر سوچيندو رهي ٿو ته سندس "مان". تون" منجهان "مان" به نڪري ٿي. هو چوي ٿو:

توڙي ڪيئي صورتون، توبن آءُ نه آنءُ،
او شل منهنجو هانءُ، ڪوسو ٿئي ڪچ جان.

OOO

هاڻي آنءُ به تون، دور به تنهنجي ويجهڙو،
پر هڪ پئي سان جيئري، شايد ڪونه ملون،
پوءِ به منهنجي مون، تون ٿي تون منهنجا پرين.

"اياز" ڪنهن ماوراءِ هستيءَ جي ترديد ڪونه ٿو ڪري، پر هو پنهنجي هستيءَ کان به هٿ کڻڻ نه ٿو چاهي. ڇاڪاڻ ته هو نامعلوم جي ڳولا ۾ معدوم کان معدوم ٿيڻ پسند نه ٿو ڪري. اِن ڪري هن جو پورو زور شخصيت Personalism تي آهي. سندس پوري شاعريءَ ۾ "مان ۽ هُو" I and Thou جو ورجاءُ عام ملي ٿو. هو جڏهن "نانهن" ۽ "ڪارونيار" جو "مان" ۽ "تون" ذڪر ڪري ٿو ته سندس نظرين جون حدون، رد ڏيندڙ Existentialist فلسفي سان ملن ٿيون. اِي صورت ۾ هن جي پوري شاعري ڪانٽ (Kant) جي "هستي مطلق" متعلق پيش ڪيل دليل جي ويجهو پئي ٿري. ڪانٽ چيو هو:

"If any thing exists, an absolutely necessary being must also exist. Now I at least exist. Therefore an absolutely necessary being exists."

(جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جو وجود آهي ته ذات مطلق جو وجود به آهي. هاڻي منهنجو وجود آهي، ان ڪري ذاتِ مطلق جوبه وجود آهي.)

"اياز" لاءِ اها راءِ ڪنهن زماني ۾ مرحوم عبدالرزاق "راز" صاحب ڏني هئي ته هو اغنوسي (Agnosties) آهي. پر سندس پوئين واري شاعري، گهٽ ۾ گهٽ

مون کي ان ڳالهہ جو قائل ڪري نہ سگهي آهي تہ واقعي "اياز" اهنوسي سوچ رکي ٿو. اچو تہ اسان اهنوسيٽ (Agnosticism) متعلق ڪجهہ وضاحت ڪريون تہ جيئن فيصلي ڪرڻ ۾ آساني ٿئي.

فلسفي جي تاريخ ۾ ڪيترائي اهڙا نظريا ملن ٿا، جن ۾ صرف ٽيڪنيڪل فرق آهي. جيئن فلسفئہ تشڪڪ Scepticism ۽ اغنوسيٽ (Agnoticism)۔ فلسفئہ تشڪڪ جي ابتدا يونان کان ٿي ٿي آهي ۽ اهو فلسفو سوفسطائي (Sophists) دؤر جي پيداوار آهي. ان متعلق سڀ کان اول گور گياس (Gorgias) خيال آرائي ڪئي ۽ ان کان پوءِ يونان- رومي (Greeco-Roman) دؤر ۾ هڪ شخص پائيرهو (Pyrrho) اِن کي باقاعده هڪ مڪتبِ فڪر جي صورت ڏني. جديد دؤر ۾ ڊيوڊِ هيوم (David Hume) اِن جو سرڪرده پرچارڪ بڻيو. ٿلهي ليکي تشڪيڪ پرستن جو خيال هيءُ آهي، جيڪو اسان جارج ٿامس وائيٽ پيٽرڪ (George Thomas white patrick) جي لفظن ۾ نقل ڪريون ٿا؛

"Gorgias for instance, said that nothing exists, if it did, we could not know it, if we could know it, we could not communicate our knowledge to others."

هاڻي اچو تہ ڏسون تہ اغنوسيٽ ڇا آهي؟ اِن اصطلاح جو خالق مشهور شخص هَڪسلي (Huxley) آهي ۽ پوءِ اُن ۾ هربرٽ اسپينسر (Herbert spencer) جو نالو بہ شامل ٿي ويو. ساڳيو منصف لکي ٿو؛

"Huxley used the world in a religious sense to indicate his exis- belief we can know that, though we may not deny the tence of God, nothing of his real nature.

هو صاحب وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو؛

"In philosophy it is generaly used in its spencerian sense, indicating that human knowledge of ultimate reality is impossible. There would seem to be little to criticize in a guarded agnosticism as this, but in general agnosticism is too apt to emphasize the limitations of knowledge, sometimes having a flavour of dogmaticism, confidently affirming that the kind of knowledge which philosophy seeks is unattainable, thus going beyond the more modest attitude of doubt. It is therfore contrary to the spirit of philosophy which is that of persisted unwearied inquiry. One writer speaks of the agnostie as a quitter."

(فلاسافيءَ ۾ اُن جو ذڪر اسپينسر وانگر آهي، جو ڏيڪاري ٿو تہ ابدي
حقيقت جو علم ناممڪن آهي. ڪنهن محفوظ هناسطيت ۾ بہ ان تي تنقيد اجائي
ٿيندي، جنهن مان ڪنهن وقت تعصب جي بوءِ ايندي هجي جنهن ۾ يقين سان اسرار
ڪيو ويندو تہ جنهن قسم جي علم جي فلسفي کي تلاش آهي سو نارسا آهي، ۽
لهبني شڪ جي دائري کان نڪري ويندي ان ڪري اهو فلسفي جي روح سان متضاد
جو التڪ تجسس جو قائل آهي ۽ هناسطيءَ کي بيانگي ڏانهن مايل سمجهي ٿو.)

مٿين وضاحتن کان پوءِ قارئين لاءِ فلسفہ تشڪڪ ۽ اهنوسيت جي باريڪ
فرق کي سمجهڻ ۾ دشواري درپيش نہ ٿيندي، سو خود انصاف ڪن تہ ڇا واقعي
"اياز" جي شاعريءَ ۾ اُبل فڪر انهن مان ڪنهن بہ هڪ خاني ۾ ڦهي ٿو؟

منهنجي خيال موجب تہ "اياز" جي پوين مجموعن ۾ سندس شاعري، اڳين
شاعريءَ جي بنسبت هڪ الڳ فڪري ڏس ۾ هلي ٿي. سا آهي شاعر جو صوفيانہ
طرزِ احساس، جيڪو سندس تجربي ۽ عمر جي تقاضائن سان وڌندو ۽ گهرو ٿيندو
ٿو وڃي. مذهبن کان بيزاري بہ سندس ان ئي احساس جو گهرو ٿيندو ٿو وڃي.
مذهبن کان بيزاري بہ سندس ان ئي احساس جو مظهر آهي. ڇاڪاڻ تہ مذهب
انسان ۾ نفاق ۽ نفرت جو سبب بڻجن ٿا. جيڪا ڳالهہ صوفيانہ خيالن واري مائهن
کي پسند نہ آهي. "اياز" جا اِهي فڪري احساس مشرقي صوفي شاعرن جي ڳوڙهي
مطالعي جو نتيجو ٿي سگهن ٿا.

"اياز" جو ڪلام گهڻو وسيع ۽ وقيع آهي جو ايترو ڪلام ڪنهن بہ جديد
سنڌي شاعر نہ لکيو آهي. "اياز" نہ صرف گهڻي لکڻ لاءِ لکيو آهي، پر جيڪو لکيو
آهي، اهو جاندار ۽ وزنائتو آهي. هن هر صنف ۽ هر گهاڙيٽي ۾ لکيو ۽ انهن سان
پوري پوري انصاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. "اياز" صنعتي دور جو شاعر
آهي، پوءِ بہ هن پنهنجي واهڻن، ٿرن، برن ۽ پهاڙن کي بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ قابل
قدر جاءِ ڏني آهي. هن معاشي، معاشرتي ۽ سياسي مسئلن تي بہ لکيو آهي. هو
جڏهن ان قسم جا خيالات ڪٿي هلي ٿو ۽ انهن جو اظهار ڪري ٿو تہ ان وقت
سندس شاعري ڪا سطحيت يا پروپيگنڊا جو شڪار نہ ٿي ٿئي، پر اهو سڀ
ڪجهہ سندس مشاهدي ۽ تجربي جو نچوڙ بڻجي، شاعريءَ ۾ اوتجي وڃي ٿو. اهڙن
مسئلن بيان ڪرڻ وقت بہ "اياز" جي شاعريءَ مان شعريت جو احساس گهٽ نہ
ٿو ٿئي. سندس شعري زبان (Poetic Diction) رومانوي آهي. هن وٽ الفاظ جو
وسيع ذخيرو آهي. جنهن جي مدد سان هو پنهنجي شاعريءَ کي مالا مال ڪري ٿو ۽
نيون نيون تشبيهون تخليق ڪري ٿو. "اياز" جي ڪلام ۾ محدوديت نہ پر
لامحدوديت آهي. سندس فڪرءِ تخيل روان دوان ۽ توانو آهي، جنهن ۾ جمود نہ
پر حرڪت پذيري آهي، جيڪو حالات پٽاندر ارتقا ڪندو رهي ٿو. ترنم،
موسيقيت ۽ بي پناہ رواني "اياز" جي ڪلام جو طرہ امتياز آهي. سندس لفظن جو
انتخاب ناهموار Rugged نہ پر مناسب، موزون ۽ ملائم آهي.

"اياز" جڏهن پنهنجي ديس ۽ وطن جي حوالي سان لکي ٿو تہ هو اُن جي مجموعي مسائل جو مڪمل جائزو پيش ڪري ٿو. سندس الداز بيان ڇيندا ۽ حقائق تي مبني آهي، جو هو سنڌ جي "قومي شاعر" جو درجو حاصل ڪري وڃي ٿو. "اياز" جي پوري ڪلام مان اِهو معلوم ٿئي ٿو تہ هو قنوطي نہ پر رجائيت پسند آهي. ايتري قدر جو هو موت جي تذڪري وقت بہ رجائي آهي. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هو ڪيڏي مضبوط اعصاب جو مالڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جيل جون صعوبتون بہ سٺيون آهن تہ پنهنجي ديس واسين جا مصائب بہ ڏٺا اٿس. هن جي شاعريءَ ۾ مذهبن ڪي مجموعي طور لنديو ويو آهي، پر هو ڪنهن بہ هڪ مذهب جي ترديد يا توثيق نٿو ڪري.

سندس شاعريءَ ۾ پراڻن نظمن جي تخيل جو ورجاءُ بہ عام نظر اچي ٿو. جنهن ڪي ڀين لفظن ۾ ڪٿي اٿين چئجي تہ اهو سندس پختگي ۽ پنهنجي منتخب آدرشن سان وابستگيءَ جو دليل آهي ۽ هو پنهنجي پراڻن خيالن تان بہ دستبردار نہ ٿو ٿيڻ چاهي، ڇاڪاڻ تہ آهي بہ ڪيس مقابلتن ايترائي پيارا آهن. انهن لاءِ ڪيس ڪنهن بہ ندامت يا معذرت خواهيءَ جي ضرورت نہ آهي.

"اياز" جو ٻيو هڪ ڪارنامو اهو بہ آهي تہ هن سنڌي شاعريءَ مان صوفيت جي ثقافت کي ٿڏي ڪڍي ڇڏيو آهي، جيڪو عرصہ دراز کان سنڌي شاعريءَ تي ڪنهن ڀوت وانگر ڇانيل هو ۽ ان جي اثر هيٺ پوري سنڌي قوم لهنائي ۽ نماڻائيءَ جي لشي ۾ چور ٿي تباهيءَ جي ڪناري تي وڃي پهتي آهي. "اياز" پنهنجي شاعريءَ ذريعي اهڙن دقيانوسي ۽ سوقيانہ خيالن کي رد ڪري ڇڏيو آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ نيئن حقيقتن کي روشناس ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيئن تصوف جي زهر مٿان تعمير ٿيل سنڌي ثقافت جي جهريل عمارت کي ڍاهي سگهجي. "اياز" پنهنجي شاعريءَ جي ذريعي سنڌين ۾ جنگجويانہ ڪردار (Heroic character) کي جيئارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪين سلفي، صافي ۽ يڪتاري، چيڙي جي جاءِ تي بندوق ڪٺي، ان جي "نانا" تي رقص ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي. هن سنڌي شاعريءَ کي موجوده حالتن جي تقاضائن سان ڳنڍيو آهي. هو سنڌي ماڻهوءَ کي مڪانن ۽ اوتارن جي بجاءِ "ويٽ ڪانگ"، "چيگويرا" ۽ آفريقا" جي بارود جي خوشبوءِ ڏانهن وٺي وڃڻ گهري ٿو.

ان کان سواءِ "اياز" جي شاعريءَ ۾ ٻيون بہ ڪيئي خوبيون موجود آهن ۽ انهن تي لکڻ هڪ تحقيقي اسڪالر جو ڪم آهي. جتي اها ڳالهہ ڪجي ٿي تہ اتي مان اِن چوڻ ۾ بہ ڪو وڌاءُ محسوس نہ ٿو ڪريان تہ "اياز" جي شاعريءَ ۾ گداز (Pathos) جي شديد کوٽ آهي. گداز شعر کي ايترو پُر اثر بڻائيندو آهي، جو قاري ان کي شاعر جا نہ پر پنهنجا جذبات سمجهي ويهندو آهي. گداز جي کوٽ، شاعر وٽ داخليت جي اڻاٺ جو نتيجو آهي. بهرحال بنيادي طور "اياز" موضوعي نہ

پر معروضي شاعر آهي ۽ سندس شاعريءَ جي عمارت گهري تجربي، زبان داني ۽ موسيقيءَ جي زور تي تعمير ٿيل آهي. جنهن جا ڪيترائي رخ ۽ پاسا آهن. اسان مٿي صرف چند پهلوئن تي روشني وجهي سگهيا آهيون.

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لِڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَـن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو بيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)